337



پهريون ڇاپو: 2013ع
ڪتاب جو نالو : خدا، سائنس ۽ فلسفو
ليکڪ: ڊاڪٽر ابوسلمان شاهجهانپوري
سنڌيڪار: محمد عثمان عباسي
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي
ڇپائيندڙ : سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي
قيمت : 250/= رپيا

" Tehreek Reshmi Romal aen Sindh”
Written by: Dr. Abu Salman Shahjahanpuri
Translated by: Muhammad Usman Abbasi
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road,
Karachi-74400 Phone: 021-32737290
website: www.sindhica.org
Email:sindhica_academy@yahoo.com

## اسٽاڪسٽ

سنڌيڪا اڪيڊمي، B_24 نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي فون:02132737290
سنڌيڪا بوڪ شاپ، جتوئي منزل حيدر چوڪ حيدرآباد فون: 03013594679 _
سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 071_5628368، 03013431537
العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي فون: 0212214521، 0300_343115

ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، بخاري ڪتاب گهر، قادري بوڪ اسٽور، مهراڻ بوڪ اسٽور، مجاهد بوڪ اسٽور نيم ڪي چاڙهي سکر - ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي - سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد - شاهه لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهه - عثمانيه لائبريري، چنيهاٽي ڪنڊيارو، - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ، رهبربوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو - رحيم ڪتاب گهر مهراڻ چوڪ بدين-مدني اسلامي ڪتبخانو، جنيد بوڪ اسٽور ۽ رشيد بوڪ اسٽور نئون چوڪ - ممتاز ڪتاب گهر دادو -حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - سعيد بوڪ اسٽور، سنڌ ڪتاب گهر پٺائي بازار شڪارپور - المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊپو، سانگهڙ - سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد - سرتاج ۽ گلزار بوڪ اسٽور، ڪنڊڪوٽ - ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز - حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهه - ديدار بوڪ ڊپو، ٽنڊوالهيار - رفعت بوڪ هائوس، ماتلي - مرچو لال پريمي، بدين - مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص. فون. 0300-3319565، عطار ڪتاب گهر، بدين، مهراڻ ڪتاب گهر، عمرڪوٽ، حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گهر، مورو، عباس ابڙو شڪارپور فون: 03362870897 ساحر ڪتاب گهر، 0346-8948535 دادو

لکپڙهه ۽ وي پيءَ ذريعي گهرائڻ لاءِ
سنڌيڪا اڪيڊمي
B-24، نيشنل آٽو پلازه
مارسٽن روڊ ڪراچي 74400

# فهرست

سنڌيڪار........................................................................ 5
پيش لفظ ......................................................................... 7

باب پهريون
تحريڪ ريشمي رومال ................................................ 15

باب ٻيو
ريشمي خطن جي ڪيس جو خلاصو......................................... 30

باب ٽيون
پس منظر جي واقعن جو سلسلو ........................................ 43

باب چوٿون
شهنشاه هند جي فرياد.................................................. 45

باب پنجون
ريشمي خط ۽ ٻيون لکتون ............................................. 92

باب ڇهون
تذڪرو ريشمي رومال سازش ڪيس جي ملزمن جو.................... 177

باب پهريون
ريشمي رومال تحريڪ ۾ سنڌ جو حصو ................................ 212

باب ٻيو
ريشمي رومال تحريڪ ۽ سنڌ جا مٿير مڙس ۽ ڪارائتا ماڻهو ......... 215

باب ٽيون
انگريزن خلاف انقلابي ”تحريڪ ريشمي رومال“ ۾ سنڌ جي
حصي جو هڪ اهم واقعو ................................................ 237

ضميمو 1
”باغيانہ تحريڪ بابت رولٽ ڪميٽي جي تحقيقات جي رپورٽ مان هڪ اقتباس . 262

ضميمو 2
دي انڊين مسلمز- اي ڊاڪيومينٽري ريڪارڊ مان ڪجهہ انتخاب .. 274

ضميمو 3
ريشمي خط سازش ڪيس مان اقتباسات ڪي بزرگ شخصيتون ....... 298

# سنڌيڪار

ننڍي کنڊ پاڪ و هند ۾ مغلن جي زوال کان پوءِ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي حڪومت قائم ٿي. اڳتي هلي هتي ملڪ برطانيه جو راڄ قائم ٿي ويو. انگريز سامراج هندستان ۾ قدم رکندي ئي هن خطي جي دولت ڦرڻ لٽڻ شروع ڪئي ۽ هتان جي قومن کان انهن جو سياسي اقتدار ۽ اختيار ڦري وٺڻ سان گڏوگڏ هتي جي ثقافت و تهذيب، تعليم و تربيت کي خالص پنهنجي حاڪماڻي رنگ ۾ بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن هو انهيءَ ۾ ڪامياب ٿي ويو ته هن هڪ طرفي هتان جي اڪثريتي مذهبن هندو ۽ مسلمان کي ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو ۾ الجهايو ۽ ٻئي طرف هندستان ۾ عيسائي مشينرين جي ذريعي عيسائيت کي ڦهلائڻ لاءِ ڊگهي مدت وارو منصوبو به ٺاهيو جيڪو اڄ تائين هلي رهيو آهي. هن خطي جي قومن کي انگريز جي غلامي ۽ استحصال جي هنن خطرناڪ چالن کي وقت جي عالمن محسوس ڪندي، انگريز جي خلاف جهاد جي ڪوشش ڪئي. جهاد جي اهڙي فتويٰ حضرت شاهه عبدالقادر محدث دهلوي ڏني هئي. هن فتويٰ کان پوءِ انگريز جي خلاف ڀرپور جهاد شروع ٿي ويو. هنن جو مقصد رڳو هي هو ته انگريز هتان کان نڪري وڃي. انگريزن کي ڪيڻ ۽ هندستان جي سڀني قومن جي آزاديءَ لاءِ هندستان جي ٻين صوبن سان گڏ سنڌ جي عالمن به وڏي ڪوشش ڪئي.

هندستان جي عالمن مان حضرت شيخ الهند مولانا محمود حسن رحه ديوبندي ۽ سندس شاگردن مولانا حسين احمد مدني، مفتي ڪفايت الله دهلوي ۽ مولانا عبيدالله سنڌي انگريز جي خلاف ڪم ڪيو ۽ انگريز کي ڪيڻ لاءِ ڪيترييون ئي تحريڪون جاري ڪيون. انهن تحريڪن مان تحريڪ ريشمي رومال به هڪ هئي. هندستان جي عالمن سان گڏ سنڌ جي عالمن، جهڙوڪ حضرت مولانا تاج محمود امروٽي رحه ۽ حضرت مولانا

محمد صادق رحہ ڪڏي وارن ۽ انهن سان لاڳاپيل ٻين عالمن بہ انهن تحريڪن ۾ ڀرپور حصو ورتو. اهڙين تحريڪن مان تحريڪ ريشمي رومال ۾ بہ هڪ هئي.

انهيءَ ريشمي رومال تحريڪ تي ڪيترائي ڪتاب، رسالا ۽ مضمون لکيا ويا آهن. انهن مان هڪ ڪتاب ”خطوط ريشمي رومال تحريڪ اور سنڌ“ آهي. ”ريشمي رومال تحريڪ“ تي اهو نالو هن ڪري پيو هو جو ان تحريڪ پٽاندر هندستان ۾ بغاوت پيدا ڪري ٻاهرين مدد سان انگريزن کي ڪيڻ جو منصوبو هڪ ريشمي رومال تي تحرير ٿيل هو جيڪو سڄي هندستان ۽ ان کان ٻاهر جي انقلابن کي پڙهڻو هو.

هي ڪتاب ڊاڪٽر ابوسلمان شاه جهانپوري صاحب لکيو آهي. هن ۾ انهن عالمن ۽ بزرگن جو مختصر تعارف آهي، جن جو هنن خطن ۽ تحريڪ سان واسطو آهي. هي ڪتاب تحريڪ آزاديءَ جي باري ۾ واقفيت حاصل ڪرڻ لاءِ رهنما ڪتاب آهي.

جيئن تہ هي ڪتاب سنڌ جي باري ۾ آهي، ان ڪري ضرورت هن ڳالهہ جي هئي تہ هن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿئي. مون پنهنجين مشغولين کي هڪ پاسي رکي ڪجهہ وقت ڪڍي ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ آيل فارسي خطن جي ترجمي جي سلسلي ۾ ۽ مواد چيڪ ڪرڻ ۾ مدرسي انوارالعلوم، گورنمينٽ ڊگري ڪاليج جي استاد محترم جناب حافظ غلام مصطفيٰ راڄپر صاحب جن جو ٿورائتو آهيان. اميد تہ هي ترجمو اهل علم وٽ قبوليت جو شرف حاصل ڪندو. هر قسم جي غلطيءَ ۽ ڪوتاهيءَ لاءِ معذرت خواه آهيان. البتہ ڪابہ غلطي هجي تہ مون سان رابطو ڪيو وڃي اميد تہ ان جي اصلاح ڪئي ويندي.

**محمد عثمان عباسي**
عثمانيہ لائبريري چنيهاڻي
ڪنڊيارو نوشهروفيروز سنڌ



# پيش لفظ

تحريڪ ريشمي رومال جو ذڪر سڀ کان پهريائين سڊيشن ڪميٽيءَ جي رپورٽ 1918ع ۾ آيو هو. پوءِ 1924ع ۾ جڏهن انٽيليجنس، تحريڪ خلافت ۽ عدم تعاون تي پنهنجي رپورٽ مرتب ڪئي ته ان ۾ به هڪ ٻه پئراگراف آيا، پر اهو برٽش حڪومت جو نقطه نظر هو. ان معلومات جي روشنيءَ ۾ تحريڪ ريشمي رومال جي تاريخ مرتب نه پئي ٿي سگهي. سڀ کان پهريائين مفصل طور تي مولانا حسين احمد مدني رحه پنهنجي آتم ڪهاڻي ”نقش حيات“ ۾ هن تحريڪ جو تعارف ڪرايو. اها تحريڪ جي هڪ خاص شخصيت جي قلم مان تحريڪ جي تاريخ هئي. پر جهڙي طرح پهرين معلومات، هڪ تحريڪ جي باري ۾ حڪومت جو نقطه نظر هو اهڙي طرح ٻئي معلومات ۾ به حالتن جو فقط هڪ پاسو ڊيڪاريو ويو هو. ان جا ڪيترائي پهلو بحث لائق هئا. ان ٻئي معلومات کي مولوي عبدالرحمان نهايت ئي غلط اضافن ۽ تبصرن سان گڏ هڪ نئين ڪتاب جي صورت ۾ پيش ڪيو. پوءِ جڏهن انڊيا آفيس لائبريريءَ ۾ واسطيدار ڪاغذن جي مطالعي ۽ انهن مان فائدي وٺڻ جي اجازت ڏني ويئي ته مولانا موسيٰ ڀائي ڪرناڊي ۽ ان جي ساٿين سيني ڪاغذن جي فلم ٺهرائي، جمعيت علماء هند کي ڏني، جنهن جي خاص حصن جو ترجمو ڪرائي پنهنجي هڪ ڊگهي مقدمي ۽ حاشيءَ سان گڏ حضرت مولانا محمد ميان ”تحريڪ شيخ الهند“ جي نالي سان دهلي مان شايع ڪئي. (بعد ۾ لاهور مان هن جا ٻه ايڊيشن نڪتا) هن کان اڳ تحريڪ جي باري ۾ هر لحاظ سان وڌيڪ تفصيلي معلومات حاصل ٿي ۽ جيئن ته مولانا محمد ميان سي آءِ ڊي جي غلط بيانن ۽ غلط فهمين کي پنهنجي مقدمي ۾ بيان ڪري صحيح صورتحال کي پوريءَ طرح واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر بنيادي طور تي هي سي آءِ ڊي جو رڪارڊ آهي، جيڪو مرتب ڪيو ويو آهي. ان معلومات کان سواءِ ڪجهه ٻي

معلومات اهڙن ماڻهن وٽان ملي، جيڪي ڪنهن نه ڪنهن حد تائين تحريڪ سان فڪري يا عملي طور لاڳاپيل رهيا هئا. ماهوار الحق اڪوڙه ختڪ ۾ اهڙي قسم جون ڪيترين ئي فائديمند تحريرون ڇپيون آهن.

”تحريڪات ملي“ جي سلسلي ۾ منهنجو ارادو هو ته تفصيل ۽ تحقيق سان گڏ هن تحريڪ تي لکڻ جي تمنا پوري ٿيندي. پر جڏهن هن عظيم الشان انقلابي تحريڪ تي قلم کڻڻ جو ارادو ڪيم ته محسوس ٿيو ته جيتوڻيڪ ڪم ڪرڻ جي لاءِ وقت بلڪل ڪونهي، پر تنهن هوندي به تفصيلات حاصل ڪرڻ جي انتظار ۾ هن مصوبي کي ملتوي نٿو ڪري سگهجي. ان ڪري سي آءِ ڊي جي مرتب ڪيل سازش ڪيس جو خلاصو ۽ رپورٽ پيش ڪري ڇڏڻ ئي ممڪن ۽ مناسب معلوم ٿئي ٿو.

جيئن ته عرض ڪيم ته هي خلاصو رپورٽ سي آءِ ڊي يا انٽيليجنس جي کاتي جو ترتيب ڏنل آهي، تنهن ڪري عام ڪيسن وانگر هي ڪيس عدالت ۾ پيش نه ڪيو ويو هو. نه مدعا عليه حڪومت جي هٿ آيا هئا جو هو پنهنجي صفائي پيش ڪري ۽ بچاءُ ڪري سگهن ها. نه وڪيل ۽ شاهد عدالت ۾ پيش ٿيا هئا جو شهادتن ۽ آڏي پڇا ۾ اصل حقيقت واضح ٿئي ها. بس رڳو چند ماڻهو جيڪي ڪنهن نه ڪنهن طرح حڪومت جي هٿ اچي ويا هئا، انهن کان جيڪو ڪجهه سي آءِ ڊي غلط يا صحيح معلومات حاصل ڪري سگهي، ان ئي بنياد تي هي خلاصو ۽ رپورٽ مرتب ڪئي ويئي. پوءِ به خلاصي ۽ رپورٽ ۾ تحريڪ جي جنهن پس منظر کي واضح ڪيو ويو ۽ جيڪو ثبوت پيش ڪيو ويو ۽ مسلمان رهنمائن ۾ جن رابطن جي نشاندهي ڪئي ويئي آهي، اها حقيقتن تي مشتمل آهي يا حقيقت جي نهايت ويجهي آهي. هن تحريڪ جي سڀ کان وڏي رهنما ۽ شيخ الهند مولانا محمود حسن ۽ ٻين رهنمائن جو فڪر، خيال ۽ زندگيءَ ۽ قومي جذبي جو مذهبي ۽ سياسي مقصد بلاشڪ اهو ئي هو جنهن جي طرف رپورٽ ۾ اشارو ڪيو ويو آهي.

ريشمي خطن جي ڪيس جي خلاصي ۽ رپورٽ جي مطالعي مان ان جي اهميت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. ايشيا جي هيءَ آخري انقلابي تحريڪ هئي ۽ اتفاق سان ان جا اڳواڻ ”پهرين اسلامي انقلاب تحريڪ“ (تحريڪ اصلاح و جهاد) جي اڳواڻن سان فڪر ۽ عقيدت جو رشتو مضبوط رکندا آيا هئا.

مناسب ٿيندو ته ان ترتيب جي ڪن خصوصيتن تي نظر وجهجي:

- ڪيس جي خلاصي يا رپورٽ جي ڪن جاين تي مولانا سيد محمد ميان وضاحتي نوٽ لکيا هئا. ان ترتيب ۾ مولانا مرحوم جي ڪجهه نوٽن کي جيئن جو تيئن رهڻ ڏنو ويو آهي ۽ اهڙي هر نوٽ ۾ مولانا مرحوم جي نالي جي وضاحت ڪئي ويئي آهي.
- پر جتي نوٽ ناڪافي معلوم ٿيو يا ضروري تصحيح ۽ وضاحتي جاين تي نيئن نوٽ جو واڌارو ڪيو ويو آهي، اتي نوٽ لکندڙ جي نالي جي وضاحت ضروري نہ سمجهي وئي آهي؛ اهڙا سيئي نوٽ راقم الحروف جي قلم مان آهن.
- ڪجهه نالا ناڪافي معلومات جي ڪري يا لکت جي غلطين سبب ماڳهين مٽجي ويا آهن. انهن کي درست ڪيو ويو آهي.
- رپورٽ جا ڪجهه حوالا غلط هئا. مثلاً جمعيت حزب الله جي سلسلي ۾ الهلال جي گهربل شماري جي تاريخ غلط هئي ۽ ماخذ ڪيترائي دفعا نقل ڪرڻ ۾ بلڪل مٽجي ويا هئا. انهن کي الهلال سان پيٽي اصل جي مطابق ڪيو ويو آهي.
- سازش جي انڪشاف جو بنياد فقط ٽي خط ۽ بہ لکتون هيون. وري ڪجهه ٻيون لکتون سي آءِ ڊي جي هٿ اچي ويون، جنهن کي رپورٽ ۾ ثابتي جي طور تي پيش ڪيو ويو هو. ان سلسلي جون اڄ تائين فقط ڪجهه لکتون ماڻهن جي مطالعي ۾ آيون هيون، ڪجهه وڌيڪ لکتون جناب ضياءُ الدين لاهوري جي ڪوشش ۽ توجهہ سان هٿ آيون آهن، جيڪي توهان عڪسي صورت ۾ ڏسندؤ. انهن جي ڏيڻ جي لاءِ ضياءُالدين صاحب جو شڪرگذار آهيان ۽ اهي انڊيا آفيس لائبريري جي ڊائريڪٽر جي اجازت سان پيش ڪيون وڃن ٿيون.

هن ڪوشش جو شروعاتي نقشو ”علم و آگهي“ (گورنمينٽ نيشنل ڪاليج ڪراچي) جي ”تحريڪات ملي نمبر“ (1983ع) ۾ پيش ڪيو ويو.

پر ان کان اڳ ان سلسلي جو بنيادي مضمون ”تحريڪ ريشمي رومال ۽ سنڌ“ جي عنوان سان باني پاڪستان ڏانهن منسوب، ان علمي رسالي جي هڪ نمبر (1977ع) ۾ لکيو ويو هو. جيئن تہ هي ٻئي ڪوششون هڪ ئي سلسلي سان تعلق رکن پيون، ان ڪري انهن کي ڪن ترميمن ۽ اصلاحن کان پوءِ هن ڪتاب جي شڪل ۾ گڏ ڪيو ويو آهي، پر ان ۾ ڪجهه خاص واڌارا بہ آهن.

1- پهريون ضروري واڌارو هي سمجهيو ويو تہ ان ۾ ”ريشمي خطن جي ڊائريڪٽري“ مان جيڪي ”تحريڪ شيخ الهند“ مرتبہ مولانا سيد محمد ميان مرحوم ۾ شامل آهي، ڪيس جي ٻئي ڏر جي (مولانا عبيدالله ۽ ٻين) سيني ماڻهن يعني ڪيس جي ڏوهارين جو بہ تعارف شامل ڪيو وڃي. هن ڪتاب ۾ ايئن ئي ڪيو ويو آهي. هي تعارف پهرين ڏر رپورٽ جي ترتيب ۾ پنهنجي سهوليت جي لاءِ مرتب ڪيو هو ان ۾ ڪجهہ تاريخي ۽ سوانحي غلطيون هيون. انهن کي حاشي ۾ صحيح ڪيو ويو آهي البت واڌاري ۽ تفصيل کان پاسو ڪندي ڪٿي رڳو ضروري اشارو ڪيو ويو آهي. انهن ماڻهن جي حياتيءَ جو تفصيل ۽ تحقيق ۾ وڃڻ پنهنجي جڳهہ تي هڪ وڏو ڪم آهي پر هن تحريڪ ۾ شامل سنڌ سان تعلق رکندڙ شخصيتن جي تعارف ۾ ڪنهن قدر تفصيل ۽ تحقيق کان ڪم ورتو ويو آهي. هي تعارف ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ ”ريشمي رومال تحريڪ ۽ سنڌ جا ڪارائتا ماڻهو“ جي عنوان سان ڏنل آهي.

2- جن خطن ۾ لکتن جي بنياد تي انگريز حڪومت ان کي ريشمي خط سازش ڪيس جاڻايو هو يا ان کي ريشمي خط تحريڪ جو نالو ڏنو ويو هو، اهو مولانا عبيدالله سنڌي ۽ مولانا محمد ميان جا خط هئا. انهن ٻنهي بزرگن جو تعلق جيئن تہ شيخ الهند مولانا محمود حسن ديوبنديءَ جي ”آزادي وطن“ جي انقلابي ۽ قومي تحريڪ سان هو ۽ ريشمي خط تحريڪ ۽ ان جي حقن جي پس منظر کي سمجهڻ جي لاءِ، رولٽ ڪميٽي جي تحقيقاتي رپورٽ جي ڪن جزن ۽ ڪن تاريخي دستاويزن جي مطالعي جي اهميت هئي، ان ڪري ضميمي جي تحت هن رپورٽ جا بہ باب ۽ ٻيا تاريخي دستاويز شامل ڪيا ويا آهن.

3- هڪ مضمون جيڪو حافظ محمد اسماعيل مرحوم (شيخ الحديث مدرسو مظهرالعلوم، محلو کڏو ڪراچي) هن تحريڪ جي سلسلي ۾ پنهنجي والد گرامي مولانا محمد صادق عليہ الرحمة جي حوالي سان لکيو هو. جنهن سان گڏ کي تاريخي ڊاڪيومينٽس (دستاويز) بہ شامل هئا ۽ سنڌي ماهوار الصادق ڪراچي (رمضان، شوال 1411هہ) ۾ شايع ٿيو هو. اهو بہ ڊاڪيومينٽس جي عڪس سان گڏ شامل ڪيو ويو آهي.

هي ڪتاب جيئن تہ سنڌ جي هيري ۽ عظيم سپوت مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي پنجاهين وفات جي ڏينهن جي تقريب سان يادگار طور تي پيش

ڪيو پيو وڃي، ان ڪري هن تحريڪ ۾ سنڌ جي رهنمائي ۽ ان جي قرباني ۽ خدمتن جو نقشو پوري طرح ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي، ان ڪري هن جو نالو ”تحريڪ ريشمي رومال ۽ سنڌ“ تجويز ڪيو ويو آهي.

هي ڪتاب امام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي جي عظيم الشان شخصيت ۽ ان جي قومي ۽ ملي خدمتن جي اعتراف ۾ هڪ ننڍڙو تحفو آهي. اميد آهي تہ حضرت امام انقلاب جي عقيدتمندن ۾ ۽ قومي ۽ ديني انقلابي تحريڪن جي مطالعي جو شوق رکڻ وارن ۾ پسند ڪيو ويندو. اهڙي طرح هي ڪتاب تاريخ ۽ برصغير جي سياست جي شاگردن جي لاءِ بہ ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين بيحد فائديمند ثابت ٿيندو ۽ عام طور تي بہ دلچسپيءَ سان پڙهيو ويندو.

امام سنڌيءَ جي عقيدتمندن مان هڪ

**ابو سلمان شاهجهانپوري**

ڊائريڪٽر

مولانا عبيدالله سنڌي اڪيڊمي پاڪستان

23 فيبروري 1994ع

باب پهريون

# تحريڪ ريشمي رومال

ريشمي خطن واري تحريڪ جيڪا تحريڪ ريشمي رومال جي نالي سان بہ مشهور آهي ۽ هاڻي جنهن کي برصغير جي مشهور مؤرخ مولانا سيد محمد ميان ”تحريڪ شيخ الهند“ جي نالي سان متعارف ڪرايو آهي، تنهن کي برٽش انڊيا جي سي آءِ ڊي ”ريشمي خط سازش“ جي نالي سان ياد ڪيو آهي.

هي سيئي نالا پنهنجي جاءِ تي بلڪل صحيح آهن. هي خط جيئن تہ ريشمي ڪپڙي تي لکيا ويا هئا، ان ڪري ريشمي خط ۽ ريشمي رومال ٻئي نالا صحيح آهن. هن تحريڪ جو باني جيئن تہ برصغير جو مشهور عالم دين، سياسي رهنما ۽ درالعلوم ديوبند جو شيخ الحديث ۽ صدرالمدرسين مولانا محمود حسن ديوبندي هو، جنهن کي سندس بزرگي، ديني ۽ سياسي خدمتن جي ڪري شيخ الهند جي لقب سان ياد ڪيو ويو آهي. ان ڪري هن تحريڪ کي ”تحريڪ شيخ الهند“ چوڻ قطعي غلط ڪونهي. پر انگريزن مولانا عبيدالله سنڌي مرحوم کي ريشمي خط سازش يا تحريڪ جو باني قرار ڏنو آهي. مون وٽ هيءَ ڳالهہ بہ حقيقت ڪان پري نہ آهي ”تحريڪ شيخ الهند“ هڪ گهڻ طرفي تحريڪ هئي، ان جو تعلق دارالعلوم ديوبند جي قائم ٿيڻ ۽ حضرت سيد احمد شهيد ۽ شاهہ اسماعيل شهيد جي جهادي تحريڪ ۽ آزادي جي ڪوشش سان وڃي ملي ٿو ۽ بعد ۾ جمعيت علما هند جي ڪوشش بہ ان سلسلي جي ڪڙي هئي، مولانا سنڌي جو افغانستان وڃڻ ۽ پاڻ حضرت شيخ الهند جو حجاز جي لاءِ سفر جو سانباهو ڪرڻ، هڪ جامع

منصوبي تحت هو. پر ڪابل پهچي ڪري ”عارضي حڪومت“ ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ ”جنود ربانيه“ قائم ڪرڻ، اهو سڀ ڪجهه معروضي حالتن مطابق ضروري هو. انهن قدمن جو (خدائي لشڪر وارو) فيصلو جيئن ته مولانا سنڌيءَ پنهنجي دوانديشيءَ تحت ڪيو هو. ان لاءِ حضرت شيخ الهند جي ڪا به اڳواٽ هدايت موجود نه هئي، نه مولانا سنڌي ”حڪومت موقته“ ۾ شرڪت ۽ ”جنود ربانيه“ جي ڪوشش کان اڳ حضرت شيخ الهند کان اجازت وٺڻ جي ضرورت محسوس ڪئي هئي. هي ٻئي ڳالهيون حضرت شيخ الهند جي تحريڪ جي مقصدن جي عين مطابق هيون، انهن کي هن گهڻ مقصدي تحريڪ جو هڪ جزو قرار ڏئي سگهجي ٿو. حڪومت موقته جي تحريڪ راجا مهندر پرتاب ۽ مولوي برڪت الله جي تجويز هئي، جنهن ۾ مولانا سنڌيءَ کي شرڪت جي دعوت ڏني ويئي ۽ ان ”اسلامي مفاد جي حفاظت جي نظر سان“ پنهنجي صوابديد تي ان ۾ شريڪ ٿيڻ پسند ڪيو هو. البته جنود ربانيه جي قائم ٿيڻ جي تجويز ۽ ان جي قائم ٿيڻ جو سڄو انتظام مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي دماغ جي ڪاوش ۽ ان جي ڪوشش جو نتيجو هو. انگريزي سي آءِ ڊي جي مطابق، جيئن ته هي منصوبو (يعني ريشمي رومال تحريڪ) مولانا عبيدالله سنڌيءَ لکيو هو. ان ڪري ان کي هن تحريڪ يا سازش جو باني قرار ڏيڻ ۽ ٻين اڪابرن کي ان جو شريڪ ۽ مددگار قرار ڏيڻ، سمجهڻ جوڳي ڳالهه آهي.

## تحريڪ يا سازش

نندي کنڊ جي آزاديءَ جو هي هڪ انقلابي منصوبو هو. ان ڪري نندي کنڊ جي آزادي جي تاريخ لکڻ وارن هن منصوبي کي ”تحريڪ“ جي نالي سان ياد ڪيو آهي. جڏهن ته انگريزن جو نقطه نظر ان جي خلاف هو. جيئن ته ان منصوبي جو مقصد انگريزي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ ۽ غيرملڪي اقتدار جي بجاءِ قومي ۽ ملڪي حڪومت قائم ڪرڻ هو. ان ڪري انگريزن ان کي ”سازش“ جو نالو ڏنو.

مڪتوب اليه (جنهن جي نالي خط لکيو وڃي)

آزاديءَ جي هن منصوبي جو دارومدار ٽن خطن تي هو. انهن ۾ پهريون خط سنڌ جي مشهور انقلابي شخصيت شيخ عبدالرحيم جي نالي هو. جيڪو ٻين خطن کي مڪتوب اليه تائين پهچائڻ جي لاءِ هدايتن تي مشتمل هو. ٻيا

۽ خط حضرت شيخ الهند جي نالي حالتن جي تفصيل بابت هئا. حضرت شيخ الهند جيئن تہ انهن ڏينهن ۾ حجاز ۾ هو. ان ڪري شيخ عبدالرحيم (سنڌي) جي ذريعي هي خط حجاز پهچائڻا هئا.

## خط لکندڙ

عام طور تي هي سمجهايو وڃي ٿو تہ، ٽئي ريشمي خط مولانا عبيدالله سنڌي لکيا هئا. هيءَ غلط فهمي ريشمي خط سازش ڪيس جي بيانن ۾ بہ موجود آهي. اها غلط فهمي ان ڪري ٿي آهي جو ٻئي نمبر خط تي ڪنهن جي بہ صحيح نہ هئي. پهرين ۽ ٽئي خط تي مولانا سنڌيءَ جي صحيح هئڻ جي ڪري ٻيو خط بہ ان جو ئي سمجهيو ويو. حقيقت هيءَ آهي تہ ٻيو خط مولانا محمد ميان جو آهي. شروعات کان آخر تائين خط جو هڪ هڪ جملو انهيءَ حقيقت جو ثبوت ڏئي رهيو آهي. مولانا محمد ميان جڏهن حجاز کان غالب نامہ ۽ ٻيون لکتون کڻي ڪري هندستان اچي رهيو هو تہ حضرت شيخ الهند ان کي جدي ۾ الوداع چيو هو. ان ڪري خط لکندڙ جدي کان پوءِ جي واقعن سان خط جي شروعات ڪئي آهي. پهريان بہ جملا هي آهن:

”جدي کان پوءِ جو حال هي آهي: بمبئي آرام سان خطري کان سواءِ پهتس.“

ان کان پوءِ خط لکندڙ رانديرِ، ڀوپال جي سفر، مولانا حسرت موهاني ۽ مولانا آزاد سان پنهنجي ملاقاتن ۽ ياغستان ۽ ڪابل جي سفر جو ذڪر ڪيو آهي. پر مولانا ناظم، يعني مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو ذڪر واحد غائب جي صيغي ۾ ڪيو آهي. ان مان چٽو معلوم ٿئي ٿو تہ ان خط جي لکڻ وارو مولانا سنڌي نہ پر ٻيو ڪو آهي ۽ اها شخصيت فقط مولانا محمد ميان عرف محمد منصور انصاري جي ٿي سگهي ٿي.

## خطن جو تعداد ۽ نمونو

تحريڪ ريشمي رومال هڪ انقلابي تحريڪ هئي ۽ ان جو تعلق ملڪ ۽ ٻاهرين ملڪن جي مختلف انقلابي قوتن ۽ شخصيتن سان هو ۽ انهن ۾ خط و ڪتابت جو سلسلو بہ جاري هو. حضرت شيخ الهند حجاز مان غالب نامہ ۽ ٻيا خط هندستان موڪليا ۽ مولانا سنڌي ڪابل کان هندستان خط روانا ڪيا. هيءَ سڄي لکپڙهہ وڏي احتياط سان خفيہ طور تي ٿي. حضرت

شيخ الاسلام مولانا حسين احمد مدني رحہ هن سڄي لکپڙهہ جي لاءِ ريشمي خطن جي ترڪيب ئي استعمال ڪئي آهي. ڊاڪٽر شير بهادر خان مرحوم جي بيان مان بہ اهو ئي ظاهر ٿئي ٿو تہ سڄي لکپڙهہ زرد رنگ جي رومالن ذريعي ٿيندي هئي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪاغذ جي بجاءِ ڪپڙو (رومال) ئي استعمال ٿيندو هجي. پر انگريز سي آءِ ڊي ان زماني جي سڄي لکپڙهہ کي ”ريشمي خط“ جو نالو نہ ڏنو آهي. هي فقط ٽي خط آهن، جيڪي تحريڪ جي ظاهر ٿيڻ جو سبب بنيا ۽ جنهن جي بنياد تي سازش جو ڪيس قائم ڪيو ويو. سي آءِ ڊي جي ڪاغذن ۾ انهن کي ئي ريشمي خطن جو نالو ڏنو ويو آهي.

ان سلسلي جو ٽيون ۽ آخري خط حضرت شيخ الهند جي نالي مولانا سنڌي جي طرفان آهي، ان تي سندس صحيح بہ آهي. هي خط پندرهن انچ ڊگهو ۽ ڏهہ انچ ويڪرو آهي.

## لکت جو طريقو

خط جي لکت جي باري ۾ مولانا عبدالله لغاري مرحوم جو بيان آهي تہ هي خط مخفي طريقي سان ريشمي رومالن تي لکيا ويا هئا. ان جي بيان ۾ ”مخفي طريقي“ جي ڪا بہ وضاحت نہ آهي. قاضي محمد اڪبر لکيو آهي تہ هي خط بصر جي پاڻيءَ سان لکيا ويا هئا، ڊاڪٽر شير بهادر خان لکي ٿو:

”هي ڦڪي رنگ جا رومال هئا، جن تي اهڙي مس سان خط لکيو ويندو هو، جيڪا ڏسڻ ۾ نہ ايندي هئي، ان جي لکڻ ۽ پڙهڻ جو طريقو ايجاد ڪندڙن کان سواءِ ڪنهن کي بہ معلوم نہ هئو.“

پر ريشمي خط سازش ڪيس جي مطالعي مان خبر پوي ٿي تہ لکت جي لاءِ ان قسم جو ڪو بہ ڳجهو طريقو اختيار نہ ڪيو ويو هو. پر لکت صاف اردو ۾ لکي ويئي هئي، ان ڪيس جي پهرين نوٽ ۾ سي آءِ ڊي جي هي وضاحت اسان کي ملي ٿي:

> ”14 آگسٽ تي ملتان جي خانبهادر ربنواز خان ملتان جي ڪمشنر کي زرد ريشمي ڪپڙي جا ٽي ٽڪرا ڏيکاريا جنهن تي صاف اردو لکيل هئي.“
>
> ”انهن خطن جي لکت نهايت سني، صاف ۽ پڪي آهي ۽ ڪٿي بہ ڪو لفظ ڊانو نہ ويو آهي ۽ نہ ڪنهن لفظ جو اصلاح ڪيو ويو آهي. صرف ونحو جي فقط هڪ نهايت معمولي غلطي

سچي لکت اندر ڏسڻ ۾ آئي آهي. خط جي زبان جيتوڻيڪ ڪن جاين تي غيرواضح آهي، جيئن عام طرح سازشي لکتن ۾ هوندي آهي، پر سٺي تعليم واري عالم ماڻهو جي زبان آهي.“

هن وضاحت کان پوءِ هيءُ ڳالهه غيرمناسب نه سمجهي ويندي ته جيتوڻيڪ خط ٻن ماڻهن جي طرفان آهن، پر ڪپڙي تي هڪ ئي قلم سان نقل ڪيا ويا آهن، پر ان صورت ۾ جو اصلي خط يا انهن جا عڪس اسان جي سامهون نه آهن، تنهن ڪري ان بابت ڪا آخري راءِ نٿي ڏئي سگهجي ته هيءَ لکت ڪنهن جي آهي. اصل لکت يا ان جو عڪس ڏسي ڪري گهٽ ۾ گهٽ هي فيصلو ضروري ڪري سگهجي پيو ته هيءَ لکت عبيدالله سنڌيءَ جي قلم جي آهي يا نه؟ ان ڪري جو مولانا سنڌيءَ جون پنهنجي قلم سان لکيل ڪيتريون ئي لکڻيون اسان جي پهچ کان ٻاهر نه آهن. ان جي قلمي لکت جا عڪس به اسان جي سامهون آهن. جيتوڻيڪ علمي مضمون ۾ اندازن جو وزن تمام گهٽ ٿئي ٿو، تنهن هوندي به ان جي اهميت کي به بلڪل ئي رد به نه ڪيو ويو آهي. ان ڪري مٿئين اقتباس جي روشنيءَ ۾ جيڪڏهن اسان کي قياس (اندازي) جي رعايت ڏني وڃي ته، اسان چونداسين ته هي سيئي خصوصيتون، جيڪي انهن خطن جي لکت ۾ ٻڌايون ويون آهن، سي مولانا عبيدالله سنڌي جي لکت ۾ لڌيون وڃن ٿيون. انهن جي لکت سٺي، صاف ۽ پڪي هوندي آهي ۽ ڏاهه ڏوهه جو عمل ان جي لکتن ۾ نهايت گهٽ هوندو آهي. ان ڪري گمان غالب آهي ته هي ٽئي خط مولانا عبيدالله سنڌي جي پنهنجي قلم سان ڪپڙي تي نقل ڪيا هوندا. پر هن امڪان کي به قطعي رد نٿو ڪري سگهجي ته شايد هي لکت مولانا محمد ميان جي هجي يا ڪنهن ٻئي ڪاتب کان هي ڪم ورتو ويو هجي.

رپورٽ مرتب ڪرڻ واري (جنود ربانيه ۽ حڪومت موقته) جي انهن اسڪيمن تي جيڪي مولانا سنڌي تحريڪ آزاديءَ جي مستقبل جي باري ۾ بيان ڪيون هيون. هنن لفظن ۾ تبصرو ڪيو آهي:

”هاڻي هو (مولانا عبيدالله سنڌي) جيڪي اسڪيمون بيان ڪري ٿو انهن جو هڪ حصو عمل جي لائق به آهي ۽ هڪ حصو خيالي ۽ تصوري آهي. پر جتي جتي ان حقيقتن ۽ واقعن جي ڳالهه ڪئي آهي، مون کي چوڻو پوي ٿو ته ان جو بيان مڪمل صحيح ۽ لفظ به لفظ درست آهي.

## جنود ربانيہ (خدائي لشڪر)

هن خط سان گڏ مولانا سنڌي مرحوم ”جنود ربانيہ“ چوڻڪارو ڏيارڻ واري فوج جي عهديدارن جي جيڪا فهرست شامل ڪئي هئي، ان جي باري ۾ رپورٽ مرتب ڪرڻ وارو لکي ٿو:

> ”جنود ربانيہ جي عهديدارن جي جيڪا فهرست ان تيار ڪئي آهي، اها اسلامي دنيا جي مشهور شخصيتن تي مشتمل آهي، جن کي ”اتحاد عالم اسلام“ جي هر وڏي اسڪيم ۾ شامل ڪرڻ لازمي آهي.“

جنود ربانيہ ۾ فيلڊ مارشل جي عهديدارن ۾ مڪي جي ”شريف“ کي بہ شامل ڪيو ويو هو. ان وقت تائين ترڪي خلافت کان سندس بغاوت جي خبر هندستان نہ پهتي هئي. ظاهر آهي تہ جيڪا تحريڪ ترڪي خلافت جي تعاون سان هلائي پئي وڃي، ان ۾ ترڪي جي باغي ۽ انگريزن جي مخلص ۽ عقيدتمند شخص کي ايترو وڏو اعزاز نہ پيو ڏئي سگهجي. جيئن تہ هي هڪ عجيب ڳالهہ هئي، ان ڪري رپورٽ مرتب ڪرڻ واري هنن لفظن ۾ ان تي تبصرو ڪيو آهي ۽ ان مقرريءَ جو جواز بہ پاڻ ئي پيش ڪري ڇڏيو آهي. لکي ٿو:

> ”هيءَ ڳالهہ وڏي دلچسپ آهي تہ ان (مولانا سنڌي) مڪي جي شريف (گورنر) کي بہ فيلڊ مارشل جي حيثيت سان شامل ڪيو آهي. عبيدالله جي خط جي تاريخ 8 رمضان ۽ آچر جو ڏينهن آهي جيڪو 9 جولاءِ جي مطابق آهي. مڪي جي شريف (گورنر) جي بغاوت جي خبر هندستان ۾ 23 جون تي پهتي هئي ۽ جيستائين مون کي خبر پئجي سگهي آهي، 9 جولاءِ کان پوءِ تائين ڪابل ۾ ان جي خبر ڪنهن کي بہ نہ پئجي سگهي هئي.“

ٻين عهديدارن جي باري ۾ اهو ئي شخص لکي ٿو:

> ”ليفٽيننٽ جنرل ۽ ان کان گهٽ درجي جا عهدا ڪيترن ئي ماڻهن کي ڏنا ويا آهن، جيڪي تقريباً سڀ جا سڀ اتحاد اسلامي يا وهابي تحريڪ جي سلسلي ۾ اسان جي نوٽيس ۾ اچي چڪا آهن.“

## عهدا ۽ لقب

ملڪ جي ڇوٽڪارو ڏيارينڙ فوج (جنود ربانيہ) کي ڏهن لقبن يا عهدن جي تحت مقرر ڪيو ويو هو. سڀني کان وڏو عهدو ”مربي“ (سرپرست Patron) جو هو. ان عهدي تي ترتيبوار ترڪي، ايران ۽ افغانستان جي بادشاهن کي مقرر ڪيو ويو هو. انهن جي هيٺان ”مردان“ (فيلڊ مارشل) جو عهدو هو، جيڪو ترڪي ۽ افغانستان جي اڪابرن ۽ امير ماڻهن کي ۽ حيدرآباد، ڀوپال، رامپور ۽ بهاولپور جي نوابن ۽ تحريڪ جهاد جي سربراهہ رئيس المجاهدين کي ڏنو ويو هو. ان کان پوءِ جنرل يا ”سالار“ جو عهدو هو جنهن تي حضرت شيخ الهند کي مقرر ڪيو ويو هو پر حضرت مولانا جيئن تہ مرڪز يعني ڪابل ۾ موجود نہ هو، ان ڪري مولانا عبيدالله سنڌي قائم مقام جنرل جي حيثيت سان ڪم سرانجام ڏئي رهيو هو. ان جي ماتحت 29 نائب سالار يا ليفٽيننٽ جنرل هئا.

انهن ۾ ترڪيءَ جو مشهور اڳواڻ شيخ عبدالعزيز شاويش کان سواءِ سڀئي عهديدار برصغير پاڪ و هند سان تعلق رکندا هئا. انهن ۾ مولانا حسين احمد مدني، ڊاڪٽر انصاري ۽ ان جو وڏو ڀاءُ حڪيم عبدالرزاق، مولانا عبدالباري فرنگي محلي، مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا محمد علي، شوڪت علي، مولانا ظفر علي خان، مولانا حسرت علي موهاني، مولانا عبدالقادر قصوري، ان جو پٽ مولوي محي الدين قصوري، مولوي عبدالرحيم عظيم آبادي، مولانا عبدالله غازي پوري، مولانا برڪت الله ڀوپالي، مولانا تاج محمود امروٽي، پير سيد اسدالله شاهہ وغيره خاص طور تي قابل ذڪر آهن. انهن عهدن کان پوءِ ترتيبوار ميجر جنرل (معين سالار) ڪرنل (ضابط) ليفٽيننٽ ڪرنل (نائب ضابط) ميجر ڪپتان ۽ ليفٽيننٽ جا عهدا هئا.

## مرڪز

جنود ربانيہ جو اصلي مرڪز ”مدينو پاڪ“ کي مقرر ڪيو ويو هو ۽ هيٺيان مرڪز ”قسطنطنيہ، تهران ۽ ڪابل“ هئا. ٽنهي مرڪزن جون حدون بہ مقرر ڪيون ويون. قسطنطنيہ جي حد يورپ ۽ آفريڪا جي ملڪن تائين پکڙيل هئي، جڏهن تہ تهران جو مرڪز وچ ايشيا جي ملڪن جي لاءِ ۽ ڪابل جي مرڪز جي حد هندستان تائين محدود هئي.

## عارضي حڪومت

”جنود ربانيہ“ جي باري ۾ برٽش گورنمينٽ جي رپورٽ جي هي وضاحت توجهہ جي لائق آهي، رپورٽ جو مرتب ڪندڙ لکي ٿو:

”جنود ربانيہ جي اسڪيم هڪ ٻئي جماعت سان ڳنڍيل هئي جنهن کي ”موقتہ هنديہ حڪومت“ (هندستان جي عارضي، جلاوطن حڪومت) چيو ويندو آهي، جنهن جي ڪارنن جي لاءِ مسلمان هئڻ ضروري نہ هو. راجا مهندر پرتاب ان جو دائمي صدر هو. وزيراعظم مولوي برڪت الله ۽ وزير امور هند مولانا عبيدالله سنڌي هو. ايئن معلوم ٿئي ٿو تہ هن جماعت (يعني عارضي حڪومت) جو مقصد افغانستان ۽ هند (انگريزي حڪومت) ۾ ٽڪراءُ پيدا ڪرڻ ۽ افغانستان ۾ جيڪي (انگريزي حڪومت ڪان) غيرمطمئن هندستاني موجود هئا، انهن جي وفد کي غيرجانبدار يا دشمن ملڪن ۾ موڪلي ڪري سازباز ۽ جوڙتوڙ ڪرڻ هو.“

جنود ربانيہ قائم ڪرڻ جي مقصد جي باري ۾ لکي ٿو تہ عبيدالله جي اسڪيم هيءَ هئي تہ:

”هندستان ۾ اسلامي جنگي ذهنيت جي سڪل هڏين مان، جن جسمن ۾ حياتيءَ جو ٿورو بہ ذرو باقي آهي، انهن کان ڪم ورتو وڃي. اهڙي طرح ان پنهنجي سازش ۾ وهابي تحريڪ جي باعمل شهيد مولوين جي طبقي جو اسلامي جوش ۽ جذبو ۽ اتحاد، اسلام جي حامين جي سياسي توانائي ۽ سختيءَ کي گڏ ڪري چڏيو هو. ان جو وڏيڪ منصوبو هي هو تہ هڪ ٻئي سازشي جماعت (يعني موقتہ هنديہ حڪومت) سان گڏ ڪم ڪيو وڃي تہ جيئن هندن جا انقلاب پسند ماڻهو انجا طرفدار بنجي وڃن.“

پر هيءَ ڳالهہ خاص طور تي ذهن نشين هئڻ گهرجي تہ ”موقتہ هنديہ حڪومت“ جي اسڪيم ۽ ان جي قائم ٿيڻ سان مولانا سنڌي جو تعلق نہ هو. هيءَ اسڪيم راجا مهندر پرتاب جي هئي ۽ مولانا سنڌيءَ جي اهميت کي سامهون رکي ڪيس ان ۾ شريڪ ڪيو ويو هو ۽ راجا صاحب جي ڪابل جي وڃڻ کان پوءِ، مولانا سنڌي ڪابل واري مرڪز جو انچارج بہ ٿي ويو. جڏهن تہ جنود ربانيہ يا جنودالله جو پورو منصوبو ۽ ان جو لائحہ عمل، مولانا سنڌي جي

فڪري ذهن جي پيداوار هو. راجا مهندر پرتاب جو ان سان ڪو بہ تعلق نہ هو. جنود ربانيہ ۾ جرمن مشن جي فقط هڪ ميمبر، مولانا برڪت الله ڀوپاليءَ کي شامل ڪيو ويو هو.

ان جو عهدو ليفٽيننٽ جنرل جو هو. پر ان کي موقتہ حڪومت جو وزيراعظم هئڻ جي ڪري نہ، پر هڪ مسلمان جي حيثيت سان شامل ڪيو ويو هو. ان ڪري ريشمي خط سازش ڪيس جي رپورٽ جي مرتب جو هي خيال بلڪل غلط آهي تہ، جنود ربانيہ جي اسڪيم هڪ ٻئي جماعت سان ڳنڍيل هئي، جنهن کي موقتہ هنديہ حڪومت چيو ويندو آهي. شايد هي شبهو ان ڪري پيدا ٿيو جو عارضي حڪومت ۾ مولانا سنڌي شريڪ هو ۽ جنود ربانيہ ۾ مولانا ڀوپالي شامل هو ۽ ريشمي خطن ۾ ٻنهي ادارن جو گڏ ذڪر ڪيو ويو هو. پر هن خط ۾ ۽ ان جاءِ تي مولانا سنڌيءَ هيءَ وضاحت بہ ڪري ڇڏي آهي تہ عارضي حڪومت جي اسڪيم راجا مهندر پرتاب جي اسڪيم آهي، جنهن ۾ هو (مولانا سنڌي) اسلامي مفادن جي حفاظت جي خيال سان شريڪ ٿي ويو آهي.

حضرت شيخ الهند جي نالي مولانا سنڌيءَ جي خط ۾، موقتہ حڪومت ۽ ان جي نمائندن جي باري ۾ وضاحتون آهن. هن رپورٽ جو لکندڙ لکي ٿو:

> عبيدالله پنهنجي خط جي آخر ۾ ان جو تفصيل ڏنو آهي، جنهن کي هو ”موقتہ هند حڪومت“ قرار ڏئي ٿو. اهڙي طرح ان هن سازش ۾ راجا مهندر پرتاب جو حصو مقرر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جنهن جي باري ۾ ان جو بيان آهي تہ ان جو آريہ سماجين سان خاص رابطو آهي ۽ هندستاني راجائن سان بالواسطہ تعلق آهي. هن جاءِ تي بہ، حقيقتن ۽ واقعن جي باري ۾، جيڪي اسان کي معلوم آهن، مثلاً روس ڏانهن سفارتڪاري ڪئي وئي. سفارت جي باري ۾ هن جو بيان بلڪل صحيح آهي. مان سمجهان ٿو تہ اسان کي مجموعي طور تي عبيدالله جي انهن خطن بابت هي سمجهڻ گهرجي تہ، انهن واقعن ۽ منصوبن جي بيان ۾ پوري ڪوشش ڪئي آهي تہ، جن ڏي خط لکيو وڃي ٿو ۽ جيڪي واسطيدار ماڻهو هي خط پڙهن، سيني ڳالهين کي سمجهي سگهن.“

## راز کلڻ

هي خط مولانا عبيدالله سنڌيءَ عبدالحق نالي هڪ ماڻهوءَ جي هٿان موڪليا هئا ۽ ان کي هدايت ڪئي هئي ته هو اهي خط حيدرآباد جي شيخ عبدالرحيم جي حوالي ڪري ڇڏي. ان جي رڳو ايتري ذميواري هئي. عبدالحق تحريڪ جو هڪ پروسي جوڳو ماڻهو هو ۽ ان کان اڳ ۾ به هو هڪ ڪم جي سلسلي ۾ سنڌ ۾ اچي چڪو هو. ظفر حسين ايبڪ جيڪو مولانا عبيدالله جو هڪ اعتماد وارو شاگرد، ساٿي ۽ تحريڪ جي راز جو ڄاڻو هو، ان پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ انهيءَ ڳالهه تي هنن لفظن ۾ روشني وڌي آهي:

”انهن ڏينهن ۾ قبله مولانا صاحب مرحوم پنهنجي ڪابل جي ڪارروائين جو اطلاع حضرت شيخ الهند کي ڏيڻ چاهيو. هي سڀ خبرون ۽ رپورٽون ريشمي ڪپڙن تي لکيون ويون ۽ 8 رمضان (9 جولاءِ 1916ع) تي انهن کي هندستان ڪٽي ويڻ ۽ شيخ عبدالرحيم صاحب حيدرآبادي کي سنڌ ۾ ڏيڻ جي لاءِ، اسان جي ساٿين مان الله نواز خان جي پيءُ ربنواز خان جي پاليل شيخ عبدالحق نالي هڪ نئين مسلم جي چونڊ ڪئي ويئي. هيءَ رپورٽ ڪنهن اعتبار جوڳي حاجي جي ذريعي شيخ عبدالرحيم جي طرف کان حجاز ۾ حضرت شيخ الهند کي موڪلڻ واري هئي. جيڪڏهن ان ڪم جي لاءِ ڪو قابل اعتماد حاجي نه ملي سگهي ته پاڻ شيخ عبدالرحيم کي حجاز وڃڻ جي لاءِ چيو ويو هو.“

”عبدالحق سنڌ ڏانهن ويندي، پنهنجي گهر وڃڻ جي لاءِ ملتان ۾ ريل مان لٿو ۽ الله نواز خان جي والد خانبهادر ربنواز خان سان مليو. ان عبدالحق کان ضرور ان جي اچڻ جو سبب پڇيو هوندو، جنهن تي ان هي چٺيون ان کي ڏئي ڇڏيون هونديون. ربنواز جي هٿ ۾ هي چٺيون ايندي ئي ان پنهنجي گورنمينٽ پرستيءَ جو ثبوت ڏيڻ جي لاءِ هي خط گورنمينٽ کي ڏنا، جنهن سان هندستان ۾ مسلمانن جون ڪيتريون ئي گرفتاريون ٿيون ۽ هي منصوبو خاڪ ۾ ملي ويو. عبدالحق کي ان جي بدلي ۾ پوليس ۾ نوڪري ملي ۽ خانبهادر کي رتبا ڏنا ويا. هيءَ ڳالهه اجا تائين

پوريءَ طرح ثابت نہ ٿي سگھي تہ عبدالحق اسان سان گڏ شروع کان ئي هڪ انگريزي جاسوس جي طور تي آيو هو يا ان کي ربنواز هندستان اچڻ تي ٻيچاري ڏمڪائي يا لالچ ڏئي ڪري برغلايو هو. عبدالحق جو اسان وٽ هڪ انگريزي جاسوس جي طور تي اچڻ جي باري ۾ اسان وٽ ڪو بہ قطعي ۽ پڪو دليل موجود نہ آهي. پر ان قسم جو شبهو ضرور موجود آهي تہ، ڪابل اچڻ کان پوءِ، الله نواز خان جو پاڻ شاهنواز ڪڏهن ڪڏهن سير ڪرڻ لاءِ ويندي، افغاني پهريدارن کي رشوت وغيره ڏئي ڪري، پاڻ کان پري ڪرڻ کان پوءِ انگريز قونصل خاني جي عملي سان خفيہ طور تي ملندو رهندو هو. ان جي ڄاڻ الله نواز کي قطعي طور تي هئي يا نہ، اسان ان باري ۾ ڪجھہ بہ نٿا چئي سگھون. پر هي ممڪن آهي تہ عبدالحق جي ڪابل کان روانو ٿيڻ وقت الله نواز ۽ شاهنواز ان کي چيو هجي تہ سنڌ ويڃڻ وقت ملتان مان گذرڻ وقت سندس والد سان ملي. هيءَ ملاقات فقط جدائي جي ڪري ماڻٽن کي تسليءَ جي لاءِ هئي يا حقيقتاً ان جو مقصد ريشمي چٺيءَ کي ربنواز تائين پهچائڻ يا ان چٺيءَ کي ان تائين پهچڻ جي لاءِ رستو صاف ڪرڻو هو؟ تنهن لاءِ هتي يقيني طور تي ڪجھہ نٿو چئي سگھجي. ڇو تہ هي بہ ممڪن آهي تہ ان عبدالحق کي پنهنجي گھر فقط پنهنجي خيريت جي خبر پهچائڻ جي لاءِ موڪليو هجي. هي ان جي لاءِ هڪ قدرتي چرپر هئي ۽ انساني طبيعت جي تقاضا بہ هئي. شايد اتي وڃي ڪري ۽ ربنواز سان ملڻ تي عبدالحق ڪابل جون حالتون ان کي ٻڌائي ڇڏيون هجن ۽ هن ڪانئس هندستان اچڻ جو اصلي مقصد پڇيو هجي ۽ لالچ يا ڏمڪي ڏئي ڪري ان کان هي راز معلوم ڪري ورتو هجي. گمان اهڙو آهي تہ شاهنواز ضرور انگريزي قونصل خاني جي عملي سان ملي ويو هو. تنهن ڪري جڏهن هو هڪ سال کان پوءِ ياغستان جي رستي هندستان واپس هليو ويو تہ، ان کي بہ انگريزن نظربند نہ تہ ڪيو ۽ نہ ئي ٻي ڪا سزا ڏني، پر ان کي ريلوي کاتي ۾ هڪ نوڪري ڏئي ڇڏي. الله نواز خان بہ سردار سپہ سالار محمد نادر خان مرحوم جي ڪابل جي بادشاهہ ٿيڻ تي هندستان جي رستي

آزاديءَ سان يورپ اچڻ وڃڻ لڳي ويو هو. شايد سندس پيءُ جي انگريز پرستي جي موٽ ۾ ان کي هي سهولتون مليون هجن.“

بهرحال عبدالحق جولاءِ 1914ع جي آخر ۾ هي خط کڻي ڪري آيو ته اڳ ۾ ملتان ويو ۽ خانبهار وٽ ترسيو. خانبهادر اندازو لڳائي ورتو ته هو ڪجهه خاص معلومات کڻي ڪري حيدرآباد وڃي رهيو آهي. ان کان پوءِ هن اهڙو چار وڇايو جو عبدالحق ان مان نڪري نه سگهيو ۽ نه رڳو راز ظاهر ڪري وڌائين پر 4 آگسٽ تي هي خط به ان جي حوالي ڪري ڇڏيائين. 14 آگسٽ تي خانبهادر ربنواز اهي خط ملتان جي ڪمشنر کي پهچائي ڇڏيا ۽ ان پنجاب جي ليفٽيننٽ گورنر کي موڪلي ڏنا. اهڙي طرح هي خط اصل مالڪ کي پهچڻ جي بجاءِ دشمنن جي قبضي ۾ هليا ويا.

ريشمي خط سازش ڪيس ۾ هيٺيون نوٽ ان جي هٿ اچڻ جي باري ۾ آهي:

”14 آگسٽ تي ملتان جي خانبهادر ربنواز خان ملتان ڊويزن جي ڪمشنر کي ڦڪي رنگ جي ريشمي ڪپڙي جا ٽي ٽڪرا ڏيکاريا، جن تي اردو ۾ اکر لکيل هئا. ان هي بيان ڪيو ته هي 4 آگسٽ کان مون وٽ هئا، پر ڪمشنر جي نه هجڻ جي ڪري پيش نه ڪري سگهيس. خانبهادر ٻڌايو ته ان کي هي خط عبدالحق کان مليا آهن، جيڪو اڳ ۾ سندس پٽن جو استاد هو ۽ 1915ع تي انهن سان گڏ ڪابل ويو هو. عبدالحق ربنواز کي هي خط پيش ڪرڻ وقت ٻڌايو هو ته انهن خطن کي پهچائڻ جي لاءِ ان کي ڪابل کان موڪليو ويو هو. هي خط حيدرآباد سنڌ ۾ عبدالرحيم کي ڏيڻا هئا ته جيئن هو انهن خطن کي مديني روانو ڪري ڇڏي. عبدالحق کي عبدالرحيم کان انهن خطن جي رسيد وٺڻي هئي ۽ ان رسيد کي واپس ڪابل کڻي وڃڻو هو.“

برصغير ۾ هن راز جي کلڻ سان وڏي پيماني تي گرفتاريون ٿيون. جڏهن ته نه رڳو تحريڪ سان لاڳاپيل شخصيتن کي، پر هر ان شخص کي به قيد يا نظربند ڪيو ويو. جنهن جي باري ۾ شڪ ٿيو ته ان جو تحريڪ سان يا حضرت شيخ الهند يا مولانا سنڌي سان تعلق رهيو آهي. حضرت شيخ الهند ۽ ان جا ساٿي مولانا حسين احمد مدني، مولانا عزيز گل، مولانا وحيد احمد ۽ حڪيم نصرت حسين کي مديني منور ۾ شريف حسين (حجاز جي گورنر)

گرفتار ڪري انگريزن جي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ انهن کي مالٽا ٻيٽ ۾ وٺي وڃي قيد ڪيو ويو اهڙي طرح هيءَ تحريڪ پايهءِ تڪميل تائين پهچڻ کان اڳ ئي ختم ٿي ويئي.

## مقصد ۽ طريقيڪار

تحقيق جي سلسلي جو هي هڪ خاص مضمون رهجي ويو ته هن تحريڪ جو مقصد ۽ طريقيڪار ڪهڙو هو؟ هن تحريڪ جو مقصد هي هو ته انگريزن جي پهرين عالمگير جنگ ۾ شريڪ ۽ مصروف هئڻ جي ڪري هندستان ۾ مولوي محمد علي قصوري جي تحقيق موجب رڳو ٻارنهن هزار فوج ۽ هڪ توپخانو رهجي ويو هو. تحريڪ جي اڳواڻ حضرت شيخ الهند جي ذريعي انگريزي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو وڃي. منصوبو هي هو ته ترڪيءَ جي تعاون سان افغانستان کان هندستان تي حملو ڪرايو وڃي. ان سلسلي ۾ مولانا عبيدالله سنڌي کي ڪابل موڪليو ويو ته جيئن هو اتي پهچي ڪري حالتن جو جائزو وٺي ۽ تحريڪ کي زور وٺائڻ جي لاءِ ڪو رستو ڪڍي وٺي. حاجي ترنگ زئي کي پيغام موڪليو ويو ته هو آزاد قبائلين کي انگريزن جي خلاف جنگ جي لاءِ اڀاري. تحريڪ جهاد جي مرڪز چمرقند ڏانهن اطلاع موڪليو ته هو پنهنجي تحريڪ زورشور سان شروع ڪري ۽ پاڻ حجاز جي سفر تي روانا ٿيا ته جيئن ترڪي جي ليڊرن کي هندستان جي آزاديءَ جي لاءِ اخلاقي ۽ فوجي مدد ڏيڻ تي آمادو ڪن. اها ئي ڳالهه ريشمي خط سازش ڪيس مان ظاهر ٿئي ٿي. مولانا عبيدالله سنڌي ۽ هن تحريڪ جي ٻين آزاديءَ جي مجاهدن خلاف جيڪو فرياد تيار ڪيو ويو هو ان ۾ ”سازش جا مقصد“ جي عنوان هيٺ چٽو لکيو آهي ته:

> ”هز ميجسٽي جي فوج جي خلاف جنگ ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ، جنگ ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ يا هز ميجسٽي کي اقتدار اعليٰ کان محروم ڪرڻ.“

ان کان پوءِ طريقي ڪار بابت لکيو آهي ته:

> ”هندستاني مسلمانن ۾ قرآن جون غلط تاويلون (نعوذبالله) ۽ ٻين طريقن سان مذهبي تعصب کي ڀڙڪائي، سرحدي قبيلن ۽ افغانستان ۾ نفرت جا جذبا اُڀاري، انهن ملڪن جي عوام کي برطانيه جي خلاف جنگ تي آمادو ڪري ترڪي سلطنت کان

جنگي امداد وٺي ۽ انهن مقصدن جي لاءِ چندو گڏ ڪري،
آخرڪار ارادو هي هو تہ جيئن ئي گهٽي امداد ۽ حمايت جو يقين
حاصل ٿي وڃي تہ هندستان ۾ برطانوي حڪومت جي خلاف
بغاوت ڪئي وڃي.“

## مرڪز

برصغير ۾ هن تحريڪ جو پهريون مرڪز ديوبند هو. ڇو تہ حضرت شيخ الهند جهڙي جامع صفات شخصيت جو تعلق ان سان هو. پر مولانا سنڌي جي ڪابل ۽ حضرت شيخ الهند جي حجاز ڏانهن وڃڻ جي ڪري ان جو اصلي مرڪز ڪابل ٿي ويو هو ۽ هندستان (برصغير) ۾ ڪيترين ئي جاين هن تحريڪ جي ذيلي مرڪزن جي حيثيت رکن پيون. يوپي ۽ بنگال ۾ دهلي، ڪلڪتو ۽ ديوبند هن جا خاص مرڪز هئا ۽ سنڌ ۽ پنجاب ۾ ڪراچي، حيدرآباد، ڳوٺ پير جهنڊو، امروٽ، دينپور ۽ چڪوال هن تحريڪ جا خاص مرڪز هئا.

ريشمي خط سازش جي باري ۾ هڪ ٻئي ياداشت ۾ ڇپيو ويو هو ۽ هن سلسلي ۾ حڪومت کي هي بہ مشورو ڏنو ويو هو تہ:

”عام صورتحال ۽ انڪشافن جي تقاضا آهي تہ حڪومت
کي بہ قدم کڻي تہ جيئن افغانستان، عرب ۽ هندستان ۾ سازشين
جي وچ ۾ لکپڙهہ سازشن ۽ پئسن جي ڏيتي ليتي جو سلسلو بند
ٿي وڃي.“

هن سلسلي ۾ سنڌ ۽ بمبئي، پنجاب، سرحد، دهلي ۽ يوپي ۾ گرفتارين جو هڪ منصوبو ٺاهيو ويو ۽ وڏي پيماني تي گرفتاريون ڪيون ويون. ملڪ جي سوين ماڻهن کي امتحان ۽ آزمائش، قيد ۽ نظربندي جي تڪليفن مان گذرڻو پيو. انهن گرفتارين مان ڪن کي تہ آزمائش مان جلد آزادي ملي ويئي، پر ڪيترن ئي ماڻهن کي حڪومت عالمگير جنگ (پهرين) جي ختم ٿيڻ تائين آزاد نہ ڪيو.

مولانا عبيدالله سنڌي کي، جيڪو پهرين ۽ ٽئين خط جو لکندڙ آهي، راز جي ظاهر ٿيڻ کان پوءِ امير حبيب الله خان جي قتل ۽ امان الله خان کي تخت ملڻ تائين ڪابل ۽ جلال آباد ۾ پنهنجن ساٿين سميت نظربند رهڻو پيو. مولانا محمد ميان رحہ کي، جيڪو ٻئي خط جو لکندڙ آهي، ڪابل مان نڪرڻو

پيو ۽ جلاوطنيءَ جي آزمائش مان گذرڻو پيو. پهرين خط جي مخاطب شيخ عبدالرحيم سنڌي جي گرفتاريءَ جا وارنٽ نڪتا. هن روپوش ٿي ڪري گرفتاريءَ کان پنهنجي جان بچائي. ٻئي ۽ ٽئي خط جي مخاطب حضرت شيخ الهند مولانا محمود حسن رحه کي سندن رفيقن سميت حجاز ۾ گرفتار ڪري، مالٽا ٻيٽ ۾ وڃي قيد ڪري ڇڏيو. هيءَ مصيبت نہ رڳو خط لکندڙن، انهن جي رفيقن، وصول ڪندڙن ۽ انهن جي سنڌ ۽ حجاز ۾ دوستن ۽ ساٿين تي آئي پر انهن خطن ۾ جن بہ ماڻهن جو نالو ڪنهن سلسلي ۾ اچي ويو هو، انهن کي بہ وٺ پڪڙ جي مرحلي مان ضرور گذرڻو پيو ۽ تحقيق ۽ پڇاڳاڇا جي سلسلي ۾ انهن کي بہ ضرور آزمائش جي مرحلي مان گذرڻو پيو. جيئن انهن خطن جي حاشين مان معلوم ٿيندو.

❊❊

## باب ٻيو

# ريشمي خطن جي ڪيس جو خلاصو

(مرتب سي آءِ ڊي)

زيرغور ڪيس ڪي اسان سولائيءَ جي لاءِ، ريشمي خطن جو ڪيس ان ڪري چئون ٿا تہ، ان باري ۾ اسان کي گهري ۽ مڪمل واقفيت آگسٽ 1916ع تي ريشمي ڪپڙي تي لکيل ٽن خطن جي پڪڙجڻ مان ملي، جيڪي ڪابل ۾ موجود سازشين حجاز ۾ موجود سازشين کي موڪلڻ جي لاءِ روانا ڪيا هئا. هي واقعا جيڪي هن پڇاڳاڇا ۽ تحقيقات جو سبب آهن. انهن جو سلسلو 1915ع جي شروعات سان شروع ٿئي ٿو.

### (1) افغانستان ڏانهن پنجابي شاگردن جو مشن

ان سال فيبروري مهيني ۾ پنجاب جي مختلف ڪاليجن جا پندرهن شاگرد ڳجهي طور سان پنهنجن گهرن مان روانا ٿيا ۽ اتر اولهہ سرحد ٽپي آزاد علائقي ۾ پهتا. وري ٻين شاگردن هڪ هڪ ٿي يا ننڍين ٽولين جي صورت ۾ انهن جي پيروي ڪئي. پوءِ وارن اطلاعن مان ظاهر ٿيو تہ انهن جي هن ڪارروائي جو محرڪ، سلطنت برطانيہ جي مخالفت جو جذبو هو. ترڪيءَ سان برطانيہ جي جنگ ان جو سبب هئي، جنهن جي خلاف غيروفادار واعظن ۽ مبلغن نهايت زبردست پروپئگنڊا ڪئي هئي.

انهن نوجوانن جو ارادو ۽ ڪوشش هيءَ هوندي هئي تہ پهريائين تہ اهي برطانوي حڪومت جي حدن مان نڪري وڃن ۽ پوءِ وري جنهن ڪم جي لاءِ

بہ انهن ۾ صلاحيت هجي، جيئن جاسوس، قاصد، واعظ يا مبلغ، جهاد يا فوجي، وغيره ان ڪم جي لاءِ هو پنهنجون خدمتون ترڪن کي پيش ڪري ڇڏين. انهن کي اميد هئي تہ افغان گورنمينٽ جي مهرباني ۽ تعاون سان هو ترڪي پهچي سگهندا. انهن کي اها بہ اميد هئي تہ افغانستان برطانيہ بادشاهيءَ سان جنگ ڇيڙڻ وارو آهي يا هندستان جا غيروفادار ماڻهو بدگمانيون پيدا ڪري، اجا وڏيڪ دٻاءُ وجهي ڪري ان کي جنگ تي مجبور ڪري ڇڏيندا.

1915ع تي جيڪا پڇاڳاڇا ۽ تحقيقات ڪئي ويئي ان سان هن خاص واقعي جو بہ انڪشاف ٿيو تہ صوبي سرحد تائين شاگردن جي سفر جو انتظام پنجاب ۽ اترئين سرحدي صوبي ۾ وهابين جي هڪ جماعت ڪندي هئي ۽ برطانوي حدن جي ٽپي ويڃڻ کان پوءِ شاگردن کي سرحد پار جا وهابي بونير پهچائي ڇڏيندا هئا، جتي آزاد علائقي ۾ انهن وهابين جو ڳوٺ آهي، جن کي مجاهدين يا متعصب هندستاني چيو ويندو آهي.

## (2) هندستان ۾ وهابيت

اڻويهين صديءَ جي شروع ۾ عرب جي وهابين جي تحريڪ هندستان ۾ داخل ٿي، راءِ بريلي جي مولانا سيد احمد شهيد[1] گنگا جي واديءَ ۾ ان کي رائج ڪيو (جتان هيءَ وڏي تيزيءَ سان مٿانهين هندستان ۾ پکڙجي ويئي). انهن ڏينهن (1823ع) ۾ ڪجهہ پيروڪارن سان گڏ هو پاڻ بہ اترين اولاهين سرحدي صوبي کان ٽپي ويو ۽ يوسف زئي قبيلن جي علائقي ۾ مجاهدن يا متعصب هندستاني مسلمانن جو هڪ ڳوٺ قائم ڪيائين، تڏهن کان ئي هندستان جي بي دين حڪمرانن جي لاءِ عذاب بڻيل رهيو.

شروعات ۾ هن جو قائم ڪرڻ ان مقصد[2] جي لاءِ عمل ۾ آيو هو تہ

---

[1] حضرت سيد احمد شهيد رحہ جو تعلق عرب جي وهابين سان ڪو بہ نہ هو. هو حضرت شاهہ عبدالعزيز دهلوي رحہ جو شاگرد، خليفو ۽ ان جي طرف کان انقلابي جدوجهد جو سربراهہ هو. (مولانا سيد محمد ميان)

[2] مجاهدن جي تحريڪ جو خاص مقصد هي هو صحيح نہ آهي. مجاهدن جي تحريڪ تي هيستائين جيڪا تحقيق ٿي آهي، ان ۾ حضرت سيد احمد شهيد جا خط تمام گهڻو مددگار ثابت ٿيا آهن. انهن جي مطالعي ۾ هيءَ ڳالهہ صاف ٿي وڃي ٿي تہ سندن تحريڪ جي دعوت ۽ اصلاح احياءِ اسلام ۽ جاهليت وارين رسمن ۽ بدعتن کي بند ڪرڻ کان سواءِ، سڀ کان وڏو مقصد برٽش غلبي جي خلاف جهاد هو. سلطنت مغليہ جي حدن جي اندر يا ٻاهر، ڪنهن ڏيهي رياست يا اقتدار جي خلاف ان جي تحريڪ نہ هئي ۽ نہ ئي

سرحدي قبائلين کي سکن جي خلاف جهاد جي لاءِ پڙڪائي جيڪي ان وقت پنجاب تي قابض هئا. تڏهن کان هي ڳوٺ هندستاني وهابين جي ڪري (جنگ جي ميدان ۾) شڪست کائڻ ۽ برطانيه جي دوست قبيلن جي طرف کان سياسي مشڪلاتن ۽ تڪليفن سان منهن ڏيڻ جي باوجود به اجا تائين قائم آهي.

هندستان ۾ 1865ع کان 1873ع تائين وهابين جي خلاف عدالتي تحقيقات ۽ ڪيسن جي ڊگهي سلسلن جي دوران، هندستان ۾ سازشون ڪرڻ ۽ پئسو گڏ ڪري، ان کي سرحد پار جي متعصب هندستانين کي موڪلڻ واري هڪ جماعت جي خبر پئي هئي، جنهن تي ڪيترن ئي وڏن وڏن وهابين کي سزائون ڏنيون ويون هيون ۽ ايئن سمجهيو ويو هو ته هاڻي هيءَ تحريڪ هندستان ۾ جڙ ختم ٿي ويئي آهي.

ان کان پوءِ هندستان ۾ وهابي عقيدن جي مڃڻ وارا مختلف نالن سان سڏجڻ لڳا، جيئن اهلحديث، غيرمقلد، فرازي وغيره ۽ جلد ئي هندستان مان وهابين جو ظاهر ۾ نالو نشان مٽجي ويو. سرحد پار به، مجاهدن جي ڳوٺ جي طاقت ۽ اثر گهٽجي ويو. بعد ۾ ان جو اثر نه هئڻ جي برابر رهجي ويو.

1910ع ۾ هيءَ تحريڪ وري ٻيهر ڪر کڻندي معلوم ٿي، ڇو ته افغانستان جي انگريز دشمن جماعت جو هڪ نهايت طاقتور ميمبر متعصب هندستانين جي مالي امداد ۽ همت افزائي شروع ڪري ڇڏي.

## (3) ڪابل ڏانهن شاگردن جي مشن جي اهميت

---

سکن سان جنگ ڪرڻ تحريڪ جو خاص مقصد هو. پر ملڪ ۽ مسلمانن جي بدقسمتيءَ سان ڦيريان ته خود مسلمان تحريڪ جي اڳتي وڌڻ ۾ رڪاوٽ بڻيا، پوءِ سک رستي جي رڪاوٽ ٿي پيا ۽ حالتن جي لازمي تقاضا جي مطابق هن انقلابي تحريڪ کي ٻنهي محاذن تي تلوار کڻڻي پئي.

هن ڳالهه جو ثبوت ته شهيدن جي تحريڪ اصل ۾ انگريزن جي خلاف هئي نه ڪ سکن جي خلاف، هن ڳالهه مان به ملي وڃي ٿو ته صوبي سرحد تي انگريزن جي قبضي کان پوءِ مجاهدن جون جيڪي به لڙايون ٿيون، اهي انگريزي حڪومت سان ٿيون. انگريزن جو هي ڪارنامو وسارڻ جهڙو نه آهي ته اڳ ۾ مجاهدن کي ختم ڪرڻ ۾ سکن کي پنهنجي صحيح مشورن سان نوازيو. پوءِ سک حڪومت جي نقش کي ختم ڪرڻ جي عظيم الشان خدمت سرانجام ڏني. پر اجا تائين هن پهلوءَ کان حالتن جو مطالعو ۽ تحقيق ڪنهن به نه ڪئي آهي ته، سکن کي مجاهدن جي مقابلي ۾ آڻڻ ۽ حالتن کي بگاڙڻ ۾ انگريزن جو ڪيترو حصو هو.

هيءَ هئي اها جماعت جنهن جي پيهر زنده ٿيڻ جي جهلڪ فيبروري 1915ع تي، پنجابي شاگردن جي ڀڄي وڃڻ جي واقعي ۾ ڏسڻ ۾ آئي. ان وقت هن معاملي جي تيزيءَ سان انڪوائري نہ ڪئي ويئي، ڇو تہ هيءَ ڳالهہ ان وقت جي پاليسيءَ سان موافق نہ هئي تہ مسلمانن جي معاملن ۾ اهڙي نازڪ موقعي تي ايتري گهرائيءَ ۾ وڃي ڪري تحقيقات ڪئي وڃي. چند ماڻهن جي باري ۾ هي يقين ٿي ويو تہ انهن هن مهم ۾ عملاً مدد ڪئي آهي، تنهن ڪري انهن کي سو نظربند ڪيو ويو پر ايتري گهرائي تائين تحقيق نہ ڪئي ويئي، جنهن مان هي معلوم ٿي سگهي تہ هي مهم وهابين جي پنهنجي ڪوشش هئي يا ڪنهن ٻئي سازشي وهابين جي جماعت جي هنن ٻچيلن کي باغيانہ ۽ اتحاد اسلامي جي مقصد جي لاءِ باقاعدي استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي.

## (4) مولوي عبيدالله، تحريڪ جو سربراهہ

هاڻي تازو ئي اها خبر پيئي آهي تہ آخري ڳالهہ صحيح آهي ۽ هي تہ شاگردن جي هجرت جو اصلي محرڪ مولوي عبيداللهؒ[1] آهي، جنهن ڪلڪتي جي ابوالڪلام آزاد جي رضامندي ۽ تعاون سان، جيڪو اتحاد اسلامي جو حامي مولوي آهي ۽ ڪجهہ ٻين وهابي ليڊرن جي مدد سان هن مهم کي هلايو آهي ۽ ان جا خرچ برداشت ڪيا آهن.

مولوي عبيدالله نئون مسلمان سک پنجابي آهي. ان دارالعلوم ديوبند ضلع سهارنپور يوپي ۾ تعليم حاصل ڪئي آهي. تعليم پوري ٿيڻ کان پوءِ ان ٻارنهن سال سنڌ ۾ گذاريا. جتي هو تمام گهڻو اثر وارو ٿي ويو هو ۽ ان جنوني

1 هي بلڪل غلط آهي، عبدالباري جو بيان جيڪو آخر ۾ ڏنو ويو آهي، ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ مولانا عبيدالله رحہ سان انهن شاگردن جي ملاقات ڪابل ۾ ٿي هئي، هندستان ۾ انهن سان ملاقات ڪڏهن بہ نہ ٿي. انهيءَ عبدالباريءَ جو بيان آهي تہ مولانا ابوالڪلام رحہ هن ڳالهہ جي خلاف هو تہ اسان هجرت ڪريون. ان جو خيال هو تہ توهان ٻاهر وڃي ڪري ڪجهہ نہ ڪري سگهندؤ. اسان ان جي مشوري جي خلاف پنهنجي روانگي طئہ ڪري ڇڏي. عبدالباري جو بيان هي آهي تہ برطانوي اقتدار کان نفرت ۽ هجرت جو اصل محرڪ اها نفرت ڏياريندڙ پروپيگنڊا هئي تہ مشهور ڪيو پئي ويو تہ ترڪ ڇون ٿا. لااله الا الله قيصر رسول الله. (مولانا سيد محمد ميان)

جذبات رکڻ وارن لاءِ مدرسو بہ قائم ڪيو هو.[1] وري هو ديوبند ۾ استاد ٿي ڪري واپس آيو ۽ ان جمعيت الانصار قائم ڪئي. هي ديوبند جي پراڻن شاگردن جي انجمن هئي، ظاهر ۾ هي بلڪل نقصان ڪندڙ نہ هئي، پر ان جو مقصد جيئن تہ هاڻي واضح ٿيو آهي تہ اها باغيانہ هئي.

دارالعلوم ديوبند ۾ هڪ استاد جي حيثيت سان مولوي عبيدالله وڏي ڪاميابيءَ سان ڪيترن ئي استادن جي وفاداريءَ کي متاثر ڪيو. جنهن ۾ خصوصيت سان مولانا محمود حسن صدر مدرس شامل آهي. اهو نهايت بااثر عالم آهي، هن معاملي ۾ اڳتي وري ان جو احوال ايندو.

استادن ۾ اختلاف[2] جي ڪري آخرڪار مولوي عبيدالله کي لاٿو ويو. 1913ع تي هو دهليءَ ۾ وڃي رهيو. ترڪن جي مشهور حامي، رامپور جي مسٽر محمد علي، مدير "ڪامريڊ" (دهلي) جو گهرو دوست ٿي ويو.

عبيدالله دهليءَ ۾ نضارت المعارف القرآنيہ جي نالي سان عربيءَ جو هڪ مدرسو بہ قائم ڪيو.[3] هاڻوڪي تحقيقات مان ظاهر ٿيو آهي تہ ان جي قائم ڪرڻ جو مقصد ان کي اسلامي اتحاد جي سازش جو هيڊڪوارٽر ناهڻ هو.

## (5) آزاد علائقي ڏانهن مولوي سيف الرحمان جو مشن

اچو تہ اصل واقعي جي طرف موٽئون. جون 1915ع تي مولوي سيف الرحمان جيڪو فتحپوري مسجد ۾ استاد هو، اوچتو غائب ٿي ويو. بعد ۾ خبر پئي تہ هو اتر اولهہ سرحد کان ٽپي آزاد علائقي ۾ پهچي ويو آهي.

هو فوراً حاجي صاحب ترنگ زئي سان شامل ٿي ويو. هو ضلع پشاور جو هڪ جوشيلو، پر بااثر ڪٽر متعصب هندستاني هو ۽ هجرت ڪري آزاد

---

1 مدرسو دارالارشاد ڳوٺ پير جهنڊو (ضلع حيدرآباد سنڌ) جي طرف اشارو آهي. (شاهجهانپوري)

2 شمس العلماءَ حافظ محمد احمد جي سرپرستيءَ ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ سان مولانا شبير احمد عثماني ۽ مولانا انور شاهہ ڪشميري جي اختلافن ۽ تڪرار جي طرف اشارو آهي، مولانا ڪشميريءَ کي بعد ۾ پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿي ويو هو ۽ ان مولانا کان معذرت ڪري ورتي هئي. (شاهجهانپوري)

3 هي مدرسو حضرت شيخ الهند جي اشاري ۽ مشوري سان قائم ٿيو هو. حضرت شيخ الهند حڪيم اجمل خان ۽ نواب وقارالملڪ کي ان جو نگران ڪيو. پاڻ ئي مولانا محمد علي، مولانا آزاد، حڪيم اجمل خان، ڊاڪٽر انصاري وغيره سان مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو تعارف ڪرايو هيائون. (شاهجهانپوري)

علائقي ۾ آيو هو. ان[1] حاجي صاحب کي مجبور ڪيو ته جهاد جو جهنڊو بلند ڪرڻ جي اٽڪ ڪوشش ۾ سرحد جو دورو ڪري. هو ان ڪوشش ۾ ڪامياب رهيو. ان جو ثبوت انهن واقعن مان ملي ويو. جنهن جي نتيجي ۾ 15 آگسٽ 1915ع تي رستم جي جاءِ تي جنگ لڳي، جنهن ۾ ڪيترائي متعصب هندستاني ڪم آيا.

ان کان پوءِ اسان جي سرحدن تي رهڻ وارن قبيلن جي بيچيني ۽ شور شون به حاجي صاحب جي ڪوششن جو نتيجو هو. ان وقت هيءَ ڳالهه معلوم نه هئي، پر بعد ۾ ان ڳالهه جي تصديق ٿي وئي ته سيف الرحمان جي مشن جي ذميواري به عبيدالله تي آهي. هي ان جي سازش جو هڪ لازمي حصو هو.[2]

مولوي عبيدالله جو ڪابل ڏانهن پهچي وڃڻ

## ڪابل ۾ هندستانين جون سازشون، آگسٽ 1915ع ۽ پوءِ جا واقعا

هن ئي مهيني يعني جون 1915ع کان سرڪاري ڪاغذن مان مولوي عبيدالله جي ڪا به خبر نه ٿي پوي، ان کان پوءِ ان کي برطانوي هند ۾ نه ڏٺو ويو.

هاڻي خبر پيئي آهي ته سنڌ ۾ چند مهينن رهڻ دوران ان پنهنجي پراڻن رابطن کي تازو ڪيو. پنهنجي باغي دوستن سان صلاح مشورو ڪيو ۽ انهن سان خط و ڪتابت جو طريقو مقرر ڪيو ۽ ان کان پوءِ پنهنجي ساٿين سان گڏ ڪوئٽا واري رستي کان قنڌار ڪابل ڏانهن روانو ٿي ويو. 18 آڪٽوبر تي

1 مولانا سيف الرحمان، حضرت شيخ الهند جي اشاري تي سرحد ويو هو ۽ حاجي صاحب ترنگ زئي کي آزاد قبيلن ڏانهن وڃڻ ۽ انگريزن جي خلاف پنهنجي سرگرمين جي شروعات ڪري ڏيڻ جي لاءِ آماده ڪيو هو. اڳتي هلي ڪري دعويٰ جي پئراگراف نمبر 31 ۾ سي آءِ ڊي پاڻ به اعتراف ڪيو آهي ته، سيف الرحمان حاجي صاحب، ترنگ زئي، فضل ربي ۽ فضل محمود، حضرت مولانا محمود حسن رحه جي هدايت تي سرحد پار ويا هئا. مولانا حسين احمد مدني رحه نقش حيات ۾ تفصيل سان انهن حالتن ۽ واقعن تي روشني وڌي آهي. (شاهجهانپوري)

2 مولانا سيف الرحمان، حضرت شيخ الهند جي اشاري تي سرحد ويو هو ۽ حاجي صاحب ترنگ زئي کي آزاد قبيلن ڏانهن وڃڻ ۽ انگريزن جي خلاف پنهنجي سرگرمين جي شروعات ڪري ڏيڻ جي لاءِ آماده ڪيو هو. اڳتي هلي ڪري دعويٰ جي پئراگراف نمبر 31 ۾ سي آءِ ڊي پاڻ به اعتراف ڪيو آهي ته، سيف الرحمان، حاجي صاحب ترنگ زئي، فضل ربي ۽ فضل محمود، حضرت مولانا محمود حسن رحه جي هدايت تي سرحد پار ويا هئا. مولانا حسين احمد مدني رحه نقش حيات ۾ تفصيل سان انهن حالتن ۽ واقعن تي روشني وڌي آهي. (شاهجهانپوري)

هو ڪابل پهتو ۽ لاهوري شاگردن کي، جيڪي ان وقت ڪابل پهچي چڪا هئا ۽ ترڪ جرمن مشن سان، جنهن جا اڳواڻ ٻه غدار هندستاني مهندر پرتاب ۽ برڪت الله هئا، هو انهن سان وڃي مليو. مهندر پرتاب ۽ برڪت الله برلن ۽ قسطنطنيه جي رستي ڪابل جو سفر ڪيو هو. هو جرمني ۽ ترڪيءَ جي بادشاهن جا خط کڻي آيا هئا ته افغانستان کي هندستان تي حملي جي لاءِ آماده ڪري سگهن. ڪابل ۾ هندستاني سازشين، سردار نصرالله خان ۽ افغانستان ۾ جنگ جي حامي ماڻهن جي وچ ۾ ڪيترائي دفعا صلاح مشورا ٿيا.

روسي ترڪستان، قسطنطنيه ۽ برلن ڏانهن برطانيه جي خلاف مشن روانا ڪيا ويا. ڪابل ۾ موجود هندستاني سازشين ۽ هندستان ۾ موجود انهن جي مشيرن جي وچ ۾ گهڻي خط و ڪتابت ٿي، جنهن جو نقط عروج[1] آگسٽ 1916ع تي ريشمي خطن جو پڪڙجڻ آهي. جيڪي هڪ لاهوري شاگرد (عبدالحق) وٽان هٿ آيا، جيڪو قاصد جو ڪم ڪري رهيو هو.

## (6) مولانا محمود حسن جو حجاز ڏانهن مشن سيپٽمبر 1915ع

ان عرصي ۾ ديوبند جي مشهور مولوين جون ٻه جماعتون سيپٽمبر 1915ع تي حجاز جي لاءِ روانيون ٿيون، هي عام طور تي افواهه هو ته انهن جو ارادو هجرت ڪرڻ جو آهي ۽ حڪومت مخالف جذبي انهن کي هن قدم تي آماده ڪيو آهي. هي به افواهه هو ته هو حجاز ۾ ڪن خاص ترڪ آفيسرن سان ملاقات ڪندا، پر بروقت ڪو به اهڙو اطلاع نه ملي سگهيو جنهن سان انهن کي هندستان ۾ ئي روڪي سگهجي ها.

بمبئي ۾ گرمجوشيءَ سان موڪلائي وڃڻ کان پوءِ هي ٻئي جماعتون سيپٽمبر 1915ع تي بمبئي کان روانيون ٿي ويون. مولوي خليل احمد ۽ ان جي پارٽي 8 سيپٽمبر 1915ع تي ۽ مولانا محمود حسن ۽ ان جي پارٽي 18 سيپٽمبر 1915ع تي روانا ٿيا.

1915ع جي خريف (خزان) جي موسم ۾ ۽ 1916ع جي بهار جي موسم ۾ انهن پارٽين جا ڪجهه ميمبر هندستان واپس موٽي آيا. پر جيستائين ريشمي خطن جي ذريعي اسان کي عبيدالله جي سازش ۽ محمود حسن جي ان سان

---

1 انتها عروج نه انتها زوال، ڇو ته تحريڪ ان کان ٽي مهينا اڳ ترڪن جي شڪست ۽ شريف مڪي جي بغاوت جي ڪري ختم ٿي چڪي هئي. (مولانا سيد محمد ميان)

تعلق جي باري ۾ پروسي جوڳي معلومات حاصل نہ ٿي، انهن مان ڪنهن کان بہ پڇاڳاڇا نہ ڪئي ويئي.

## (7) سچي سازش جو انڪشاف ريشمي خطن جي ذريعي ٿيو

هن سازش جي ميمبرن کي ”جنود ربانيہ“ (خدائي فوج) جو نالو ڏنو ويو هو. ان جي سڀني ميمبرن کي فوجي عهدا ڏيڻ ۽ مديني کي ان جو خاص مرڪز بڻائڻ مقرر ڪيو ويو هو، جتي ديوبند جي مولانا محمود حسن کي اڳواڻ يا جنرل مقرر ڪيو ويو هو. ان جا پيا مرڪز استنبول، تهران ۽ ڪابل هئا. ڪابل ۾ مولوي عبيدالله کي قائم مقام جنرل مقرر ڪيو ويو هو.

هن فوج جو مقصد ڪافرن جي قبضي هيٺ آيل اسلامي ملڪن، خاص ڪري هندستان کي آزاد ڪرائڻ جي لاءِ اسلامي بادشاهن کي گڏ ڪرڻ هو. مولانا محمود حسن جي ذمي هي ڪم هو تہ هو حجاز جي ذريعي خلافت عثمانيہ سان رابطو قائم ڪري ۽ ان حڪومت کي ڪجهہ شرط مڃڻ تي آمادو ڪري، جن جي پوري ٿيڻ تي افغانستان جي حڪومت برطانيہ سان جنگ ڇيڙي وجهي. هن فوج جا جيڪي آفيسر ڪابل ۾ هئا، انهن جي ذمي هو تہ اهي بہ ان مقصد جي لاءِ افغانستان جي برطانيہ مخالف ماڻهن سان ڳٽ جوڙ ڪندا رهن ۽ آزاد قبيلن ۾ برطانيہ جي خلاف هر وقت عداوت ۽ دشمني جي جذبن کي پڙڪائيندا رهن.

هندستان ۾ جيڪي سازشي موجود هئا، انهن جو ڪم (غالباً پراڻي وهابي تحريڪ جي ذريعي) پئسا گڏ ڪرڻ هو تہ جيئن ڪابل، هندستان ۽ حجاز ۾ سازش جا خرچ پورا ٿي سگهن. ان سان گڏ انهن کي هندستاني مسلمانن ۾ مذهبي جنون کي ايترو گهڻو وڌائڻو هو جو افغانستان ۽ هندستان جي وچ ۾ جنگ لڳندي ئي هو سچي ملڪ ۾ باهہ ٻاري ڇڏين.

هن فوج جي آفيسرن جي هڪ فهرست خطن سان گڏ هئي، جنهن مان ظاهر ٿي پيو تہ سازش جي هدايت ڪرڻ جي طاقت عبيدالله جي هئي. هن فوج جا آفيسر واضح طور تي ٽئن گروپن ۾ ورهايل هئا.

1- عبيدالله جا ڪٽر، متعصب جنوني دوست، عقيدتمند ۽ مائٽ جيڪي سنڌ ۾ هئا ۽ انهن جا رابطا هندستان جي سڀني حصن ۾ هئا.

2- ديوبند (سهارنپور) ۽ دهلي جي مولوين جو گروپ، جن کي عبيدالله، جڏهن هو دارالعلوم ديوبند ۾ استاد هو، جمعيت الانصار ۽ نضارت المعارف

القرآنيہ سان تعلق جي بنياد تي پنهنجي اثر ۾ وٺي چڏيو هو.

3_ بهار، يوپي، پنجاب ۽ اتر اولهہ سرحدي صوبي جا وهابي، جيڪي چندو گڏ ڪندا رهندا هئا.

4_ اتحاد اسلامي جا حامي مشهور ليڊر: جنود ربانيہ جي اسڪيم هڪ ٻئي جماعت سان ڳنڍيل هئي، جنهن کي ”حڪومت موقتہ هند“ (هندستان جي عارضي، جلاوطن حڪومت) چيو ويندو هو. جنهن جي ڪارڪنن جي لاءِ مسلمان هئڻ لازمي نہ هو. راجا مهندر پرتاب ان جو صدر هو، وزيراعظم مولوي برڪت الله ۽ هندستاني معاملن بابت وزير مولوي عبيدالله هو. ايئن معلوم ٿئي ٿو تہ هن جماعت جو مقصد هو: هند ۽ افغانستان ۾ ٽڪراءُ ۽ افغانستان ۾ جيڪي غيرمطمئن هندستاني هئا، انهن جي وفدن کي غيرجانبدار يا دشمن ملڪن ۾ موڪلي ڪري ڳٺ جوڙ ۽ سازباز ڪرڻ.

مختصر هي تہ عبيدالله جي اسڪيم هيءَ هئي تہ، هندستان ۾ اسلامي فوج جي سڪل هڏين مان، جن جسمن ۾ ٿورو بہ باقي ساهہ آهي، ڪم ورتو وڃي. اهڙي طرح ان پنهنجي سازش ۾ وهابي تحريڪ جي باعمل مشينري، مولوي طبقي جو اسلامي جوش، جذبي ۽ اتحاد اسلام جي حامين جي سياسي سگهہ ۽ ڪاوڙ کي هڪ هنڌ گڏ ڪري ڇڏيو هو. ان جو وڏيڪ منصوبو هي هو تہ، هڪ ٻئي سازشي جماعت (يعني حڪومت موقتہ هند) سان گڏجي ڪم ڪيو وڃي تہ جيئن هندن جا انقلاب پسند ماڻهو هن جي طرف رهن.

## (8) حجاز ۾ مولوي محمود حسن جون سرگرميون

انهن خطن جي ملي وڃڻ سان جيڪي مديني شريف ۾ مولانا محمود حسن جي نالي هئا، مولانا محمود حسن جي پارٽي جي انهن ماڻهن جي خلاف تحقيقات شروع ٿي، جيڪي واپس اچي چڪا هئا. انهن جي بيانن مان اسان کي حجاز ۾ مولانا محمود حسن جي سرگرمين جو ڪجهہ اندازو ٿيو. ايئن معلوم ٿئي ٿو تہ، روانگيءَ جي وقت ان کان سواءِ ٻيو ڪو بہ مقصد سامهون نہ هو، تہ همدردي رکڻ وارن ترڪ آفيسرن سان ملاقات ۽ ڳٺ جوڙ ڪري هندستان جي خلاف يا افغانستان جي مدد جي لاءِ فوج موڪلي آهي تہ اسان تي حملو ڪري سگهي.

ان جي ۽ خليل احمد جي جماعت[1] حجاز ۾ پاڻ ۾ گڏجي ويون. پر هن ڳالهه جو يقين نه آهي ته هي مولوي خليل احمد سازشين جي اندروني رازن کان واقف هو يا نه؟ ۽ نه انهيءَ ڳالهه جو ته آيا پنهي جماعتن جا ميمبر برابريءَ جي طور تي سازش ۾ ملوث هئا يا نه؟

محمود حسن حجاز جي والي غالب پاشا سان يقيناً غدارانه سازباز ڪئي، پر هيءَ خبر نه ٿي پوي ته ان هن مهم ۾ سندس ڪا وڏيڪ همت افزائي ڪئي. غالب پاشا چيو ته ترڪ ٻين ڳالهين ۾ الجهيل آهن ۽ اهي نه ته افغانستان کي مدد موڪلي سگهن ٿا ۽ نه هندستان ڏانهن لشڪر موڪلي سگهن ٿا.

تڏهن به ان مولانا کي جهاد جو هڪ فرمان ڏئي ڇڏيو جنهن کي مولوي محمد ميان[2] هندستان پهچائي ڇڏيو. هو ان جماعت ۾ شامل هو. جيڪا جنوري 1915ع تي هندستان واپس موٽي هئي. چيو وڃي ٿو ته آزاد علائقي جي ڪٽر متعصب قبيلن کي اسان جي خلاف مقابلي ۾ آڻڻ جي لاءِ، اسان کي نهايت اثرائتي طريقي سان استعمال ڪيو ويو. ان جا نقل ڪري هندستان ۾ به ورهايا ويا هئا.

يقين ڪيو وڃي ٿو ته مولانا محمود حسن ۽ مولوي خليل احمد ٻنهي 1916ع تي ڪنهن وقت حجاز ۾ جمال بي ۽ انور بي سان ملاقات ڪئي هئي، پر انهن ملاقاتن جي باري ۾ ڪنهن ٻئي تفصيل جي ڄاڻ نه آهي. مولوي خليل احمد سيپٽمبر 1916ع تي هندستان واپس اچي ويو جڏهن ته مولانا محمود حسن ۽ ان جي جماعت جا ڪجهه چونڊ ميمبر حجاز ۾ ئي رهي پيا ۽ شايد هاڻي به مديني ۾ آهن.

---

[1] حضرت مولانا خليل احمد صاحب جو هي سفر گهرواريءَ سان گڏ فقط حج ۽ زيارت جي لاءِ هو ڪو به سياسي منصوبو انهن جي سامهون نه هو. مديني شريف ۾ حضرت شيخ الهند رحہ انهن کي پنهنجو هم خيال بڻائي ڇڏيو جيئن نقش حيات جي ڏکي اقتباس ۾ اچي چڪو آهي. ان سان جيڪي بزرگ گڏ هئا، اهي به سياست کان اڻ ڄاڻ هئا. انهن کي سياسي پارٽي قرار ڏيڻ ۽ حضرت شيخ الهند رحہ سان جيڪڏهن ڪو تعلق ٿي ويو هو ته، ان کي تحريڪ ۾ شريڪ سمجهڻ، رپورٽ مرتب ڪرڻ واري جي غلطي آهي. (مولانا سيد محمد ميان)

2 مولوي محمد ميان نه پر مولوي هادي حسن هندستان پهچايو. هندستان مان بيشڪ مولوي محمد ميان انهن کي آزاد علائقي ۾ وٺي ويو. ڏسو ”نقش حيات“ از مولانا حسين احمد مدني. (مولانا سيد محمد ميان)

ڪنهن وقت مولانا محمود حسن کي خيال ٿيو هو تہ حجاز مان قسطنطنيہ وڃي، پر اسان نٽا سمجهون تہ ان هي پنهنجو ارادو پورو ڪري ڇڏيو هجي جو هاڻي اجا تائين هو مڪي ۾ هو.

صحيح
وي. وي. ويان.
ايس آف ايس

حڪومت هند جي تاريخ 15 سيپٽمبر 1916ع تي ريشمي خطن جي سازش کي مختصر بيان ڪيو ويو (ان تي جهنڊو "ڪاغذ جي چٽ" لڳائي ويئي آهي) هي وڏو عقل جي خلاف ۽ سوچ کان وڏو معاملو هو. پر ان جو انڪشاف ٿيڻ سان حڪومت هند هندستان ۾ ترڪن جي حامي احتجاجين جي هڪ انگ کي قابو ڪري ورتو. هن وقت جيڪي ڪاغذ هٿ آيا آهن، اهي امير (حبيب الله) جي روش جي شاندار سَنَدَ آهن.

**ياغستان؛ اتر اولهہ سرحد تي آزاد قبائلي علائقو**

مجاهدين: هندستاني متعصب جن سان حڪومت هند ويجهڙائي ۾ عارضي طور جنگ ملتوي ڪئي آهي.

محمود حسن: ترڪن جو حامي هندستاني مسلمان آهي، جيڪو جنگ جي شروع ۾ مديني هليو ويو هو. پوءِ اسان ان کي مالٽا جلاوطن ڪري ڇڏيو هو.

صحيح
15 سيپٽمبر 1917ع

**

ٽيليگرام از طرف وائسراءِ فارن ڊپارٽمينٽ
تاريخ 12 سيپٽمبر 1917ع ملي 11 بجہ رات
پي 3688/ 1917ع

خفيہ ريشمي خطن جو ڪيس/ اسان جو ٽيليگرام تاريخ 23 سيپٽمبر 1917ع سي آءِ ڊي جي هڪ ايجنٽ جي ذريعي وڏيڪ دستاويز اسان جي هٿ آيا آهن. جنهن باجوڙ ۾ موجود سازشين جو اعتماد حاصل ڪري ورتو هو. حج

۾ زيارت جي بهاني انور پاشا کي ڪجهه دستاويز پهچائڻ جي لاءِ پاڻ کي مقرر ڪرائي ورتو هو.

انهن دستاويزن ۾ هي شيون شامل آهن.

1ـ (پهريون دستاويز) سلطان جي خدمت ۾ حزب الله کان گذارش جنهن تي حاجي ترنگ زئي، بابڙا ملا ۽ ٻن هندستاني مجاهدن جون مهرون لڳل آهن.

2ـ (ٻيو دستاويز) ياغستان جي خانن (خان جو جمع) ۽ عالمن جي عرضداشت، جنهن تي بابڙا ملا چئن باجوڙي ماڻهن ۽ ٻين مجاهدن جون صحيحون آهن.

3ـ (ٽيون دستاويز) محمد ميان مهاجر جو وضاحتي خط، جيڪو ”جنود ربانيه“ ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهي ۽ ريشمي خطن ۾ جنهن جو ذڪر آهي.

ٻنهي عرضداشتن جو خلاصو هي آهي ته صلح ڪانفرنس ۾ ترڪن جي اقتدار اعليٰ جي تحت هن علائقي جي آزاديءَ جو تعين ڪرايو وڃي. ترڪي آفيسرن کي روانو ڪيو وڃي ته اهي هتي شهري انتظام قائم ڪن ۽ ان کي ترقي ڏين.

عرضداشت نمبر 1 ۾ وڌيڪ چيو ويو آهي ته جيڪڏهن جنگ دوران هڪ ترڪي فوج هٿيارن جي کيپ کڻي ڪري ياغستان پهچي وڃي ته ليکن غازي اٿي پوندا ۽ افغانستان کي جنبش (چرپر) ۾ آڻڻ جي لاءِ به هيءَ چال مناسب هوندي، عرضداشت نمبر 2 ۾ چيو ويو آهي ته، وڌيڪ تشريح ۽ تفصيلي وضاحتون دستاويز نمبر 3 ۾ ملنديون. محمد ميان مجاهد جو خط جيتوڻيڪ مولانا محمود حسن جي نالي آهي، جيڪو هن وقت مالٽا ۾ نظربند آهي. پر هي خط انور پاشا کي به ڏيڻو هو.

ان ۾ ٻڌايو ويو آهي ته افغانستان ۾ تحريڪ جي ناڪاميءَ جو سبب، انگلستان سان امير (حبيب الله خان) جي دوستي ۽ اسلام کان غداري آهي. ان علمائن ۽ قبائلي سردارن جي ڪائونسل قائم ڪري ڇڏي. نصرالله جي اشاري سان تيراهه ۾ جيڪا عرب سفارت روانو ڪيو ويو هو. ان جي منظوري واپس وٺي ڇڏيائين ۽ نصرالله کي سرحدي معاملن جي محڪمي کان هٽائي ڇڏيائين. ان ڪري ”راقم الحروف“ افغانستان جي ذريعي ڪم ڪرڻ جي اسڪيم کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. هتي امير جي اثر کان تحريڪ ۾ رڪاوٽ پئجي رهي آهي. تيراهه ۾ گوگي خيل قبيلن ۾ امير جي مخالفت جي ڪري ڪا به ڪاميابي نه ٿي سگهي. امير جي طرف کان امداد نه ملڻ جي

ڪري مهمد قبيلن جو جهاد ناڪام ٿي ويو. امير جي انگريز دوستيءَ جي ڪري باجوڙ ۾ جوش ۽ جذبو ڍرو ٿي رهيو آهي، پر اجا حالتون مايوس ڪندڙ نہ آهن.

امير جي غداريءَ جي ڪري، ياغستان ۾ اتحاد اسلامي جي تحريڪ کي جيڪو نقصان پهتو آهي، ان جو ڪنهن بہ طريقي سان ازالو نٿو ٿي سگهي. عام صورتحال مقامي طور تي اميد جوڳي آهي پر امير اجا تائين تبديل نہ ٿيو آهي.

جيڪڏهن هندستان تي حملو ڪرڻو آهي تہ، عثماني فوج جا ڪجهہ آفيسر ۽ رسد ياغستان موڪلي وڃي. جيڪڏهن هي ناممڪن آهي تہ عثماني سياستدان عثماني سرمائي سان ياغستان کي ترقي ڏين ۽ وچ ايشيا ۾ ياغستان جي اها ئي حيثيت ٿاهي ڇڏين، جيڪا افغانستان جي آهي، پر انگلستان سان امير جي معاهدي جي ڪري ان ۾ بہ مشڪلاتون پيش اينديون.

خط جي آخر ۾ حڪومت موقتہ هند کي ڪٽر هندو قرار ڏئي ڪري ان جي سخت مذمت ڪئي ويئي آهي، جنهن جو ميمبر پاڻ خط لکندڙ آهي. محمد ميان هڪ جدا خط ۾ هي واڌارو ڪيو آهي تہ ايران جي ذريعي يا روس سان گفتگو ٿيڻ تي روسي ٽرين جي ذريعي ترڪي فوج جيڪڏهن هرات پهچي سگهي تہ نصرالله خان، امير (حبيب الله) جي خلاف افغانستان ۾ بغاوت جو جهنڊو بلند ڪري هندستان تي حملو ڪري سگهي ٿو.

اصل خط ۽ عرضداشتن جي لهجي ۽ پڻ ان مان تہ خط لکندڙ هڪ سال کان افغانستان نہ ويو هو ۽ ان جي ايلچيءَ سان، جنهن کي ان ڪجهہ ٿورو اڳي روانو ڪيو هو. نصرالله خان ملاقات ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. انهن سيني ڳالهين کان انهن لفظن جي ترديد ٿئي ٿي، جيڪا خط جي آخر ۾ وڏي اعتماد سان وڌايا ويا هئا.

انهن دستاويزن جي فوٽو وٺڻ کان پوءِ، مخبر سازشين وٽ واپس هليو ويندو. اصلي خط ان سان گڏ هوندا، اهو وڃي انهن کي ٻڌائيندو تہ حاجين جو جهاز نڪري ويو هو ان کان پوءِ ٿي سگهي ٿو تہ هي ڪوشش ڪئي وڃي تہ ان کي روس جي رستي کان موڪليو وڃي.

جيڪڏهن هي خط انور پاشا کي ملي بہ وڃي تڏهن بہ ڪو نقصان نہ پهچندو. اسان کي ان جو جواب ملي ويندو ۽ سازش جون واڳون اسان جي هٿن ۾ رهنديون.

باب ٽيون

# پس منظر جي واقعن جو سلسلو

- 1909ع عبيدالله ديوبند ۾ جمعيت الانصار قائم ڪئي.[1]
- سيپٽمبر 1911ع طرابلس جي جنگ جي شروعات.
- 1912ع ابوالڪلام آزاد ڪلڪتي ۾ جمعيت حزب الله قائم ڪئي.
- آڪٽوبر 1912ع ۾ طرابلس جي جنگ جو خاتمو.
- آگسٽ 1913ع ۾ بلقان جي ٻئي جنگ جي پڄاڻي.
- پهرين نومبر 1913ع ۾ عبيدالله دهليءَ ۾ نظارت المعارف القرآنيه قائم ڪيو.
- نومبر 1914ع ترڪي برطانيه جي خلاف جنگ ۾ شامل ٿي ويو.
- 5 فيبروري 1914ع لاهور جي پنجابي مهاجر شاگردن سرحد پار ڪري ڇڏي.
- جون 1915ع مولانا محمود حسن مهاجر عالمن کي سرحدپار روانو ڪري ڇڏيو.
- آگسٽ 1915ع ابوالڪلام آزاد ڪلڪتي ۾ دارالارشاد جي شروعات ڪري ڇڏي.
- آگسٽ 1915ع مهمد ۽ ٻين قبيلن جون سرحد تي جنگيون.
- آگسٽ 1915ع عبيدالله جي هندستان کان آزاد علائقي جي لاءِ روانگي.
- آگسٽ 1915ع مهندر پرتاب ۽ برڪت الله سان گڏ مخالف مشن جو

---

[1] جمعيت الانصار جو قائم ٿيڻ 27 رمضان المبارڪ 1327هه مطابق 13 آڪٽوبر 1910ع تي عمل ۾ آيو هو. (شاهجهانپوري)

ڪابل ۾ پهچڻ.

- 18 سيپٽمبر 1915ع ابوالڪلام آزاد صدرالدين کي مجاهدن ۾ روانو ڪري ڇڏيو.
- 18 سيپٽمبر 1915ع مولانا محمود حسن ۽ ان جا ساٿي هندستان مان حجاز وڃڻ جي لاءِ روانا ٿي ويا.
- نومبر 1915ع حجاز مان مطلوب الرحمان جي هندستان ۾ واپسي.
- فيبروري 1916ع حجاز مان محمد ميان ۽ مرتضيٰ حسن جي هندستان ۾ واپسي.
- 31 مارچ 1916ع فضل الرحمان، برڪت الله جو خط ۽ جهاد جي فتويٰ مولانا حبيب الرحمان کي علي ڳڙهه ۾ ڏيکاري.
- اپريل 1916ع محمد ميان غالب نامه کڻي سرحد ٽپي ويو.
- 9، 10 جولاءِ 1916ع عبيدالله ۽ محمد ميان مولانا کي ريشمي خط لکيا.
- 15 آگسٽ 1916ع عبدالحق ريشمي خطن سان گڏ ملتان ۾ گرفتار.
- سيپٽمبر 1916ع هندستان ۾ ڪن سازشين جي گرفتاري ۽ تلاشيون.
- سيپٽمبر 1916ع (حڪيم) عبدالرزاق مسعود کي پئسه ڏئي مولانا ڏانهن مڪي روانو ڪيو.
- ڊسمبر 1916ع جدي ۾ مولانا (محمود حسن) ۽ ان جا ساٿي گرفتار.
- برطانوي حاڪمن انهن کي جلاوطن ڪري ڇڏيو.

**

## باب چوٿون

# شهنشاه هند جي فرياد

فريادي
**بادشاه معظم شهنشاه هند**
نالي
**عبيدالله ۽ ٻيا**
دفعو 121 (الف) ضابطو فوجداري هند.
فريادي ڌر جو بيان

سپريڊنٽ پوليس عرضدار آهي ته هيٺ ذڪر ڪيل شخصن، پهرين جنوري 1913ع ۽ پهرين جنوري 1917ع جي وچ ۾ برطانوي هند جي اندر ۽ ٻاهر سازش ڪئي آهي. بادشاه معظم شهنشاه جي فوجن جي خلاف جنگ ڪرڻ جي، جنگ جي لاءِ ڪوشش ڪرڻ ۽ جنگ ۾ مدد ڏيڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي يا ان ڳالھ جي ڪوشش ڪئي آهي ته بادشاه معظم شهنشاه کي برطانوي هند جي اقتدار اعليٰ کان هٽائي ڇڏين.

هي ڪارروايون ضابط فوجداري هند جي دفعي 121 جي تحت سزا جوڳيون آهن.

1) عبدالعزيز مولوي پٽ حيا گل آف اتمانزئي پشاور. (روپوش آهي)
2) عبدالباري بي اي پٽ غلام جيلاني آف لائلپور. (هندستان ۾ داخل روڪڻ جي آرڊيننس جي تحت پنجاب ۾ نظربند آهي.)
3) عبدالحي، خواج پٽ خواج عبدالرحمان آف گورداسپور. (ڊفينس ايڪٽ جي تحت پنجاب ۾ ان جي چرپر تي پابندي آهي.)
4) عبدالحق، شيخ عرف جيون داس آف ضلع شاهپور. (ڊفينس ايڪٽ جي

تحت ان جي چرپر کي پنجاب ۾ محدود ڪيو ويو آهي) هي سلطاني شاهد آهي.

5) عبدالحق، مولوي آف رفاه عام پريس لاهور. (ڊفينس ايڪٽ جي تحت ان جي چرپر کي پنجاب ۾ محدود ڪيو ويو آهي.)

6) عبدالمجيد خان پندرهين گهوڙي سوار فوج جي هڪ رسالدار ميجر جو پٽ آهي. (وفات ڪري چڪو آهي).

7) عبدالله مولوي پٽ نهال خان آف ضلع سکر. (ڊفينس ايڪٽ جي تحت ان جي چرپر کي پنجاب ۾ محدود ڪيو ويو آهي) سلطاني شاهد آهي.

8) عبدالقادر بي اي پٽ احمد دين آف لائلپور. (هندستان ۾ داخلہ روڪڻ جي آرڊيننس جي تحت پنجاب ۾ نظربند آهي.)

9) عبدالرحيم سنڌي شيخ پٽ لالہ پڳونداس آف حيدرآباد سنڌ. (روپوش آهي)

10) عبدالرحيم مولوي پٽ رحيم بخش مسجد چينيان والي لاهور. (روپوش آهي)

11) عبدالرشيد مردان ۽ لاهور جو مهاجر شاگرد. (روپوش آهي)

12) عبدالرزاق انصاري آف دهلي، حڪيم پٽ عبدالرحمان.

13) وحيد احمد پٽ محمد صديق آف ٽانده يوپي (برطانوي هند کان ٻاهر نظربند آهي.)

14) ابوالڪلام آزاد آف ڪلڪتو مولوي ڪنيت محي الدين پٽ مولانا خيرالدين (ڊفينس آف انڊيا ايڪٽ جي تحت بهار ۽ اڙيسا ۾ ان جي چرپر کي محدود ڪيو ويو آهي).

15) ابومحمد احمد مولوي عرف مولوي احمد پٽ غلام حسين آف لاهور ۽ چڪوال. (ڊفينس ايڪٽ جي تحت ان جي چرپر کي پنجاب ۾ محدود ڪيو ويو آهي.)

16) احمد علي مولوي پٽ حبيب الله گوجرانوالہ. (ڊفينس ايڪٽ جي تحت ان جي چرپر کي پنجاب ۾ محدود ڪيو ويو آهي. (سلطاني شاهد)

17) احمد ميان مولوي پٽ عبدالله انصاري آف انبيٺہ ضلع سهارنپور يوپي. (سلطاني شاهد)

18) الله نواز خان پٽ خانبهادر ربنواز خان آنريري مئجسٽريٽ ملتان پنجاب. (روپوش آهي)

19) انيس احمد بي اي مولوي پٽ ادريس احمد اسسٽنٽ سيڪريٽري اينگلو اورينٽل ڪاليج علي ڳڙهہ يوپي.
20) عزير گل مولوي پٽ شهيد گل آف درگائي اتر اولهہ سرحدي صوبو (برطانوي هند کان ٻاهر نظربند آهي)
21) برڪت الله مولوي محمد آف ڀوپال ۾ جپان. (روپوش آهي)
22) فتح محمد سنڌي آف رڪ سنڌ. (روپوش آهي)
23) فضل الحسن مولوي عرف حسرت موهاني آف علي ڳڙهہ (ڊفينس آف انڊيا ايڪٽ جي تحت يوپي ۾ ٻہ سال رڳو قيد جي سزا ڀوڳي رهيو آهي.)
24) فضل الاهي مولوي پٽ ميران بخش آف هريپور ٽاٽو وزيرآباد ضلع گوجرانوالہ پنجاب. (روپوش آهي)
25) فضل محمود مولوي پٽ مولوي نورمحمد آف چارسده اتر اولهہ سرحدي صوبو. (روپوش آهي)
26) فضل ربي مولوي آف پشاور. (روپوش آهي)
27) فضل واحد مولوي عرف حاجي ترنگ زئي پٽ فيض احمد، اتر اولهہ سرحدي صوبو. (روپوش آهي)
28) حبيب الله غازي پٽ روح الله آف ڪاڪوري ضلع لکنؤ يوپي (روپوش آهي)
29) هادي حسن سيد آف خان جهانپور، ضلع مظفرنگر يوپي.
30) حمدالله مولوي پٽ حاجي سراج دين آف پاڻي پت (ڊفينس ايڪٽ جي تحت چرپر پنجاب ۾ محدود آهي)
31) حسين احمد مدني مولوي پٽ مولوي حبيب الله آف فيض آباد مدينہ. (هندستان کان ٻاهر نظربند آهي.)
32) ابراهيم سنڌي ايم اي شيخ پٽ عبدالله آف ڪراچي. (روپوش آهي)
33) ڪالا سنگهہ لڌيانہ پنجاب جيڪو وطن کان ٻاهر هو ۽ واپس اچي ويو هو. (روپوش آهي)
34) خان محمد خان حاجي آف پشاور. (وفات ڪري ويو)
35) خوشي محمد پٽ جان محمد آف تلولي ضلع جالنڌر پنجاب (روپوش آهي)
36) مهندر پرتاب ڪنور پٽ سورگباشي راجہ گهنشيام سنگهہ آف مرسان

يوپي. (روپوش آهي)

37) محمود حسن مولانا، سابق صدر مدرس، مدرسه ديوبند يوپي (برطانوي هند کان ٻاهر نظربند آهي)

38) مطلوب الرحمان مولوي آف ديوبند، ايگريڪلچر ڊپارٽمينٽ، حڪومت يوپي جو ملازم آهي.

39) محي الدين عرف برڪت علي مولوي پٽ عبدالقادر آف قصور (ڊفينس ايڪٽ جي تحت چرپر پنجاب ۾ محدود آهي)

40) محي الدين خان آف مراد آباد مولوي (قاضي ڀوپال)

41) محمد عبدالله بي اي پٽ شيخ عبدالقادر، سيڪريٽري ميانوالي ڊسٽرڪٽ بورڊ (روپوش آهي)

42) محمد علي بي اي پٽ عبدالقادر آف قصور. (روپوش آهي)

43) محمد اسلم عطار آف پشاور (هندستان ۾ داخله روڪڻ جي آرڊيننس جي تحت اتر اولهه سرحدي صوبي ۾ نظربند آهي.)

44) محمد حسن بي اي آف لاهور جنهن جو پيءُ پيسه اخبار ۾ ملازم هو. (روپوش آهي)

45) محمد هاشم مولوي سيد آف ڪوڙا جهان آباد، فتح پور (هندستان ۾ داخلا روڪڻ جي آرڊيننس جي تحت يوپي ۾ نظربند آهي.)

46) محمد مسعود مولوي پٽ مظهر حسين آف ديوبند. (سلطاني شاهد)

47) محمد ميان مولوي پٽ مولوي عبدالله انصاري آف انبيٺه ضلع سهارنپور يوپي. (سلطاني شاهد)

48) محمد مبين پٽ محمد مومن آف ديوبند. (سلطاني شاهد)

49) محمد مرتضيٰ مولوي سيد پٽ بنياد علي آف بجنور. (يوپي)

50) نورالحسن آف رٿيڙي سيد. ضلع مظفرنگر يوپي.

51) عبيدالله مولوي عرف بوٽا سنگهه آف سيالڪوٽ پنجاب. (روپوش آهي)

52) صدرالدين عرف ڊاڪٽر عبدالڪريم برلاسي پٽ امير علي آف بنارس (هندستان ۾ داخلا روڪڻ جي آرڊيننس جي تحت يوپي ۾ نظربند آهي)

53) سيف الرحمان مولوي پٽ غلام خان آف پشاور- ضلعي سرحدي صوبو. (روپوش آهي)

54) شاهه بخش حاجي پٽ امام بخش انصاري آف حيدرآباد سنڌ.

(هندستان ۾ داخلا روڪڻ جي آرڊيننس جي تحت سنڌ ۾ نظربند آهي.)

55) شاهنواز خان پٽ خانبهادر ربنواز خان آنريري مئجسٽريٽ ملتان پنجاب. (روپوش آهي)

56) شجاع الله پٽ حبيب الله آف لاهور (هندستان ۾ داخلا روڪڻ جي آرڊيننس جي تحت پنجاب ۾ نظربند آهي)

57) ولي محمد مولوي آف فتوحي والا ضلع لاهور، پنجاب. (روپوش آهي)

58) ظهور محمد مولوي آف رڙڪي پٽ عنايت الله. سهارنپور.

## (2) سازش جا مقصد

يعني هزميجسٽي جي فوج جي خلاف جنگ ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ، جنگ ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ يا هزميجسٽي کي هند جي اقتدار اعليٰ کان محروم ڪرڻ.

## سازش جا مقصد ڪهڙي طرح حاصل ڪرڻا هئا

هندستاني مسلمانن ۾ قرآن جي غلط تاويلن ۽ ٻين طريقن جي ذريعي، مذهبي تعصب کي ڀڙڪائي، سرحدي قبائلين ۽ افغانستان ۾ برطانيه جي خلاف نفرت جا جذبا اڀاري، انهن ملڪن جي عوام کي برطانيه جي خلاف جنگ تي آماده ڪري، سلطنت ترڪيءَ کان جنگي امداد وٺي ۽ انهن مقصدن جي لاءِ چندو گڏ ڪري. آخرڪار ارادو هي هو ته جيئن ئي ٻاهرين ملڪن مان ڪافي امداد ۽ حمايت جو يقين حاصل ٿي وڃي، هندستان ۾ برطانوي حڪومت جي خلاف بغاوت ڪئي وڃي.

## عام طور تي ڪهڙي ڳالهه ثابت ڪرڻي آهي

3۔ هيءَ ڳالهه ثابت ڪئي ويندي ته سازش جي ميمبرن ۾ ربط ۽ تعلق هو. هي ته انهن جي ڪن ملاقاتن جو مقصد سازش ڪرڻ ۽ پنهنجي گڏيل مقصد کي اڳتي وڌائڻ هو. هي ته ڪن سازشين جمعيت الانصار (ديوبند) جمعيت حزب الله (ڪلڪتو) جهڙا ادارا ۽ نظارة المعارف القرآنيه (دهلي) ۽ دارالارشاد (ڪلڪتو) جهڙيون تعليم گاهون قائم ڪيون ۽ برطانيه جي خلاف جذبات ڀڙڪايا ويا ۽ هندستان کي دارالحرب يا اهڙي سرزمين قرار

ڏنو ويو جنهن ۾ ديندار مسلمانن کي نہ رهڻ گهرجي.[1] ۽ هي تہ جهاد (مقدس جنگ) جي تبليغ جي لاءِ لٽريچر گڏ ڪيو ويو ۽ هي تہ ڪن سازشين فيبروري 1915ع ۾ هجرت (مذهب جي خاطر ڪنهن مسلم ملڪ ڏانهن هجرت ڪرڻ) ۽ هندستان سان جهاد ڪرڻ جي ارادي سان سرحدي علائقي ڏانهن هليا ويا ۽ هي طئہ ڪيو ويو تہ مجاهد (هندستاني متعصبن) سان تعاون ڪيو ويندو جيڪي حڪومت برطانيہ جي اعلان ڪيل دشمن آهن. انهن کي پئسا ۽ بارود ڏيڻ جي لاءِ قدم کنيا ويا.

هي تہ ڪي سازشي جيڪي مولوي آهن، جون 1915ع ۾ هندستان مان آزاد علائقي ڏانهن هليا ويا ۽ اتي انهن قبائلين کي برطانيہ جي خلاف جنگ جي لاءِ ڀڙڪايو، جنهن جي نتيجي ۾ قبائلي وڙهيا ۽ هي تہ ٻن سازشين حقيقتاً وڙهڻ ۾ حصو ورتو. هي تہ آگسٽ 1915ع ۾ هندستان مان ڪابل ويا.

هي تہ دشمن ملڪ جو هڪ مشن، جنهن جا ٻہ ميمبر سازش ميمبر ٿي چڪا هئا، ڦريائين ڪابل پهچي چڪا هئا.[2] هي تہ مختلف سازشين ڪابل ۾ ڪارائتا مشورا ڪيا، جن ۾ برطانوي اقتدار جي خاتمي کان پوءِ ٿيڻ واري حڪومت هند[3] جي قائم ٿيڻ جي باري ۾ مشورا ڪيا ويا. هندستان کي آزاد ڪرائڻ جي لاءِ مسلمانن جي فوج ٺاهڻ جو خيال ڪيو ويو ۽ سيني اهم سازشين کي عهدا ڏنا ويا ۽ ڪن سازشين تي مشتمل سفارتون (سفارتي وفد)

---

[1] حضرت شيخ الهند رحہ مضبوط ارادي وارن بزرگن مان هو جيڪي برطانوي سامراج سان هندستان جي سرزمين تي ئي مهاڏو اٽڪائڻ چاهين پيا. ان ڪري نہ ڪو پاڻ هجرت ڪيائون ۽ نہ ئي ڪنهن ٻئي کي هجرت ڪري وڃڻ جو مشورو ڏنائون. مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي ڪابل موڪلڻ ۽ پاڻ حضرت جن جو حجاز ڏانهن هليو وڃڻ، جنگي حڪمت عمليءَ جي طور تي هو. جيئن تہ ان حڪمت عمليءَ جي وضاحت دعويٰ جي ئي بيان مان ٿي وڃي ٿي. (شاهجهانپوري)

[2] اشارو جرمن ترڪي مشن جي طرف آهي، جيڪو مرسان (عليگڙهہ- يوپي) جي هڪ راجا مهندر پرتاب جي سربراهيءَ ۾ ترڪيءَ جي ڪاظم بيگ، جرمنيءَ جي فون هنٽس، آسٽريا جي نيدرمائر ۽ ڀوپال جي مولانا برڪت الله تي مشتمل هو ۽ 2 آڪٽوبر 1915ع تي ڪابل پهتو. "دشمن ملڪ" مان اشارو جرمنيءَ جي طرف ۽ "سازش جا ٻہ ميمبر" مان اشارو ڪيس جي مطابق ملزم نمبر 21 مولانا برڪت الله ۽ ملزم نمبر 36، راجا مهندر پرتاب جي طرف آهي. (شاهجهانپوري)

[3] عارضي حڪومت هند، ڪابل ۾ 1915ع ۾ راجہ مهندر پرتاب قائم ڪئي هئي. اهو ئي ان جو سڄي عمر لاءِ صدر هو. وزيراعظم مولانا برڪت الله ڀوپالي ۽ وزير هند عبيدالله سنڌي هو. عارضي حڪومت جو سيڪريٽري ظفر حسن ايبڪ هو. (شاهجهانپوري)

ڪجهہ خاص غيرملڪي طاقتن ڏانهن هن عارضي حڪومت جي طرفان موڪليون ويون.[1]

ان ڳالهہ لاءِ واري واري ۾ باقائدي ڪوششون ڪيون ويون تہ امير ڪابل کي پڙڪائي غيرجانبداري ختم ڪرڻ ۾ پنهنجو پاڻ کي بادشاهہ معظم جي دشمنن جي دوستي اختيار ڪرڻ تي تيار ڪيو وڃي.

هي تہ هندستان ۾ پئسا گڏ ڪيا ويا ۽ مولانا محمود حسن ڪن سازشين سان گڏ، هندستان مان عرب روانا ٿيا تہ جيئن بادشاهہ معظم جي خلاف قدمن ۾ برابري پيدا ڪري.

هي تہ واقعي ان اهڙي هڪ جهڙائي ۾ برابري پيدا ڪئي ۽ سازشين کي هندستان واپس موڪليو تہ جيئن انهن مشورن ۾ هدايتن کي پورو ڪن، جيڪي انهن کي ڏنيون ويون هيون. ان دوران هندستان ۾ جيڪي سازشي موجود هئا، انهن عربستان جي ۽ سرحد پار جي سازشي پارٽين سان رابطو قائم رکيو ۽ پئسا گڏ ڪيا ۽ انهن ٻنهي پارٽين ڏانهن موڪليا.

## سازش جو اڳواڻ عبيدالله ۽ ديوبند جتان سازش جي شروعات ٿي

4ـ سازشين شروعات ۾ ئي سمجهي ورتو هو تہ عوام ۾ انتهائي تعصب، جنون ۽ تشدد پيدا ڪرڻ جي لاءِ ضروري آهي تہ انهن ۾ تبليغ ڪرڻ جي لاءِ مشنري (مبلغ) تيار ڪيا وڃن. ان ڪان سواءِ هي ماٺهو مولوي طبقي جا هئڻ گهرجن. جيئن تہ اسان ڏٺو تہ سازش جي مکيہ باني مولوي عبيدالله[2] ديوبند ۾

---

[1] عارضي حڪومت جي طرفان ڪيترن ئي ملڪن ڏانهن سفير موڪليا ويا هئا. روسي سفارتخاني ۾ متراسنگهہ ۽ خوشي محمد عرف محمد علي، جپاني سفارتخاني ۾ شيخ عبدالقادر ۽ متراسنگهہ ۽ ترڪي سفارتخاني ۾ عبدالباري ۽ شجاع الله شامل هئا. آخري ٻن سفارتي وفدن جا ميمبر روسين جي هٿان گرفتار ٿيا ۽ انگريزن جي حوالي ڪيا ويا. متراسنگهہ کي ڦاسي ڏني ويئي ۽ ٻيا ٽي ميمبر پنجاب ۾ نظربند ڪيا ويا. شيخ عبدالقادر نظربنديءَ يا قيد جي ئي زماني ۾ وفات ڪئي. ميان عبدالباري تحريڪ پاڪستان ۾ حصو ورتو، پنجاب اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو ۽ گهڻي شهرت حاصل ڪيائين. (شاهجهانپوري)

[2] مولانا سنڌي ڪابل پهچي ڪري آسپاس جي حالتن مطابق جيڪڏهن ڪو فيصلو ڪيو، مثلاً عارضي حڪومت هند ۾ شرڪت جو فيصلو تہ بلاشڪ هي ان جو پنهنجو فيصلو هو. پر مولانا عبيدالله جو اڳ ۾ سنڌ ۾ ڪم ڪرڻ، پوءِ ديوبند هليو وڃڻ ۽ جمعيت الانصار قائم ڪرڻ، دهلي ۾ نظارة المعارف القرآنيہ جو قائم ڪرڻ، ان ڪان پوءِ ڪابل جو سفر، هي سڀ حضرت شيخ الهند رحہ جي منصوبي ۽ سندن حڪم جي تحت هو. ان

مولوين جي خاص مدرسي کي استعمال ڪيو آهي تہ جيئن هي چئي سگهجي تہ سازش جي شروعات ديوبند کان ٿي آهي.
عبيدالله جيڪو نئون مسلم سک هو (ان جو مذهبي جنون انتها تي پهتل هو) ان پاڻ بہ ديوبند ۾ تعليم ورتي هئي.

## ديوبند جو مدرسو ۽ مولانا محمود حسن

5_ ديوبند جو مدرسو مولانا محمد قاسم قائم ڪيو هو. هو مشهور عالم دين هو. غدر (بغاوت) جي وقت برطانيہ جي خلاف پروپيگنڊا ڪرڻ ۾ مولوي امداد الله سان شريڪ ٿي ويو هو. انهن ٻنهي مولوين کي لڪي وڃڻو پيو هو. حاجي امداد الله خفيہ طور تي ملڪ ڇڏي حجاز وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو، جتي ڪيترن ئي سالن کان پوءِ ان جي وفات ٿي وئي.
مولانا محمد قاسم هندستان ۾ ئي رهيو. مولوي رشيد احمد گنگوهي کي گرفتار ڪيو ويو، ان تي ڪيس هليو پر اهو آزاد ٿي ويو. ان ديوبند ۾ زندگي گذاري ۽ اتي ئي هن جي وفات ٿي، جتي هن جو سڀ کان وڏو احترام ڪيو ويندو آهي.
مولانا محمود حسن شايد مولانا محمد قاسم جو سڀني کان وڌيڪ وفادار پيروڪار هو جو سالن جا سال ديوبند جي مدرسي جو صدر مدرس رهيو.

## مولانا تي عبيدالله جو اثر

6_ مدرسي ۾ عبيدالله جو نقصانڪار اثر تيزيءَ سان پکڙجڻ لڳو ۽ ان مدرسي جي استادن ۽ شاگردن مان ڪيترن ئي ماڻهن ۾ پنهنجا باغيانہ خيال پري ڇڏيا. ان مولانا محمود حسن کي اڳواڻ ئي مڪمل طور تي پنهنجو هم خيال بڻائي ورتو هو ۽ مدرسي جا انتظام سنڀاليندڙ مدرسي کي پيش ايندڙ خطرن جو اندازو ڪري سگهن ۽ عبيدالله کي مدرسي ڇڏڻ تي مجبور ڪن. مولانا کي علمي دريا هجڻ، ديني علمن جو برک عالم ۽ اڳواڻ هجڻ جي ڪري جيڪا شهرت حاصل هئي، ان جي ڪري ڪيس ان سازش جو نمائشي

---

ڪري مولانا سنڌيءَ کي ان منصوبي جو باني سمجهڻ تاريخي طور تي صحيح نہ آهي. پر سي آءِ ڊي يا حڪومت جي غلط فهميءَ ۾ مبتلا هئڻ جي لاءِ ڪافي مواد موجود آهي. (شاهجهانپوري)

سربراهه بنايو ويو هو.[1]

## مدرسي ديوبند مان ڪهڙي طرح ڪم ورتو هو

7_ عبيدالله جو منصوبو هو ته مدرسي کي پنهنجي ڪم جو هيڊڪوارٽر ٺاهي ۽ اتحاد اسلامي ۽ برطانيه دشمنيءَ جي تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ انهن سوين مولوين کان ڪم وٺي ڪري، سڄي هندستان ۾ پکيڙي ڇڏي، جيڪي ديوبند جي مدرسي ۾ تعليم وٺي ڪري، مذهب اسلام جي پرچار ۽ تبليغ جي لاءِ هندستان ۾ چوڌاري پکڙيل آهن.

## جمعيت الانصار جو قائم ٿيڻ

8_ ان مقصد جي لاءِ هن 1909ع ۾ هڪ انجمن قائم ڪئي، جنهن جو نالو جمعيت الانصار رکيو. جنهن کي "انجمن طلباءَ قديم ديوبند" چئي سگهجي ٿو. هي پراڻن شاگردن جي هڪ تعداد کي ان ۾ شامل ڪرڻ ۾ به ڪامياب ٿي ويو. چندا گڏ ڪيا ويندا هئا، جنهن مان ٻين شين کان سواءِ نون ۽ قابل اعتراض خيالن ۽ نظرين سان ڀريل اخبارون هند ۽ هند کان ٻاهر ورهائڻ جي لاءِ خريد ڪيون وينديون هيون.

ان سان گڏ عبيدالله انگريزي تعليم ورتل ماڻهن، مثلاً انيس احمد بي اي، خواجه عبدالحي ۽ قاضي ضياءَالدين بي اي کي مدرسي ۾ داخل ڪيو. انهن تي سياسي رنگ چڙهيل هو. انهن جي باري ۾ چئي سگهجي ٿو ته اهي اعتدال پسند مسلم مڪتبه فڪر سان تعلق رکندا هئا.

## جمعيت جو اندروني حلقو

انهن شخصن کي جمعيت الانصار جي فنڊ مان وظيفا ڏنا ويندا هئا. مولوي مرتضيٰ اسان کي ٻڌايو آهي ته عبيدالله جمعيت الانصار جي اندر هڪ خفيه جماعت ٺاهي هئي. هي هڪ قسم جو اندروني حلقو هو جنهن جا مول متا ظاهر نه ڪيا ويا هئا، پر انتهائي حدتائين قابل اعتراض هئا. تنهن ڪري

---

[1] هن حقيقت کي اڳ ۾ ئي چٽو (واضح) ڪيو ويو آهي ته حضرت مولانا محمود حسن ئي هن تحريڪ جو حقيقي سربراهه هو. نمائشي نه. وڌيڪ لاءِ هي ته مولانا عبيدالله سنڌي سندس مخلص ۽ پيروي ڪرڻ وارو هو.

مدرسي جي سربراهه[1] وقت ڪيڏي مولوي عبيدالله کي گهرايو ۽ ان باري ۾ ڪيس سخت تنبيهه ڪئي. تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو ته جمعيت الانصار ۾ هن سازش جو بنياد رکيو ويو هو ۽ جڏهن محمد ميان مولانا محمود حسن جي نالي خط ۾ لکيو هو ته جمعيت جا ٽي ميمبر سر ڏئي رهيا آهن ته مرتضيٰ جي راءِ ۾ ان مان مراد اندروني حلقي جا ٽي ميمبر هئا.

سازشين مان هنن ماڻهن جو تعلق جمعيت الانصار سان آهي.

(1) مولوي عبيدالله (ناظم (2) مولوي ابومحمد احمد (نائب ناظم) (3) مولوي محمد ميان (4) مولوي حمدالله (5) مولوي انيس احمد (6) مولوي خواجه عبدالحي (7) مولوي مرتضيٰ ۽ (8) مولوي ظهور محمد.

جيئن ته مولوي مرتضيٰ ديوبند مان گهڻو غيرحاضر رهيو. تنهن ڪري جمعيت جي اندروني سرگرمين جي باري ۾ اطلاع هٿ ڪري نه سگهيو.

## ديوبند جو مدرسو اڃا تائين سياست کان جدا رهيو هو

9ـ ديوبند جو مدرسو شمس العلماءَ حافظ محمد احمد پٽ مولانا محمد قاسم، باني مدرسي جي محتاط انتظام هيٺ، ماضيءَ جي ڪيترن ئي سالن ۾ سياست کان بلڪل پاڪ ۽ صاف رهيو هو ۽ ان جي استادن ۽ شاگردن جديد سياست يا ٻاهرين مسئلن ۾ نهايت گهٽ دلچسپي ورتي هئي يا موربگو دلچسپي ئي نه ورتي هئي. عبيدالله جي اچڻ ۽ ان جي اثر سان مدرسي جو رنگ متجڻ شروع ٿي ويو.[2]

## هند جي مسلمانن تي اٽلي ۽ بلقان جي جنگين جا اثر

10ـ مولوي عبيدالله جون ڪوششون نهايت وقتائتيون هيون، ڇو ته هند جي مسلمانن هند کان ٻاهر جي مسئلن ۾ نسبتاً وڏيڪ دلچسپي وٺڻ شروع

---

[1] ان جڳهه تي مولانا سيد محمد ميان حاشيي ۾ لکيو آهي ته شايد مولانا حبيب الرحمان، صاحب، نائب مهتمم مراد آهن ۽ انهن جي تنبيهه ڪرڻ جو مطلب هي ٿيندو ته هي ڪم ان طرح نه هئڻ گهرجي جو دارالعلوم نشانو بڻجي وڃي. پر هي الزام شمس العلماءَ حافظ محمد احمد مهتمم دارالعلوم جي موجودگيءَ ۾ نائب مهتمم تي ڪيئن ٿو ڏيئي سگهجي. سربراه شمس العلماءَ هو. ذميواري ان تي اچي ٿي. (شاهجهانپوري)

[2] جڻ ته حضرت شيخ الهند سالن جا سال جيڪا زمين تيار ڪري رهيو هو. هاڻي نه فقط ان ۾ ٻج پوکڻ جو عمل صالح انجام ڏيڻ جو مبارڪ دور اچي ويو هو. پر ان جي برڪتن جو فصل ظاهر ٿيڻ شروع ٿي ويو هو. (شاهجهانپوري)

ڪري چڙهي هئي.

هند جي مسلمانن جا جذبا اٿلي ۽ ترڪيءَ جي جنگ (سيپٽمبر 1911 کان آڪٽوبر 1912ع) جي ڪري ڀڙڪي پيا هئا. بلقان جي جنگين (آڪٽوبر 1912ع کان آڪٽوبر 1913ع) ۾ انهن جنگين بابت برطانوي وزيرن جي رويي جي ڪري، هي جذبا اڃا وڌيڪ ڀڙڪڻ لڳا. ايستائين جو مولوي کي سولائيءَ سان يقين ڏياريو ويو ته حڪومت برطانيه جي پاليسي مسلم دشمني آهي ۽ مدرسي جو ڪم جاري رکڻ کان به وڌيڪ ضروري هي آهي ته، چندو گڏ ڪري ترڪن ڏانهن روانو ڪيو وڃي. جڏهن ترڪن جي مدد جي لاءِ چندي گڏ ڪرڻ جو سوال اٿيو ته، مولانا محمود حسن پاڻ مشورو ڏنو ته مدرسو بند ڪيو وڃي ۽ هي رايو ڏنو ته مدرسي جي لاءِ ان کان وڌيڪ ڀيو ڪو به ڪم نٿو ٿي سگهي. مولوي مرتضيٰ، جيڪو مولانا جو عقيدتمند هو، ٻڌايو ته مولانا جي هن تجويز جي پس منظر ۾ هي خيال هو ته هي مسلمانن جي لاءِ جهاد جي اعلان جو وقت آهي، ان ڪري هن مشورو ڏنو ته مدرسي کي بند ڪيو وڃي ۽ ان کان پوءِ واقعي مدرسي کي مختصر وقت جي لاءِ بند ڪيو ويو ۽ ڪيترن ئي مولوين گشت ڪرڻ ۽ ترڪن جي لاءِ چندو گڏ ڪرڻ شروع ڪري ڏنو.

## مدرسي ۾ برطانيه خلاف جذبو

11ـ هي ڪم ته ظاهر ظهور کليل ميدان تي ٿي رهيو هو، پر باغيانه اثر جو ڪم ڏيکاري رهيا هئا، جن جي هڪ نشاني برطانوي مال جي بائيڪاٽ جي تحريڪ هئي. مولوي فضل الرحمان جيڪو علي ڳڙهه ۾ اڳوات ئي برطانيه جي خلاف بائيڪاٽ جي تحريڪ هلائي رهيو هو، ديوبند پهتو ۽ مولوي انيس احمد، مولانا محمود حسن سان انجو تعارف ڪرايو.

ديوبند ۾ بائيڪاٽ جي تحريڪ کي زور وٺرائڻ ۾ انيس احمد پاڻ به وڏو حصو ورتو. هو ڀهراڙيءَ ۾ (مقامي) تيار ڪيل ٿلهي ڪاڏيءَ جا ڪپڙا پائيندو هو. ان ديوبند جي هڪ سينئر مولوي[1] کي به ايئن ئي ڪرڻ جي ترغيب ڏني.

## ڪانپور جي مسجد جو مسئلو ۽ مسلمانن جا جذبا

12ـ آگسٽ 1912ع ۾ ڪانپور جي مسجد وارو واقعو پيش آيو ۽ مولوي

---

[1] مراد مولانا انور شاهه ڪشميري آهي. جيئن ته خود انيس احمد جي بيان ۾ آهي. (مولانا محمد ميان).

عبيدالله ان مان فائدو وٺڻ ۾ دير نہ ڪئي تہ جيئن حڪومت برطانيہ ڪان مولانا محمود حسن ڪي جيڪا ناراضگي هئي، ان ڪي اجا وڌائي ڇڏي ۽ ان ڪي هيءَ راءِ قائم ڪرڻ تي اپاري تہ، هندستان دارالحرب (اهو ملڪ جنتي غيرمسلمن جي حڪومت هجي ۽ مسلمانن ڪي مذهبي فرائض ادا ڪرڻ ڪان روڪيو وڃي) ٿي ويو آهي. ڇو تہ حڪومت پنهنجي رعيت جي مذهبي آزاديءَ ۾ مداخلت ڪري ٿي.

13_برطانوي حڪومت ڪان مولانا محمود حسن جي ان ناراضگيءَ ۾ وڌيڪ شدت شمس العلماءَ حافظ محمد احمد، مهتمم ۽ مولانا حبيب الرحمان، نائب مهتمم پاران مولانا محمود حسن سان اختيار ڪيل رويي مان پيدا ٿي هئي.[1]

هي ماڻهو محسوس ڪندا هئا تہ مولانا (محمود حسن) جي عظمت جي ڪري ۽ ماڻهن ۾ مولانا جو جيڪو احترام آهي، ان جي ڪري مدرسي ۾ سندن اثر گهٽ ٿي رهيو آهي. ايئن مولانا سنجيده ۽ دوستاڻن مشورن ڪان محروم ٿي ويو.[2] ۽ عبيدالله ۽ ابوالڪلام آزاد وغيره جي خطرناڪ اثرن ۾ اچي ويو.

---

[1] حضرت شيخ الهند جي احساس جي شدت ڪي حضرت مولانا محمد ميان "افسانو" قرار ڏنو آهي. بلاشڪ ايئن ئي هو. هي حضرت جي حسن اخلاق ۽ سيرت جي ڪمال جو وڏو ثبوت آهي ۽ مهتمم سڳورن جي رويي ڪي مصلحت جي گهر قرار ڏنو آهي. ڪاش ايئن ئي ٿئي! حقيقت هيءَ آهي تہ مولانا محمد ميان جي رواداري ۽ اسان جهڙن نيازمندن جي اطاعت شعاري آهي جو بزرگن جي هر حڪم جي اڳيان سرجهڪائي ٿا ڇڏيون، نہ تہ واقعن جو اشارو ڪجهہ ٻيو آهي. برابر رواداري سٺي شيءِ آهي، پر هرويرو ايتري بہ نہ هجي جو حقيقتن تي پردو پئجي وڃي ۽ تاريخ ميسارجي وڃي. پر هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ شمس العلماءَ حافظ محمد احمد جي مصلحت شناسيءَ جي حقيقت بيان ڪئي وڃي ۽ ان جي "وفادار" هئڻ جو داستان لکيو وڃي. ان جي لاءِ ڏسو: "دارالعلوم ديوبند مان مولانا سنڌيءَ جو نڪرڻ پس منظر جي واقعن ۽ شخصيتن تي هڪ نظر."

[2] جيڪڏهن حضرت شيخ الهند انهن "سنجيده ۽ دوستانہ مشورن" ڪي قبول ڪري وٺي ها تہ هو "حڪيم الامت" ٿي وڃي ها ۽ "اعليٰ حضرت" چورائي ها. پر شيخ الهند هرگز نہ ٿئي ها ۽ سندن غريبخانو جيڪو انقلاب جو مرڪز هو "خانقاهہ" ۽ "آستانہ عاليہ" ٿي وڃي ها. پوءِ نہ تحريڪ ريشمي رومال هجي ها نہ تحريڪ خلافت، نہ ترڪ موالات ۽ نہ ڪو سول نافرمانيءَ جو پروگرام سامهون اچي ها ۽ نہ ئي دين جي لاءِ قربانيءَ جي دعوت جي موسم بهار شروع ٿئي ها ۽ نہ قربانيءَ جا داستان لکيا وڃن ها. نہ ملڪ جي استقلال ۽ آزاديءَ جي عزم جو تنور پڙڪي ها ۽ نہ آزاديءَ جو سج اُڀري ها. برطانوي سامراج ڪيترن ئي مزاحمتن ڪان بچي وڃي ها ۽ ان جي نتيجي ۾ شايد اج تائين ملڪ تي غلاميءَ جي نحوست جو پاڇو ڇانيل هجي ها. بس ڪيتري نہ برڪت واري هئي ان

## مدرسي جي ذميوارن عبيدالله، انيس احمد ۽ محمد ميان وغيره کي ديوبند مان ڪڍي ڇڏيو.

14_ مدرسي جي نيڪ نامي جي بقا جي لاءِ مجلس منتظمہ فيصلو ڪيو[1] تہ عبيدالله کي انيس احمد ۽ ان جي ٻين ساٿين سان گڏ مدرسي مان خارج ڪري ڇڏڻ گهرجي.

مولانا هن فيصلي کي پسند نہ ڪيو هو اڳ ۾ بہ مهتمم جي ان ڳالهہ مان ناراض هو تہ ان مولوي محمد ميان کي ڪنهن اهڙي قصور جي بنياد تي، مولانا جي مشوري يا اطلاع کان سواءِ ديوبند مان ڪڍي ڇڏيو هو جيڪو ان جي نظر ۾ سندس شان جي خلاف هو.

هي مولانا محمد ميان، ان ڪري ديوبند گهرايو ويو هو تہ، ڪن ڪمن ۾ مولانا جي مدد ڪري، پر بعد ۾ هي نهايت سرگرم سازشي ثابت ٿي ويو هو.

## مولانا جي رهائشگاه سازشين جي جلسي گاه ٿي وئي

15_ ديوبند مان عبيدالله جي ڪڍڻ جي معنيٰ هيءَ نہ هئي تہ هن جو اتي اچڻ وڃڻ بند ٿي ويو.[2] ڇو تہ اسان هي ڏسون ٿا تہ مولانا جي رهائش گاهہ سيپٽمبر 1915ع تائين، جڏهن مولانا هندستان مان حجاز روانو ٿيو سازشين جو جلسي گاهہ بڻيل هوندي هئي. عبيدالله ۽ ٻيا ماڻهو مشورن ۾ شريڪ ٿيڻ جي لاءِ ديوبند ايندا رهيا.

## مهاجر مولوين بہ ديوبند ۾ تعليم حاصل ڪئي

16_ جهاد جي مقصد لاءِ سرحد ڏانهن وڃڻ وارن مولوين ۾ فضل الاهي،

---

”مقدس شخص“ جي سنجيده ۽ دوستانہ مشورن کان هيءَ محرومي، جنهن کي سي آءِ ڊي ”وفادار“ جي لقب سان ياد ڪيو هو.

[1] هي فيصلو مدرسي جي نيڪناميءَ جي بقا جي لاءِ هو يا انگريز حڪومت جي مفاد جي بقا جي لاءِ؟ ان جو فيصلو اسان نٿا ڪري سگهون، پر هي فيصلو ڪنهن اهڙي شيءِ جي بقا جي لاءِ ضروري هو جنهن سان انگريز سامراج کي دلچسپي هئي ۽ ان جي سي آءِ ڊي جنهن لاءِ بيقرار هئي. (شاهجهانپوري)

[2] مولانا عبيدالله سنڌي اپريل 1915ع جي شروعات ۾ دهليءَ مان روانو ٿي ويو هو ڪجهہ مهينا سنڌ ۾ گذاريائين. 15 آگسٽ تي افغانستان ۾ داخل ٿي ويو ۽ 15 آڪٽوبر 1915ع تي ڪابل پهتو. ان ڪري اپريل کان ان جو ديوبند وڃڻ بند ٿي ويو هو ۽ ان کان اڳ ديوبند مان نڪرڻ کان پوءِ ان جو وڃڻ بہ خفيہ طور هوندو هو. (شاهجهانپوري)

فضل محمود ۽ عبدالعزيز انهن سيني ديوبند ۾ تعليم ورتي هئي. جڏهن تہ حاجي عبدالرزاق چيف جج ڪابل، جيڪو اتي سازشين جو گهرو دوست هو. مولوي ابومحمد احمد ۽ شايد ٻين سازشين سان ان وقت کان واقف ٿي ويو هو. جڏهن هو گنگوهہ ضلعي سهارنپور ۾ دينيات جو طالب علم هو.

## نظارة المعارف القرآنيہ

17_ ديوبند کي پنهنجي مشنرين جي تربيت گاهہ ٺاهڻ ۾ ناڪام ٿيڻ تي عبيدالله فيصلو ڪيو تہ هڪ مدرسو دهليءَ ۾ ان مقصد جي لاءِ قائم ڪري.

انيس احمد پنهنجي پيءُ مولوي ادريس احمد، اسسٽنٽ سيڪريٽري علي ڳڙهہ ڪاليج کي هن نئين مدرسي ۾ دلچسپي وٺڻ تي آماده ڪري ورتو ۽ ان عليڳڙهہ جي محمد اسحاق خان کي، ان جي سرپرستي تي آمادو ڪري ورتو. جنهن جي ڪري اثر وارا ۽ باوقار ماڻهو بہ مدرسي جي منتظمين ۾ شامل ٿي ويا.

انهن جي ذميواري تي هزهائينس بيگم ڀوپال ان جي سرپرست ٿي ويئي ۽ مدرسي کي بہ سؤ رپيا ماهوار مدد ڏيڻ لڳي.

هي مدرسو جيئن تہ ان جي نالي مان ظاهر آهي، قرآن جي بيان ڪيل اصلي ۽ حقيقي تشريح جي لاءِ قائم ڪيو ويو هو. عربي زبان جي تعليم بہ ڏني ويندي هئي، پر ان جو ڪو بہ تعلق ان معاملي سان نہ آهي. سازشين ۾ عبيدالله ۽ احمد علي ترتيبوار ناظم ۽ نائب ناظم هئا. عبدالحي ۽ انيس احمد کي وظيفو ملندو هو. مولانا محمود حسن، مولوي ابوالڪلام آزاد ۽ مولوي فضل الحسن وزيٽر ۽ قصور جي محي الدين ان جي رفيقن ۾ شامل هو.

## عبيدالله جي طرف کان جهاد جي تعليم

18_ عبيدالله قرآن جي جيڪا خاص تشريح ۽ تفسير ٺاهي، اها جهاد جي فرضيت جي باري ۾ هئي. ان موضوع تي عبيدالله جي تعليم کي انيس احمد، تعليم قرآن ۽ قرآن جي ڇاپي جي نالي ٻن ڪتابن ۾ 15_ 1914ع ۾ باقائدي وضاحت سان بيان ڪيو هو.

## تعليم قرآن ۽ ڪنجي نالي ڪتابن ۾ جهاد جي ترغيب

19۔ هنن ٻنهي ڪتابن ۾ مختصر طور هندستاني مسلمانن کي چيو ويو آهي ته، انهن جي موجوده محڪوميءَ واري حالت جو سبب فقط هي آهي ته انهن هڪ وڏي مذهبي جهاد جي فرض کي نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي ۽ رسول الله (ﷺ) جي شروعاتي پيروي ڪرڻ وارن جي هن فرض تي عمل ڪري، دنيا ئي اقتدار ۽ مذهبي سربلندي حاصل ڪئي هئي.

گهٽ ۾ گهٽ انهن مان هڪ ڪتاب عبيدالله جي هدايت تي احمد علي جي مدد سان ان وقت لکيو ويو، جڏهن ته انيس احمد ۽ احمد علي ٻئي نظارة مان پگهار وٺندا هئا. قابل ذڪر هڪ خاص ڳالهه هي آهي ته قانون جي مطابق انهن ڪتابن جا نسخا حڪومت کي پيش ڪرڻ کان سواءِ انهن جي ورهاست شروع ڪئي ويئي.[1]

## نظارت المعارف سازشين جو جلسي گاهه

20۔ هن درس کان سواءِ جيڪو نظارت ۾ ڏنو ويندو هو ۽ جيڪو بلڪل صحيح نه هو، هي ادارو وقت به وقت سازشين جي گڏجي ويهڻ لاءِ به هڪ نويڪلي واري جاءِ جو ڪم ڏيندو هو. نظارت جي مجرمانه مقصدن جي باري ۾ صاف اشارو هڪ سازشي (محمد علي) جي ان وضاحت مان ملي ٿو، جيڪا ان ٻئي سازشي (عبدالحق) کي ڪابل ۾ ڪئي هئي ته سندس ياءَ احمد علي دهليءَ ۾ عبيدالله جي مذهبي مدرسي جو انچارج آهي ۽ قومي ڪم ڪري رهيو آهي ۽ ان کي خوف آهي ته ان کي ڪنهن به وقت گرفتار ڪيو ويندو.

## ابوالڪلام آزاد جمعيت حزب الله قائم ڪئي

21۔ انهن ادارن کان سواءِ جيڪي مولوي عبيدالله اتر هند ۾ شروع ڪيا هئا، هڪ ٻئي سازشي (مولوي ابوالڪلام آزاد) ڪلڪتي ۾ ڪم ڪندي عوام ۾ جنون پيدا ڪرڻ جي شروعات ڪئي هئي.

مولوي ابوالڪلام آزاد 1912ع ۾ هڪ انجمن جمعيت حزب الله قائم ڪئي، جنهن جو ظاهري مقصد اسلام جو جياپو هو. ان جو باني قابل اعتراض اخبار الهلال (ڪلڪتو) جو ايڊيٽر هو، جيڪا بعد ۾ پريس ايڪٽ جي تحت ڪارروائيءَ جي ڪري بند ٿي ويئي هئي. اهو باغي صحافي، مقرر ۽ اتحاد

---

[1] هن بيان مان اندازو ٿئي ٿو ته هي ڪتاب شايع به ٿيا هئا پر ڪنهن ٻئي ذريعي سان ان ڳالهه جي اڃا تائين تصديق نه ٿي سگهي آهي. (شاهجهانپوري)

اسلامي جي ڪٽر حامي جي حيثيت سان اڳ ۾ ئي شهرت حاصل ڪري چڪو هو.

## جمعيت حزب الله جا قائدا

الهلال اخبار تاريخ 8 جولاءِ 1914ع

22_ هن جماعت جي قائدن مان هي اقتباس معنيٰ خيز آهي:

”حزب الله“ جا مختلف درجن ۽ جماعتن مان هڪ جماعت ”السائحون العابدون“ جي آهي، جنهن جو ڪم هي آهي تہ تبليغ ۽ نشر و اشاعت، قرآن ۽ سنت جي تعليم لاءِ سدائين سفر ۽ چرپر ۾ رهن.“

”اهو مجاهدين في سبيل الله جو گروهہ آهي، جن سيني کان وڌ ۾ وڌ ۽ اعليٰ کان اعليٰ دنيوي اميدن آسرن ۽ تعلق کان پري ٿي ڪري، زندگيءَ جي لذتن ۽ نعمتن جي امنگن ۽ خواهشن کان دل کي صاف ڪري، پنهنجي سڄي زندگي دين ۽ قوم جي خدمت جي لاءِ وقف ڪري ڇڏي آهي ۽ ان جي خاص ملائڪن کي پنهنجي قرباني ۽ جان گهوري ڇڏڻ واري عهد ۽ وچن جو گواهہ قرار ڏنو آهي.

(هي ماڻهو) مسلمانن جي ديني اعتقادن ۽ عملن جي اصلاح ۽ صحيح ڪرڻ، کين عقيدي ۽ عمل جي لحاظ کان هڪ سچو ۽ مضبوط عقيدي ۽ پڪي ارادي وارو مسلمان ۽ مجاهد في سبيل الله بڻائڻ جي ڪوشش ڪرڻ ۽ مسلمانن جي عام طبقن جي اندر اها سڄي ضروري معلومات کي پنهنجي وعظ ۽ بيان پهچائڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهن.

”انهن جو طريقو قرآن ۽ سنت جو درس، عام تعليم ۽ تبليغ، انهن ئي اصولن جي ماتحت هوندي جيڪي دعوت الهلال جا بنيادي اصول آهن.“[1]

---

[1] جماعت حزب الله جي بنيادي مقصدن تي مولانا آزاد ”الهلال“ جي پنجن پرچن (25 جون، 2، 9، 30 جولاءِ ۽ 24 سيپٽمبر 1913ع) ۾ هڪ سلسلو مضمونن جو شايع ڪيو هو. ان کان سواءِ 8 جولاءِ 1914ع جي الهلال ۾ ”اعلان جماعت حزب الله“ جي عنوان سان ان جي نظام ۽ طريقي ڪار تي هڪ مضمون شايع ڪيو. (ص 4، 5) هتي ان مضمون مان ڪجهہ

## جهاد جو مشورو

23ـ ”الله جي رستي“ جي جيڪا اصطلاح مٿي ٽئين پيراگراف ۾ استعمال ڪئي ويئي آهي، هيءَ اها اصطلاح آهي، جيڪا سدائين مخصوص طور تي جهاد بابت استعمال ڪئي ويندي آهي ۽ هي قدرتي طور تي مسلمانن جي ذهن کي جهاد جي طرف وٺي ويندي آهي.

## جمعيت حزب الله جا مشنري الهلال جي تعليم تي عمل ڪندا

24ـ آخري پيراگراف ۾ بہ جهاد جي طريقن ۽ مقصدن جي طرف ڪليل اشارو آهي. ڪو بہ ماڻهو جنهن کي هن زبان جي سٺي ڄاڻ هجي، جنهن ۾ هيءَ لکت آهي، الهلال جا فائيل پڙهي ڪري انهن اصولن جي باري ۾، جيڪي ان جي تحريرن جا رهنما آهن، هي رايو قائم ڪرڻ کان سواءِ نٿو رهي سگهي تہ صاف طور تي ان جو مقصد پنهنجي پڙهندڙن جي دماغن ۾ برطانوي حڪومت جي خلاف دشمني پيدا ڪرڻ آهي. ماڻهن جي اهڙي جماعت (جيڪا قسم جي تحت پابند هجي، جيئن مٿي ٻئي پيراگراف ۾ بيان ڪيو ويو آهي، پنهنجو پاڻ کي ان طريقي سان قرآني تعليم جي لاءِ وقف ڪري ڇڏي، جنهن طريقي سان ان جي الهلال ۾ تعليم ڏني ويئي آهي) تہ اها ملڪ جي لاءِ سخت خطرو آهي.

## جمعيت حزب الله جي رڪنيت

25ـ هن انجمن جي ميمبرن جو رجسٽر ان لحاظ کان دلچسپيءَ جو سبب آهي، جو ان ۾ هندستان جي مختلف حصن جي 1700 ماڻهن جا نالا آهن. انهن مان ڪن نالن جي سامهون هن قسم جا ريمارڪس آهن: جيئن تہ ”هر قربانيءَ جي لاءِ تيار آهي.“ يا ”قوم جي خاطر“ يا ”مذهب جي خاطر جان بہ قربان ڪرڻ جي لاءِ تيار آهي.“ وغيره

اهو ئي ريمارڪس ان ماڻهوءَ جي نالي جي سامهون بہ آهي، جيڪو يوپي

---

اقتباس پيش ڪيا ويا هئا، پر سي آءِ ڊي جي رپورٽ ۾ نقل تان نقل جي ڪري اصل عبارت بلڪل مٽجي ويئي ۽ ذيلي عنوان ۾ بہ 10 جولاءِ تاريخ لکيل هئي. هاڻي نہ فقط هي تہ تاريخ صحيح ڪئي ويئي آهي، پر اقتباسن کي بہ الهلال جي اصل تحرير جي مطابق ڪيو ويو آهي. (شاهجهانپوري)

جي ضلعي لکنؤ جاءِ انوپوره جي رهڻ وارو آهي ۽ ان جو نالو عبدالرزاق آهي،[1] جيڪو 1912ع ۾ هندستان مان مصر هليو ويو هو. اتي هو اتحاد اسلامي جي بدنام شورش پسندن سان ملي ويو هو ۽ ترڪيءَ سان جنگ شروع ٿيڻ کان ٿورو اڳ ۾، ان ترڪي فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي.

بعد ۾ مصري پوليس کي هن تي شڪ پيو تہ هو مصر ۾ موجود هندستاني، فوجين جي وفاداريءَ تي اثرانداز ٿيڻ جي ڪوشش ۾ شريڪ آهي. جنگ جي اعلان کان پوءِ تائين هو قسطنطنيہ ۾ رهيو ۽ ترڪي جي اخبار ”جهان اسلام“ جي فيبروري 1915ع جي شماري ۾ ان هڪ قابل اعتراض مقالو لکيو، جنهن ۾ هن پنهنجي نالي سان گڏ ”ميمبر انجمن آزادي هندستان“ بہ لکيو هو ڪجهہ مهينن کان پوءِ هي هندستان واپس موٽي آيو.

## جمعيت حزب الله ناڪام رهي

26۔ جمعيت حزب الله جي توقع جي مطابق ڪامياب نہ ٿيڻ جو سبب شايد جزوي طور تي ان جي بانيءَ جون پنهنجي منصوبي ۾ ناڪاميون آهن، جيڪي ”الهلال“ بند ٿيڻ سان پيش آيون ۽ جنگ جو ڇڙي پوڻ بہ هڪ سبب آهي. (ٻئي عالمي جنگ: مترجم) پر تقريباً ان نوعيت جي هڪ وڏيڪ طاقتور جماعت، جنهن جو نالو ”انجمن خدام ڪعبہ“ هو، ان جي قائم ٿيڻ سان بہ هيءَ جمعيت ٿڌي ٿي ويئي، پر ان ٻوئين جماعت جو تعلق هن سازش سان نہ آهي.

## ابوالڪلام ڪلڪتي ۾ دارالارشاد قائم ڪيو

27۔ مولوي ابوالڪلام آزاد آگسٽ 1915ع ۾ مولوي عبيدالله جي مشوري کان پوءِ، نظارت المعارف القرآنيہ جي طريقي تي ڪلڪتي ۾ مدرسو قائم ڪيو.[2] جنهن جو نالو دارالارشاد رکيائين. ان مدرسي ۾ ابوالڪلام آزاد قرآن

---

[1] هي مليح آباد ضلع لکنؤ جي رهڻ وارو مولانا عبدالرزاق مليح آبادي آهي. مصر مان واپسيءَ کان پوءِ ندوة العلماءَ ۾ ٻيهر داخل ٿيو هو. پهريان ندوه جي بورڊنگ ۾ رهندو هو. پوءِ هڪ واقعي کان پوءِ ندوه کان ٻاهر رهڻ جو انتظام ڪرڻو پيو هو. (شاهجهانپوري)

[2] دارالارشاد جو منصوبو مولانا آزاد جي پنهنجي ذهن جي پيداوار هو ۽ ان کي پاڻ پنهنجي ئي انداز تي قائم ڪيو هئائون. دارالارشاد جماعت حزب الله جو هڪ شعبو هو. مولانا آزاد ان سلسلي ۾ مولانا سنڌيءَ سان مشورو هرگز نہ ڪيو هوندو، پر هي قطعي آهي تہ وقت جي سيني انقلابين ۾ ۽ انهن جي ڪمن ۾ رابطو هوندو هو. مولانا آزاد مسلمانن کي وقت جي

جي تعليم جو درس ڏيندو رهندو هو.

مولوي ابوالڪلام آزاد جن ماڻهن کي ملازم رکيو هو انهن مان هڪ مولوي مظهرالدين کان هڪ قابل اعتراض عربي ڪتاب ”الخواطر في الاسلام“ (اسلام جي رستي جون رڪاوٽون) جو ترجمو ڪرايو ويو. ترجمون مڪمل ٿي ويو ۽ ابوالڪلام آزاد مارچ 1916ع ۾ ان جي اشاعت پنهنجي اخبار البلاغ ۾ شروع ڪري ڏني.

ان وقت حڪومت ابوالڪلام آزاد جي چرپر تي پابنديون لڳائي ڇڏيون، جنهن جي ڪري اخبار جي اشاعت بند ٿي ويئي. ان ڪتاب جي ذريعي بادشاهه معظم جي دشمن ترڪن جي حق ۾ هند جي مسلمانن جي همدرديءَ وارن جذبن کي يقيني طور تي پڙڪائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

## ابوالڪلام آزاد جي طرفان فرضيت جهاد جو درس

28_ عبيدالله وانگر ابوالڪلام آزاد جي درس ۾ به سڀني مسلمانن تي جهاد جي فرضيت جي باري ۾ زور ڏنو ويو آهي. (ابوالڪلام آزاد جي) تقريرن جي يادداشتن جا جيڪي مجموعا شاگردن تيار ڪيا هئا. انهن مان ڇهه مجموعا اسان جي قبضي ۾ آيا آهن. در پينگه جي شاگرد مولوي نورالهديٰ جيڪي يادداشتون تيار ڪيون هيون، اهي سڀ کان وڌيڪ تفصيل سان آهن.

## ليڪچرن جا نوٽ جيڪي نورالهديٰ تيار ڪيا

ڪلڪتي جي پوليس 1915ع ۾ اڌاري طور تي نوٽ بوڪ کڻي ڪري انهن جو مڪمل نقل ڪري ڇڏيو ۽ هاڻي اهو ئي نقل انهن يادگيرين جو باقي آهي، ڇو ته نورالهديٰ جو بيان آهي ته ان خوف ۾ اچي ڪري اصل نوٽ بوڪن کي ضايع ڪري ڇڏيو هو.

انهن يادگيرين جي منجهيل ۽ غيرواضح عبارتن جي نورالهديٰ وضاحت ڪري ڇڏي آهي. هي مدرسو به دهلي واري اداري (نظارت المعارف القرآنيه) وانگر هندستان ۾ نظريه جهاد جا مبلغ تيار ڪرڻ جي لاءِ قائم ڪيو ويو هو.

## ترڪيءَ جي جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ سان سازشي عملي قدم کڻڻ تي

---

گهرجن ڏانهن دعوت ڏني ته ڪن علمائن ۽ بزرگن وٽ مولانا سنڌيءَ کي موڪليائون. (شاهجهانپوري)

## آماده ٿيا

29۔ عالمگير جنگ جي شروع ٿيڻ تائين، سازشين جون حرڪتون جهاد جي تبليغ ڪرڻ تائين محدود هيون. پر جڏهن ترڪي حڪومت برطانيه جي دشمن جي حيثيت سان جنگ ۾ شامل ٿي ته سازشين جا جذبا وڏيڪ ڀڙڪي پيا ۽ هو ان تي آماده ٿيا ته سازش جي مقصدن کي عمل ۾ آڻڻ جي لاءِ سرگرمي سان پير کڻن.

جنگ بلقان جي وقت کان پوءِ مولانا محمود حسن جو هي خيال هو ته اتر اولهه سرحد ٽپي ڪري برطانيه جي خلاف شورش برپا ڪري. جڏهن ترڪ برطانيه جا دشمن ٿي ويا ته مولانا محمود حسن کي قدرتي طور تي خيال ٿيو ته برطانيه کي پريشان ڪرڻ جي لاءِ سرحد بهترين جاءِ آهي.[1]

## مجاهدن جي نمائندن جي مولانا سان ملاقات ۽ سازشين سان مشورا

30۔ نومبر يا ڊسمبر 1914ع جي ڳالهه آهي ته مولانا (محمود حسن) کي ڀهريون دفعو سرحد جي ماڻهن سان مشورا ڪندي ڏٺو ويو. ڪابلين جهڙا به ماڻهو آيا ۽ ان جي گهر ۾ ان وقت رهيا جڏهن ته عبيدالله، انيس احمد، عزير گل ۽ حمدالله به اتي موجود هئا. ڪجهه مهينا (شايد ٻه مهينا) پوءِ هي ماڻهو ٻيهر آيا. مولوي فضل ربي انهن سان گڏ هيو. ان موقعي تي به جلسا ٿيا. مولانا حمدالله، عزير گل، انيس احمد ۽ ظهور محمد انهن ۾ شامل ٿيا. اهي ماڻهو ٽئي دفعي به آيا، ان موقعي تي مولانا کان سواءِ محمد ميان، ولي محمد آف لاهور، عزير گل ۽ خان محمد موجود هئا ۽ شايد مولوي (ابومحمد) احمد چڪوالي، محمد مبين به ان وقت ان جي گهر اچي ويو هو.

## هندستاني متعصب

هي ماڻهو مجاهدن وٽان آيا هئا ته جيئن مولانا (محمود حسن) سان ۽ ٻين سازشين سان انهن شورشن جي باري ۾ صلاح ۽ مشورو ڪن. سرحدپار جي علائقي ۾ حڪومت برطانيه جي خلاف جنگي تياريون ٿي رهيون هيون.

سرحد پار جي انتهائي تڪليف وارن قبائلين مان هڪڙا اهي ماڻهو

[1] هتي هيءَ ڳالهه پاڻ ئي سي آءِ ڊي جي بيان مان ثابت ٿي وڃي ٿي ته هي منصوبو حضرت شيخ الهند مولانا محمود حسن جو هو جنهن تي عمل ڪيو ويو. (شاهجهانپوري)

آهن، جيڪي نهايت ڪٽر ۽ متعصب وهابي آهن ۽ مجاهد چورائيندا آهن، جيئن ته سندن نالي مان ظاهر آهي، انهن پنهنجون حياتيون الله جي رستي ۾ جهاد جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيون آهن.

ان سلسلي ۾ مولانا دهلي به ويو ۽ فتح پوري مسجد دهلي جي مولوي سيف الرحمان ۽ عبيدالله سان مشورا ڪيائين.

## مولانا جون 1915ع ۾مهاجر مولوين کي سرحد پار روانو ڪري ڇڏيو

31۔ آزاد علائقي ۾ منصوبي جي پيش قدميءَ مان ظاهر ۾ مولانا (محمود حسن) مطمئن نه هو ۽ چو ته ان جي هدايت تي جون 1915ع ۾ چار سازشي يعني سيف الرحمان، حاجي ترنگ زئي، فضل ربي ۽ فضل محمود ان ڪري سرحد پار موڪليا ويا ته سرحدي قبائلين کي جهاد جي لاءِ ۽ برطانيه جي خلاف جنگ جي لاءِ پڙڪائين. انهن مولوين جيڪو ڪجھه ڪيو اهو هن ڪيس جي تفصيل جو هڪ حصو آهي.

## هندستان کي دارالحرب قرار ڏنو ويو

32۔ ان عرصي ۾ پنجاب ۾ هڪ ٻيو واقعو پيش آيو، جيئن ته ان کان اڳ توجهه ڏياريو ويو آهي ته هندستان ۾ سازشين هڪ ٻيو لائحه عمل هي اختيار ڪيو هو ته، هندستان کي اهڙو ملڪ قرار ڏنو وڃي، جنهن مان سچن مسلمانن کي هجرت ڪري ڪنهن اهڙي ملڪ ۾ هليو وڃڻ گهرجي، جتي مسلمان حاڪم هجن. ڪجهه ته ان سبب ڪري ۽ ڪجهه ان خيال کان ته ترڪن جي سرگرمين سان مدد ڪري سگهن، جيڪي ان وقت برطانيه جي خلاف جنگ ۾ الجهيل هئا.

فيبروري 1915ع ۾ پنجاب جي ڪاليجن جا پندرهن مسلمان شاگرد جيڪي گهڻو ڪري گريجوئيٽ هئا خفيه طريقي سان برطانوي هند مان روانا ٿيا ۽ مجاهدن جي ٽولي ۾ ان ارادي سان شامل ٿي ويا ته سندن علائقي بنير مان ترڪ فوج ۾ شامل ٿيڻ جو رستو ڪڍندا ۽ پنهنجون خدمتون ڪنهن به طريقي سان پيش ڪندا. انهن جي پيروي ڪجهه ٻين شاگردن به ڪئي.

## مهاجر شاگردن جي جماعت جي پنجاب کان سرحد ڏانهن روانگي

33_ انهن روانو ٿيڻ کان اڳ لاهور جي عبدالرحيم، فضل الاهي، ابو محمد احمد، ابوالڪلام آزاد[1] ۽ عبيدالله جهڙن سازشين کان مشورو ورتو هو ته هي واضح آهي ته انهن جي روانگي سازش جي مقصدن جي پورائي جي لاءِ عمل ۾ آئي هئي. انهن مهاجرن مان سڀ کان وڌيڪ اهم اهي ماڻهو آهن، جن جا نالا هن ڪيس ۾ سازشين سان گڏ شامل آهن. عبدالباري بي اي، عبدالحق، عبدالقادر، عبدالمجيد خان (وفات ڪري چڪو آهي)عبدالرشيد، الله نواز خان، خوشي محمد، محمد عبدالله بي اي، محمد حسن بي اي، شاهنواز خان ۽ شجاع الله. سرحد پار ڪرڻ کانپوءِ انهن جي سرگرمين جو تفصيلي احوال اڳتي ايندو.

## مولانا محمود حسن مهاجر ٿي ويو

34_ عوام کي متاثر ڪرڻ جي اعتبار سان هڪ وڌيڪ اهميت جو فيصلو هي هو ته، مولانا محمود حسن هجرت ڪري وڃي. ڇو ته ڪيترائي ماڻهو ان کي اتر هند جو سڀني کان وڌيڪ محترم ۽ برک عالم سمجهندا هئا. هن جي وطن ڇڏڻ سان تحريڪ کي جيڪو مذهبي جواز ۽ تحرڪ حاصل ٿيڻ وارو هو، ان جي قدر ۽ قيمت کي ڄاڻندي حڪيم عبدالرزاق انصاري ۽ ٻين سازشين اصرار ڪري مولانا کي مجبور ڪيو ته هو هندستان مان هجرت ڪرڻ جي ارادي جو اعلان ڪري.

هن فيصلي کي سورت کان رنگون تائين هن جي عقيدتمندن جي وچ ۾ گهٽي کان گهٽو نشر ڪرڻ جي لاءِ قدم کنيا ويا. مولوي محمد مبين ۽ محمد ميان کي مقرر ڪيو ويو ته هو ان فيصلي جو اعلان ڪن ۽ ان مقصد جي لاءِ پئسا گڏ ڪن.

## مولانا ۽ ان جي ساٿين جو اٽل ارادو حجاز ڏانهن

[1] ان ۾ فقط مولانا آزاد ئي هڪ اهڙي شخصيت هو جيڪا هن روانگيءَ جي خلاف ڏسڻ ۾ اچي ٿي. انهن جو خيال هو ته اسان کي ملڪ ۾ رهي ڪري مقصدن جي پورائي لاءِ ڪو به لائحہ عمل اختيار ڪرڻ گهرجي. ملڪ جي ميدان کي ڇڏي ڪري، ٻاهر وڃي ايترو ڪجهه به نه ڪري سگهبو. مولانا آزاد جي هن راءِ جو اظهار سي آءِ ڊي جي سامهون ميان عبدالباري جي بيان ۾ به ٿئي ٿو. مولانا غلام رسول مهر ان حقيقت تان پردو کنيو آهي ۽ خود مولانا جي تحرير به موجود آهي. اڳتي هلي ڪري ان ئي فرياد جي پيراگراف نمبر 36 ۾ سي آءِ ڊي جو اعتراف موجود آهي ته حضرت شيخ الهند، هندستان ڇڏڻ جو فيصلو مولانا آزاد جي راءِ جي خلاف ڪيو هو. (شاهجهانپوري)

35۔ شروعات ۾ مولانا جي سفر جي منزل غيريقيني هئي ته هو سرحدپار وڃي يا حجاز. آخرڪار هي فيصلو ٿيو ته هو حجاز وڃي. ان لاءِ پئسا گڏ ٿيڻ لڳا ۽ سفر جي ساٿين جي چونڊ ٿيڻ لڳي.

حجاز پهچڻ کان پوءِ، انهن کي اتان حڪومت برطانيه جي خلاف جهاد جي مهم جي رهنمائي ڪرڻي هئي. اتان جي ترڪ حاڪمن کان مدد وٺڻي هئي ۽ ضرورت پئي ته قسطنطنيه يا ڪابل وڃڻو هو.

فيصلو هي هو ته ترڪن کي يا ته هندستان جي خلاف پاڻ فوجي چڙهائي ڪرڻ تي راضي ڪري يا ان تي آماده ڪري ته ڪابل جو امير هندستان تي حملو ڪري ته هو امير جي مدد ڪن. مولوي محمد ميان، مولوي مرتضيٰ، مطلوب الرحمان، مولوي عزير گل ۽ حاجي خان محمد ۽ سيد هادي حسن جي سفر جي ساٿيءَ جي حيثيت سان چونڊ ڪئي ويئي.

## حڪيم عبدالرزاق ۽ نورالحسن جون سرگرميون

36۔ مولوي محمد مبين کان سواءِ جن ٻين سازشين سفر جي تيارين ۾ ان جي مدد ڪئي، اهي حڪيم عبدالرزاق انصاري، مولوي حمدالله ۽ سيد نورالحسن آهن. جيئن ته معلوم آهي ته اڳ ۾ مولانا جو رجحان هي هو ته سرحد ڏانهن هليو وڃجي، پر ان هن بنياد تي ائين ڪرڻ کان پاسو ڪيو ته حڪومت کي ان جي جلد خبر پئجي سگهي پئي، جنهن ڪري ديوبند جو مدرسو به حڪومت جي نظر ۾ شڪ وارو ٿي پوندو. مولانا جو هي به خيال هو ته مسلمانن جي ڪنهن سازش جي رهنمائي ڪرڻ جي لاءِ مدينو وڌيڪ بهتر جاءِ آهي. انهن وچڻ جو فيصلو ابوالڪلام آزاد جي مشوري جي خلاف ڪيو. جيڪو هي چاهي پيو ته اهي هندستان ۾ رهن ۽ حڪومت کي مجبور ڪن ته هو انهن جي خلاف قدم کڻي ته جيئن عوام ۾ نفرت جا جذبا پيدا ٿين.

## عبيدالله جي هند مان روانگي

37۔ مولوي عبيدالله، مولوي ابوالڪلام آزاد ۽ مولوي فضل الحسن (حسرت موهاني) جي مشوري کان پوءِ هي فيصلو ڪيو ويو ته هو پاڻ ڪابل وڃي.[1] ته جيئن امير تي اثر وجهي کيس برطانيه کان معاهدو ٽوڙڻ تي آماده

---

[1] مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي ڪابل وڃڻ جو فيصلو ته حضرت شيخ الهند جن ڪري چڪا هئا، پر جيئن ته مولانا سنڌيءَ لکيو آهي ته هو پاڻ وطن جي ڇڏڻ کي پسند نه ڪندو هو، ان ڪري ممڪن آهي ته پاڻ (مولانا سنڌي) مولانا آزاد ۽ حسرت موهانيءَ سان مشورو

ڪري سگهي ۽ سرحدي قبائيلن کي شورش تي تيار ڪري سگهي ۽ حڪومت برطانيہ جي خلاف اهڙي جاءِ تان، جيڪا نسبتاً حفاظت واري جاءِ آهي، ٻين طريقن تي سازشون ڪري سگهن.

ضروري انتظامن ۽ دينپور ۾ مولوي حمدالله چڪواليءَ کي ڪجهہ خاص هدايتون ڏيڻ کان پوءِ، شروع آگسٽ 1915ع ۾ عبيدالله، عبدالله، فتح محمد ۽ محمد علي سان گڏ افغانستان ڏانهن روانو ٿي ويو.

## محمد علي بي اي ۽ شيخ ابراهيم ايم اي جو ڪابل ڏانهن ارادو

38_ هندستان مان روانو ٿيڻ کان ڪجهہ مهينا اڳ عبيدالله، مولوي محمد علي بي اي قصوري ۽ شيخ ابراهيم سنڌي ايم اي آف ڪراچي کي ڪابل موڪلرائي ڇڏيو هو تہ جيئن اتي تدريس (تعليمي) نوڪريون حاصل ڪري وٺن. انهن ڪابل پهچي حبيبيہ ڪاليج ۾ ترتيبوار پرنسپل ۽ پروفيسر جي حيثيت سان جايون حاصل ڪري ورتيون.

## مولانا جي حجاز ڏانهن روانگي

39_ عبيدالله جي روانو ٿيڻ کان ڪجهہ هفتا پوءِ مولانا محمود حسن (18 سيپٽمبر 1915) بمبئي ڏانهن روانو ٿي ويو. مرتضيٰ، محمد ميان، عزير گل، مطلوب الرحمان، خان محمد ۽ ٻيا ماڻهو ان سان گڏ هئا. ان کان اڳ وڃڻ وارو حاجين جو جهاز سيد هادي حسن ۽ حيدرآباد سنڌ جي ڊاڪٽر شاهہ بخش کي جدي ڪٽي وڃي چڪو هو، هي ماڻهو مڪي ۾ پارٽي سان ملي ويا هئا؟

بحري سفر جي دوران مرتضيٰ، مطلوب الرحمان ۽ محمد ميان جي وچ ۾ ۽ مرتضيٰ ۽ عزير گل جي وچ ۾ سفر جي مقصدن جي باري ۾ ۽ سازش جي مقصدن کي اڳتي وڌائڻ جي سلسلي ۾ ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي رهي.

هن جماعت کي شڪ هو تہ جهاز ۾ حڪومت جا جاسوس آهن جيڪي انهن جي نگراني ڪري رهيا آهن، جيئن تہ جدي پهچڻ تي ڪن مسافرن سان جاسوسن جهڙو سلوڪ ڪيو ويو.

## مولانا محمود حسن مڪي ۾

40_ مڪي پهچڻ کان پوءِ مولانا جي پارٽيءَ ۾ هڪ غيرمعمولي ماڻهو

---

ڪيو هجي. (شاهجهانپوري)

شامل ٿي ويو جنهن جو نالو حبيب الله غازي آف ڪاڪوري ضلعي لکنؤ هو. ان شخص جنگ بلقان ۾ ترڪن سان گڏ حصو ورتو هو ۽ هي هندستان مان پيهر ان مقصد سان روانو ٿيو هو ته ترڪي فوج ۾ شامل ٿي ڪري برطانيه جي خلاف وڙهي. حبيب الله جيتوڻيڪ هڪ ملازم جي حيثيت سان هن جماعت ۾ شريڪ هو پر سازش جي تعلق سان ان کي اعتماد ۾ ورتو ويو هو.

مڪي ۾ پهچندي ئي انهن خفيه جلسا شروع ڪري ڏنا. جنهن ۾ جماعت جي منصوبن تي غور ۽ فڪر ڪيو ويندو هو. انهن ۾ خان محمد حصو وٺي نه سگهيو ڇو ته هو سخت بيمار ٿي پيو هو ۽ مڪي پهچندي ئي وفات ڪري ويو. هن جماعت جي مڪي پهچڻ تي سيد هادي حسن به اچي ويو ۽ گڏ ئي رهڻ لڳو. ڊاڪٽر شاهه بخش مولانا سان ملاقات جي لاءِ اڪثر ڪري ايندو رهندو هو.

## مڪي ۾ مولانا محمود حسن جي غالب پاشا سان ملاقات

41ـ مڪي ۾ مولانا جو خاص مقصد هو ترڪ گورنر غالب پاشا سان ملاقات ڪرڻ. مڪي ۾ رهڻ وارن ٻن ماڻهن حيدر حسين تسبيون وڪڻندڙ ۽ مولوي احمد ميان جي مدد سان، جيڪو به سال اڳ مڪي ۾ رهندڙ هو، هي ملاقاتون عمل ۾ آيون. مولانا انهن ملاقاتن جو مڪمل تفصيل سازشين کي ٻڌائي ڇڏيو ۽ ان غالب پاشا کان هڪ دستاويز حاصل ڪيو، جنهن کي سازشي "غالب نامه" چوندا هئا. ان ۾ هر ان شخص کي، جيڪو هي دستاويزس پڙهندو، اطلاع ڪيو ويو هو ته ان دستاويز جي لکڻ واري مولانا سان ملاقات ڪئي آهي ۽ ان کي ان تي پورو اعتماد آهي ۽ هو سڀني مسلمانن کي تلقين پڻ ڪري ٿو ته هو مولانا کي اعتماد وارو سمجهن ۽ خصوصاً ترڪ ان جي امداد ڪن.

## غالب نامه ۽ غالب پاشا جو مشورو

42ـ غالب پاشا مولانا کي مشورو ڏنو هو ته هو هندستان واپس وڃي ۽ پنهنجي تنظيم کي مضبوط ڪري ۽ جيڪڏهن هو ائين نه ڪري سگهي ته پنهنجي ڪن پيروڪارن کي واپس هندستان موڪلي ڇڏي ته جيئن هو ان جو ڪم جاري رکن.

مولانا پاڻ واپس نه اچي سگهيو، پر مطلوب الرحمان کي جلدي واپس

موڪلي ڇڏيو. غالب پاشا مولانا کي چيو هو ته، پنهنجي جماعت جو تعداد وڌايو. انهن کي رازداريءَ جو پابند ڪريو ۽ هندستان لاءِ ڪابل جي اميرکي، ٺيڪ حملي جي وقت، انقلاب جي لاءِ آماده ڪريو ۽ جڏهن ان جنگ کان پوءِ امن جون ڳالهيون شروع ٿين ته سڄي قوم کي حقن جي گهرڻ ۽ انهن جي لاءِ ايجيٽيشن (تحريڪ) هلائڻ جي لاءِ تيار ڪري وٺو.

## مولانا مديني ۾

43_ مڪي کان مولانا مديني ويو. خان محمد کان سواءِ جيڪو وفات ڪري ويو هو ۽ احمد ميان کان سواءِ جيڪو مڪي ۾ ئي رهي پيو هو ۽ مطلوب الرحمان جنهن کي هندستان واپس موڪليو ويو هو. ٻيا سيئي سازشي ان سان گڏ هئا. مديني ۾ انهن کان پوءِ مولانا، مولوي مرتضيٰ ۽ مولوي محمد ميان کي هندستان واپس موڪلي ڇڏيو. غالب نامون، جنهن جو مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي، انهن محمد ميان جي حوالي ڪري ڇڏيو ته جيئن اهو هندستان ۾ خاص ماڻهن کي ڏيکاري ڪري سرحد ڏانهن ڪٽي وڃن. محمد ميان سان گڏ ان جو ياءُ احمد ميان به هندستان واپس اچي ويو.

## انور رَبي ۽ جمال پاشا سان مولانا جي ملاقات

44_ محمد ميان ۽ مرتضيٰ جي روانگي جي وڃڻ کان ڪجهه ڏينهن پوءِ، مديني ۾ مولانا انور پاشا ۽ جمال پاشا سان ملاقاتون ڪيون ۽ انهن جا فرمان (حڪم) حاصل ڪيا.

مسجد نبوي ۾ هڪ اجتماع انور پاشا ۽ جمال پاشا جي صدارت ۾، ترڪ لشڪرن جي ڪاميابيءَ جي دعا جي لاءِ منعقد ڪيو ويو. جنهن ۾ مولوي حسين احمد مدنيءَ جهاد جو خطبو ڏنو.

## طائف ۾ غالب پاشا سان مولانا جي ملاقات ۽ فرمان هندستان ڏانهن موڪلڻ

45_ مديني کان مولانا مڪي ۽ اتان کان طائف پهتو جتي ان غالب پاشا سان وري ملاقات ڪئي ۽ وڌيڪ فرمان حاصل ڪيا. مولانا هي ۽ ٻيا فرمان سيد هادي حسن ۽ ڊاڪٽر شاهه بخش جي حوالي ڪري ڇڏيا ته جيئن انهن کي هندستان ڪٽي وڃن. ان سان گڏ اهي ڪاغذ به روانا ڪيا ويا، جيڪي مولانا شريف مڪي جي باري ۾ گڏ ڪيا هئا. جن مان ظاهر ٿئي پيو

تہ موجوده شريف غاصب آهي ۽ ان لائق نہ آهي تہ ان کي پاڪ جاين ۾ رهڻ ڏنو وڃي.[1]

هي فرمان سيد نورالحسن وٽ پهچائڻا هئا ۽ ٻيا ڪاغذ مولوي ابوالڪلام آزاد کي ڏيڻا هئا. هادي حسن بمبئي مان پنهنجي هڪ واقفڪار حاجيءَ جي ذريعي مولانا کي پيغام روانو ڪيو تہ هي دستاويز پوري حفاظت سان بمبئي پهچي ويا آهن.

شاه بخش کي بمبئي ۾ نہ روڪيو ويو ۽ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ پروگرام طئہ ڪري ان شيخ عبدالرحيم سنڌيءَ سان ملاقات ڪئي ۽ شايد ڪاغذ ان جي حوالي ڪري ڇڏيا، ڇو تہ جڏهن 12 سيپٽمبر تي ان کي گرفتار ڪيو ويو تہ هي ڪاغذ ان وٽ نہ هئا.

محمد ميان جي هندستان واپسي

46۔ هن واقعي جي بيان مان تسلسل کي آخري حد تائين برقرار رکڻ جي لاءِ سولو هيئن ٿيندو تہ هاڻي ان جماعت جي تقدير جو لکيل حال بيان ڪيو وڃي، جيڪا غالب نامي کي هندستان کڻي آيو.

(نوٽ) محمد ميان پنهنجي ريشمي خط تاريخ 9 جولاءِ 1916ع ۾ جيڪو مولانا محمود حسن جي نالي لکيو هو، جهاز مان بمبئي ۾ لهڻ واري وقت کان، خط جي لکت جي تاريخ تائين پنهنجي سيني سرگرمين جو ۽ جن سازشين سان ان وقت تائين ان جي ملاقات ٿي، ان جي سرگرمين جو تفصيل سان احوال بيان ڪيو آهي، ان جو مطالعو ڪرڻ گهرجي.

حاشيي ۾ ان خط جي عبارتن جي صفحن ۽ سٽن جو حوالو ڏنو ويو آهي.

بمبئي پهچڻ کان پوءِ هو ڪسٽم آفيسرن کان غالب نامي کي بچائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو، ڇو تہ ان کي هڪ آئيني جي پٽيان واري حصي ۾ لڪايو ويو.[2] بحري سفر ۾ ٻہ رانديرپهچي ڪري ٻہ مولوي مرتضيٰ محمد ميان کي

---

[1] جيستائين حضرت شيخ الهند جي راءِ جو تعلق آهي تہ سندن راءِ واقعي اها هئي تہ "شريف" غاصب ۽ باغي آهي. پر ان بابت ڪجهہ ڪاغذ حاصل ڪرڻ ۽ انهن کي هندستان روانو ڪرڻ، هي فقط سي آءِ ڊي جو بيان آهي. مولانا حسين احمد مدني ۽ مولانا سيد محمد ميان ان مسئلي تي ڪا ٻہ روشني نہ وڌي آهي. (شاهجهانپوري)

[2] مولانا حسين احمد مدني نقش حيات ۾ لکيو آهي تہ هي ڪاغذ ڪاٺ جي هڪ صندوق جي تختن ۾ جاءِ ناهي لڪايا ويا هئا. مولانا سيد محمد ميان ۽ ٻين بزرگن ٻہ ان بيان جي تصديق ڪئي آهي. سي آءِ ڊي جو هي بيان حقيقت تي ٻڌل نٿو معلوم ٿئي. (شاهجهانپوري)

ٻڌايو تہ هو سازشين جي منصوبي سان متفق نہ آهي ۽ وڏيڪ سرگرمين جي خلاف آهي.

## مرتضيٰ ۽ محمد ميان جو رانڌير ڏانهن سفر

47- بمبئي ۾ مرتضيٰ محمد ميان ۽ احمد ميان کان مولوي ظهور محمد ۽ رانڌير جي مولوي محمد حسين ملاقات ڪئي ۽ کين رانڌير وٺي ويو. رانڌير ۾ ائڊريسون ٻڌايون ويون. پر کو بہ چندو گڏ نہ ڪيو ويو. ارادو هي هو تہ مولوي محمد مبين جيڪو خطيب جي نالي سان مشهور آهي، سو پئسا گڏ ڪرڻ جي لاءِ رانڌير وڃي.

## مرتضيٰ ۽ محمد ميان جي ڀوپال ۾ قاضي محي الدين سان ملاقات

48- رانڌير کان محمد ميان ۽ مرتضيٰ ڀوپال ويا ۽ اتي انهن مولوي محي الدين قاضي، ڀوپال، سان ملاقات ڪئي، جنهن انهن کان انهن سڀني واقعن جي باري ۾ پڇا ڪئي، جيڪي مطلوب الرحمان جي حجاز کان واپسي کان پوءِ پيش آيا هئا ۽ چيو تہ مطلوب الرحمان جيڪو ڪجھ ڄاڻيندو هو، اهو سڀ کين ٻڌائي چڪو آهي.

محمد ميان قاضي سان جيڪي ملاقاتون ڪيون، انهن ۾ مرتضيٰ موجود نہ هو. ان دوري جي ڪجھ عرصي کان پوءِ مولوي مرتضيٰ کي ڀوپال جي قاضيءَ جو عهدو پيش ڪيو ويو، ڇو تہ محي الدين کي هڪ سال جي موڪل وٺڻ جو ارادو هو. محمد ميان ڀوپال کان اتر هند پهتو ۽ سازش جي ٻين سرگرم ميمبرن حمدالله ۽ محمد مبين سان ملاقاتون ڪيون. انهن جي وچ ۾ خفيہ مشهور ٿيا، جنهن ۾ ظهور بہ شريڪ ٿيو.

## مولانا جي غيرحاضريءَ ۾ هندستان ۾ ڪم

49- ياد هجي تہ مولانا (محمود حسن) ديوبند کان روانو ٿيڻ کان اڳ، هندستان ۾ ڪم جاري رکڻ جي لاءِ هدايتون ڏئي ڇڏيون هيون. مولوي حمدالله کي پنهنجو نمائندو ۽ عرب هند ۽ اتر اولھ سرحد پار ۾ سازش جي موجود ميمبرن جي وچ ۾ رابطي جو ذريعو مقرر ڪري ڇڏيو هو. انهن هدايتن جي پابنديءَ ۾ حمدالله، ظهور محمد ۽ محمد مبين وقت بہ وقت ملاقاتون ڪندا رهندا هئا تہ جيئن هندستان ۾ ڪم جي تفصيل کي منظم ڪن.

## خزانچي، پوسٽ ورهائڻ واري ۽ مئنيجر جي حيثيت سان حمدالله

## جون سرگرميون

50_ حمدالله سرحد پار سازشين سان خط و ڪتابت ڪندو رهندو هو. حمدالله وٽ سازش جا پئسا جمع هئا. مولانا انتظام ڪري ويو هو تہ جيڪي سازشي ان سان گڏ وڃي رهيا هئا، انهن مان جن کي بہ ضرورت هجي، انهن جي گهروارن کي ان فنڊ مان پئسا ڏنا وڃن. سرحد پار جي مولوين کي بہ ان مان پئسا موڪليا وڃن.

تنهن ڪري حمدالله مولوي محمد حنيف کي پئسا ڏيندو رهندو هو. هو مولوي سيف الرحمان، مولوي فضل ربي ۽ حاجي ترنگ زئي کي بہ پئسا موڪليندو رهندو هو. ظهور محمد پئسا گڏ ڪندو رهندو هو ۽ ويھ رپيا مهينو محمد ميان جي گهروارن کي ڏيندو رهندو هو.

## حڪيم عبدالرزاق مولانا جي گهروارن جي سارسنڀال ڪندو هو.

51_ مولانا (محمود حسن) جي گهروارن جي خبرچار حڪيم عبدالرزاق انصاري ڪندو رهندو هو. مختلف خرچ پورا ڪندو هو. وڏيڪ بہ هزار ڇهہ سؤ رپيا گهر جي واڌاري لاءِ بہ ڏنا هئائين. ان هڪ قاصد مولوي محمد مسعود کي بہ هڪ هزار چار سؤ رپيا ڏئي ڪري مولانا ڏانهن مڪي موڪليو هو. قاضي محي الدين وڏيڪ هڪ سؤ رپيا ڏنا هئا.

مولانا جو ديوبند کان روانو ٿيڻ کان اڳ رامپور متهياران جي مولوي احمد ان کي ٽي سؤ رپيا ڏنا هئا تہ هو جنهن ڪم ۾ چاهي انهن کي خرچ ڪري، مولانا چيو تہ ان جي وڃڻ کان پوءِ هي پئسا حمدالله کي ڏئي ڇڏيو بعد ۾ جڏهن حمدالله کي پئسن جي ضرورت پئي تڏهن ان مولوي احمد کان پئسا گهريا، پر مولوي احمد ڊڄي ويو تہ ڪٿي سازش ۾ نہ ملوث ٿي وڃي ۽ ان پئسا ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

## محمد ميان جي فضل حسن ۽ ابوالڪلام آزاد سان ملاقات

52_ محمد ميان گهٽ ۾ گهٽ بہ دفعا مولوي فضل الحسن (حسرت موهاني) سان عليگڙهہ ۾ ملاقات ڪئي ۽ وري ڪلڪتي وڃي ڪري مولوي ابوالڪلام آزاد سان مليو. ان وقت ابوالڪلام پنهنجو سامان ٻڌڻ ۾ مشغول هو تہ جيئن رانچي وڃي سگهي، ڇو تہ حڪومت جي حڪم سان ان کي

رانچي ۾ نظربند پئي ڪيو ويو.[1] جڏهن محمد ميان فرنٽيئر وڃي رهيو هو ته ان سهارنپور جي اسٽيشن تي، جنهن وقت ظهور ۽ مبين سان گڏ هو. ٻڌو ته فضل حسين کي عليڳڙهه ۾ گرفتار ڪيو ويو آهي. اهڙي طرح ان کي خبر پئجي ويئي ته اهي ٻئي ماڻهو ڪم جاري رکڻ جي قابل نه رهيا.

## محمد ميان غالب نامي سان گڏ سفر ڪري ٿو

53_ مولوي محمد ميان سرحد ڏانهن ويندي لاهور ۾ مولوي احمد چڪوالي سان مليو. ان اميد ۾ ڪجهه ڪلاڪ ان سان گڏ رهيو ته مولوي احمد علي سان ملاقات ٿي وڃي، جنهن جي باري ۾ ان ٻڌو هو ته خانپور ويل آهي. ان کان پوءِ اپريل 1916ع جي آخر ۾ ان سرحد پار ڪري ورتي ۽ پنهنجي بيان جي مطابق غالب نامه قبائلين کي ڏيکاري ورتو.

## پنجابي مهاجر پارٽي

54_ هاڻي جيئن ته اسان جي دلچسپيءَ جو منظر سرحدپار منتقل ٿي ويو آهي، ته سنو ٿيندو ته مولوي محمد ميان جي ڪابل پهچڻ تائين اتي سازشين جيڪو ڪجهه ڪيو، ان کي بيان ڪيو وڃي.

پنجابي مهاجرن جي پارٽي، جيڪا فيبروري 1915ع ۾ هندستان مان روانو ٿي هئي، سرحد تائين مولوي فضل الاهي ان جي مدد ڪئي. هن خوشي محمد جي به مدد ڪئي جيڪو ان پارٽي ۾ هو پر پوئتي رهجي ويو هو.

هندستان مان روانو ٿيڻ کان اڳ انهن سيني ماڻهن پنهنجا نالا مٽائي ڇڏيا هئا. انهن سرحدپار ڪئي ۽ "اسمس" ۾ مجاهدن وٽ رهيا. جڏهن هي ماڻهو "اسمس" ۾ هئا ته هڪ برطانوي عملدار عجب خان "دربند" ويو ۽ ملاقات طئه ڪري شاگردن جي پارٽي جي نمائندن جي طور تي عبدالباري ۽ شجاع الله سان ملاقات ڪئي، انهن کي معافي ڏيارڻ جو وعدو ڪيو ۽ هندستان موٽڻ تي اصرار ڪيو پر ان ڳالهه کان انهن انڪار ڪري ڇڏيو.

ان ئي وقت ۾ لاهور جي چينيان والي مسجد جو مولوي عبدالرحيم انهن

---

[1] مولانا ابوالڪلام آزاد کي 3 مارچ 1916ع تي ڪلڪتي مان نڪري وڃڻ جو حڪم مليو هو. ان ڪري سمجهڻ گهرجي ته مولوي محمد ميان ان سان انهن ئي ڏينهن ۾ ملاقات ڪئي هوندي. مولوي محمد ميان پنهنجي خط ۾ لکيو آهي ته "حسرت ۽ آزاد سان مليس ٻئي بيڪار ٿي چڪا آهن." (شاهجهانپوري)

سان اچي مليو. ان کان پوءِ هڪ شخص ڪالا سنگهه، جيڪو سک هو ۽ هندستان مان وطن ڇڏڻ کان پوءِ ٻيهر هندستان واپس اچي ويو هو ۽ لاهور سازش ڪيس ۾ گهربل هو. اهو اچي ساڻن مليو. جڏهن پنجاب مهاجر ”اسمس“ ۾ رهيل هئا ته انهن کي مجاهدن جي سرگرمين جي باري ۾ گهٽي ڪجهه خبر پيئي، اتان انهن ڪابل جو رستو ورتو. ڪابل ۾ هي ماڻهو ڪيترن ئي مهينن تائين حراست ۾ رهيا ۽ ڪجهه به نه ڪري سگهيا.

## قبائلين ۾ شورش پکيڙي ويئي

55_ ان عرصي ۾ 1915ع ۾ حاجي صاحب ترنگ زئي ۽ مولوي فضل ربي، فضل محمود ۽ عبدالعزيز، سيف الرحمان سرحدپار ڪافي سرگرم رهيا. انهن کي مولانا (محمود حسن) شورش (ڏسو پيرا نمبر 31) پکيڙڻ جي لاءِ موڪليو هو. تنهن ڪري برطانيه جي خلاف جنگ ۾ ڪيترن ئي قبائلين حصو ورتو.

مولانا هندستان مان روانو ٿيڻ کان اڳ مولوي عزيز گل کي مولوين جي لاءِ پيغام ۽ پئسا ڏئي ڪري روانو ڪيو هو. وچڻ وقت به ان مولوي احمد چڪواليءَ کي ان مقصد جي لاءِ ٻيهر موڪليو هو.

مولانا جي هندستان مان روانو ٿيڻ کان فوراً اڳ ان مجاهدن جي هڪ قاصد سان ملاقات ڪئي هئي، جيڪو مجاهدن جي لاءِ ست هزار رپيا کڻي ڪري پنهنجي ملڪ ڏانهن وڃي رهيو هو. هو ابوالڪلام وٽان مولانا جي لاءِ هڪ پيغام کڻي آيو هو.

مولوي ماڻهو ۽ مجاهد حمدالله سان ۽ ابوالڪلام آزاد سان رابطو قائم رکندا هئا ۽ ابوالڪلام جي طرف کان به ۽ ٻين ذريعن سان به مجاهدن کي وقت به وقت پئسا پهچندا رهندا هئا.

## صدرالدين مجاهدن ۾

56_ جنگ جي تعلق سان جيڪا سرحدپار جاري هئي، سيپٽمبر 1915ع ۾ عبدالڪريم برلاسي عرف صدرالدين نالي (هڪ ڊاڪٽر) کي ابوالڪلام آزاد سازش ۾ شامل ڪري ڇڏيو ۽ ان کي هندستان مان مجاهدن جي طبي امداد (زخمين جي علاج) جي لاءِ روانو ڪري ڇڏيو. ڪجهه عرصي تائين ان اهي خدمتون سرانجام ڏنيون، جيڪي ان جي حوالي ڪيون ويون هيون. پوءِ

هو ڪابل ۾ ٻين سازشين سان وچي مليو. جون يا جولاءِ 1916ع ۾ هو هندستان واپس اچي ويو.

آڪٽوبر 1915ع ۾ لاهور جو مولوي عبدالرحيم ڪابل ويو. جتان هو سردار نصرالله خان جا مجاهدن جي لاءِ ڏنل پئسا ۽ هٿيار گڏ ڪٺي ويو.

## دشمن جو وفد ڪابل ۾

57_ اولهه يورپ ڪان دشمنن جو هڪ وفد 1915ع ۾ افغانستان پهتو جنهن جا ميمبر ڪنور مهندر پرتاب آف بندرابن يوپي ۽ مولوي برڪت الله آف ڀوپال هئا.[1] انهن وٽ قيصر جرمني (جرمني جي بادشاهه) ۽ ترڪيءَ جي سلطان جا خط هئا. امير ڪي غير جانبداري ختم ڪرڻ تي پڙڪائڻ انهن جو مقصد هو. محمد ميان ۽ عبيدالله ريشمي خطن ۾ ان وفد جي سرگرمين جو تفصيل بيان ڪيو آهي. ڪنور مهندر پرتاب سراج الاخبار جي ايڊيٽر ڪي هڪ خط لکيو هو جيڪو جولاءِ 1916ع ۾ هن اخبار ۾ شايع ٿيو.

## ڪابل ۾ سازشين جا منصوبا

58_ آگسٽ 1915ع ۾ مولوي عبيدالله جي ڪابل پهچڻ ڪان پوءِ، ڪابل ۾ موجود مختلف سازشين گڏيل مقصد جي لاءِ گڏجي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو.

## عبيدالله، محمد علي سنڌي سان گڏ محمد علي پرنسپل حبيبه ڪاليج وٽ.

پنجابي مهاجر شاگردن جو ليڊر عبدالمجيد خان ڪابل ۾ وفات ڪري ويو هو. عبدالباري ان جو جانشين مقرر ٿيو هو. عبيدالله، عبدالباريءَ کي هندستان مان پنهنجي روانگي جي مقصد ۽ سازش جي مقصدن ڪان آگاهه ڪيو. سول اسپتال ڪابل ۾ خفيه مشورا ٿيندا رهندا هئا. جن ۾ عبدالباري، مولوي عبدالرحيم، مولوي عبيدالله، مولوي برڪت الله ۽ ڪنور مهندرپرتاب ۽ دشمن مشن جا ٻيا ميمبر عام طرح شامل ٿيندا رهندا هئا.

---

[1] ان وفد ۾ جرمني، ترڪي ۽ آسٽريا جا نمائندا بہ شامل هئا. تفصيل جي لاءِ ڏسو ڪيس جو پئراگراف نمبر 3 جو هڪ حاشيو. (شاهجهانپوري)

## عبدالله جي ذريعي هندستان ڏانهن خطن جي روانگي

59ـ فيبروري 1916ع ۾ مولوي عبدالله ۽ فتح محمد سنڌيءَ کي عبيدالله ۽ مهندر پرتاب پئسا، خط ۽ پيغام ڏئي ڪري هندستان روانو ڪيو. جيڪي شيخ عبدالرحيم سنڌي ۽ احمد علي لاهوري جي ذريعي پهچائڻا هئا.

انهن ڪاغذن ۾ شيخ عبدالرحيم سنڌي، احمد علي ۽ فضل حسن جي نالي خط هئا، جنهن ۾ انهن کي ڪابل اچڻ جو چيو ويو هو. هڪ خط بندرابن ۾ مهندرپرتاب جي ڪنهن دوست جو هو. هڪ خط حمدالله جي نالي هو، جنهن ۾ چيو ويو هو تہ هو مولانا محمود حسن جو جانشين هوندو.

هڪ خط ڪن تصويرن جي باري ۾ مولوي احمد چڪوالي جي نالي هو. فارسي زبان جو هڪ خط مولوي برڪت الله جي طرفان ابوالڪلام آزاد، فضل الحسن ۽ ڊاڪٽر (مختار احمد) انصاريءَ جي نالي هو، جنهن ۾ ان پنهنجا تجربا ۽ مقصد بيان ڪيا هئا.

ڪجهہ اهڙن ٻين ماڻهن جي نالي بہ خط هئا، جن کي سازشين جي فهرست ۾ شامل نہ ڪيو ويو آهي.

شيخ الاسلام جي جاري ڪيل جهاد جي فتويٰ جا چار فوٽو بہ هئا، جيڪي حمدالله، فضل الحسن ابوالڪلام آزاد کي ڏيڻا هئا.

شيخ ابراهيم ايم اي ۽ محمد علي بي اي جون تصويرون بہ هيون، جنهن جون وڏيڪ ڪاپيون مولوي احمد چڪوالي کي نهرائڻيون هيون تہ جيئن انهن جي پٺيءَ تي مولوي ظفرعلي خان ۽ ڊاڪٽر انصاريءَ کان انورپاشا جي نالي سان هن ڳالهہ جي تصديق ڪرائي سگهجي تہ هي ماڻهو قابل اعتماد آهن.

## هندستان ۾ احمدعلي جا ڪنيل قدم:

60 جيڪي خط شيخ عبدالرحيم ۽ احمدعلي جي ذريعي پهچائڻا هئا، سي عبدالله انهن جي حوالي ڪري ڇڏيا هئا. عبدالله احمدعلي کي ڪابل جا واقعا بہ مڪمل طور تي ٻڌائي ڇڏيا هئا.

اسان کي هن ڳالهہ جي يقيني خبر نہ آهي تہ، شيخ عبدالرحيم کي جيڪي خط حوالي ڪيا ويا هئا، اهي جنهن جي نالي خط هئا انهن کي پهچايا ويا يا نہ؟

خط احمد علي جي حوالي ڪيا ويا هئا. احمد علي لاهور ۾ خط ۽ فوٽو

مولوي احمد جي حوالي ڪري ڇڏيا هئا ۽ ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ ان ڪان فوٽوگراف واپس وٺي ڇڏيا ويا هئا. انهن فوٽن جي پنيان ڪا به تصديق نه ڪرائي وئي.

## ڪاغذ فضل الحسن جي حوالي

61_ احمد علي فضل الحسن کي به خط، جيڪي ان جي حوالي هئا، فتوي جو هڪ فوٽو ۽ لکنؤ جي هڪ مولوي عبدالباريءَ جي لاءِ هڪ خط ڏنو. جنهن وٽ مختصر رهڻ جي لاءِ فضل الحسن روانو ٿي رهيو هو.

فضل الحسن ڪابل وڃڻ جو ارادو ظاهر ڪيو. برڪت الله جو خط ۽ فتوي جو فوٽو پيڪم پور ضلع علي ڳڙهه جي مولوي حبيب الرحمان (شيرواني) 31 مارچ 1916ع تي فضل الحسن وٽ ڏنو هو. فضل الحسن ان جي سامهون ڪابل وڃڻ جو ارادو ظاهر ڪيو هو.

## فتوي ۽ پيغام ابوالڪلام ڏانهن موڪليو ويو

62_ محي الدين قصوري جي ذريعي، احمد علي فتوي جو فوٽو ان پيغام سان گڏ ابوالڪلام آزاد ڏانهن موڪليو ته، انهن کي ڪابل هليو وڃڻ گهرجي. ان جي جواب ۾ ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ محي الدين جي ذريعي احمد علي کي ابوالڪلام جو پيغام مليو ته هو ڪابل وڃڻ لاءِ تيار آهي. تنهن تي احمد علي لاهور ۽ خانپور ويو ۽ مولوي احمد وغيره سان مشوري ڪان پوءِ طئه ڪيو ته شيخ عبدالرحيم سنڌي، ابوالڪلام جي ڪابل ڏانهن سفر جو انتظام ڪري.

## سرحدي جنگ ۾ سازشين حصو ورتو

63_ 1916ع جي شروعات ۾ مولوي عبدالرحيم، جيڪو ڪابل واپس اچي چڪو هو سو هٿيار ۽ پئسا ڪٺي تيزيءَ سان سرحدپار جي قبيلن ۾ پهتو ۽ برطانيه جي خلاف جنگ ۾ شرڪت ڪان پوءِ، جنهن ۾ ڪالا سنگهه به حصو روتو هو جون 1916ع ۾ هو ان سان گڏ ڪابل واپس ٿيو. هيءَ جنگ مجاهدن ۽ بنير، سوات ۽ مهمند قبيلن وڙهي هئي. حاجي ترنگ زئي مهمند قبائلين جو سردار هو.

## جنورد ربانيه ۽ حڪومت موقته هند

64ـ انهن مهينن ۾ عبيدالله ۽ مهندر پرتاب ڪابل ۾ موجود ٻين سازشين جي مدد سان هندستان جي آزاديءَ جي لاءِ هڪ اسڪيم تيار ڪئي هئي، جنهن ڪي جنود ربانيہ جو نالو ڏنو ويو هو. تقريباً سڀني سازشين کي هن فوج ۾ عهدا ڏنا ويا هئا ۽ هندستان جي عارضي حڪومت بہ ٺاهي ويئي هئي. هي اسڪيمون حضرت مولانا جي نالي عبيدالله جي ريشمي خط ۾ پوريءَ طرح بيان ڪيون ويون آهن ۽ محمد ميان بہ پنهنجي خط ۾ انهن جو حوالو ڏنو آهي. حڪومت موقتہ جيڪي ڪم پنهنجي ذمي ڪنيا هئا، انهن ۾ غيرملڪي طاقتن سان خط و ڪتابت ڪرڻ بہ شامل هو. تنهن ڪري سفارتون ترتيب ڏنيون ويون. محمد ميان (پنهنجي خط ۾) اهميت سان ٻڌايو تہ هن خاص ڪم ۾ شاگردن ڪهڙو حصو ورتو.

## روسي ترڪستان ڏانهن مشن جي روانگي

اپريل 1916ع ۾ خوشي محمد ۽ ڊاڪٽر مٿرا سنگهہ کي، جنهن کي ويجهڙائي ۾ لاهور سازش مقدمي ۾ موت جي سزا جو حڪم ٻڌايو ويو آهي، تنهن کي عبيدالله، مهندر پرتاب، برڪت الله، سردار نصرالله خان ۽ حاجي عبدالرزاق هدايت ڪئي ۽ پئسا ۽ دستاويز مهيا ڪيا ۽ روسي ترڪستان ۾ تاشقند ۽ سمرقند ۾ روسي آفيسرن ڏانهن روانو ڪيو.[1] هي ٻئي شخص ويا ۽ سلامتيءَ سان واپس آيا. روس جي حڪومت برطانيہ کي اطلاع ڏئي ڇڏيو تہ هڪ اهڙو وفد آيو ۽ هن وفد جيڪي ڪاغذ آندا هئا، اهي بہ موڪلي ڇڏيا. هي ڪاغذ شايد حڪومت هند وٽ آهن.

## ترڪي ۽ جرمني ڏانهن مشن

66ـ مئي 1916ع ۾ عبدالباري ۽ شجاع الله جو مولوي عبيدالله قسطنطنيہ ۽ برلن کي سفارتون موڪلڻ جي لاءِ چونڊ ڪئي. عبيدالله، برڪت الله ۽

[1] هيءَ سفارت زار روس جي لاءِ حڪومت موقتہ جو پيغام کڻي ويئي هئي. زار جي نالي پيغام سون جي پليٽ تي لکيل هو. پر تاشقند تائين پهتي هئي تہ اتي جي روسي عملدارن هي پيغام انهن کان زار تائين پهچائي ڇڏڻ جي لاءِ وٺي ڇڏيو هو. سفارتي وفد افغانستان واپس موٽي ويو. روسي حڪومت هي ڪاغذ هندستان جي برطانوي حڪومت جي حوالي ڪري ڇڏيا هئا. (شاهجهانپوري)

مهندر پرتاب جي موجودگي ۾ انهن کي پئسا ۽ ڪاغذ ڏنا ويا. هي ماڻهو پنهنجي سفر تي روانا ٿيا. پر بعد ۾ روسين انهن کي ايران ۾ گرفتار ڪري ورتو ۽ حراست ۾ هندستان موڪلي ڇڏيو.

ايتري عرصي ۾ مولوي فضل محمود. فضل ربي، عبدالعزيز ۽ سيف الرحمان موقعي ملڻ تي ڪابل ويندا ۽ عبيدالله سان گڏ رهندا هئا. ان جي گهر ۾ هي ماڻهو مشورا ڪندا رهندا هئا.

## آزاد علائقي مان باغيانہ لٽريچر جي اسڪيم

67_ جولاءِ 1916ع ۾ مولوي عبدالرحيم ڪابل کان محمد حسين، عبدالرشيد، شاهنواز، محمد علي سنڌي ۽ هڪ ٻئي مهاجر سان گڏ آزاد علائقي ڏانهن روانا ٿيا تہ جيئن اتي باغيانہ لٽريچر ڇاپڻ جي لاءِ هڪ پريس قائم ڪن. ان ڪم ۾ انهن جي حمايت شيخ ابراهيم ۽ محمد علي بي اي ڪئي، جنهن کي پرنس عنايت الله، حبيبه ڪاليج مان هٽائي ڇڏيو هو. هي ٻئي برطانيہ جا سخت مخالف هئا. خفيہ طريقي سان قتل ڪرڻ جي منصوبي جي حمايت ڪندا هئا.

## برطانيہ جي خلاف جنگ ڇيڙڻ جي لاءِ قبائلين ڏانهن خط

68_ مولوي عبدالرحيم پاڻ سان گڏ قبائلين جي لاءِ چار پنج هزار گوليون ۽ آزاد علائقي جي سيني ملن ۽ خانن جي لاءِ خط ڪٺي ويو هو جن ۾ انهن سيني کي گڏ ٿي ڪري حڪومت برطانيہ جي خلاف گڏيل جنگ ڪرڻ جي هدايت ڪئي ويئي هئي.

مولوي فضل محمود ان پارٽي جو ٻيو ميمبر هو. جيڪو انهن مان هڪ خط حاجي ترنگ زئي جي لاءِ ڪٺي ويو هو.

## محمد علي ۽ عبدالحق کي خط ڏئي هندستان موڪليو ويو

69_ ان وقت مولوي عبدالرحيم جي پارٽيءَ سان گڏ مولوي عبيدالله ٻن قاصدن (پنهنجي ڀائيٽي محمد علي ۽ شيخ عبدالحق) کي بہ هندستان روانو ڪيو ۽ خط هنن ٻنهي جي حوالي ڪيائين. هي ٻئي قاصد چمرقند ۾ عبدالرحيم جي پارٽيءَ کان فضل محمود جي رفاقت ۾ جدا ٿي ويا. اهي پشاور پهچي ڪري محمد اسلم عطار وٽ رهيا ۽ ان کي ڪجهه پيغام ڏنائون ۽ ٻئي

ڏينهن پنجاب ڏانهن روانا ٿي ويا.

محمد علي، احمد چڪواليءَ سان ملاقات جي لاءِ لاهور ويو ۽ اتي هن جي ملاقات احمد عليءَ سان ٿي، جنهن کان هڪ ڏينهن پوءِ هو دهلي هليو ويو. محمد علي وٽ بندرابن جي ڪنهن شخص جي نالي هڪ خط هو جنهن جو تعلق هڪ اسڪول سان هو. جنهن جي ذميواري ڪنور مهندر پرتاب سنڀاليندو هو ۽ جنهن جي لاءِ پئسن جو انتظام ڪرڻ جو چيو ويو هو.

محمد علي مهندر پرتاب جي لاءِ سون ڪٽي واپس ٿيو

70ـ محمد علي بندرابن پهتو. ٽن ڏينهن کان پوءِ مهندر پرتاب جي لاءِ سون جا ٽي ٽڪرا، ماليت هڪ هزار رپيا ۽ پنهنجي خرچ جي لاءِ ٻه سؤ رپين جون اشرفيون ڪٽي ڪري واپس آيو. محمد علي واپسيءَ کان اڳ پاڻي پت ۾ حمدالله سان ٻه ملاقات ڪئي ته جيئن محمد ميان جي گهر وارن جي خيريت معلوم ڪري سگهي. هندستان مان روانو ٿيڻ کان اڳ محمد علي مولوي احمد چڪواليءَ کي لاهور ۾ خط لکيو

## عبدالحق ۽ ريشمي خط

71ـ پر عبدالحق کي، جنهن جو ڪم گهٽو اهم هو ٻين حالتن سان منهن ڏيڻو پيو. هن وٽ ٽي نهايت خاص خط هئا، جيڪي ريشمي ڪپڙي تي لکيل هئا ۽ شيخ عبدالرحيم سنڌيءَ کي پهچائڻا هئا. ان وٽ ٻيا خط ٻه هئا، جيڪي شيخ عبدالرحيم سنڌ ۾ پهچائڻ لاءِ ڏنا هئا. هن اهي گهٽ اهميت وارا خط، مولوي عبدالحق کي ڏئي ڇڏيا هئا، پر ٻيا خط پاڻ وٽ رکيا هئا، هي ڪم ڪرڻ کان پوءِ عبدالحق پنهنجي پراڻي مربي خانبهادر ربنواز خان سان ملڻ ويو. جيڪو شاهنواز ۽ الله نواز جو پيءُ آهي. ان شخص هن تي ايترو اثر وڌو جو ان کي ريشمي خط ڏيکارڻ تي آماده ڪري ورتائين. هن هي خط پنهنجي قبضي ۾ ڪري ڇڏيا ۽ انهن کي ۽ عبدالحق کي فوراً ڪمشنر ملتان ڊويزن جي سامهون پيش ڪري ڇڏيو.

هي هٿ اکري خط مولوي عبيدالله ۽ مولوي محمد ميان پنهنجي جنرل مولانا محمود حسن ڏانهن لکيا آهن، جيڪي ان کي مديني ۾ شيخ عبدالرحيم سنڌيءَ جي ذريعي موڪلڻا هئا.

## هندستاني حاڪمن کي اڳ ۾ ئي اطلاع هو

72ـ انهن خطن جي هندستاني حاڪمن جي هٿن ۾ پهچڻ کان گهٽو

اڳ انهن کي عبيدالله جي انقلابي نوعيت جي سرگرمين جي ۽ مولانا محمود حسن جي هندستان کان هن مقصد جي لاءِ روانگي جي چاڻ هئي ته هو حجاز مان حڪومت برطانيه جي خلاف مخالفت ۽ غداري پکيڙي.

درحقيقت سيپٽمبر 1915ع ۾ به مولانا کي به (جڏهن هو عرب ڏانهن وڃڻ جي لاءِ سامونڊي سفر ڪري رهيو هو) روڪڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي هئي، پر هي هدايتون ان وقت عدن پهتيون، جڏهن ته جهاز ان بندرگاهه کان گذري چڪو هو.

## عبدالحق سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيو

73۔ريشمي خطن ۾ جيڪي تفصيل ڏنا ويا هئا، اهي انهن اطلاعن تي بلڪل پورا لٿا، جيڪي سي آءِ ڊي جي ڊائريڪٽر کي مليا هئا.[1] پوءِ قاصد عبدالحق کي آماده ڪيو ويو ته هو سازش سان پنهنجي تعلق جي باري ۾ مڪمل بيان ڏئي ۽ سازش جي باري ۾ جيڪي ڳالهيون کيس معلوم آهن، سيئي بيان ڪري.

## احمد علي، ابو محمد احمد ۽ عبدالله جا بيان

74۔ ان عرصي ۾ ڪن جاين تي ڊفينس آف انڊيا ايڪٽ جي تحت تلاشيون ورتيون ويون ۽ گرفتاريون عمل ۾ آيون. گرفتار ٿيلن کان پڇاڳاڇا ڪئي ويئي ۽ مولوي احمد علي، عبدالله ۽ ابومحمد احمد عرف احمد چڪواليءَ پوليس جي سامهون بناوقفي بيان ڏئي ڇڏيا، جن مان هو پاڻ به ڏوهي پئي ٿيا ۽ سازش جي وڏيڪ تفصيلن جو انڪشاف پئي ٿيو.[2]

---

[1] هيستائين سي آءِ ڊي جي رپورٽن مان جيڪو ڪجهه سامهون آيو آهي اهو هي آهي ته ان کي ڪابل ۾ مولانا عبيدالله سنڌي ۽ حجاز ۾ حضرت شيخ الهند رحه جي سرگرمين جي باري ۾ ڪجهه به معلوم نه هو. ان کي جيڪو ڪجهه معلوم ٿيو، اهو عبدالحق کان يا عبدالباري کان معلوم ٿيو هو. (شاهجهانپوري)

[2] عبدالحق سڀ کان پهريان پوليس جي هٿن ۾ پيو. سيپٽمبر 1916ع ۾ هو سي آءِ ڊي کي تحريڪ جي باري ۾ گهٽي کان گهٽو جيڪو ڪجهه ٻڌائي سگهي پيو، ان ٻڌائي ڇڏيو. ان جي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ عبدالباري ۽ شجاع الله روسين جي هٿان گرفتار ٿي ڪري برطانوي حڪومت هند جي حوالي ڪيا ويا. عبدالباريءَ بغير ڪنهن ذهني تحفظ جي بيان ڏنو ۽ جيڪو ڪجهه ان جي علم ۽ مشاهدي ۾ آيو هو چٽيءَ طرح بيان ڪري ڇڏيو. انهن بزرگن جي بيانن مان هندستان ۾ تحريڪ جي ميمبرن بابت سي آءِ ڊي کي خبر پئي ۽ مولانا احمد علي، مولانا ابو محمد احمد ۽ مولانا عبدالله گرفتار ڪيا ويا. انهن ماڻهن جو

## يوپي ۾ سازشين ۽ گواهن کان پڇاڳاڇا

75ـ ڇو تہ هي سازش ديوبند مان شروع ٿي هئي، تنهن ڪري جانچ پڙتال جي ذميواري جو ٻوجهہ يوپي سي آءِ ڊي تي هو. تنهن ڪري يوپي ۾ سازشين ۽ گواهن جي وڏي تعداد کان پڇاڳاڇا ڪئي ويئي ۽ انهن جا بيان ورتا ويا، جنهن ۾ سازشين مان مولوي مرتضيٰ، هادي حسن، محمد مبين ۽ مسعود جا بيان ۽ گواهن ۾ مظهرالدين ۽ محمد جليل جا بيان وڏيڪ اهميت جوڳا آهن.

اسان جي دلچسپيءَ جا ٻيا بيان يوپي جي ماڻهن مان مطلوب الرحمان، محمد مسعود، قاضي محي الدين، ظهور محمد، انيس احمد ۽ محمد سهول جا ۽ پنجاب جي ماڻهن مان حمدالله، عبدالباري ۽ شجاع الله جا بيان آهن.[1]

انهن تلاشين مان ڪيس جي سلسلي ۾ اهميت واري ڪا بہ ڳالهہ معلوم نہ ٿي. اپريل 1916ع ۾ فضل الحسن وٽان تلاشي ورتي ويئي، جنهن مان ڪجهہ اهڙا خط مليا، جن مان هن ڳالهہ جي تائيد ٿئي ٿي تہ هو ڪابل ۾ سازشين سان وچي شامل ٿيڻ چاهي پيو.

## مولانا (محمود حسن) ۽ ان جي پارٽيءَ کي حجاز مان ٻاهر ڪڍڻ ۽

---

تحريڪ سان خاص تعلق هو پر هي جيئن تہ حضرت شيخ الهند ۽ مولانا سنڌيءَ جا تربيت يافتہ هئا. ان ڪري سي آءِ ڊي انهن کا ڪا خاص معلومات حاصل ڪري نہ سگهي. سي آءِ ڊي پاڻ مڃيو آهي ”عبيدالله جو بيان اسان کي گهڻو اڳتي نٿو وٺي وڃي، ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ سازش گهڻي ڪمزور هئي.“ اها ئي خوبي مولانا احمد علي ۽ مولانا ابو محمد احمد جي بيانن جي هئي. (شاهجهانپوري)

[1] هي بيان ان وقت ڏنا ويا، جڏهن تہ تحريڪ ڪيترائي مهينا اڳ ختم ٿي چڪي هئي. ”شريف“ ترڪن سان بغاوت ڪري انگريزن جو رانديڪو ٿي چڪو هو. جيئن تہ حضرت شيخ الهند کي گرفتار ڪري چڪا هئا. تحريڪ ختم ٿيڻ کان پوءِ هي بيان ماضيءَ جا داستان هئا. ماضيءَ جو داستان سچو بہ بيان ڪري سگهجي پيو پر پوءِ بہ سچو داستان (عبدالباريءَ کان سواءِ) ڪنهن بہ بيان نہ ڪيو. پر آڏي پڇا ۾ پوليس ڪجهہ اهڙا جملا چورائي ورتا، جيڪي ان جي لاءِ فائديمند ٿيا ۽ جيئن تہ اڳ ۾ بيان ٿي چڪو آهي. پوليس انهن جملن کي ملائي ڪري داستان مرتب ڪري ڇڏيو. پوليس پنهنجي ان هوشياريءَ جي باوجود اهڙو مواد نہ ڏئي سگهي، جيڪو اهڙي وڏي سازش ڪيس ۾ ضروري هو. ان سبب ڪري انهن ماڻهن تي باقائدي ڪيس نہ هلي سگهيو. مختلف آرڊيننس ۽ آرڊرن جي ماتحت ڪجهہ عرصو نظربند رکي ڪري ڇڏي ڏنو. باقائدي سزا ڪنهن کي بہ نہ ملي. (مولانا سيد محمد ميان)

## برطانوي گورنمينٽ جي طرفان نظربندي

76۔ مولانا ۽ سندس پارٽي کي، جيڪا حجاز ۾ هئي، هن ڳالهہ جو يقين نہ هو تہ مڪي وارو شريف ترڪن جي تابعداري کان نڪري ويندو. هن واقعي مان انهن جي منصوبي ۾ ڪجهہ ڳڙٻڙ ٿي پيئي. هو ان وقت ڇرڪجي پيا، جڏهن مڪي جي شريف حضرت مولانا (محمود حسن) مولوي حسين احمد مدني، مولوي عزيز گل، وحيد احمد ۽ ٻين ٻن شخصن کي ان بنياد تي گرفتار ڪري ورتو تہ هو ان جي حڪومت جي خلاف سازش ڪري رهيا آهن.[1] ان ڳالهہ جي تائيد تہ مولانا ايئن ڪيو اسان کي هادي حسن ۽ شاهہ بخش جي بيانن مان ملي ٿي.

## ڇپيل مواد جي ذريعي انقلابي پروپئگنڊا[2]

77۔ جيئن تہ انهن مان ڪن ڪتابن ۽ دستاويزن جو ذڪر هن بيان ۾ ايندو پر هي مناسب ٿيندو تہ اشتعال ڦهلائيندڙ لٽريچر جي ذريعي هندستان ۾ انقلاب جو رستو صاف ڪرڻ ۽ سرحدپار شورش پکيڙڻ جي لاءِ سازشين جي تيارين جي خاص خاص ڳالهين کي بيان ڪيو وڃي.

## قرآن جي تعليم ۽ قرآن جي چاٻي

(الف) انيس احمد جو لکيل اردو ڪتاب ”تعليم قرآن“ ۽ ”ڪليدي قرآن“ (قرآن جي چاٻي)[3] ۾ صاف لفظن ۾ هند جي مسلمانن کي هدايت ڪئي ويئي آهي تہ انهن تي هن وقت بہ جهاد ايترو ئي فرض آهي، جيترو رسول الله ﷺ جن جي شروعاتي زماني جي پيروڪارن تي فرض هو.

## الخواطر في الاسلام

---

[1] حضرت شيخ الهند سان گڏ گرفتار ٿيلن ۾ مالٽا جي اسيرن ۾ هڪ شخصيت حڪيم نصرت حسين جي هئي. ان جي مالٽا ۾ ئي وفات ٿي ويئي هئي. ٻيو صاحب ڪير هو خبر نہ آهي. حضرت شيخ الهند جي رفيقن مان بهرحال ڪو بہ نہ هو.

[2] ڪيس جي پيراگراف نمبر 77 ۾ جن لکتن جو حوالو ڏنو ويو آهي، انهن مان گهڻن جي باري ۾ وضاحت ڪئي ويئي آهي تہ اهي ثبوت جي لاءِ ضميمي جي طور تي ڪيس سان گڏ آهن. (شاهجهانپوري)

[3] هي ٻئي ڪتاب انيس احمد، نظارت المعارف القرآنيہ دهليءَ ۾، مولانا عبيدالله سنڌي جي درس قرآن مان مرتب ڪيا هئا. (شاهجهانپوري)

(ب) ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ جڏهن ترڪي برطانيہ سان جنگ ڪري رهيو هو تہ ابوالڪلام آزاد ڪهڙي نيت سان ڪتاب ”الخواطر الاسلام“ جو ترجمو ڇاپڻ جو تياريون ڪيون ۽ پوءِ ان جي اشاعت شروع ڪئي، جنهن سان مسلمان پرهندڙن جا غيرمسلمانن جي خلاف عام طرح ۽ برطانيہ جي خلاف خاص طرح جذبا پڙڪڻ ڪان سواءِ نٿي رهي سگهيا ۽ بادشاهہ معظم جي دشمنن ۽ ترڪن سان همدرديءَ جو جذبو جاڳڻ ڪان سواءِ نٿي رهي سگهيو.

## الهلال

(ج) مولوي ابوالڪلام آزاد ”الهلال“ اخبار ڪي جهاد جي موضوع تي پنهنجي انقلابي تعليم جي تبليغ جي لاءِ استعمال ڪيو ۽ جڏهن پريس ايڪٽ جي تحت حڪومت جي ڪارروائي سان الهلال بند ٿي ويو تہ هن ڪلڪتي مان ٻئي اخبار ”البلاغ“ ان مقصد جي لاءِ جاري ڪئي. ضميمي ۾ الهلال جا ڪجهہ اقتباس (ٽڪرا) ۽ ان خبار جي باري ۾ هڪ يادداشت شامل آهي.

## شيخ الاسلام جي فتويٰ

(ر) شيخ الاسلام (ترڪيءَ) جي ”فتويٰ جهاد“ جنهن ۾ جهاد ڪي فرض چيو ويو آهي، جنهن جون فوٽو ڪاپيون ڪابل مان عبدالله جي ذريعي هندستان موڪليون ويون.

## مولوي اسماعيل دهلويءَ جي فتويٰ جهاد

(ه) هندستان مان روانو ٿيڻ ڪان اڳ مولانا (محمود حسن) رياست ٽونڪ مان مولانا محمد اسماعيل شهيد دهلويءَ جي فتويٰ جهاد جي مجموعي جو نقل حاصل ڪيو ۽ مولوي مبين ڪي ان جو هڪ نقل پنهنجي (يعني مولانا جي) لاءِ پاڻ سان گڏ کڻي وڃڻ لاءِ چيو جيڪا مولانا نورالحسن وٽ ڇڏي ڏني هئائين. ڇو تہ ان ڪي ساڻ کڻي وڃڻ ان جي لاءِ خطرناڪ هو. قابل اعتراض حصن ڪي ختم ڪرڻ ڪان پوءِ، ان ڪتاب جو هڪ ايڊيشن پنجاب ۾ ڇپيو آهي.

## دارالحرب جي باري ۾ شاهہ عبدالعزيز دهلويءَ جي فتويٰ

(و) جڏهن مولانا مديني ۾ هو تہ ان سيد هادي حسن کي هي ڪم حوالي ڪيو تہ شاهہ عبدالعزيز محدث دهلوي (مولانا محمد اسماعيل جو ڀاءُ)[1] جي فتويٰ کي، جنهن ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ هندستان دارالحرب آهي، ان جي لاءِ حاصل ڪري ان جون فوٽو ڪاپيون تيار ڪرايو.

## غالب نامہ

(ز) مولانا مڪي ۾ غالب پاشا کان ترڪي زبان ۾ لکيل هڪ فرمان حاصل ڪيو جنهن کي "غالب نامہ" چيو ويندو آهي، جيڪو ان مولانا محمد ميان جي هٿان هندستان ۽ سرحدپار ڏانهن روانو ڪيو هو.

## انور بي، جمال پاشا ۽ غالب پاشا جا فرمان

(ح) مولانا مديني ۾ انور پاشا ۽ جمال پاشا کان بہ فرمان حاصل ڪيا ۽ حاجي شاهہ بخش ۽ هادي حسن جي هٿان هندستان موڪليا تہ جيئن نورالحسن کي ڏنا وڃن.

(ط) مولانا حجاز ۾ اهڙا ڪاغذ حاصل ڪري، انهن کي حاجي شاهہ بخش جي هٿان هندستان موڪليا، جن ۾ هندستاني مسلمانن تي واضح ڪيو ويو هو تہ مڪي وارو شريف غاصب آهي ۽ ان کي موجوده عهدي تان هٽائي ڇڏڻ گهرجي.[2]

## اجا باقائدي تحقيق نہ ٿي آهي

78_ اجا تائين فوجداري ڪيس قائم نہ ڪيو ويو آهي، ان ڪري باضابطي تحقيق بہ اجا تائين نہ ٿي آهي ۽ ڪجهہ اهڙا نڪتا باقي آهن، جن جي شهادتن ذريعي وڌيڪ تصديق حاصل ڪرڻ ضروري آهي.

## مليل شهادتون

[1] شاهہ عبدالعزيز محدث دهلوي، شاهہ اسماعيل شهيد جو ڀاءُ نہ پر چاچو هو. حضرت شهيد جو والد شاهہ عبدالغني، شاهہ عبدالعزيز جو سڀ کان ننڍو ڀاءُ هو جنهن ڀائرن ۾ سيني کان اڳ ۾ ان وفات ڪئي. (شاهجهانپوري)

[2] "شريف" مڪي، جي ترڪي خلافت سان غداري ڪو اهڙو مسئلو نہ هو جو ان جي لاءِ ڪا لکت حاصل ڪئي وڃي. جيستائين منهنجو حافظو ڪم ڪري ٿو تہ ان سلسلي جي تصنيفات ۾ اهڙن ڪاغذن جو ذڪر ئي نہ آيو آهي. ان بابت اها رڳو سي آءِ ڊي جي دعويٰ آهي.

79ـ موجوده حالت ۾ ڪيس جو بنياد هي ڳالهيون آهن:
(الف) ٻن وڏن سازشين جا هٿ اکري خط، جن ۾ تفصيل سان گڏ بيان ڪيو ويو آهي تہ سازشين هندستان ۾ ۽ سرحدپار ڇا ڪجهہ ڪيو آهي ۽ آئنده ڇا ڪجهہ ڪرڻ جو ارادو رکن ٿا.
(ب) ستن سازشين عبدالحق، مرتضيٰ، مبين، احمد علي، عبدالله، هادي حسن ۽ مسعود جا بيان جيڪي ڏوهہ مڃڻ جي حدتائين پهچي وڃن ٿا. انهن کي سلطاني گواهہ بڻايو ويندو.[1]
(ج) چند شاهدن جا بيان.
(ر) ڪجهہ دستاويزي شاهديون
(ه) سازش جا ڪجهہ اهڙا بيان ڪيل واقعا، جنهن جي تائيد سي آءِ ڊي ۽ پوليس جي موجوده رڪارڊن مان ٿئي ٿي.
ڪيس جي سمورن اهم خلاصن سان لاڳاپيل انهن شاهدين ۾ هڪ جهڙائي آهي ۽ بيان، جن کي آزادانہ طور تي هر ممڪن احتياط سان رڪارڊ ڪيو ويو آهي، انهن کي پوري اعتماد سان مڪمل طور تي حقيقي ۽ واقعي ڪنهن کي سيکارڻ پڙهائڻ کان سواءِ ڏنل بيان مڃي سگهجن ٿا. جيڪي شريڪ سازش يا قابل اعتماد شاهدن ڏنا آهن.

## شاهدن جا بيان مختلف وقتن جي باري ۾

80ـ ڏوهہ جي اقرارين جا بيان مختلف وقتن جي واقعن تي مشتمل آهن. مرتضيٰ، مولانا ۽ عبيدالله جا تعلقات ۽ عبيدالله ۽ ديوبند جا لاڳاپا ۽ مولانا جي جماعت جي هندستان مان روانگيءَ جي وقت تائين سيني موقعن جي سرگرمين جو حال بيان ڪيو آهي.[2]

---

[1] عبدالحق ۽ عبدالباريءَ جي بيانن جي باري ۾ سي آءِ ڊي ڪجهہ بہ چئي چڏي، پر ٻئي ڪنهن جو بيان اهڙو قرار نٿو ڏئي سگهجي جنهن کي سلطاني شاهدي قرار ڏنو وڃي. (شاهجهانپوري)

[2] انهن بيانن جي سلسلي ۾ سي آءِ ڊي هي طريقيڪار اختيار ڪيو تہ هڪ هڪ شخص کان وقفي وقفي سان مختلف تاريخن ۾، هڪ ئي قسم جا سوال دهرايا ويا ۽ انهن ۾ معمولي معمولي اختلافن سان پنهنجي فائدي وارا مطلب ڪڍي، هڪ داستان مرتب ڪري ورتو ۽ پوءِ پاڻ ئي انهن کي سلطاني شاهد فرض ڪري ڇڏيو. حالانڪ سلطاني شاهد نہ ڪنهن کي ٺاهيو ويو نہ انهن کي اهي خاص رعايتون ڏنيون ويون، جيڪي سلطاني شاهدن کي ڏنيون وينديون آهن. مولانا سيد محمد ميان هي بلڪل صحيح لکيو تہ ”انهن ماڻهن هي بيان راز ظاهر ڪرڻ جي بنياد تي نہ ڏنا، پر جرح جي سلسلي ۾ ڪجهہ جواب اهڙا ٿيا، جن مان پوليس اهو مطلب ڪڍي ورتو. ظاهر آهي هي ماڻهو

هادي حسن اهي واقعا بيان ڪيا آهن، جيڪي مرتضيٰ جي واپسيءَ کان پوءِ مڪي ۽ مديني ۾ پيش آيا.

مسعود 1916ع ۾ مڪي ۾ مولانا (محمود حسن) سان ملاقات جون ڪيفيتون ۽ اهي واقعا بيان ڪيا آهن، جيڪي مولانا جي گهر ۾ ان جي واپسيءَ کان اڳ ۽ پوءِ پيش آيا.

مبين مولانا جي روانگيءَ کان فوراً اڳ سازشين جي بحث ۽ گفتگو ان مقصد جي لاءِ پاڻ ان جي چندي گڏ ڪرڻ جي ڪم جو تفصيل ۽ ان جي ذريعي مولانا ۽ ابوالڪلام آزاد جي وچ ۾ جيڪا خط و ڪتابت ٿي ان جو احوال بيان ڪيو آهي. مولانا جي روانگيءَ کان پوءِ هندستان ۾ سازشين جي حرڪتن جو تفصيل به ان بيان ڪيو آهي.

احمد عليءَ نظارت المعارف القرآنيه جي تاريخ ۽ عبيدالله جي لڪت ۽ سرگرمين جو تفصيل ۽ سرحدپار سازشين کان ملڻ وارن پيغامن ۽ خطن جو تفصيل بيان ڪيو آهي.

عبدالحق پنجابي مهاجر پارٽين جي وطن ڇڏڻ جو ۽ سرحد پار جي سازشين جي مجاهدن ۽ سرحدي قبائلين سان رابطي جو ۽ ڪابل ۾ ان جي سرگرمين جو احوال بيان ڪيو آهي.

عبدالله سنڌيءَ (لغاري مترجم) عبيدالله جي ڪابل ڏانهن هجرت، ڪابل جون حالتون ۽ واقعا ۽ عبيدالله جا خط ڪٽي ڪري پنهنجي هندستان ڏانهن واپسيءَ جو احوال بيان ڪيو آهي.

## ڪيس جو مذهبي پهلو

81_ فريادي‌ءَ جي هيءَ درخواست هن قياس تي قائم آهي، جنهن جي تائيد موجوده ۽ گذريل نسل جي مسلمان علماء هند جي اعلان سان ٿئي ٿي ته مسلمانن کي انهن جو مذهب برطانيه جو دشمن ٿيڻ تي مجبور نٿو ڪري.

جڏهن سر وليم هنٽر هن راءِ کي شايع ڪيو هو ته، مسلمان مذهب جي روءِ سان ايئن ڪرڻ جا پابند آهن ته هندستاني مسلمانن بنا تاخير ان سان بي تعلقي جو اظهار ڪيو هو. غيرمسلمانن سان مسلمانن جي تعلقن جو تعين، خصوصيت سان ان لحاظ سان ٿئي ٿو ته، ڪو به غيرمسلم ملڪ يا

---

قانوندان نه هئا جو هر جرح جي جواب ۾ تڪي توري اهڙا لفظ ڳالهائين جيڪي پوليس جي لاءِ فائديمند نه هجن.“ (شاهجهانپوري)

حڪومت دارالاسلام آهي يا دارالحرب. مسٽر جسٽس عبدالرحيم پنهنجي ڪتاب ”مسلمانن جا قانون سازيءَ جا اصول“ ۾ (ص 397 تي) مستند ۽ مجيل ماخذن جا حوالا ڏئي ڪري ڏيکاريو آهي ته هندستان کي دارالاسلام ئي سمجهڻ گهرجي.

شايد ان سلسلي ۾ سڀ کان وڏيڪ اهميت وارو فيصلو اها فتويٰ آهي.[1] جيڪا سن(؟؟) ۾ مرحوم مولانا رشيد احمد گنگوهيءَ جاري ڪئي هئي. چو ته ان تي ٻين علمائن کان سواءِ مولانا محمود حسن جي به صحيح آهي ته مسلمان مذهبي طور تي پابند آهن ته، حڪومت برطانيه جا وفادار رهن، چاهي برطانيه ترڪيءَ جي بادشاهه سان ئي لڙائيءَ جي حالت ۾ چو نه هجي.

ترڪيءَ جي موجوده جنگ ۾ شامل ٿيڻ کان ڪجهه ڏينهن اڳ ئي، هي فتويٰ البشير ۾ ڇپي آهي. هن فتويٰ تي يقين ڪندي ۽ جيستائين جو حڪومت هند جي مسلمانن جي مذهبي آزاديءَ ۾ مداخلت ڪندي ملڪ کي دارالاسلام جي بجاءِ دارالحرب نه بڻائي. فريادي ڏر هي چئي سگهي ٿي ته جهاد ۽ جهاد جي لاءِ جذبو ڏيارڻ فرض ته پري رهيو پر جائز به نه آهي، بلڪ حقيقت ۾ حرام آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو اهڙن خيالن جي همت افزائي ڪري ته اهو مملڪت جي خلاف اهڙي ڏوهه جو ڏوهاري ٿئي ٿو جنهن لاءِ شرعي طور تي مڪلف هئڻ جو عذر به نٿو ڪري سگهجي.

ڪنهن غيرمسلم حڪومت جون اهي ڪارروايون، جيڪي ان حڪومت جي مسلمان رعيت کي ان سان وفاداريءَ جي ذميواريءَ کان آزاد ڪري ڇڏن ٿيون، ان جي ملڪيت ۾ صريحاً مداخلت، ان جي ٻارن کي غلام ڪري ڇڏڻ يا ايئن ڪرڻ جي اجازت ڏيڻ يا اهڙا ئي ٻيا جابرانه قدم وغيره ٿي سگهن ٿا. پر ذميواري کان بي تعلقيءَ جو هي اعلان ڪنهن ذميوار مذهبي عهديدار جي طرف کان هئڻ گهرجي.

---

[1] تعجب آهي علماءِ ديوبند، يعني گنگوهي رحه سان تعلق رکڻ واري سڄي جماعت کي، هن فتويٰ جي خبر نه آهي ۽ سي آءِ ڊي کي هيءَ فتويٰ ياد رهجي ويئي. وڏيڪ عجب هي ته پاڻ مولانا محمود حسن صاحب جن، بقول سي آءِ ڊي جي، ان تي صحيحون ڪيون هيون.
هيءَ فتويٰ ياد نه رهي ۽ البشير (اخبار) جنهن ۾ هيءَ فتويٰ شايع ٿي هئي، ان بابت به هي نه ٻڌايو ويو ته هيءَ اخبار ڪٿان شايع ٿئي ٿي ۽ ڇپجڻ جي تاريخ ڪهڙي هئي؟ (مولانا سيد محمد ميان) اصل حقيقت هيءَ آهي ته نه مولانا رشيد احمد گنگوهي ان قسم جي فتويٰ جاري ڪئي ۽ نه ئي حضرت شيخ الهند ڪنهن اهڙي فتويٰ تي ڪڏهن صحيح ڪئي. سي آءِ ڊي ان باري ۾ ڪنهن سخت غلط فهميءَ جو شڪار ٿي آهي. (شاهجهانپوري)

بلاشڪ ڪن ماڻهن اهڙا اعلان ڪيا آهن ته هندستان دارالحرب آهي، پر جن ماڻهن هي اعلان ڪيا آهن انهن پاڻ باغي هئڻ جو اعتراف ڪيو آهي ۽ ڪو به ذميوار هندستاني مسلمان موجوده حالتن (وقت) ۾ اهڙي اعلان جي حمايت نه ڪندو.[1]

مولانا خليل احمد به مولانا رشيد احمد جي فتوي[2] تي صحيح ڪرڻ وارن ۾ شامل آهن. ان معاملي ۾ ان ڪان رايو ورتو ويو. انهن جيڪو رايو ڏنو ان جي وڏي اهميت آهي، پر ان جو قدر ان ڪري ڪجھ گهٽ آهي جو ان جي باري ۾ مشهور آهي ته آگسٽ 1915ع ۾ اهو پاڻ هجرت جي غرض سان هندستان مان هليو ويو هو. ان جا مريد ۽ شاگرد پئسا موڪلڻ وقت ان کي به مهاجر لکندا آهن.

تنهن هوندي به هيءَ هڪ حقيقت آهي ته 1913ع ۾ مولانا خليل احمد هجرت جي سلسلي ۾ فتوي ڏني هئي ته هندستان مان هجرت واجب (صحيح ۽ مناسب) نه آهي. هيءَ فتوي ”وڪيل“ (امرتسر) ۾ 14 جون 1913ع تي ڇپي هئي.

## سازشين جي خلاف ڪارروائي جي تجويز

82ـ فرياد ۾ 59 سازشين جا نالا شامل ڪيا ويا آهن. انهن مان به سازشي نمبر 7 ۽ 11، (ستون ۽ يارهون) وفات ڪري ويا آهن. ست سازشي 4، 8، 17، 30، 48، 50 ۽ 51 سلطاني شاهد ٿي ويا.[3] ۽ 25 روپوش آهن.

روپوش ٿيلن مان هر هڪ ماڻهوءَ جي خلاف جيئن ته رڪارڊ موجود آهي، ان ڪري ضابطه فوجداري جي دفعي 512 جي تحت انهن سڀني جي خلاف جدا جدا 19، 59 شاهديون پيش ڪيون وينديون.

فريادي‌ءَ جي تجويز آهي ته باقي بچيل ماڻهن مان 2، 3، 5، 6، 9، 13، 15،

---

[1] جن ماڻهن هندستان کي دارالحرب جي بجاءِ دارالاسلام قرار ڏنو انهن جي عقيدي جي مطابق تحريڪ آزاديءَ جو ڪو به جواز نٿو رهي ۽ جيڪڏهن هندستان دارالاسلام هو ته تحريڪ پاڪستان جو جواز به ثابت نٿو ڪري سگهجي. حقيقت هيءَ آهي ته قوم ۽ ملت جي هر خيرخواه ۽ آزادي پسند عالم دين هندستان کي دارالحرب ئي قرار ڏنو هو ۽ حڪومت جي طرفدارن کان سواءِ ڪنهن به هندستان کي دارالاسلام قرار نه ڏنو. (شاهجهانپوري)

[2] مولانا سيد محمد ميان جو بيان اڳي چڪو آهي ته اهڙي قسم جي ڪنهن به فتوي جو ڪو به وجود نه هو. (شاهجهانپوري)

[3] ڪن ماڻهن جي باري ۾ سي آءِ ڊي جي اها رڳو خوش فهمي هئي. (شاهجهانپوري)

16، 18، 20، 21، 24، 31، 32، 39، 40، 52، 55، 57 ۽ 59 جي خلاف ڪارروائي ڪئي وڃي.

## سازشين جي خلاف ڪيس تي يادگيريون

83_ تہ جيئن صوبي جي لاڳاپيل انتظاميہ کي يقيني طور معلوم ٿي سگهي تہ جن ماڻهن سان سندن واسطو پيو آهي، انهن جي خلاف شهادت جي نوعيت ڪهڙي آهي. اهڙيون يادگيريون تيار ڪيون ويون آهن، جنهن ۾ هر شخص جي خلاف انفرادي طور تي ڪيس ڏاهيو ويو آهي. هي يادگيريون رڳو 59 سازشين جي باري ۾ نہ پر 13 ٻين ماڻهن جي باري ۾ بہ تيار ڪيون ويون آهن، جن جو جيتوڻيڪ سازش سان تعلق آهي، پر هي ماڻهو ايترا گهڻو ملوث نہ آهن جو انهن کي بہ سازشين جي فهرست ۾ شامل ڪري سگهجي. انهن يادگيرين جو مجموعو جيڪو الفابيٽ جي لحاظ کان مرتب ڪيو ويو آهي ۽ جنهن جي انڊيڪس بہ ڏاهي ويئي آهي، هن رپورٽ ۾ ضميمي جي طور تي (حصو ٽيون) شامل ڪيو ويو آهي.[1]

[1] هي يادگيريون سي آءِ ڊي ڪيس جي ثبوت جي لاءِ مرتب ڪري ڪيس ۾ شامل ڪيون هيون، جيڪي ريشمي خط سازش ڪيس جي ڪاغذن ۾ شامل آهن. پر هن ڪتاب ۾ انهن سيني کي ڇڏي ڏنو ويو آهي ۽ فقط اهي خط يا خاص تحريرون ايندڙ صفحن ۾ ترتيب ڏنيون ويون آهن، جن جو هن ڪيس سان خاص تعلق هو خاص ڪري اهي خط جيڪي عبدالحق جي ذريعي سان سي آءِ ڊي جي قبضي ۾ اچي ويا هئا ۽ جن تي هن ڪيس جو بنياد قائم ڪيو ويو هو. (شاهجهانپوري)

# باب پنجون

# ريشمي خط ۽ پيون لکتون

## جن جي بنياد تي سازش جو ڪيس قائم ڪيو ويو

(1)

### مولانا عبيدالله جو خط شيخ عبدالرحيم جي نالي[1]

9_ رمضان ڏينهن سومر[2]
(ڪابل)
سلام ۽ دعا!

توهان هي امانت مدينہ طيبہ ۾ حضرت مولانا جي خدمت ۾ ڪنهن اعتماد واري حاجيءَ جي معرفت ضرور پهچائي ڇڏيو. هي اهڙو ڪم آهي جو ان جي لاءِ خاص طور تي سفر ڪرڻ ۾ بہ نقصان نہ آهي. جيڪڏهن ماڻهو اعتماد وارو هجي تہ زباني هي بہ چئي ڇڏجوس تہ حضرت مولانا هتي اچڻ جي بلڪل ڪوشش نہ ڪري ۽ جيڪڏهن منصور[3] هن حج تي نہ اچي سگهي تہ خيال ڪجو تہ ان جو اچڻ ممڪن نہ آهي. توهان ان کان پوءِ پاڻ مون وٽ اچڻ جي ڪوشش ڪجو. بلڪل ضرور اچجو. ان ڪري جو هتي نهايت ضروري ڪم آهن. جيڪڏهن خدانخواستہ توهان کي ڪو اعتماد وارو حاجي نہ ملي سگهي ۽ توهان پاڻ بہ نہ وڃي سگهو تہ، پوءِ مولوي احمدالله رهندڙ پاڻي پت[4] کان ان معاملي ۾ مدد وٺجو. هي نهايت ضروري آهي تہ هن حج جي موقعي تي هي اطلاع حضرت مولانا وٽ پهچي وڃن ۽ اتان جو اطلاع ملي. اهو سڀ ڪجهہ جيڪڏهن سڏوسنئون نہ ٿي سگهي تہ مولوي احمد لاهوري[5] جي معرفت اسان کي ضرور ملڻ گهرجي.

عبيدالله عفي عنہ.

## سمجهاڻيون

(1) شيخ عبدالرحيم جي لاءِ ڏسو ”ريشمي رومال تحريڪ اور سنڌ کي رجال ڪار“ (ريشمي رومال تحريڪ ۽ سنڌ جا سپوت)

(2) 9 ـ رمضان مطابق 10 جولاءِ 1916ع

(3) مولوي منصورـ مولانا محمد ميان انصاريءَ جو عرف آهي. هي نالو ان 1916ع ۾ پنهنجي شخصيت کي لڪائڻ جي لاءِ اختيار ڪيو هو. مولانا محمد ميان، مولوي عبدالله عرف ”پيرجي“ جو صاحبزادو ۽ تحريڪ شيخ الهند جي نهايت خاص ۽ ذميوار شخصيت هو. ان پنهنجو ڪم نهايت ذميواري ۽ هوشياريءَ سان انجام ڏنو. غالب نامہ بہ پاڻ ئي هندستان آندو هئائين. ٻيو ريشمي خط بہ ان جي ئي قلم مان آهي. هو خفيہ تحريڪ جي گهرجن کي نهايت سٺي نموني سمجهندو هو. ان ڪري حالتن جي نزاڪت جي مطابق نالو ۽ ويس بہ مٽائي ڇڏيندو هو. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ڪيترين ئي جاين تي ۽ نهايت وضاحت سان ان جو ذڪر آيو آهي. سڀ کان پهريائين ڪيس ۾ مدعا عليهم (ملزمن) جي فهرست ۾ انيتاليهن نمبر تي نالو ۽ ولديت آهي. هتي ان کي ”سلطاني گواه“ ٻڌايو ويو آهي، پر هي صحيح نہ آهي، ڇو تہ هو گرفتار ئي نہ ٿيو هو. تنهن ڪري هن جي گواه يا سلطاني گواه ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. ڪيس جي ٻين پهلوئن مان بہ اها ڳالهہ ثابت ٿي وڃي ٿي. ان کان سواءِ دعويٰ جي پئرانمبر 46 ۾ غالب نامي کي ڪسٽم آفيسرن کان بچائي ڪڍي وڃڻ جو بيان آهي تہ بمبئي پهچڻ کان بعد هو ڪسٽم آفيسرن کان غالب نامي کي بچائي ڪڍي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. ان کان پوءِ پئرا نمبر 47 ۾ بمبئي ۾ تحريڪ جي ڪجهہ ميمبرن سان ملاقات ۽ رانديرجي سفر جو تذڪرو هيٺين لفظن ۾ آيو آهي:

> ”بمبئي ۾ مرتضيٰ، محمد ميان ۽ احمد ميان سان مولوي ظهور محمد ۽ راندير جي مولوي محمد حسين ملاقات ڪئي ۽ مولوي محمد حسين کيس راندير وٺي ويو. راندير ۾ ڏس پتا ٻڌايا ويا. پر ڪو بہ چندو گڏ نہ ڪيو ويو. ارادو هي هو تہ مولوي محمد مبين، جيڪو خطيب جي نالي سان مشهور آهي پئسہ گڏ ڪرڻ جي لاءِ راندير وڃي.“

پئرا نمبر 48 ۾ راندير کان ڀوپال ۽ اتان کان اتر هند تائين جي سفر جو ذڪر آهي:

> ”راندير کان محمد ميان ۽ مرتضيٰ ڀوپال ويا ۽ اتي انهن مولوي محي الدين قاضي ڀوپال سان ملاقات ڪئي، جنهن انهن کان انهن سيني واقعن جي باري ۾ پڇا ڪئي، جيڪي مطلوب الرحمان جي حجاز

جي واپسيءَ کان پوءِ پيش آيا هئا ۽ چيو ته مطلوب الرحمان جيڪو ڪجھ ڄاڻندو هو، اهو سڀ ڪجھ ٻڌائي چڪو آهي. محمد ميان قاضي سان جيڪي ملاقاتون ڪيون انهن ۾ مرتضيٰ موجود نه هو. محمد ميان ڀوپال کان اتر هند پهتو ۽ سازش جي ٻين سرگرم ميمبرن، احمدالله ۽ محمد مبين سان ملاقاتون ڪيون. انهن جي وچ ۾ خفيه مشورا ٿيا جن ۾ ظهور محمد به شريڪ ٿيو.“

ڪيس جي پئرا نمبر 52، 53 به محمد ميان جي باري ۾ آهن. 52 کان عليڳڙهه ۽ ڪلڪتي جي سفرن ۽ مولانا حسرت موهاني ۽ مولانا ابوالڪلام آزاد سان ملاقاتن جي روئداد تي روشني پوي ٿي. روئداد هيءَ آهي:

”محمد ميان گهٽ ۾ گهٽ ٻه دفعا مولوي فضل الحسن (حسرت موهاني) سان عليڳڙهه ۾ ملاقات ڪئي ۽ پوءِ ڪلڪتي وڃي ڪري مولوي ابوالڪلام آزاد سان مليو. ان وقت مولانا ابوالڪلام آزاد پنهنجو سامان ٻڌڻ ۾ مشغول هو ته جيئن رانچي وڃي سگهي. ڇو ته حڪومت جي حڪم سان ان کي رانچي ۾ نظربند ڪيو پئي ويو. جڏهن محمد ميان فرنٽيئر وڃي رهيو هو ته ان سهارنپور جي اسٽيشن تي، جنهن وقت ظهور ۽ مبين سان گڏ هو ٻڌو ته فضل الحسن کي عليڳڙهه ۾ گرفتار ڪيو ويو آهي. اهڙي طرح هن کي خبر پئجي ويئي ته هي ٻئي ڪم جاري رکڻ جي لائق نه رهيا آهن.“

هن پئرا جي شروعاتي جملن مان اندازو ٿي وڃي ٿو ته مولانا ابوالڪلام آزاد سان ڪلڪتي ۾ محمد ميان جي ملاقات 28 مارچ 1916ع تي، نڪري وڃڻ جي حڪم کان پوءِ به چار ڏينهن جي اندر ٿي هوندي. ان ڪري جو 4 اپريل جي رات تي مولانا ڪلڪتو ڇڏي ڏنو هو ۽ جيئن ته بهار ئي هڪ اهڙو صوبو هو، جتي هو وڃي سگهي پيو. بمبئي، يوپي ۽ پنجاب جون حڪومتون اڳ ۾ ئي پنهنجي صوبن ۾ ان جي داخلا تي پابندي لڳائي چڪيون هيون. ان ڪري هو رانچي هليو ويو ۽ اتي ئي ان کي بعد ۾ نظربند ڪيو ويو هو.

پئرا نمبر 53 ۾ سرحد ويندي لاهور ۾ تحريڪ جي ڪن ميمبرن سان ملاقات جو ذڪر آيو آهي.

”مولوي محمد ميان سرحد ڏانهن ويندي لاهور ۾ مولوي (ابو محمد) احمد چڪواليءَ سان مليو ۽ ان اميد ۾ ان سان ڪجھ ڪلاڪ ترسيو ته مولوي احمد عليءَ سان ملاقات ٿي وڃي. جنهن جي باري ۾ ان ٻڌيو هو ته خانپور ويو آهي. ان کان پوءِ اپريل 1916ع جي آخر ۾ ان سرحد پار ڪري ورتي ۽ پنهنجي بيان جي مطابق (يعني جيئن ته ريشمي خط ۾ ذڪر ٿيل آهي) غالب نامه قبائلين کي ڏيکاريو.“

ان کان پوءِ سازش ڪيس جي شخصيتن جي سلسلي ۾ محمد ميان تي جيڪو نوٽ آهي، ان مان نہ رڳو تحريڪ سان ان جي تعلق ۽ ڪارگذارين تي روشني پوي ٿي، پر ان ۾ ان جي سوانح حيات بہ مرتب ٿي ويئي آهي. نوٽ هي آهي:

”جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهي. تشريحي ريشمي خط (يعني ريشمي خط نمبر 1 جيڪو مولانا سنڌي جي قلم مان آهي) بنام شيخ عبدالرحيم حيدرآباد (سنڌ) ۾ ان جو ذڪر آيل آهي. مولوي محمد ميان، مولوي عبدالله، پروفيسر دينيات ايم اي او ڪاليج عليگڙهہ جو پٽ ۽ شمس العلماءَ حافظ (محمد) احمد پرنسپل مدرسہ ديوبند جو ڀاڻيجو آهي، هو انبيٺہ ضلع سهارنپور جو رهاڪو آهي. ان ديوبند ۾ تعليم ورتي آهي. جڏهن مولوي ابومحمد احمد جمعيت الانصار جو نائب ناظم هو. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ ڪجهہ عرصي تائين نگينہ ۾ ملازم رهيو. بعد ۾ دارالعلوم ديوبند ۾ ملازم رکيو ويو، جتي هو مولانا محمود حسن جو مريد ٿي ويو. ان سان هن جي گهري وابستگي هئي. هو سازش جو هڪ خاص رڪن آهي. ديوبند ۾ خفيہ جلسن ۾ شامل ٿيندو رهندو هو. سيپٽمبر 1915ع ۾ مولانا محمود حسن سان گڏ حجاز ڏانهن ويو. جماعت جي خزانچي جي طور تي ڪم ڪيائين. اپريل (صحيح فيبروري) 1916ع ۾ غالب نامہ ساڻ کڻي ڪري واپس آيو. جيڪو هندستان ۾ آزاد علائقي ۾ سازشين کي ڏيکارڻ کان پوءِ هو ڪابل کڻي ويو جتي هو جون 1916ع تي پهتو. اجا تائين هو عبيدالله وغيره سان گڏ ڪابل ۾ آهي. شايد مولانا جي نالي خط ان ئي لکيو آهي.“

(بلاشڪ هي خيال صحيح آهي).

جڏهن آگسٽ 1916ع ۾ ريشمي خط پڪڙيا ويا ۽ انقلابي منصوبي جو راز کلي پيو تہ هندستان جي انگريز حڪومت، افغانستان جي حڪومت سان سخت احتجاج ڪيو جنهنڪري مولانا محمد ميان کي ڪابل مان نڪرڻو پيو. ظاهر آهي تہ هي واقعو سيپٽمبر جو هوندو. هو ياغستان هليو ويو ۽ هڪ عرصي تائين مجاهدن جي مرڪز اسمس ۾ رهيو. اينڊڙ سال جيئن تہ هن کي ڪابل مان نڪتي اٽڪل هڪ سال جو عرصو گذري چڪو هو، هن ياغستان ۽ ڪابل جي حالتن ۽ تحريڪ آزادي هند کي ڪامياب ڪرڻ جي لاءِ هڪ مفصل خط لکيو، جيڪو انور پاشا کي ڪجهہ ٻين دستاويزن سان گڏ پهچائڻو هو. پر عجيب اتفاق آهي جو ان کي انهن دستاويزن کي حجاز رستي پهچائڻ جي لاءِ جيڪو ايلچي مليو، اهو سي آءِ ڊي جو ماڻهو هو. ايس سيڪريٽ ڊپارٽمنٽ جي طرفان جيڪو ٽيليگرام وائسراءِ فارن ڊپارٽمينٽ کي 23 سيپٽمبر 1917ع تي ڏنو ويو

هو ان جون شروعاتي سٽون هي آهن:

”سي آءِ ڊي جي هڪ ايجنٽ جي ذريعي وڏيڪ دستاويز اسان جي هٿ اچي ويا آهن، جنهن باجوڙ جي سازشين جو اعتماد حاصل ڪري ورتو هو ۽ حج ۽ زيارت جي بهاني، انور پاشا ڪي ڪجهه دستاويز پهچائڻ جي لاءِ پاڻ کي مقرر ڪرائي ورتو هو.“

انهن دستاويزن ۾ پهريون دستاويز ترڪيءَ جي بادشاهه جي خدمت ۾ حزب الله جي طرف کان هڪ عرضداشت آهي، جنهن تي حاجي صاحب رنگ زئي، بابڙا ملا ۽ مولوي فضل ربي ۽ مولوي عبدالعزيز جون صحيحون آهن ۽ مهرون بہ لڳل آهن. هي چارئي ماڻهو ترتيبوار صدر جمعيت حزب الله، صدر انصار جمعيت حزب الله ۽ آخري ٻئي جمعيت حزب الله جا ميمبر آهن. اسان هيءَ عرضداشت ضميمي ۾ شامل ڪري رهيا آهيون. ٻيو دستاويز ياغستان جي خانن ۽ عالمن جي عرضداشت آهي، جنهن تي بابڙا ملا، چئن باجوڙي ماڻهن ۽ مجاهدن جون صحيحون آهن. ٽيون دستاويز مولانا محمد ميان جو خط آهي، جيڪو ان انور پاشا جي نالي لکيو هو. ان ۾ افغانستان ۾ تحريڪ جي ناڪاميءَ جا سبب، ياغستان جي تفصيل وغيره جي باري ۾ اظهار خيال ڪيو آهي ۽ ڪجهه سفارشون پيش ڪيون آهن. ان سلسلي جو ٻيو دستاويز ”تحريڪ شيخ الهند“ ۾ شامل نہ آهي ۽ محمد ميان جي خط جو فقط مفهوم ۽ ڪجهه حصو شامل آهي، نہ ڪي سڄو خط. اسان هي حصو ضميمي ۾ شامل ڪري رهيا آهيون.

مولانا محمد ميان عرف محمد منصور انصاري جي باري ۾ ڪجهه خاص ڳالهيون رهجي ويون؛ جيئن تہ انهن جو تعلق خاص تحريڪ ۽ ان جي سياسي خدمتن سان آهي. ان ڪري مختصراً ”نقش حيات“ ۽ ”علماءِ حق اورانڪي مجاهدانہ ڪارنامي“ مان مرتب ڪيو وڃي ٿو. حضرت مولانا مدني فرمائي ٿو:

”دارالعلوم ديوبند مان تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ مختلف جاين تي تعليمي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. دارالعلوم معينيہ اجمير ۾ صدر مدرس جي حيثيت سان عرصي تائين ڪم ڪيائين. ان کان پوءِ حضرت شيخ الهند جي خدمت ۾ قرآن شريف جي ترجمي لاءِ مددگار طور مقرر ڪيو ويو. ان ئي زماني ۾ جمعيت انصار ۾ مولانا سنڌيءَ سان گڏ ڪم ڪيائين. حضرت شيخ الهند کيس پنهنجي مشن ۾ شامل ڪري ورتو هو. مولانا محمد ميان نهايت مستقل مزاج، هوشيار طبع رازدارن ۽ قابل اعتماد هو. مشن جي ڪمن کي نهايت رازداريءَ سان سرانجام ڏنائون. سنگتين سازشين کين گهٽي ڪوشش سان ڇنڻ چاهيو پر هي نہ ڇڱو ۽ سدائين شيخ الهند سان ڳنڍيل رهيو. ان کي ڊيڄارڻ وارن خطرن سان منهن ڏيڻو پيو پر هي

> پوءِ بہ ثابت قدم رهيو. حجاز جي سفر ۾ حضرت شيخ الهند سان گڏ هو ۽ مڪي شريف ۾ گورنر حجاز غالب پاشا سان ملاقات هدايتون ۽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ کان پوءِ حضرت شيخ الهند ان کي هندستان واپس موڪليو ۽ ان ڪم تي مقرر ڪيو تہ هو هندستان وڃي غالب پاشا جي هدايتن موجب خدمتون سرانجام ڏئي.“

جيئن تہ ريشمي خط سازش ڪيس جي حوالي سان گذري چڪو آهي تہ ان هن ذميواريءَ کي خيرخوبيءَ سان سرانجام ڏنو ۽ هندستان ۾ ان ڪم مان واندو ٿي ڪري ياغستان ويو ۽ پوءِ اتان ڪابل هليو ويو. ڪابل مان ان کي نڪرڻو پيو تہ وري ياغستان پهتو. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ، هو وري هندستان موٽيو. هي اهو زمانو هو جو تحريڪ شيخ الهند سان تعلق جي شعبي ۾ بہ گرفتاريون بہ ٿي رهيون هيون. حضرت مولانا مدني رحہ جي چوڻ مطابق:

> ”مخالفن ان کي گرفتار ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان کي خبر بہ پئجي ويئي. تنهن ڪري هن ويس مٽائي ان تحريڪ بابت ضروري ڪم سرانجام ڏنا ۽ ڪارڪنن کي هدايتون ڏنيون. سي آءِ ڊي ان کي گرفتار ڪرڻ جي تمام گهڻي ڪوشش ڪئي، پر هي انهن جي هٿ نہ اچي سگهيو. گهرواري ۽ ٻن ٻارن کي وطن ۾ ڇڏي پاڻ روپوش ٿي ياغستان هليو ويو. ان زماني ۾ هن ويس مٽائڻ سان گڏ نالو بہ مٽائي محمد منصور انصاري اختيار ڪري ڇڏيو هو.“

ان زماني ۾ هو هڪ وڏي عرصي تائين ياغستان ۾ رهيو. امير حبيب الله جي قتل کان پوءِ امير امان الله خان اقتدار تي ويٺو ۽ هندستان جي انقلابين کي وري سياسي ڪم ڪرڻ جي آزادي ملي تہ مولانا محمد ميان بہ ڪابل پهتو. سمرنا جي فتح کان پوءِ ان کي افغاني سفارت ۾ سردار محمد علي سان گڏ وزير مختار ڪري ترڪي موڪليو ويو. ان کان پوءِ ان کي ماسڪو ۾ افغاني سفارت جو مشير ڪيو ويو. افغانستان ۽ ترڪي جي وچ ۾ ان کي شاهي قاصد جي عهدي تي بہ مقرر ڪيو ويو ۽ وزيرخارجہ شرقي شعبي جي ماتحت سياسي خدمتون سرانجام ڏنيون. نومبر 1921ع کان پوءِ جڏهن انور پاشا بخارا ۾ آزاد ترڪي حڪومت جي قائم ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون ۽ روسي فوجن سان ڪيترائي معرڪا ۽ لڙايون ٿيون، جيڪي فوجن جي بي سرو ساماني (هٿين خالي) ۽ موسم جي ناموافقت جي بنياد تي ڪامياب نہ ٿي سگهيون. پوءِ 15 آگسٽ 1924ع تي انور پاشا جي شهادت ان امڪان تي بہ پاڻي ڦيري ڇڏيو. مولانا محمد ميان انهن ڪوششن ۾ ڀرپور حصو روتو هو.

مولانا محمد ميان افغانستان ۾ ڪيترن ئي علمي سياسي عهدن تي رهيو ۽ پنهنجي بهترين صلاحيتن سان افغانستان جي مسلمان حڪومت کي

مضبوط ۽ ترقيءَ جي راهن تي پهچائڻ ۾ حصو ورتو. ان دوران هن کي سخت تڪليفن سان منهن ڏيڻو پيو. هندستان، ياغستان، افغانستان، روس ۽ ترڪي جي سفرن ۾ سخت مشڪلاتن مان گذرڻو پيو. افغاني سفارت ۾ ترڪي ڏانهن ويندي روسي حدن ۾ گرفتار ٿي پيو ۽ ٽي مهينا روسي قيد ۾ رهيو. بچه سقه جي حڪومت جي زماني ۾ ان کي ڪابل مان ڪڍيو ويو هو. پر ان هي سڀ مصيبتون نهايت سهڻي نموني ۽ جوانمرديءَ سان برداشت ڪيون.

سياسي خدمتن سان گڏ هو پنهنجي فڪر جي ترتيب ۽ تاليف جي اهميت ۽ ضرورت کان به غافل نه رهيو ۽ ”حڪومت الاهي“، ”اساس انقلاب يا مراقبه نماز“، ”مجمل، بيعت، تابعيت يعني سورت فاتحه جو مجمل سياسي تفسير“، دستور ”امام“، ”انواع الدول“ وغيره، ان جون فڪرانگيز ديني سياسي تصنيفون آهن. قاري محمد طيب لکيو آهي ته مولانا ابوالڪلام آزاد فيصلو ڪيو هو ته هندستان جي آزاديءَ کان پوءِ ان کي وطن واپس گهرايو ويندو. پر تحريڪ شيخ الهند جي هي نادر شخصيت ۽ تحريڪ آزاديءَ جو هي بيباڪ سپاهي 11 جنوري 1947ع تي هن دنيا مان رحلت ڪري ويو ۽ پنهنجي جان الله جي حوالي ڪري ڇڏي.

مولانا حامدالانصاري غازي ”مدينه“ ”بجنور“ ۽ ”جمهوريت“ بمبئي جو سابق ايڊيٽر، جمعيت علماء صوبي بمبئي جو صدر، دارالعلوم ديوبند جي مجلس شوريٰ نالي ڪتاب جو مصنف ۽ برصغير جي مشهور صحافي ۽ علمي شخصيت سندس ئي نامور ۽ صالح فرزند آهن.

(4) احمدالله پاڻي پٽ ۾ محله ”مخدوم زادگان“ جو رهڻ وارو. حضرت شيخ الهند جو شاگرد ۽ تحريڪ شيخ الهند جي مشهور شخصيت هو. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ڪيترين ئي جاين تي ان جو ذڪر آيو آهي. هڪ جاءِ تي ان جي باري ۾ آيو آهي ته ”دارالعلوم ديوبند جو فارغ التحصيل ۽ مولوي محمود حسن جو پيارو شاگرد“ 21 سيپٽمبر 1916ع ۽ 21 سيپٽمبر جي وچين ڏينهن ۾ ان جي گرفتاري عمل ۾ آئي هوندي. وري ڪيس ۾ مدعا عليهم جي فهرست ۾ ٽيهين نمبر تي ان جو نالو آيو آهي ۽ گڏ ئي هيءَ وضاحت به آهي ته ڊفينس ايڪٽ جي تحت انجي چرپر کي پنجاب ۾ محدود ڪيو ويو آهي. وري ڪيس جي پئرا نمبر 50 ۾ ان تي هي الزام ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هو سرحدپار سازشين سان خط و ڪتابت ڪندو رهندو هو ۽ ان وٽ سازش جا پئسا گڏ ٿيندا هئا، جيڪي مولانا محمود حسن جي قائم ڪيل انتظام جي مطابق انهن سازشين جي وارثن کي ڏنا ويندا هئا، جيڪي مولانا سان گڏ حجاز ويا هئا. ٻين سرحدپار جي مولوين کي به ان مان پئسا موڪليا ويندا هئا. ان سلسلي ۾ حضرت شيخ الهند ۽ مطلوب الرحمان جي گهروارن کي ۽ مولوي سيف الرحمان، مولوي فضل ربي ۽ حاجي

صاحب ترنگ زئي جا نالا بہ ورتا ويا آهن. جن کي مولوي احمد الله پئسا موڪليندو هو ۽ سيني کان آخر ۾ ريشمي خط سازش جي شخصن جي سلسلي ۾ احمدالله بابت هيٺيون نوٽ آهي:

”شيخ عبدالرحيم آف حيدرآباد سنڌ جي نالي عبيدالله جي تشريحي خط ۾ ٻين جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل جي حيثيت سان هي نالو آيو آهي. والد جو نالو سراج الدين ذات شيخ، پاڻي پٽ ضلع ڪرنال جو رهڻ وارو آهي. شروعاتي تعليم پاڻي پٽ ۽ ڪانپور ۾ حاصل ڪئي. بعد ۾ ديوبند جي مدرسي ۾ داخل ٿيو جتي هو اٽڪل ٽن سالن تائين رهيو. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ ڪرنال ڇتاري رياست وغيره جاين تي 1912ع تائين رهيو. ان کان پوءِ قرآن جي ترجمي ڪرڻ ۾ مولانا محمود حسن جي مدد ڪرڻ جي لاءِ ديوبند جي مدرسي ۾ شامل ٿي ويو. هو مولانا (محمود حسن) جو پڪو مريد ٿي ويو ۽ مولوي عبيدالله، مولوي ابو محمد احمد، مولوي احمد علي وغيره جو شريڪ ٿي ويو. جن جي باري ۾ هاڻي خبر پيئي آهي تہ اهي اتحاد اسلامي جي لاءِ جهاد جا وڏو مبلغ آهن. ان جنگ بلقان جي دوران ترڪيءَ جي مدد جي لاءِ هڪ هزار رپيا گڏ ڪيا هئا. ديوبند جي خفيہ ميٽنگن ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. بعد ۾ هو خورجہ جي مدرسي اسلاميہ ۾ استاد طور مقرر ٿي ويو. ان ذريعي سان هو ديوبند جي سفرن جا خرچ پورا ڪندو هو. ان جو ارادو مولانا محمود حسن سان گڏ حجاز وڃڻ جو هو. پر مولانا ان کي هدايت ڪئي تہ هو هندستان ۾ رهي ۽ حجاز ڏانهن وڃڻ وارن سازشي ساٿين جي ڪٽنبن جي نگهباني ڪري ۽ سرحدپار جي پارٽيءَ کي پئسا موڪلي. ان کان سواءِ هندستان ۾ ڪم جي واڌاري کان مولانا کي خبردار رکي مولانا ۽ سرحدپار جي ماڻهن جي وچ ۾ خط و ڪتابت جي رابطي جو ڪم ڏئي. ان سڄي وقت ۾ هن مولانا جي نهايت وفادار ساٿيءَ وانگر خدمت ڪئي آهي. ان کي مولانا جو خاص ماڻهو چيو وڃي ٿو.

نومبر 1915ع ۾ يار محمد ڪابلي مجاهدن جي هڪ ايلچيءَ جي ذريعي بہ سؤ ٽيهہ رپيا روانا ڪيا. ڪابل کان مولانا عبيدالله سنڌيءَ جيڪي خط آندا هئا، انهن مان هڪ خط ۽ جهاد جون بہ فتوائون ان ئي مولوي احمدالله جي لاءِ هيون. بلاشڪ محمود حسن، جڏهن هو هندستان ۾ هو، ان کي چندو گڏ ڪرڻ جي لاءِ ملازم رکيو هو. مولوي احمد الله هن وقت موگا ضلع فيروزپور ۾ آهي ۽ ان جي چرپر تي

پابندي آهي.“

مولانا حسين احمد مدنيءَ ”نقش حيات“ ۾ مولوي احمدالله جا جيڪي حالات لکيا آهن، ان سان سازش ڪيس جي تقريباً سيني پهلوئن جي تصديق ٿئي ٿي. پر ڪجهه وڏيڪ ڳالهيون آهن، جن جو مطالعو اهميت ۽ دلچسپيءَ کان خالي نه آهي. مولانا مدني رحه فرمائي ٿو:

”ان جي ايمانداري ۽ سچائيءَ تي حضرت رحه کي تمام گهڻو اعتماد هو. تحريڪ آزاديءَ جي شروعات کان هي حضرت جو ساٿي، همراز ۽ مشن جو جانباز ميمبر رهيو. ڪيترن وقتن تي حضرت جي ٽپال ان جي حوالي رهندي هئي. مهمانن جي گهڻائي ۽ ڪم جي واڌاري جي ڪري حضرت رحه خطن جا جواب نه ڏئي سگهندا هئا، ان ڪري هن جي حوالي ڪري ڇڏيندا هئا. جڏهن حجاز وڃڻ لڳا ته فروعي ڪم ڪار ۽ هيٺين ڪارروايڻ جو ناظم ان کي ڪيو ويو هو. ان وٽ مشن جي ميمبرن جو رجسٽر، چندو ڏيندڙن جو رجسٽر ۽ منصوبي بابت ٻين ڪاغذن جي ذميداري رکي ويا هئا، جن کي ڪٽي ڪري هي پاٽي پٽ هليو ويو هو ۽ اتان کان هي سيئي ڪارروايون سرانجام ڏيندو هو. اصولي ۽ مٿانهين درجي ڪارروايڻ جو ناظم حضرت مولانا عبدالرحيم صاحب رائيپوريءَ کي ڪيو ويو هو. مشن جا سيئي ڪم انهن ٻنهي صاحبن جي حوالي هئا. روزاني ذميداريون نهايت رازدارانه طور تي انجام ڏيندا هئا ۽ وڏن معاملن ۾ ضرورت مطابق رائيپور وڃي ڪري مولانا رائيپوري کان مشورو وٺي عمل ۾ آڻيندا هئا. جنهن وقت مولانا شيخ الهند گرفتار ٿيو ۽ ڪاغذ گورنمينٽ جي قبضي ۾ اچي ويا ۽ پڪڙ ڌڪڙ، پڇاڳاڇا ۽ تنقيد شروع ٿي، ته ان جي گهر تي به پوليس اچي پهتي، پر هي ڪنهن شبهي جي بنياد تي ڪجهه ڪلاڪ اڳ ۾ ئي سيني رجسٽرن ۽ شڪ وارن ڪاغذن جي بنڊلن کي ٻئي جاءِ تي پهچائي چڪو هو. ان ڪري اهي رجسٽر ۽ ڪاغذ پوليس جي هٿ نه اچي سگهيا. ان کان گهڻي پڇا ڪئي ويئي پر هنن ڪنهن به ڳالهه جو اقرار نه ڪيو. ان تي هڪ مسلمان سي آءِ ڊي مقرر ڪيو ويو، جيڪو نهايت اخلاص ۽ عقيدت جو اظهار ڪندي ان جو مريد ٿيو ۽ خدمت ۾ رهي پيو. ذڪر اذڪار عمل ۾ آڻيندو رهيو. شريعت جي تابعداريءَ ۾ انتهائي سرگرمي ڏيکاريندو رهيو ۽ رات ڏينهن خدمتون انجام ڏيندو رهيو. مولانا کي هن تي اعتماد ۽ اعتبار ٿي ويو. ان آهستي آهستي سيئي ڳالهيون پڇي ورتيون ۽ مشن جو

ميمبر ٿي پيو. ان هن کي سيئي راز جون ڳالهيون ٻڌائي ڇڏيون ۽ هو سڀ معلومات حاصل ڪرڻ کان پوءِ غائب ٿي ويو ۽ وڃي گورنمينٽ کي ٻڌائي ڇڏيائين. تنهن تي ان کي گرفتار ڪيو ويو. پر جيئن ته الزامن جو ثبوت گورنمينٽ وٽ نه هو ۽ نه هي اقرار ڪندو هو. ان ڪري ان کي پنجاب جي ڪن علائقن ۾ نظربند ڪيو ويو. هڪ عرصي کان پوءِ سي آءِ ڊي وارا مولانا احمد چڪوالي مرحوم کي وٺي آيا، جيڪو ان کان اڳ ۾ معافي وٺي ڪري آزاد ٿي چڪو هو. جيئن ته گورنمينٽ وٽ ڪيترين ئي لکتون ۽ خط، راز ظاهر ڪرڻ جي ڪيترن ئي ذريعن سان پهچي چڪا هئا. مولانا احمد چڪوالي مرحوم انهن کي اهي ڏيکاريا ۽ اڪيلائي ۾ جيئن ته لکي ڇپي آفيسر سي آءِ ڊي جا ويٺل هئا، انهن لکتن جي موجود هئڻ کان پوءِ وڌيڪ اقرار ۽ معافي جي درخواست کان سواءِ ڪو به چارو نه پيو رهي. هاڻي انڪار ڪا به معنيٰ نه پيو رکي. مون کي به اها ئي مجبوري پيش آئي هئي، توهان به اقرار ڪري وعدو ڪريو ته مان اڳتي ڪو به حصو نه وٺندس. تحريڪ ختم ٿي چڪي آهي. نيٺ هن به ان مشوري تي عمل ڪيو، ڇو ته هي هڪ دوست ۽ همراز جو مشورو هو. جيڪو قبول ڪرڻو پيو. ان جي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ هن کي آزاد ڪيو ويو ۽ پاڻي پٽ ۾ واپس موٽايو ويو. اتي اچي ڪري قديم تعليمي مشغولين ۾ مصروف ٿي ويو ۽ آخر تائين ان ۾ مشغول رهيو. هندستان جي آزادي جي اعلان کان پوءِ ۽ هند جي ورهاست کان ڪجهه اڳ ۾ هيضه جي مرض ۾ پاڻي پٽ ۾ وفات ڪري ويو. رحمة الله تعاليٰ."

آخري جملي مان اندازو ٿئي ٿو ته 3 جون ۽ 14 آگسٽ 1947ع جي وچئين عرصي ۾ ان وفات ڪئي هوندي.

(5) احمد لاهوري۔ هن جو سڄو نالو ابومحمد احمد هو. چڪوال جو رهڻ وارو هو. لاهور ۾ ڪجهه عرصي تائين رهيو هو. ان ڪري ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ان کي ڪٿي لاهوري ۽ ڪٿي چڪوالي لکيو ويو آهي. حضرت شيخ الهند جي خاص شاگردن ۽ تحريڪ جي اهم ميمبرن مان هو. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ڪيترن ئي جاين تي ان جو احوال آيو آهي. تحريڪ جو راز ظاهر ٿيڻ کان پوءِ گرفتاريون شروع ٿيون ته 21 سيپٽمبر 1916ع کان اڳ ئي ان کي گرفتار ڪري روپڙ ضلعي انباله ۾ هن جي چرپر کي محدود ڪيو ويو هو. سازش ڪيس ۾ ان جو احوال تحريڪ جي نهايت خاص قابل اعتماد ميمبر جي حيثيت سان آيو

آهي. لاهور ۾ هو تحريڪ جي مرڪزي شخصيت هو. ريشمي خط سازش ڪيس جي سلسلي ۾ ان تي جيڪو نوٽ آهي ان ۾ ٻڌايو ويو آهي:

”مولوي ابومحمد احمد آف لاهور، چڪوالي پٽ غلام حسين ذات اعواڻ رهندڙ چڪوال ضلع جهلم، گنگوهه ۽ ديوبند ۾ تعليم حاصل ڪيائين. ديوبند ۾ مولانا محمود حسن هن جو استاد هو. اتي عبيدالله سان هن جي ملاقات ٿي، اهو بہ ان وقت شاگرد هو. هو محمود حسن جو خلوص وارو مريد ٿي ويو. 1892ع ۾ صوفي مسجد ڪشميري بازار لاهور جو امام مقرر ٿيو ۽ 8 سيپٽمبر 1916ع ۾ پنهنجي گرفتاري تائين مقرر رهيو. ڪجهہ عرصو ديوبند ۾ جمعيت الانصار جو نائب ناظم رهيو. مولوي احمد هندستان ۾ وهابي تحريڪ جو نهايت خاص ميمبر آهي. عبيدالله جو نهايت مخلص ۽ پرجوش ساٿي آهي. هندستاني معتصبن سان هن جو ويجهو رابطو هو ڪيترائي دفعا اسمس وڃي چڪو آهي.“

ان کان پوءِ ڪجهہ دفعات جي تحت انهن الزامن جي طرف اشارو ڪيو ويو آهي، جن جي ڪري ان جي گرفتاري عمل ۾ آئي هئي ۽ ان کي ڪيس ۾ مدعا عليہ ٺاهيو ويو آهي. دفعات هي آهن:

”1۔ چندو گڏ ڪرڻ جي لاءِ پنجاب ۾ مجاهدن جو خاص ايجنٽ آهي. آزاد علائقي ۾ هندستاني انقلاب پسندن کي سرمايو مهيا ڪرڻ جي ڪم ۾ مولوي احمدالله جو خاص مددگار آهي. اسمس جي هندستاني متعصبن ۽ هندستان ۾ ان جي همدردن جي وچ ۾ رابطي جو ڪم ڪندو آهي. صوفي مسجد سرحد ڏانهن وڃڻ ۽ واپس اچڻ وارن نمائندن جي رهڻ جي ڪم ايندي آهي. قاضي ضياءُالدين ايم اي جو چاچوءِ دهلي جي احمد علي جو سهرو آهي.

2۔ جهادي طالبن جي پيچڻ سان ان جو گهرو تعلق آهي.

3۔ شيخ عبدالرحيم جي نالي (عبيدالله جي) تشريحي خط ۾ جواب جي لاءِ ان کي ذريعو بنائڻ جو ذڪر آهي، جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ڪرنل آهي. اڄ ڪلهہ روپڙ ضلعي انبالہ ۾ آهي، جتي ان جي چرپر تي پابندي آهي.“

مٿين سٽن ۾ دفعي 1 جي آخري جملن ۾ قاضي ضياءُالدين ۽ دهلي جي احمد علي جو نالو آيو آهي. قاضي صاحب هن تحريڪ جي هڪ مشهور شخصيت آهي ۽ دهلي جي احمد علي مان مراد مولانا احمد علي لاهوري آهي، جيڪو انهن ڏينهن ۾ دهلي جي نظارت المعارف القرآنيہ ۾ ناظم ۽ مولانا عبيدالله سنڌي جو قائم مقام هو. مولانا حسين احمد مدني رحہ ”نقش حيات“ ۾ ابو محمد احمد لاهوري جي باري ۾

لکيو آهي:

”حضرت شيخ الهند جي آزاديءَ جي تحريڪ جي پنجين برانچ، جيڪا پنجاب ۾ هئي، هي ان جو صدر هو. نهايت استقلال ۽ بيجگريءَ سان مشن جي ڪاروهنوار ۾ شريڪ رهيو ۽ هزارين ميمبر ۽ هم خيال ٺاهيائين.

ديوبند ۾ ان جي اچ وڃ ڪيترائي دفعا ٿي. وٺ پڪڙ وارن ڏينهن ۾ ان کي به گرفتار ڪري نظربند ڪيو ويو. شروعات ۾ ان تي ڪو به الزام ثابت نه ٿي سگهيو ۽ نه پاڻ اقرار ڪيائون. پر جڏهن ڪاغذ گورنمينٽ جي هٿ اچي ويا ۽ سي آءِ ڊي ڪيس اهي ڏيکاريا ته انهن جي ڳالهين ۾ اچي ڪري اقرار ڪرڻ ۽ آئنده سياست کان جدا رهڻ جو وعدو ڪرڻ تي مجبور ٿي ويو. تنهن ڪري ان کي آزاد ڪيو ويو ۽ ان کي ئي مولانا احمدالله صاحب کان اقرار ڪرائڻ جي لاءِ استعمال ڪيو ويو. ان کان پوءِ هن سياست ۾ ڪو به حصو نه ورتو. لاهور ۾ هڪ موٽر سان ٽڪرائجي زخمي ٿي پيو ۽ وفات ڪري ويو. رحمة الله تعاليٰ.“

ان جو صاحبزادو ڊاڪٽر عبدالقوي لقمان صاحب مشهور قومي ڪارڪن هيو ۽ سندس نياڻي مولانا احمد علي لاهوري جي گهرواري هئي.

(2)

# مولانا محمد ميان جو خط حضرت مولانا محمود حسن جي نالي

از ڪابل
8۔ رمضان المبارڪ (1334ھ) روز ابتدا (شروعاتي ڏينهن)
وسيلہ يومي وغدي (اڄ ۽ سڀاڻي جا وسيلا) حضرت مولانا صاحب مدظلهم العالي آداب و نياز مسنونہ.
جدي ڪان پوءِ جو حال هي آهي.[1] بمبئي آرام سان ۽ بي خطره پهتس. بندر تي اسباب جي ڳولا ۾ خدمتگارن ڪان ڄاڻي واڻي درگذر ڪيو ويو. فللہ الحمد. مولانا مرتضيٰ صاحب ڪم کي ناممڪن خيال ڪري ٿو ان ڪري ان کي ڪم ۾ نہ ڪنيو ويو.[2] مولوي ظهور صاحب[3] بمبئي استقبال لاءِ پهتو ۽ محمد حسين رانديز ڪان.[4] رانديز ۾ چندي جي تحريڪ فقط سيد صاحب جي مخالفت جي ڪري ناڪام رهي.[5] رانديز خطيب مقرر ٿيڻو هو.[6] خبر نہ آهي تہ ڇا ٿيو. قاضي صاحب ڏسڻ ڪان پوءِ سرپرستي قبول فرمائي. جماعت تي اعتماد بحال رکي ڪري ڪم ڪرڻ جي اجازت ڏني. ان ڪم کي باضابطي ڪرڻ جي لاءِ هڪ سال لاءِ رخصت وٺڻ جو ارادو فرمائي رهيا آهن.[7] جماعت جا ٽئي ميمبر سر جي قرباني ڏئي رهيا آهن.[8] مطلوب الڳ ٿي ويو.[9] سيد نور سست[10] مولانا راءِ وارا متفق ۽ مددگار آهن.[11] حڪيم صاحب[12] پنجاهہ روپيا ماهوار گهر تي وڃي ڪري پاڻ ڏيندا آهن ۽ وچ ۾ بہ هڪ بہ دفعو ويندا رهندا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڊاڪٽر صاحب بہ[13] حنيف کي[14] جماعت ڏهہ رپيا ڪيسي خرچي ڏيندي آهي.[15] اهو گهر ۾ ئي آهي. مدرسي وارن ان سان ڪا بہ همدردي نہ ڪئي. مدرسي جا مالڪ سرڪار جي خدمت ۾ لڳا پيا آهن.[16] نمائش جي دربار ۾ شرڪت جو فخر بہ حاصل ٿيڻ لڳو.[17]
امير شاهہ[18] مولانا عبدالرحيم صاحب جي دستي ذاتي ڪم لاءِ پيو آهي. مولانا مدرسي ڪان ڊنل آهن پر خدمتگارن جي صفائي فرمائيندا رهندا آهن، مولوي رامپوريءَ[19] بہ تائيد ڪان ڪنارو ڪيو. مسعود[20] بہ شڪار ٿي ويو.
بندو[21] حسرت[22] ۽ آزاد[23] سان مليو. ٻئي بيڪار ٿي چڪا آهن. جيئن تہ بندي جو واپس ٿيڻ حضور تائين ممڪن نہ هو ان ڪري اڳتي

وڌيس.[24] غالب نامہ[25] هندستاني دوستن[26] کي ڏيکاري ياغستان[27] وارن وٽ آندم حاجي صاحب بہ هاڻي مهمند ۾ آهي.[28]

مهاجرن مهمند باجوڙ سوات بنير وغيره علائقن ۾ باهہ ٻاري ڏني آهي، انهن علائقن ۾ غالب نامہ جي اشاعت جو خاص اثر ٿيو ان ڪري ضروري آهي تہ غالب جي وعدي مطابق مصالحت جي وقت ياغستان جي خدمت جو خيال رکيو وڃي.[29] هندستاني جماعت جي ڪمزوريءَ ڪري مهاجرن کي ڪافي امداد پهچي نہ سگهي.[30] بندو ياغستان ۽ مولانا سيف جماعت مان الڳ ٿي ڪري هتي رهيو آهي.[32] ان جي لاءِ دولت جي طرفان ڪم جي تجويز ٿي رهي آهي. وفد جا ميمبر[33] فضلين ۽ عبدالعزيز آهن.[34] مولانا الناظم[35] جي توجہ ۽ حاجي عبدالرازق صاحب[36] جي عنايت سان وفد کي دربار نصرالله[37] ۾ پهچ (اثر و رسوخ) جي شروعاتي ڪاميابي بہ ٿي. بندو انهن کان الڳ حاضر ٿيو. حضور جي اثر هيٺ ڪم ۽ ان جي اصول جو تفصيل ڪيو ويو. خاص قبوليت ٿي الحمدالله ۽ انشاءَالله ان لاءِ خدمت ۾ حاضر ٿيندس.

هتان جو هي حال آهي. هتي فتويٰ[38] ۽ ترڪي ۽ جرمنيءَ جا سفير پهتا.[39] انهن کي اعزاز مليو پر مقصد ۾ ناڪام رهيا. سبب اهو آهي جو ترڪيءَ جو فرض هو تہ طرفداريءَ جي ڏينهن ۾ ايران ۽ افغانستان کان انهن جون ضرورتون معلوم ڪري ها، ان کي پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ها ۽ حالتن مطابق دوستيءَ جو معاهدو ڪري ها. افغانستان نہ وڏي جنگ ۾ شرڪت جو سامان رکي ٿو ۽ نہ ڪا وڏي دولت، ان جي نقصان جي عيوض جي ذميوار آهي. ان ڪري جنگ ۾ شريڪ نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن ضروري آفيسر، انجنيئر، هٿيار ۽ پئسا ڏنا وڃن ۽ ڪفر جي غلبي جي صورت ۾ بچاءَ ۽ مدد جو معاهدو ڪيو وڃي تہ شرڪت جي لاءِ تيار آهن.[40] تنهن هوندي بہ سردار نائب سلطنت، عام سرحدي وزير، آفريدي، مهمند، باجوڙ سوات، بنير، چڪير، غوربند، ڪرناهہ، ڪوهستان، دير ۽ چترال وغيره ۾ پنهنجو اثر منظم ڪرڻ ۽ انهن کان وڪيل طلب ڪري جنگ جي صورت ۾ شرڪت جو وعدو وٺي رهيو آهي. هي ڪم ڪنهن حد تائين ٿي چڪو آهي. جرمنيءَ جا سفير واپس ويا ۽ ترڪ ترسيل آهن، پر بيڪار. تعجب آهي تہ سفير هٿين خالي آيا، ايتري تائين جو سفارتڪاريءَ جا سرٽيفڪيٽ بہ ڪو نہ آندائون. اهڙي صورت ۾ ڇا ٿو ٿي سگهي؟[41] مولانا الناظم نيڪ ناڪ

آهي، دولت[42] ۾ ڪنهن حد تائين اعتماد آهي. انگريز ان کي هتي جاسوس ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهن ٿا. جنهن جو ڪجهه نه ڪجهه اثر به ٿئي ٿو. پر الحمدالله جو انهن کي اجا تائين پوري ڪاميابي نه ٿي آهي.[43]

مهاجر انگريزي شاگرد[44] ۽ ڪجهه سک[45] به هاڻي هتي حاجي عبدالرزاق صاحب جي مدد ۽ نائب (نائب سلطنت) جي مهربانيءَ سان آزاد آهن ۽ مولانا الناظم جي سرپرستيءَ هيٺ ڏنا ويا آهن. خرچ پڪو دولت جي ذمي آهي، ڪو به سرڪاري ڪم ان جي ذمي نه آهي. پر نائب سلطنت جي اشاري سان مولانا جي خاص ڪمن ۾ سندس ٻانهن ٻيلي آهن، جنهنجو تفصيل هي آهي.

ان جو صدر هڪ هندي راجه[47] ڪابل ۾ رهندڙ آهي، جيڪو سلطان المعظم[48] [49] جي تصديق نامي سان هتي پهتو آهي. ناظم صاحب ۽ مولوي برڪت الله[50] هن جماعت جا وزير آهن. هن جماعت هندستان ۾ مرڪز ۽ ٻين ملڪن سان معاهدا ڪرڻ جي لاءِ چرپر ڪئي آهي. جنهن ۾ شروعاتي ڪاميابي ٿي آهي. ان ڪم ۾ شاگرد ئي متحرڪ آهن. انهن ۾ ڪي دربار خلافت جي خدمت ۾ حاضر ٿيندا.[51] انشاءَ الله تعاليٰ.

ٻئي جماعت الجنود الربانيه آهي. هيءَ فوجي اصول تي هڪ مخصوص جماعت آهي، جنهن جو پهريون مقصد مسلمان بادشاهن ۾ اعتماد پيدا ڪرڻ آهي. ان جو صدر جنهن جو نالو فوجي قاعدي سان جنرل يا اڳواڻ آهي. سائينجن (مولانا محمود حسن) کي مقرر ڪيو ويو آهي ۽ مرڪز اصلي مدينو شريف[52]. ان ڪري خيال آهي ته سائينجن مديني شريف ۾ رهي ڪري خلافت عاليه افغانستان ۽ ايران سان معاهدي جي ڪوشش فرمائين.[53] ۽ افغانستان، ياغستان متعلق تجويز کي خدمتگارن تائين پهچائي ڇڏڻ ڪافي خيال فرمائين.[54]

افغانستان جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ جي لاءِ مٿين ڳالهين جي طلب ڪري رهيو آهي، جيڪي دولت عثمانيه ۽ خلافت تائين پهچائڻ جي جلد کان جلد تدبير ڪئي وڃي. ڇو ته هندستان ۾ ڪفر تي ڪاري ضرب لڳائڻ جي اها ئي صورت آهي.

مدرسي وارا[55] مولوي محسن[56] ۽ سيد نور جي ذريعي سان سائينجن کي هندستان ۾ آڻڻ جي ڪوشش ۾ آهن. ڇو ته هاڻي هيءَ خبر پئي آهي ته حجاز ۾ به ڪم ٿي سگهي ٿو. هوڏانهن انگريزن ۾ ضرورت نه هجڻ ڪري

(سندن) پهرين عزت نہ رهي آهي.[57]

قاضي صاحب، حڪيم صاحب، ڊاڪٽر، مولانا راءِ وارو[58] سائينجن جي هندستان ڏانهن واپس موٽڻ جا سخت مخالف آهن. مطلوب جي ذريعي غالب جي قصي[59] جي خبر پوڻ جي ڪري خطرو هاڻي اڳ کان گهڻو وڌي ويو آهي.[60] ان ڪري اهڙي ڪنهن تحريڪ کي هرگز منظور نہ ڪيو وڃي.

پئسا.... سائينجن جي گهر تي ۽ سيد نور کي ضرورت نہ هئڻ جي ڪري جماعت جي حوالي ڪيا ويا. بندو پيرن چمڻ (حاضري ڏيڻ) جي ڪوشش ۾ آهي. الله تعاليٰ ۾ اميد آهي تہ ڪامياب ٿيندس. مولانا الناظم، مولانا سيف، فضلين، عبدالعزيز[61] ۽ سيئي مهاجر شاگرد سلام عرض رکن ٿا. برادر عزيز واحد، مولانا حسين ان جو والد صاحب ۽ پائر[62] ۽ حرمت الله[63] ۽ احمد جان[64] صاحبن جي خدمت ۾ دعا سلام. مدني خط هندستان جي پوسٽ جي حوالي ڪيا ويا هئا. ڊاڪٽر شاهہ بخش صاحب[65] جي خدمت ۾ سلام دعا عرض آهي ۽ سيد هادي[66] ۽ خدا بخش[67] ۽ حبيب الله غازي[68] کي بہ.

**

## سمجهاڻيون

(1) حضرت شيخ الهند مڪي شريف جي ترڪي گورنر غالب پاشا کان آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ان جي تعاون ۽ هندستان وارن جي نالي جهاد جي ترغيب جي سلسلي ۾ جيڪا لکت حاصل ڪئي هئي، جيڪا غالب نامي جي نالي سان مشهور آهي، اها مولانا محمد ميان عرف محمد منصور انصاري ۽ مولانا محمد مرتضيٰ حسن جي هٿان روانو ڪئي هئي ۽ جدي ۾ ان سان آخري ملاقات ڪري ان کي موڪلي ڇڏيو هو. بعد ۾ حالتن جي باري ۾ حضرت شيخ الهند فڪرمند هو ان ڪري هي خط جدي کان پوءِ جي حالتن سان شروع ٿئي ٿو. غالب نامو ۽ بيا خط سي آءِ ڊي کان بچي برصغير ۾ تعلق وارن ماڻهن تائين پهچي ويا تہ پوءِ حضرت کي هي اطلاع پهچايو ويو.

(2) مولانا مرتضيٰ حسن چانڊپور ضلعي بجنور جو رهڻ وارو هو. ديوبند ۾ مدرس ۽ تحريڪ شيخ الهند جو خاص ميمبر هو. سيپٽمبر 1915ع ۾ حضرت شيخ الهند سان گڏ، حج جي لاءِ حجاز ويو هو. فيبروري 1916ع ۾ محمد ميان سان گڏ هندستان واپس موٽيو. حضرت شيخ الهند غالب نامہ ۽ ڪجهہ خط محمد ميان عرف محمد منصور انصاري جي هٿان موڪليا هئا. حضرت شيخ الهند ان کي جدي پهچي خدا حافظ چيو هو. شيخ الاسلام مولانا حسين احمد مدني پنهنجي سوانح عمري "نقش حيات" ۾ لکن ٿا تہ حضرت شيخ الهند جدي ۾ جدا ٿيڻ

وقت ”مولانا مرتضيٰ حسن کي ديوبند جي مرڪز تي ڪم ڪرڻ جون هدايتون فرمايون ۽ ڪيترن ئي خفيه ڪمن کان خبردار فرمايو.“

ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ان جو ذڪر ڪيترين ئي جاين تي آيو آهي، آخر ۾ شخصيات جي سلسلي ۾ انهن تي هيٺ ڏنل وضاحتي نوٽ آهي:

”مولوي مرتضيٰ... هي ۽ مولوي سيد مرتضيٰ حسن ولد حڪيم بنياد علي رهندڙ چاندپور (ضلع بجنور يوپي هڪ ئي شخص آهي) ديوبند ۾ تعليم ورتائين ۽ بعد ۾ استاد جي حيثيت سان مدرسي امداديه دڀنگه ۽ مدرسي ديوبند ۾ ڪم ڪندو رهيو. ان طب جو ڪم به ڪيو آهي. مولانا محمود حسن جو پڪو عقيدتمند ۽ سازش جهاد جو سرگرم ميمبر آهي. ديوبند جي خفيه مشورن ۾ شامل رهندو هو. سيپٽمبر 1915ع ۾ مولانا محمود حسن سان گڏ عرب ويو هو. محمد ميان ۽ ٻين ماڻهن سان گڏ فيبروري 1916ع ۾ واپس آيو هو. مولانا محمود حسن ان کي پارٽيءَ ۾ سڀني کان وڌيڪ لائق ۽ چالاڪ سمجهندو هو. مولانا جي هيٺان هو سڀني کان وڏو آفيسر هو. يوپي جي سي آءِ ڊي جڏهن ان کي گرفتار ڪيو ته هو مراد آباد جي ڪنهن مدرسي ۾ استاد هو.“

پر ان ريشمي خط مان، جيڪو مولانا محمد ميان عرف محمد منصور انصاريءَ حضرت شيخ الهند کي لکيو هو معلوم ٿئي ٿو ته ان هندستان پهچي ڪري مولانا محمد ميان کي چٺي ڇڏيو هو ته هو ان تحريڪ سان متفق نه آهي ۽ وڌيڪ سرگرمين جي خلاف آهي. ان ڪري تحريڪ جي سلسلي ۾ انهن تي وڌيڪ ڪا به ذميواري نه وڌي ويئي. پر ڳالهه رڳو ايتري به نه هئي ته هو تحريڪ کان جدا ٿي ويو هو پر ان کان ڪي ڪوتاهيون به ٿيون ۽ ڪجهه ڪمزوريون ظاهر ٿيون. مفتي عزيزالرحمان ”تذڪره شيخ الهند“ ۾ ماستر خورشيد حسن مراد آبادي جي روايت بيان ڪئي آهي ته، جنهن وقت حضرت شيخ الهند هندستان آيا ۽ مراد آباد ڏانهن ويا ته اتي شوڪت باغ ۾ رهيا هئا. حضرت شيخ الهند ٻاهر ويٺا هئا ۽ مولانا مرتضيٰ حسن ڪمري ۾ هو. ايتري ۾ عزير گل به پهچي ويو هن مولانا مرتضيٰ حسن کي وڃي چيو:

”حضرت سان ٻيو ڪجهه ڪرڻو آهي ته ڪري وٺ. هي آواز حضرت شيخ الهند به ٻڌي ورتو ته فرمايائون ته حسين احمد عزير گل کي چئو ته چپ ڪري. تنهن تي مولانا عزير گل، مولانا حسين احمد مدنيءَ کي گهوريندي فرمايو. تون ئي مون کي چپ ڪرائين ٿو نه ته دل چاهي ٿي ته قتل ڪري ڇڏيانس. هن وضاحت مان معلوم ٿئي ٿو ته مولانا مرتضيٰ حسن حڪومت جي سي آءِ ڊي جو ڪم

ڪندو آهي.“

ان جي رويي جي تبديليءَ جو اندازو هن ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو ته جنود ربانيه ۾ ان کي ڪو به عهدو نه ڏنو ويو هو.

(3) مولانا ظهور مان مراد سهارنپور جو مولانا ظهور محمد آهي. مولانا حسين احمد مدني رحه ”نقش حيات“ ۾ ۽ مفتي عزيزالرحمان ”تذڪره شيخ الهند“ ۾ انهن جو ذڪر ڪيو آهي. نقش حيات ۾ آهي ته ظهور محمد خان سهارنپور جو رهاڪو، حضرت شيخ الهند جو فدائي شاگرد، تحريڪ جو سرگرم ميمبر ۽ شروعات کان گڏ هو. ريشمي رومال سازش ڪيس جي مدعا عليهم (ملزمن) ۾ شامل هو. ڪيس جي پئرا نمبر 50 ۾ ان تي هي الزام آهي ته ظهور محمد پئسا گڏ ڪندو هو ۽ ويهه رپيا مهينو محمد ميان جي گهروارن کي ڏيندو رهندو هو. سازش ڪيس ۾ گرفتار شخصن جي تعارف ۾ مولوي ظهور محمد جي عنوان سان ان جو ذڪر هنن لفظن ۾ آيو آهي:

> ”جنود ربانيه جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل آهي. اهو ئي مولوي ظهور محمد، سهارنپور جو رهندڙ آهي، جيڪو پهريائين مدرسي اسلاميه انباله ۾ استاد هو ۽ هاڻي عربي مدرسي (مدرسه رحمانيه) رڙڪي ۾ استاد آهي. هو مولانا محمود حسن جي جهادي سازش جو هڪ نهايت سرگرم ميمبر هو ۽ بنا ناغي ديوبند اچي خفيه مشوري ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. مولانا محمود حسن جي عرب سفر کان سواءِ بجنور نگينه ۽ آس پاس علائقي مان پئسا گڏ ڪيا هئائين. ان انتظام هيٺ ظهور محمد رڙڪي ۽ آس پاس جي ڳوٺن مان گڏ ٿيل چندي جي رقم مان، مولوي احمدالله جي مدد ڪئي هئي. چيو وڃي ٿو ته هن اتي ان مقصد لاءِ سوين ماڻهن جي هڪ سوسائٽي قائم ڪري ورتي هئي. محمد ميان، مرتضيٰ حسن، مولوي سهول وغيره کي، جڏهن اهي عرب کان موٽي رهيا هئا ته انهن جي آجيان ڪرڻ جي لاءِ بمبئي ويو هو. مولانا محمود حسن ان کي چپ چپ ماڻهو (خاموش) چوندو هو ۽ چوندو رهندو هو ته هو وڏو گهرو ماڻهو آهي. چيو وڃي ٿو ته هو وڏو بي ڌڙڪ ماڻهو آهي.“

مولانا مدني رحه جي چوڻ مطابق تحريڪ ريشمي رومال جي سلسلي ۾ گرفتار ٿي ويو هو. گونگو ٿي ويو هو ۽ ڪو به بيان نه ڏنائين، ٻه چار ڏينهن سختي ڪانپوءِ ڪيس ڇڏي ڏنو ويو. حضرت شيخ الهند جي واپسي (جون 1920ع) کان پوءِ ڪجهه سال زنده رهي تحريڪ خلافت جي دوران وفات ڪيائين.

(4) محمد حسين ابن حافظ محمد اسماعيل راندير ضلع سورت جي رهڻ وارو هو، ديوبند ۾ تعليم حاصل ڪيائين. حضرت شيخ الهند جو عقيدتمند هو، ان جي

لاءِ چندو گڏ ڪيو هئائين. حضرت کان موڪلائڻ لاءِ بمبئي ويو هو ۽ محمد ميان جي استقبال جي لاءِ بہ بمبئي پهتو هو. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ هيٺيون سٽون سندس حالات بابت آهن:

”شايد هي اهو ئي حافظ محمد حسين آهي، جيڪو رانديرضلع سورت جي حافظ محمد اسماعيل جو پٽ آهي. ديوبند ۾ تعليم ورتي اٿائين. مولانا محمود حسن جي عرب روانو ٿيڻ کان اڳ ان جي امداد جي لاءِ ڪوشش ڪئي تہ ڪافي پئسا گڏ ڪري سگهيو. مولانا کي رخصت ڪرڻ جي لاءِ بمبئي تائين ويو ۽ جڏهن مولانا محمد ميان ۽ ان جي پارٽي مڪي کان واپس ٿي تڏهن بہ استقبال ڪرڻ جي لاءِ هي بمبئي ويو هو.“

(5) سيد صاحب ڪهڙي شخصيت آهي ۽ ”ان جي مخالفت“ مان ڇا مراد آهي، اها ڳالهہ چٽي آهي. هي ان زماني جي ڪا شخصيت آهي. هي اشارو سيد احمد شهيد بريلوي رحہ ۽ ان جي مخالفن جي ڪنهن جماعت جي طرف آهي. جنهن جي مخالفت جي بنياد تي چندو گڏ ٿي نہ سگهيو. منهنجي خيال ۾ اها پوئين ڳالهہ صحيح آهي. ريشمي رومال سازش ڪيس جي دعويٰ جي پئرا (49) ۾ آهي تہ مولوي محمد ميان کي محمد حسين رانديروٺي ويو. رانديرم ڏس پتا ٻڌائي ڇڏيا پر ڪو بہ چندو گڏ نہ ڪيو ويو.

(6) خطيب مان مراد مولوي محمد مبين خطيب آهي. حاجي محمد مومن جو پٽ ۽ ديوبند جو ماٺهو عيدگاهہ ديوبند جو پراڻو امام هو. مدرسہ مظهرالعلوم سهارنپور جو فارغ التحصيل، مدرسہ اسلاميہ انبالہ ۾ استاد ۽ مسجد اسلاميہ ڪاليج انبالہ ۾ پيش امام هو. حضرت شيخ الهند جو عقيدتمند ۽ تحريڪ جو خاص رڪن هو. تحريڪ جي مالي ضروريتن جي لاءِ چندو گڏ ڪندو هو.

ريشمي خط سازش ڪيس جي شخصيتن جي عنوان هيٺ، هن جي تعارف ۾ آهي تہ مولانا محمود حسن ديوبندي جي حج جي سفر لاءِ ميرٺ، دهلي، رانديرِ، ڪلڪتي ۽ رنگون وغيره مان پئسا گڏ ڪيائين. وڌيڪ لاءِ ان جي روانگيءَ کان اڳ سيپٽمبر 1915ع ۾ محمد مبين کي ڪلڪتي روانو ڪيو ويو تہ جيئن مولانا ابوالڪلام آزاد کي مولانا جي هجرت جو سبب ٻڌائي سگهي ۽ اتان کان ان جو جواب مولانا کي بمبئي پهچائي. محمد ميان عرف مولوي منصور غالب نامہ کڻي ڪري ڪابل روانو ٿيڻ کان اڳ هن سان انبالہ ۾ ملاقات ڪئي هئي. حضرت مولانا حسين احمد مدني رحہ ”نقش حيات“ ۾ لکيو آهي تہ حضرت شيخ الهند سان سدائين لاڳاپيل ۽ ان جي مشن جو ميمبر رهيو. حضرت شيخ الهند ان کي وري وري مالي امداد جي لاءِ برما، رنگون وغيره موڪليو. جنهن کي هن نهايت رازداريءَ سان سهڻي طريقي سان سرانجام ڏنو. تحريڪ جي سلسلي

۾ گرفتار ٿي ويو ۽ آفيسرن نهايت سختيون بہ ڪيون پر هو نهايت بردباريءَ سان جواب ڏيندو رهيو ۽ رعب ۾ نہ آيو. اڄ تائين حضرت شيخ الهند رحہ جو عقيدتمند ۽ سچو مخلص آهي.“ ڪجهہ سال ٿيا آهن تہ ديوبند ۾ وفات ڪري ويو.

(7) قاضي صاحب جو مطلب قاضي محمد محي الدين احمد خان مراد آبادي آهي. ان جو والد نواب شير علي خان، بهادر شاهہ ظفر جو خاص ساٿي هو، جيڪو ان زماني ۾ ڀوپال جو قاضي هو. مولانا محمد قاسم نانوتوي جو پيارو شاگرد ۽ حضرت شيخ الهند جو هم ڪلاسي رهيو هو. دوستي کان سواءِ تحريڪ ۾ رفاقت ۽ رڪنيت جو بہ تعلق هو. ڀوپال ۾ تحريڪ جو خاص ماڻهو هو مالي امداد بہ ڪندو هو. ريشمي رومال سازش ڪيس ۾ ان جو ڪيترين ئي جاين تي ذڪر آيو آهي. ان مان هن جي ملازمت ڇڏڻ جي ارادي جي بہ تصديق ٿي وڃي ٿي. سازش ڪيس جي دعويٰ جي پئرا نمبر 48 ۾ آيو آهي تہ محمد ميان ڀوپال ۾ قاضي صاحب سان ملاقات ڪئي هئي. ان دوري جي ڪجهہ عرصي کان پوءِ مولوي مرتضيٰ حسن کي ڀوپال جي قاضيءَ جو عهدو پيش ڪيو ويو. ڇو تہ محي الدين جو ارادو هڪ سال جي موڪل وٺڻ جو هو. ان سلسلي ۾ پئرا نمبر 51 ۾ آهي تہ ٻين رقمن کان سواءِ ”قاضي محي الدين وڏيڪ هڪ سؤ رپيا ڏنا هئا“ تہ جيئن حضرت شيخ الهند کي موڪليا وڃن. سازش ڪيس جي شخصيتن جي ان انڊيڪس ۾ ان جي باري ۾ آهي تہ:

> ”هو ۽ مولانا محمود حسن ديوبند ۾ ڪلاسي هئا. ان وقت کان انهن جي وچ ۾ وڏي گهري دوستي آهي. مولانا محمود حسن جي باغيانہ سرگرمين سان ان جو وڏو گهرو تعلق هو ۽ سازش جهاد جو ميمبر هو. جڏهن مولانا مڪي روانو ٿيو تہ ان کي رخصت ڪرڻ لاءِ بمبئي ويو هو.“

حضرت مولانا مدني رحہ ”نقش حيات“ ۾ حضرت شيخ الهند جي 1920ع ۾ مالٽا جي واپسيءَ تي بمبئي ۾ استقبال ڪرڻ وارن ۾ قاضي صاحب جو اسم گرامي بہ لکيو آهي.

(8) جماعت جي ٽن ميمبرن جو مطلب محمد حسين، محمد مبين خطيب ۽ قاضي محي الدين آهن.

(9) مطلوب الرحمان، مولانا حبيب الرحمان مهتمم ۽ عزيزالرحمان مفتي دارالعلوم ديوبند جو ڀاءُ هو. ڪانپور ۾ ايگريڪلچر ڊپارٽمينٽ ۾ ملازم هو. سازش ڪيس ۾ حضرت شيخ الهند جو پڪو مريد، جهاد جو سرگرم حامي ۽ ديوبند جي خفيہ جلسن جو شريڪ ٻڌايو ويو آهي. سيپٽمبر 1915ع ۾ حضرت شيخ الهند سان گڏ حجاز جو سفر ڪيائين، پر شيخ الاسلام مولانا حسين احمد مدني رحہ جي

ڇوڻ مطابق تہ وقت جي ڪوٽ ۾ ملازمت جي مجبوريءَ ڪري مڪي شريف مان ئي واپس ٿيو ۽ نومبر 1915ع ۾ واپس آيو. بعد ۾ پنهنجي پائرن جي اثر سان، جن ۾ سازش ڪيس جي رپورٽ جي مطابق "عزيزالرحمان سازش ۾ شامل نہ هو" ۽ "حبيب الرحمان کي وفادار سمجهي سگهجي ٿو" جي ڪري تحريڪ کان الڳ ٿي ويو هو. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ان جي باري ۾ هي نوٽ آهي:

"مطلوب الرحمان پاڻ آهي حبيب الرحمان جو. جيڪو مدرسي ديوبند جو نائب مهتمم آهي. ٻيا پائر هي آهن. مفتي عزيزالرحمان، شبير احمد، هو ڪانپور جي ايگريڪلچرل ڊپارٽمينٽ ۾ ملازم آهي، مولانا محمود حسن جو پڪو مريد آهي ۽ جهاد جو سرگرم حامي آهي. ديوبند جي خفيہ جلسن ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. سيپٽمبر 1915ع ۾ محمود حسن سان گڏ عرب ويو ۽ پهرين ئي جهاز مان هي معلوم ڪرڻ جي لاءِ واپس آيو تہ ڇا مولانا جي واپسي جي لاءِ هندستان محفوظ آهي؟ سازشين جي تيار ڪيل منصوبي جي مطابق مطلوب الرحمان ۽ محمد ميان عرف منصور کي حجاز کان واپسيءَ تي جهاد جي لاءِ زبردست ڪوششون ڪرڻيون هيون."

(10) ريشمي خط سازش جي ڪيس جي مدعا علهيم (ملزمن) ۾ هڪ صاحب رٿيڙي، ضلع مظفر ننگر جو رئيس سيد نورالحسن بہ آهن. سيد نور مان اهو ئي صاحب مراد آهي. مولانا حسين احمد مدني ان صاحب جو وضاحت سان تذڪرو تہ ڪو نہ لکيو آهي، پر تحريڪ سان شموليت، ان جي احساس ذميواري، ڪمال رازداري ۽ هوشياريءَ جو تذڪرو آيو آهي. سازش ڪيس جي شخصيتن ۾ ان جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيو ويو آهي:

"سيد نور، اهو ئي شخص رٿيڙي ضلع مظفر ننگر (يوپيءَ) جو سيد نورالحسن آهي. هي سيد هادي حسن جو چاچو آهي، امير ماڻهو آهي ۽ مولانا محمود حسن جو پڪو مريد آهي. جڏهن هو ديوبند ۾ هو تہ هي برابر ايندو رهندو هو. سازش جو هڪ خاص ميمبر آهي. مولانا محمود حسن جي گهر ۾ جيڪي خفيہ مشورا ٿيندا هئا، انهن ۾ وڏو حصو وٺندو هو. مولانا محمود حسن جڏهن حجاز وڃي رهيو هو تہ پنهنجي غيرموجودگيءَ ۾ هن کي هندستان ۾ اسلحي ۽ هٿيارن جو نگران ڪيو هو. مولانا سان گڏ بمبئي تائين ويو هو. مولانا محمود حسن، انور پاشا، جمال پاشا ۽ غالب پاشا کان جيڪي فرمان حاصل ڪيا هئا ۽ سيد هادي حسن جي نگرانيءَ ۾ جنهن کي هندستان موڪليو هو اهو ڊاڪٽر حاجي شاهہ بخش جي ذريعي سيد نورالحسن کي پهچائڻا هئا. هڪ شخص احمد مرزا کي ان جو

فوٽو ونٽو هو ۽ انهن مان هڪ ۾ خاص فرمان هاشم نالي ايلچيءَ جي ذريعي ڪابل ڪٽي وڃڻا هئا. هاشم ان مقصد جي لاءِ عرب مان اچڻ وارو هو. چيو وڃي ٿو ته ان پشاور ۾ عبدالرحيم (عرف مولوي بشير) کي به سؤ رپيا موڪليا هئا.“

معلوم ايئن ٿئي ٿو ته حضرت جي حجاز ڏانهن وڃڻ کان پوءِ، پهرين سرگرمي ۽ جوش باقي نه رهيو هوندو. ٿي سگهي ٿو ته مولانا مرتضيٰ حسن جي خيالن ۽ مطلوب الرحمان جي رويي کان متاثر ٿيو هجي. ”سست“ جي لفظ مان ان غير دلچسپي ۽ سرگرمي جي طرف اشارو آهي، هن خط ۾ اڳتي به ان جو نالو آيو آهي.

(11) ان مان مراد مولانا عبدالرحيم رائيپوري آهي. خط جي ٻئي پئراگراف ۾ ”عبدالرحيم“ ان ئي بزرگ جو نالو آيو آهي. رائيپور ضلع سهارنپور جو رهڻ وارو هو. مولانا رشيد احمد گنگوهي جي خليفو مجاز ۽ نهايت عابد، زاهد ۽ متقي بزرگ هو. دارالعلوم جي مجلس شوريٰ جو ميمبر هو. شروعات ۾ حضرت شيخ الهند ان کي تحريڪ ۾ شامل نه ڪيو هو ۽ نه ان کي اطلاع ڏنو هو. حضرت شيخ الاسلام مولانا حسين احمد مدني کي ان زماني ۾ ان هڪ دفعي فرمايو ته ”حضرت شيخ الهند ماڻهن کان جهاد جي بيعت وٺن ٿا، هي ته نهايت وڏو خطرناڪ معاملو آهي. انگريزن کي جيڪڏهن خبر پئجي ويئي ته دارالعلوم جي هڪ هڪ سر اکيڙي ڇڏيندا ۽ مسلمانن جو هي علمي ۽ ديني مرڪز اجاڙي ڇڏيندا.“

پر وري جڏهن حضرت شيخ الهند جي ان سان اڪيلائيءَ ۾ کلي ڪري گفتگو ٿي ته هو شيخ الهند جي بلڪل هم خيال ۽ متفق ٿي ويو ۽ جڏهن حضرت حجاز ڏانهن وڃڻ لڳا ته ان کي پنهنجو قائم مقام بنايائون ۽ سيني ڪارڪنن کي هدايت فرمائي ته سندن مرضيءَ کان سواءِ ڪو به خاص قدم نه کڻجو. تحريڪ جي سلسلي ۾ جڏهن گرفتاريون شروع ٿيون ته سي آءِ ڊي کين به پريشان ڪيو. پر گرفتاري عمل ۾ نه آئي. سازش ڪيس رپورٽ ۾ آهي ته هي رائيپور ضلع سهارنپور (يوپي) جو مولوي عبدالرحيم آهي، جيڪو مولانا رائيپور جي عرف سان مشهور آهي. هي مولانا محمود حسن جي جهاد جي اسڪيمن ۾ شامل هو. پر حضرت جي هندستان کان هجرت جي سخت خلاف هو. هي ديوبند جي مدرسي جي ڪميٽيءَ ۾ به شامل هو. وڏيڪ لاءِ هي ته حضرت رائيپوري تحريڪ جي لاءِ چندو گڏ ڪري مولوي احمدالله پاڻي پٽ واري ڏانهن موڪليندو هو. اهڙي طرح سازش ڪيس جي داخلا مان به تحريڪ شيخ الهند سان اتفاق ۽ ان جي معاونت جي حمايت ٿئي ٿي.

(12) حڪيم صاحب جو لفظ حڪيم عبدالرزاق جي لاءِ آيو آهي، حڪيم صاحب

مرحوم ڳوٺ يوسف پور، ضلعي غازي پور جو رهاڪو هو. والد جو نالو جان محمد عرف عبدالرحمان انصاري هو. حضرت شيخ الهند سان خاص نسبت ۽ عقيدت رکندو هو. حضرت جي تحريڪ جو خاص ميمبر هو. حضرت شيخ الهند حجاز ڏانهن وڃڻ جو ارادو فرمايو تہ سفر جو سڄو انتظام ۽ خرچ پکي جو بندوبست حڪيم صاحب فرمايو ۽ حضرت جي روانگيءَ جي وقت بہ پنهنجو پاڻ بمبئي ڏانهن ويا ۽ حضرت جي حجاز پهچڻ کان پوءِ بہ خرچ جي لاءِ پئسا موڪليندو رهيو ۽ حضرت جي گهروارن جي ضروريات زندگي جي لاءِ ديوبند ۾ پنجاهہ رپيا ماهوار پاڻ وٽي ڪري ڏيندو هو ۽ اهو سلسلو حضرت جي مالٽا جي قيد واري زماني ۾ بہ جاري رهيو.

ٻين ضرورتن، مثلاً تعمير ۽ گهر وغيره جي لاءِ وقت سر جدا رقم ڏيندا رهندا هئا. مالي امداد کان سواءِ مهيني ۾ هڪ بہ دفعو ديوبند وڃي ڪري خيريت معلوم ڪندا هئا ۽ گهروارن کي تسلي ۽ دلاسو ڏيندا رهندا هئا. وٺ پڪڙ وارن ڏينهن ۾ ان کي بہ انگريزي حاڪمن گهرايو ۽ پڇاڳاڇا ڪئي، پر حضرت شيخ الهند ۽ ان جي گهروارن جي مالي امداد کان سواءِ تحريڪ سان ڪو بہ خاص تعلق ثابت نہ ٿي سگهيو ۽ حضرت جي مالي امداد جي جرم کي انهن پوري مضبوطيءَ سان قبول ڪيو ۽ صاف لفظن ۾ چئي ڏنو تہ حضرت شيخ الهند ان جو ديني مرشد ۽ مذهبي پيشوا آهي. ان تعلق جي ڪري هو انهن جي مالي امداد ڪري ٿو جيڪڏهن حضرت شيخ الهند حڪومت جو باغي هجي تڏهن بہ هو انهن جي مالي امداد انهن جي گهروارن جي سارسنڀال کان پري نٿو رهي سگهي. جيڪڏهن حڪومت ان کي ان سلسلي ۾ ڪا بہ سزا ڏيڻ چاهي ٿي تہ هو ان کي خوشيءَ سان برداشت ڪرڻ لاءِ تيار آهي. پر انگريز حڪومت فقط ان بنياد تي انهن جي خلاف ڪنهن بہ قسم جي ڪارروائي ڪرڻ مناسب خيال نہ ڪيو ۽ ان کي ڇڏي ڏنو.

هند ۽ پاڪستان ۾ سازش جو راز ظاهر ٿيو ۽ وٺ پڪڙ جو هنگامو ٿيو تہ مولوي محمد مسعود کي جلدي حجاز روانو ڪيو تہ حضرت کي هتي جي حالتن کان واقف ڪيو وڃي ۽ ان جي هٿان حضرت جي لاءِ هڪ خاص رقم بہ رواني ڪئي. ريشمي رومال سازش ڪيس ۾ ڪيترين ئي جاين تي ان جو نالو آيو آهي ۽ حڪيم صاحب جي سيرت جي انهيءَ پهلوءَ مان ان جي جذبي ۽ قربانيءَ جو ثبوت ملي ٿو. پهريون دفعو سينٽرل انٽيليجنس جي ڊائريڪٽر جي رپورٽ مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو هندستان جي انهن چند ماڻهن مان هو جيڪي حضرت شيخ الهند جي تحريڪ جي حالتن کان واقف هئا. ٻئي جاءِ تي ڪيس جي پئرا نمبر 51 ۾ حضرت شيخ الهند جي مالي امداد ۽ ان جي گهروارن جي خرچ پکي جي سلسلي ۾ ان جو نالو آيو آهي تہ مولانا محمود حسن جي گهروارن جي

خبرچار عبدالرزاق انصاري ڪندو رهندو هو ۽ مختلف خرچ پورا ڪندو رهندو هو. ان ٻه هزار ڇهه سؤ رپيا مولانا جي گهر جي واڌاري جي لاءِ ڏنا هئا ۽ مولوي محمد مسعود کي هڪ هزار چار سؤ رپيا ڏئي ڪري مولانا ڏانهن حجاز موڪليا هئا. سازش ڪيس جي شخصيتن بابت ٻه حڪيم صاحب تي هڪ وضاحتي نوٽ آهي. ان ۾ چيو ويو آهي:

”حڪيم عبدالرزاق پٽ جان محمد عرف عبدالرحمان انصاري، رهندڙ غازي پور صوبو يوپي. دهلي جي ڊاڪٽر انصاريءَ جو پيءُ ۽ مشهور حڪيم آهي. حيدرآباد دکن ۾ ڪيترائي سال طبابت ٻه ڪئي اٿس. مولانا محمود حسن جو پڪو مريد آهي، ان کي هجرت تي پڙڪائڻ وارن خاص ماڻهن مان آهي. مولانا رحہ جي عرب ڏانهن سفر جا سيئي انتظام ڪيائين ۽ انهن کي ڇڏڻ لاءِ بمبئي تائين ويو. محمود حسن جي گهرو خرچ جي لاءِ پنجاهه رپيا ماهوار ڏئي رهيو آهي. بلاشڪ سازش جو هڪ ميمبر هو. 10 نومبر 1916ع تي ان مولوي محمد مسعود کي حجاز روانو ڪيو تہ جيئن مولانا محمود حسن کي خبردار ڪري تہ هو هندستان نہ اچي ۽ ان کي هن ملڪ ۾ سازش جي صورتحال کان آگاهہ ڪري. عبيدالله (سنڌي) حضرت مولانا کي جنهن خط ۾ جدي کان پوءِ جا واقعا بيان ڪيا آهن، انهن ۾ ”حڪيم صاحب“ جي لفظن ۾ ان جو ذڪر ڪيو آهي. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ”ليفٽيننٽ جنرل آهي.“

(13) ڊاڪٽر صاحب مان مراد ڊاڪٽر انصاري آهي. خلافت ”ترڪ موالات“ (لاڳاپا ٽوڙڻ)، ڪانگريس جمعيت العلماءِ ۽ ريشمي خطن جي تحريڪ جي سلسلي ۾ جتي ٻہ ڊاڪٽر صاحب يا ڊاڪٽر انصاري جو نالو اچي ٿو تہ، ان مان ڊاڪٽر مختار احمد انصاريءَ جي شخصيت هوندي آهي. غازي پور (يوپي) جي ننڍڙي شهر يوسف پور جي جان محمد عرف عبدالرحمان انصاريءَ جا ٽي پٽ هئا ۽ ٽئي خوش نصيب عظيم ۽ مشهور ٿيا. وڏو حڪيم عبدالوهاب هو جيڪو عرف عام ۾ حڪيم نابين جي نالي سان مشهور ٿيو. دارالعلوم ديوبند ۾ تعليم ورتائين ۽ مولانا رشيد احمد گنگوهي کان حديث پڙهيائين ۽ ان سان بعيت ٻہ ڪيائين. دهلي ۾ وفات ڪيائين ۽ ان جي وصيعت ۽ خواهش جي مطابق گنگوهہ ۾ ان جي مرشد جي پرسان دفن ڪيو ويو. دانائيءَ ۽ عقلمنديءَ ۾ تمام مشهور ۽ حافظي ۾ بيمثال هو. سيرت ۽ اخلاق جي خوبين ۾ ٻہ ان جو ڪو ٻہ مٽ نہ هو. سندس ننڍو پاءُ حڪيم عبدالرزاق هو. جنهن جو ذڪر اڳ ۾ ٿي چڪو آهي. اهو ٽي ڊاڪٽر صاحب هو. علم ۽ عمل ۾ لاجواب (بيمثال)، گڏيل سياسي تحريڪن ۾ هٿ هٿ ۾ ڏئي هر طرح مدد ڪرڻ وارو ۽ حضرت شيخ الهند جي

سياسي تحريڪ جو خاص ميمبر هو. مولانا حسين احمد مدني رحہ ان جو ذڪر نہ فقط محبت، پر عقيدت سان ڪيو آهي ۽ ان جي سيرت ۽ خدمتن تي روشني وڌي آهي. ان لکيو آهي تہ، ڊاڪٽر انصاري جو جيتوڻيڪ ظاهري طور تي ديوبند ۾ اچڻ وڃڻ نہ هوندو هو، پر قلبي تعلق حضرت شيخ الهند سان ۽ ان جي تحريڪ سان تمام گهڻو سدائين رکندو رهيو ۽ مالي امداد تمام گهڻي ڪندو رهيو. ڊاڪٽر صاحب گورنمينٽ جي اعليٰ آفيسن جي ڪارڪنن جي ذريعي ڪيترن ئي راز جي ڪمن تي حضرت شيخ الهند ۽ ان جي تحريڪ بابت خبردار رهندو هو. تنهن ڪري عالمي جنگ جي شروعات ۾ جڏهن سياسي رهنمائن جي وٺ پڪڙ شروع ٿي تہ، هن جي ئي ذريعي خبر پئي تہ حضرت شيخ الهند بابت سي آءِ ڊي جون رپورٽون نهايت سخت آهن ۽ عنقريب گرفتار ٿي ويندا. ان ڪري سخت ضرورت آهي تہ جلديءَ ۾ هندستان جي سرحد مان ٻاهر ٿي وڃي، ان ڪان سواءِ ڪيترائي معاملا وائسراءِ جي آفيس مان ان جي گهرو ماڻهن جي ذريعي سان، جيڪي سياسي ۽ انتظامي ڪمن سان تعلق رکندا هئا، معلوم ٿيندا رهيا ۽ جڏهن حضرت شيخ الهند حجاز جو ارادو فرمايو تہ هن ئي حضرت جي ۽ خاص رفيقن جي ٽڪيٽ وغيره جو انتظام پنهنجي خرچ سان ڪيو.

مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو ان سان تعارف حضرت شيخ الهند ڪرايو هو ۽ جيئن تہ مولانا سنڌيءَ لکيو آهي تہ، ملڪ جي نوجوان قيادت مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا محمد علي وغيره سان ان جي تعارف جو ذريعو ڊاڪٽر انصاري مرحوم هو. مولانا مدني رحہ لکيو آهي تہ، ڊاڪٽر صاحب حضرت شيخ الهند جي آزاديءَ واري مشن جي دهلي شاخ جو صدر هو ۽ نهايت رازداري ۽ سرگرمي سان ڪم ڪندو هو. 1913ع ۾ جنگ بلقان جي زماني ۾ مسلمانن جو هڪ طبي وفد وٺي ترڪي ويو هو ۽ جنگي زخمين جون بيمثال خدمتون سرانجام ڏنائين. 1918ع ۾ ”انجمن مددگار نظربند ان اسلام“ جو قائم ڪرڻ ۽ ان جي ذريعي نظربند ٿي ويلن جي گهروارن جي امداد جو انتظام، سندن نهايت وڏو ڪارنامو ۽ عظيم خدمت هئي. سياسي جدوجهد ۾ نهايت سڌو رستو اختيار ڪرڻ ۾ شريڪ رهيو. انهن سياسي سرگرمين جي ڪري ڪيترا دفعا جيل ۾ بہ ويو.

حضرت شيخ الهند رحہ جي آخري ڏينهن ۾ ڊاڪٽر صاحب علاج ۽ خدمت چاڪري ۾ گذاريا، دهلي ۾ هن جي ئي گهر ۾ حضرت جن وفات ڪئي.

ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ڪيترين ئي جاين تي ان جو احوال آيو آهي ۽ ان کي نهايت خطرناڪ ريشمي خط سازش ڪيس ۾ پوريءَ طرح ملوث ۽ اتحاد اسلامي جي اسڪيمن ۽ منصوبن جو اهم ۽ مضبوط تحرڪ وارو ڪارڪن ٻڌايو ويو آهي. پهريون دفعو سازش جي انڪشاف ڪان پوءِ، سي آءِ ڊي جي

رپورٽ ۾ جتي هوءَ گرفتارين جو مشورو ڏينديي آهي، هو ان وقت ڊاڪٽر انصاري جي خلاف ڪارروائيءَ جو مشورو نہ ٿي ڏئي. رپورٽ جا لفظ هي آهن:

”اسان گهٽ ۾ گهٽ انهن ڪجهہ ماڻهن کي سني طرح سڃاڻي ورتو آهي، جيڪي سازشون ڪري رهيا آهن ۽ پنهنجي قوم کي جديد يا قديم ميدان جنگ ۾ مشڪلاتون پيدا ٿيڻ تي ڳڙٻڙ ۾ مشڪلات پيدا ڪرڻ جي لاءِ ڀڙڪائي رهيا آهن. انهن مان ڪجهہ ماڻهن جي خلاف ڪارروائي ڪرڻ جي لاءِ هي وقت ۽ هي موقعو نهايت مناسب آهي. انهن مان ڪو بہ عوام جي نظرن ۾ اهڙو وڏو ماڻهو نہ آهي. ان جي خلاف اسان جي ڪارروائيءَ سان ڪو بہ اشتعال يا وڏي پئماني تي ڪا بہ بيچيني پکڙجڻ جو انديشو نہ آهي. جيڪڏهن وڏي پئماني تي ڪا بيچيني پکڙي تہ ان مان ظاهر ٿي پوندو تہ هندستان ۾ جهاد جو جذبو ۽ تحريڪ ان کان وڌيڪ پکڙجي چڪي آهي، جنهن جي اسان کي اجا تائين خبر آهي.“

ان پسمنظر ۾ عقلمندي ۽ دانشمندانہ تبصري کان پوءِ رپورٽ لکندڙ ڊاڪٽر صاحب مرحوم جي دعويٰ ۾ ان جي گرفتاري جي باري ۾ لکي ٿو:

”پر رڳو هڪڙو فرد اهڙو آهي، جيڪو منهنجي راءِ ۾ اتحاد اسلامي جي اسڪيمن ۽ سيني متعصبانہ منصوبن جو واقعي نهايت اهم ۽ طاقتور محرڪ آهي، منهنجو اشارو دهلي جي ڊاڪٽر انصاريءَ ڏانهن آهي. ان جي باري ۾ يوپي جي عملدارن، هوم ڊپارٽمينٽ ۾ مون گڏجي مشورو ڪيو آهي ۽ اسان طئہ ڪيو آهي تہ في الحال اسان ان جي خلاف قدم نہ کڻنداسين. جڏهن تہ مون کي يقين آهي تہ هو نهايت خطرناڪ ماڻهو آهي ۽ انهن معاملن ۾ نهايت چڱيءَ طرح ملوث آهي، جيڪي هن وقت اسان جي هٿ ۾ آهن. ٿي سگهي ٿو تہ ڪجهہ گهٽ اهميت وارن ماڻهن جي خلاف اسان جي ڪارروائيءَ سان ڊاڪٽر انصاري جي خلاف زبردست شاهديون پڌريون ٿي سگهن.“

سازش ڪيس جي شخصيتن جي فهرست ۾ ان جي باري ۾ چيو ويو آهي:

1۔ جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهي. جدي کان پوءِ جا واقعا بيان ڪندي عبيدالله سنڌيءَ حضرت مولانا کي خط لکيو ان ۾ ان جو ذڪر ڊاڪٽر صاحب جي لفظن ۾ ڪيو ويو آهي.

ڊاڪٽر مختار احمد انصاري آف دهلي 1913ع ۾ جنگ بلقان جي وقت ترڪي ڏانهن موڪليل ڪل هند ميڊيڪل مشن جو ليڊر ۽ آرگنائيزر هو. حڪيم عبدالرزاق جو ڀاءُ ۽ مولانا محمود حسن جو پڪو مريد هو. اتحاد

اسلامي جو مشهور حامي ۽ هندستان ۾ سڀني کان خطرناڪ ترڪ نواز مسلمان آهي.

2۔ دهلي ۾ نظارت المعارف القرآنيہ جو خرچ پڪو مهيا ڪري ٿو.

3۔ خيال آهي تہ ڊاڪٽر انصاري صاحب انهن ماڻهن مان هڪ آهي، جن مولانا محمود حسن کي هندستان مان هجرت ڪرڻ تي اُڀاريو هو.

4۔ مولوي عبدالله سنڌي (لغاري) ڪابل مان ڊاڪٽر انصاري جي لاءِ بہ خط آندا هئا. هڪ برڪت الله ۽ ٻيو عبيدالله موڪليو هو.

حضرت شيخ الهند سان ان کي فقط هڪ عالم دين ۽ سياسي ۽ قومي رهنما هئڻ جي حيثيت ۾ ئي عقيدت نہ هئي، پر حضرت ان جا مرشد طريقت بہ هئا. ڊاڪٽر صاحب حضرت جي هٿ تي حق پرستيءَ تي باقاعدي بيعت ڪئي هئي.

1936ع ۾ ڊاڪٽر صاحب دهر دون کان ريل ذريعي دهليءَ ڏانهن اچي رهيا هئا تہ سفر دوران سندن انتقال ٿي ويو دهلي ۾ دفن ٿيل آهن.

(14) حنيف مان مراد مولوي محمد حنيف آهي، جيڪو مولوي محمد سعود جو پاءُ ۽ حضرت شيخ الهند جو پاڻجو ۽ نياڻو هو. حضرت شيخ الهند جي گهر جو انتظام ۽ نگراني ان جي ئي حوالي هئي. ريشمي رومال سازش ڪيس ۾ ان جو ٻن جاين تي نالو آيو آهي. پهريون دفعو دعويٰ ۾ تہ مولوي احمدالله، مولوي محمد حنيف کي پئسا ڏيندو رهندو هو، جيڪو مولانا جو نياڻو هو ۽ جنهن کي هدايت ڪئي ويئي هئي تہ گهر جي نظرداري ڪري. ڪيس جي فهرست ۾ هنن لفظن ۾ ان جو احوال آيو آهي:

> ”مولوي محمد حنيف مولانا محمود حسن جو پاڻجو ۽ نياڻو آهي. ديوبند جو مولوي محمد مسعود، جنهن کي حڪيم عبدالرزاق انصاريءَ سيپٽمبر 1916ع ۾ مولانا کي هي ٻڌائڻ جي لاءِ عرب موڪليو هو تہ هو هندستان اچي، ان جو پاءُ آهي. متُرا جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ استاد آهي، مولانا مڪي ڏانهن روانو ٿيڻ وقت گهر جو انتظام ان جي حوالي ڪري ڇڏيو هو.“ پر ان مان هن جو تحريڪ سان تعلق ثابت نٿو ٿئي.

سازش ڪيس جي اردو ترجمي ۾ ان کي حضرت شيخ الهند جو پائٽيو لکيو ويو آهي. حالانڪ ڊاڪٽر انصاري مرحوم ۽ مفتي عزيزالرحمان جي روايت جي مطابق هو حضرت جو پاڻجو هو. منهنجو خيال آهي تہ هيءُ ترجمي جي غلطي آهي انگريزيءَ ۾ Nephew جو لفظ آيو هوندو، جيڪو پاڻجي ۽ پائٽي ٻنهي معنائن ۾ استعمال ٿيندو آهي.

(15) جماعت مان مراد تحريڪ ريشمي خط جي ميمبرن جو اهو غير رسمي اجتماع هو، جيڪو حضرت شيخ الهند جو حجاز ڏانهن وڃڻ کان پوءِ هندستان ۾ رهجي

ويو هو. جنهن کي هدايت ڪيل هئي ته هو ڪو خاص قدم حضرت مولانا عبدالرحيم رائيپوري جي مشوري کان سواءِ نه کڻي ۽ عام ڪمن سرانجام ڏيڻ جي لاءِ مولوي احمدالله پاڻي پٽ واري جي هدايت ۽ نگراني ڪافي آهي. ان جماعت جي ذمي چندو گڏ ڪرڻ ۽ ان جي ورهاست جو انتظام هو.

ريشمي خط سازش ڪيس جي دعويٰ جي پئرا نمبر 49 مان هن جماعت جي ڪن ميمبرن ۽ حضرت شيخ الهند جي غيرموجودگيءَ ۾ هندستان ۾ تحريڪ جي نظام تي ڪجهه روشني پوي ٿي. هن پئرا جو مطالعو فائدي کان خالي نه آهي، ان ڪري هتي ان تي به هڪ نظر وجهڻ گهرجي:

> ”ياد هجي ته مولانا (محمود حسن) ديوبند مان روانو ٿيڻ کان اڳ هندستان ۾ ڪم جاري رکڻ جي لاءِ هدايتون ڏنيون هيون. مولوي حمدالله کي پنهنجو نمائندو ۽ عرب هند ۽ اترئين اولاهين سرحدپار ۾ موجود ميمبرن سازش جي وچ ۾ رابطي جو ذريعو مقرر ڪري ڇڏيو هو. انهن هدايتن جي پابنديءَ ۾ حمدالله، ظهور محمد ۽ محمد مبين وقت به وقت ملاقاتون ڪندا رهندا هئا ته جيئن هندستان ۾ ڪم جا تفصيل طئه ڪري ان کي منظم ڪن.“

(16) مدرسي جو مطلب دارالعلوم ديوبند ۽ ”مدرسه جي مالڪن“ جي لفظ مان دارالعلوم جو مهتمم شمس العلماءَ مولانا محمد احمد ۽ نائب مهتمم مولانا حبيب الرحمان ڏانهن اشارو آهي. هي حضرات شيخ الهند جي تحريڪ سان متفق نه هئا ۽ ڪا اهڙي تحريڪ ۽ دارالعلوم سان وابستگيءَ جي طرف کان ڪو به اهڙو قدم پسند نه ڪندا هئا، جنهن سان انهن جي اقتدار ۽ سرڪار ۾ انهن جي اثر رسوخ کي نقصان پهچي. ديوبند ۾ مولانا عبيدالله سنڌي جي رهڻ ۽ ان جي سياسي سرگرمين کي انهن ناپسند ڪيو هو. مولانا انور شاهه ڪشميري ۽ مولانا شبير احمد عثماني کي ان جي مقابلي ۾ انهن ماڻهن ئي بيهاريو هو. ديوبند مان مولانا سنڌيءَ جي نڪرڻ جو سبب اهي ئي ماڻهو هئا. مولانا حسين احمد مدني رحه جي ذهني ۽ فڪري تربيت حضرت شيخ الهند جي پاڇي هيٺ ٿي هئي، ان ڪري ان جو هي فرمائڻ ته مهتمم صاحبان جي نظر ۾ فقط دارالعلوم جو مفاد هو ۽ مولانا محمد ميان (مصنف ”علما حق اور انکي مجاهدانه ڪارنامي“ ۽ مؤلف ”تحريڪ شيخ الهند) پاران ان جي تائيد ڪرڻ، انهن جي صلح پسند مزاج جي عين مطابق آهي. آخر اهي به ته ان ئي پاڪ وڻ جي هڪ شاخ جي سرسبز ٽاري هئا، پر تاريخ ۽ حقيقت هيءَ نه آهي. ان باري ۾ مون کي پنهنجي راءِ جي صحت تي اصرار نه آهي، پر عزيزالرحمان صاحب تذڪرو شيخ الهند جو رايو اهو ئي آهي. ”نقش حيات“ جي هڪ حاشيي مان به اها ئي ڳالهه ظاهر ٿئي ٿي ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه هيءَ آهي ته خط لکندڙ (مولانا محمد

ميان عرف منصور انصاري) جو رايو بہ اهو ئي آهي. جيئن تہ ان جي هن جملي مان ظاهر ٿئي ٿو: ”مدرسي جا مالڪ سرڪار جي خدمت ۾ لڳل آهن، نمائش جي دربار ۾ شرڪت جو فخر بہ حاصل ٿيڻ لڳو آهي.“ باقي مولانا سيد محمد ميان (مصنف علماءِ حق) جو هي فرمائڻ تہ جيئن ئي وقت آيو حافظ محمد احمد شمس العلماءَ جو لقب واپس ڪري ڇڏيو ۽ مولانا حبيب الرحمان انگريزي گورنمينٽ تي سخت تنقيد ڪئي تہ هيءَ ڳالهہ تحريڪ موالات (لاڳاپا ٽوڙ تحريڪ) 1921ع جي زماني جي آهي. ان زماني ۾ عوامي دٻاءَ جي تحت ڪيترن ئي سرڪار پرستن لقب واپس ڪري ڇڏيا هئا. لقب تہ واپس ڪري ڇڏيا هئائون، پر وظيفو وٺڻ کان تہ انڪار نہ ڪيو هئائون، اهو تہ سڄي حياتيءَ ۾ وٺندا رهيا.

مولانا محمد ميان عرف منصور انصاري جي ان خط مان اندازو ٿئي ٿو تہ مهتمم صاحبان جو وجود ۽ انهن جون ڪوششون 1916ع ۾ بہ حضرت شيخ الهند جي سياسي تحريڪ جي خلاف ۽ ان جي ڪارڪنن جي لاءِ تڪليف ڏيندڙ هيون. حضرت شيخ الهند جي سياسي تحريڪ سان مدرسي جي مالڪن جو اختلاف فقط فڪري ۽ اخلاص تي قائم نہ هو. مفتي عزيزالرحمان جي بقول ”مسئلو منتظمين جي اقتدار جو هو.“ ريشمي خط سازش ڪيس جي مطابق ”شمس العلما حافظ محمد احمد پٽ محمد قاسم باني مدرسو ديوبند“ مدرسي جو مهتمم وفادار آهي ۽ شيخ الهند مولانا محمود حسن جو گهر ديوبند ۾ سازشين جو ڳڙهہ ۽ مولانا جي شخصيت مڪيہ ۽ قاعدانہ آهي.“ ان صورت ۾ حضرت شيخ الهند جي تحريڪ سان لاڳاپيل ماڻهن جي لاءِ دارالعلوم ديوبند جو ماحول سازگار ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ خط جي آخري سٽن ۾ آهي تہ ”مولانا مدرسي کان ڌنل آهي پر خدمتگارن جي صفائي فرمائيندا رهندا آهن.“

ان مان صاف ظاهر آهي تہ مدرسي جا مالڪ تحريڪ شيخ الهند جي ڪارڪنن جي خلاف هئا ۽ حضرت مولانا عبدالرحيم رائيپوري انهن جو دفاع انهن جي وڪالت ۽ معاملات جي صفائي فرمائڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا هئا.

تحريڪ شيخ الهند ۽ ان جي ڪارڪنن سان، مدرسي جي منتظمين جي رويي جو اندازو ان مان ٿئي ٿو تہ، مولانا مرتضيٰ حسن، مولانا مطلوب الرحمان، مولانا شبير احمد عثماني، امير شاهہ، حڪيم جميل الدين، محمد مسعود، مولوي احمد رامپوري وغيره. ماڻهو تحريڪ شيخ الهند جا ميمبر ۽ حضرت شيخ الهند جا نهايت عقيدتمند هئا، پر مدرسي جي انتظاميہ ۽ ان جي رويي کان متاثر ٿي ڪري هي سڀئي ماڻهو تحريڪ کان جدا ٿي ويا هئا.

مون هتي مدرسي جي انتظاميہ جي ”رويي“ جو لفظ استعمال ڪيو آهي. ان

”رويي“ جو اندازو مولانا مدني صاحب جي هنن لفظن مان لڳائي سگهجي ٿو، جيڪي ان مولانا محمد ميان عرف منصور انصاري جي باري ۾ لکيا آهن. لکن ٿا:

> ”انهن مشن جي ڪم کي نهايت رازداريءَ سان اسرنجام ڏنو. مٿن ۽ مائٽن ۽ دوستن نهايت وڏي ڪوشش سان کين ٽوڙڻ چاهيو پر ٽٽي نہ سگهيا ۽ سدائين حضرت شيخ الهند رحہ سان لاڳاپيل رهيا. ان کي لوڏڻ وارن خطرن سان منهن ڏيڻو پيو پر هي ثابت قدم رهيو.“

عزيزن ۽ دوستن تي زور ڏيڻ جي لاءِ يا ٽوڙڻ وارن شخصن کي واضح ڪري ڇڏڻ جي لاءِ مولانا مدني رحہ انهن لفظن کي واوين ۾ (ڪامائون ڏئي) لکيو آهي. هي واضح هئڻ گهرجي تہ مولانا محمد ميان ”حضرت شمس العلماءَ مولانا حافظ محمد احمد صاحب مرحوم، ناظم الاعليٰ دارالعلوم ديوبند جو حقيقي ڀاڻجو هو. حضرت مولانا عبدالرحيم رائيپوري عليہ الرحمة انهن حالتن کان ايتري قدر متاثر ٿيو جو مولانا محمد ميان عرف منصور انصاري ان جي لاءِ ”مرعوب“ (رعب ۾ آيل) جو لفظ استعمال ڪيو آهي.

ديوبند جي انتظاميہ جي رويي جو اندازو ان ڳالهہ مان بہ لڳائي سگهجي ٿو تہ، جڏهن پوري ملڪ ۾ اسلامي نظربندن جي آزادي جي تحريڪ شروع ٿي ۽ لکين مسلمانن ۽ هندن آزاديءَ جي لاءِ گڏيل دستاويزن تي صحيحون ڪيون تہ، ڊاڪٽر انصاري ۽ ان کان وڌيڪ بيگم انصاري جي اشاري تي ڊاڪٽر انصاري جو سيڪريٽري عبدالعلي خان ديوبند ويو تہ حضرت شيخ الهند جي آزادي جي مطالبي ۾ ديوبند جي انتظاميہ جو رايو بہ حاصل ڪيو وڃي تہ انهن حضرت جي آزاديءَ جي لاءِ وائسراءِ کي درخواست ڪرڻ کان بہ انڪار ڪري ڇڏيو.

(17) ان زماني ۾ مدرسي جي انتظام رکندڙ کي گورنر شملہ ۾ گهرائي ديدار جو شرف بخشيو هو. ”نمائش جي دربار ۾ شرڪت جو فخر“ جي لفظ مان اشارو ان طرف ڏانهن آهي تہ ان موقعي تي حضرت مهتمم صاحب کي وائسراءِ وضوءَ جي لاءِ گرم پاڻي پيش ڪيو هو. واپسيءَ تي وفد جا ميمبر گورنر جي اخلاق ۽ خاطر تواضح کان ڏاڍو متاثر ٿيل هئا ۽ سندس ڏاڍي تعريف پئي ڪيائون.

(18) امير شاهہ جو نالو ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ٻن جاين تي آيو آهي. پهريون دفعو ريشمي خطن جي ٻئي يادداشت تاريخ 21 سيپٽمبر 1916ع ۾ تہ، حڪيم جميل ۽ امير شاهہ، جنهن کي عبيدالله خدمتگارن جي خلاف.

هيءَ ڳالهہ يادداشت خط جي حوالي سان نقل ڪئي ويئي آهي.

پر تعجب آهي تہ ڇپيل خط ۾ نہ حڪيم جميل جو نالو آهي ۽ نہ ان جي ۽ امير شاهہ جي تعلق بابت ان قسم جو جملو آهي. معلوم ائين ٿئي ٿو تہ ڪتابت ۾ ڪجهہ لفظ رهجي ويا آهن. هونئين بہ هي جملو مڪمل معلوم نٿو ٿئي تہ امير

شاهه مولانا عبدالرحيم صاحب جي دستي ڪم جي لاءِ پيو آهي، ان ۾ ”هٿ جو ڪم“ مان بہ ڪو مفهوم نٿو نڪري. شايد اصل ۾ ان جڳهہ تي ”دستي“ نہ پر ”ذاتي“ جو لفظ استعمال ٿيل آهي.

ٻئي جاءِ تي سازش ڪيس جي شخصيتن جي تعارف ۾ آهي تہ:

”ڪنور لياقت علي، رئيس مينڊو يوپي جو ملازم آهي. ڪنهن وقت مولانا محمود حسن ۽ مدرسي ديوبند جي وفادار پرنسپل، شمس العلماءَ حافظ محمد احمد جي وچ ۾ اختلاف راءِ جي ڪري، ان جي عقيدتمندي گهٽ ٿي ويئي. هاڻي هو شمس العلماءَ جو عقيدتمند آهي.“

مٿين سٽن ۾ ريشمي خط جي باري ۾ 21 سيپٽمبر جي رپورٽ ۾ حڪيم جميل جو نالو بہ آيو آهي. ان جي باري ۾ شخصيات جي ڊائريڪٽريءَ ۾ هي لفظ آهن:

”عبيدالله حضرت مولانا کي جيڪو خط لکيو آهي، ان ۾ ان جو احوال آهي. حڪيم جميل الدين آف ديوبند بليا ۾ طبابت ڪري ٿو. شمس العلماءَ حافظ محمد احمد مدرسہ ديوبند جي وفادار پرنسپل جو عقيدتمند آهي.“

(19) مولوي رامپوري مان اشارو مولوي حڪيم احمد رامپوري جي طرف آهي. شهر ٻهياران جو رهڻ وارو. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ڪيترين ئي جاين تي ان جو نالو آهي. شخصيات جي فهرست ۾ ان جي باري ۾ آيل آهي تہ:

”مولانا محمود حسن جو شاگرد ۽ مدرسي ديوبند جي ڪميٽيءَ جو ميمبر آهي. خفيہ جلسن ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. مولانا محمود حسن جي حج واري سفر جي موقعي تي ديوبند آيو ۽ سفري خرچ جي لاءِ ٽي سؤ رپيا ڏنا پر مولانا ان کي چيو تہ پئسا پاڻ وٽ رکو ۽ جڏهن ضرورت پئي تہ حمدالله کي ڏئي ڇڏجو. هاڻي معلوم ٿئي ٿو تہ بعد ۾ هن تحريڪ کان جدا ٿي ويو ۽ پئسا ڏيڻ کان جواب ڏئي ڇڏيائين.“

(20) مسعود، ريشمي خطن جي تحريڪ جي مشهور شخصيت آهي. سندس پورو نالو محمد مسعود هو. ديوبند جي منشي مظهر حسين جو پٽ ۽ حضرت شيخ الهند جو ڀاڻجو ۽ نياڻو هو.

ريشمي رومال سازش ڪيس ۾ ڪيترين ئي جاين تي ان جو نالو ۽ ذڪر آيو آهي. دارالعلوم ديوبند ۾ استاد ۽ تحريڪ جو خاص ميمبر هو. سيپٽمبر 1916ع ۾ حڪيم عبدالرزاق ان کي عربستان موڪليو هو تہ جيئن هو حضرت شيخ الهند کي ڪجهہ رقم پهچائي. هندستان جي حالتن کان آگاهہ ڪري ۽ کين اهو ٻڌائي تہ

في الحال هندستان نہ اچو. حضرت مولانا مدني رحہ لکيو آهي تہ ”اتفاقاً قاضي مسعود احمد آخري جهاز ۾ ذوالحج 1334هہ جي پهرين ڏينهن ۾ (آڪٽوبر 1916ع) ۾ اچي ويو. ان ڪان حال احوال معلوم ٿيو.“

مفتي عزيزالرحمان صاحب، ”تذڪره شيخ الهند“ ۾ ڊاڪٽر انصاري مرحوم جي هڪ تحرير جو حوالو ڏنو آهي تہ:

”مولوي مسعود احمد ذوالقعد 1334هہ ۾ حج تي ويو ۽ حج بيت الله کان واندو ٿي واپس اچي رهيو هو تہ بمبئي ۾ ان کي روڪيو ويو ۽ اتان ڪان پوليس جي نگرانيءَ ۾ الهہ آباد پهچايو ويو ۽ وڏي عرصي تائين اتي رهيو ۽ ڪانئس بيان ورتا ويا. افواهون پڌيون ويون آهن تہ ان تي نهايت تمام گهڻو تشدد ڪيو ويو ۽ تڪليف پهچائي ويئي. تقريباً هڪ مهيني کان پوءِ ان کي گهر وڃڻ جي اجازت ڏني ويئي.“

الهہ آباد ۾ پوليس جي سختيءَ جي ڪري مجبور ٿي پيو يا سي آءِ ڊي جي بليڪ ميلنگ ۽ چالبازي جي ڌوکي ۾ اچي ويو ۽ سي آءِ ڊي کي ڪجهہ اشارا انور پاشا ۽ جمال پاشا جي دستاويزن بابت ملي ويا. حضرت شيخ الهند جي نالي خط ۾ مولانا محمد ميان عرف منصور انصاري جو اشارو ان طرف آهي. ”مسعود بہ شڪار ٿي ويو.“ ان جو نتيجو اهو نڪتو تہ ڪيترن ئي ماڻهن جي لاءِ پريشاني ۽ آزمائش جا سبب پيدا ٿي پيا. سي آءِ ڊي گهڻي ڪوشش ڪئي، پر دستاويز ان کي هٿ نہ آيا. ريشمي رومال سازش ڪيس ۾ ان جو ذڪر هنن لفظن ۾ آيو آهي:

”هي شخص اهو مولوي محمد مسعود آهي، جيڪو ديوبند جي منشي مظهر حسين جو پٽ آهي. مولانا محمود حسن جو ڀاڻجو ۽ نياڻو آهي ۽ مولوي حنيف جو ڀاءُ آهي. ديوبند جي مدرسي ۾ ملازم آهي. حڪيم عبدالرزاق انصاري وغيره، سيپٽمبر 1916ع ۾ ان کي عربستان موڪليو هو تہ جيئن محمود حسن کي هندستان جي واقعن کان آگاهہ ڪري ۽ ان کي ملڪ ۾ واپس اچڻ کان خبردار ڪري.“

ريشمي رومال سازش جي هڪ شخصيت مولوي ولي احمد تي نوٽ مان، ان جي سفر جي باري ۾، هيءَ خبر پئجي وڃي ٿي تہ هو سيپٽمبر 1916ع ۾ ايس ايس اڪبر نالي جهاز ۾ جدي ويو هو ۽ نومبر 1916ع ۾ ان ئي جهاز ۾ واپس اچي ويو هو. پر حاجي شاهہ بخش بابت نوٽ مان هيءَ بہ خبر پئجي وڃي ٿي تہ، حاجي صاحب پاڻ ۽ مولوي سيد هادي حسن، سيپٽمبر 1916ع ۾ ان ئي ايس ايس اڪبر نالي جهاز ۾ هندستان پهتا هئا.

(21) ”بندي“ جو لفظ خط لکندڙ مولوي محمد ميان عرف منصور انصاريءَ پنهنجي لاءِ استعمال ڪيو آهي. ان تي تفصيل سان نوٽ شيخ عبدالرحيم جي نالي مولانا سنڌيءَ جي خط ۾ اچي چڪو آهي. مولانا آزاد ۽ حسرت موهانيءَ سان ان جي ملاقاتن جي باري ۾ سازش ڪيس جي دعويٰ جي پئرا نمبر 52 ۾ هنن لفظن ۾ ذڪر آيل آهي:

”محمد ميان گهٽ ۾ گهٽ ٻه دفعا مولوي فضل الحسن حسرت موهانيءَ سان عليگڙهه ۾ ملاقات ڪئي ۽ پوءِ ڪلڪتي وڃي مولوي ابوالڪلام آزاد سان مليو. ان وقت ابوالڪلام پنهنجو سامان ٻڌڻ ۾ مشغول هو ته جيئن رانچي وڃي سگهي، ڇو ته حڪومت جي حڪم سان ان کي رانچيءَ ۾ نظربند ڪيو پئي ويو.“

واضح رهي ته مولانا آزاد کي 28 مارچ 1916ع تي چئن ڏينهن جي اندر بنگال جي حدن مان نڪري وڃڻ جو حڪم ٿيو هو. بعد ۾ ٽن ڏينهن جو واڌارو ملي ويو هو. 4 اپريل جي رات جو مولانا ابوالڪلام آزاد ڪلڪتي مان روانو ٿي ويو هو. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته مولانا محمد ميان جي ملاقات مولانا آزاد سان انهن ئي چند ڏينهن ۾ ٿي هوندي.

مولانا حسرت موهانيءَ سان ان جي ملاقات ڪلڪتي وڃڻ کان اڳ ٿي هوندي، ڇو جو واپسيءَ ۾ سرحد ڏانهن ويندي ان کي اطلاع مليو ته مولانا حسرت به گرفتار ٿي ويو. دعويٰ جي ان ئي پئرا نمبر 52 جون باقي سٽون هي آهن:

”جڏهن محمد ميان فرنٽيئر وڃي رهيو هو ته هن سهارنپور جي اسٽيشن تي، جنهن وقت ظهور ۽ مبين سان گڏ هو، ٻڌو ته فضل حسن (حسرت موهاني) کي عليگڙهه ۾ گرفتار ڪيو ويو آهي. اهڙي طرح هن کي خبر پئجي ويئي ته هي ٻئي ماڻهو ڪم کي جاري رکڻ جي لائق نه رهيا.“

مولانا محمد ميان جي هن جملي جو اهو ئي مطلب آهي ته ”بندو حسرت ۽ آزاد سان مليو ٻئي بيڪار ٿي چڪا آهن.“

(22) حسرت يعني مولانا فضل الحسن حسرت موهاني، ان جي حريت پسندي ۽ سامراج دشمني ڪنهن چوڻيءَ وانگر مشهور آهي. تحريڪ ريشمي خطن جو خاص ميمبر هو. مولانا محمد ميان سان ان جي ملاقات جو احوال پوئتي حاشيي ۾ اچي چڪو آهي. سازش ڪيس ۾ ان جو احوال ڪيترين ئي جاين تي آيو آهي. ڪيس جي شخصيتن جي سلسلي ۾ انهن تي جيڪو نوٽ آهي ان ۾ ٻڌايو ويو آهي:

”فضل الحسن عرف حسرت موهاني، بي اي، پٽ اظهر حسين آف عليگڙهه (يوپي) بدنام صحافي تحريڪ سوديشي جو حامي آهي.

ابوالڪلام آزاد، عبيدالله محمد علي آف ڪامريڊ ۽ شوڪت علي جو بي تڪلف ساٿي آهي. ”اردوئي معليٰ“ جو ايڊيٽر هو. بيان ڪيو وڃي ٿو تہ سازش ۾ شامل هو ۽ ڪابل ۾ ابوالڪلام آزاد سان گڏجي مولوي عبيدالله سان ملڻ وارو هو. ملڪ مان ڪوئيٽا رستي ان جي روانگيءَ جا سپيئي انتظام مڪمل هئا، پر اپريل 1916ع ۾ حسرت جي گرفتاريءَ سان سڄو منصوبو ناڪام ٿي ويو. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ان کي ليفٽيننٽ جنرل لکيو ويو آهي.“

مولانا حسر موهاني 1878ع ۾ اوڌهہ ضلع انائو جي هڪ شهر موهان ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو اظهر حسين هو. شروعاتي تعليم موهان ۾ حاصل ڪيائين. انٽر جو امتحان فتح پور هسوهہ مان پاس ڪيائين. بي اي جي ڊگري 1903ع ۾ ايم اي او ڪاليج عليگڙهہ مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ عليگڙهہ مان ”اردو ئي معليٰ“ نالي سان هڪ رسالو جاري ڪيائين. (1908ع ۾ هڪ مضمون جي اشاعت جي بنياد تي رسالو بند ٿي ويو پريس ضبط ٿي ويئي، ڪتبخانو نيلام ڪيو ويو ۽ مولانا حسرت کي ٻن سالن جي لاءِ جيل ۾ وڌو ويو. ان کان پوءِ هن جي سياسي زندگي، قيد ۽ بند جو هڪ اڻٽٽ سلسلو ملڪ جي ورهاست تائين جاري رهيو. مولانا 1903ع کان سڄي زندگي قومي ۽ آزاديءَ جي سياسي تحريڪن ۾ حصو ورتو قوم ۽ ملڪ جي خدمت جي لاءِ ڪانگريس کان مسلم ليگ تائين ۽ ”اردو ئي معليٰ“ جي جاري ڪرڻ، ترتيب ۽ اشاعت کان وٺي، ڪاڌي جي دڪان ۽ سٽ ڪتڻ تائين، ڪنهن بہ ميدان ۾ بند نہ هو. نهايت بيخوف، نهايت بيباڪ، ايثار ۽ قربانيءَ جو مجسمو اديب، شاعر، نقاد، تذڪري نگار، سياح، ترقي پسند، صوفي انقلابي اشتراڪي، ڪانگريسي، ليگي. مولانا ابوالڪلام آزاد جي بقول:

”آزاديءَ جي نشي ۽ حق ۽ صداقت واري اڻٽٽ دولت جي شاهوڪاريءَ ۾ مست رهڻ وارو، آزاديءَ جو فقير ۽ اٽل ارادي وارو پهاڙ هو.“ مطلب تہ ان جا گڻ بي حساب هئا.

13 مئي 1951ع تي لکنؤ ۾ وفات ڪيائين ۽ فرنگي محل جي قبرستان ۾ پنهنجي پير ۽ مرشد جي پرسان دفن جي لاءِ جڳهہ ورتائين.

(23) آزاد، مولانا ابوالڪلام– مشهور عالم دين ۽ سياسي رهنما ۽ شيخ الهند جي سياسي مشن جو خاص ميمبر هو. مولانا عبيدالله سنڌي جي ڪابل واري سفر ۾ ان جو مشورو شامل هو. پر حضرت شيخ الهند جي حجاز جي سفر خلاف هو. ان جو اظهار ان ترجمان القرآن ۾ سورت توبہ جي هڪ نوٽ ۾ بہ ڪيو ۽ ان جو ثبوت ريشمي خط سازش ڪيس مان بہ ملي ٿو. سازش ڪيس ۾ ان جو تذڪرو شايد سڀ کان وڌيڪ آيو آهي. الهلال، حزب الله، دارالارشاد ڪلڪتي جي

تحريڪن، حضرت شيخ الهند سان تعلقات، غالب نامہ ۽ فتويٰ جهاد، جنود ربانيہ وغيره ۽ آخر ۾ شخصيات جي عنوان تحت ان جو تذڪرو شامل آهي. هڪ طئہ ٿيل پروگرام جي مطابق هو ڪابل وڃڻ وارو هو. سڄو انتظام ٿي ويو هو تہ ان کي رانچي ۾ نظر بند ڪيو ويو ۽ هي منصوبو پورو ٿي نہ سگهيو. اسان هتي، سازش ڪيس جي شخصيتن ۾، ان بابت جيڪو نوٽ آهي، ان کي نقل ڪرڻ تي اڪتفا ڪيون ٿا. نوٽ هي آهي:

> ”محي الدين ڪنيت ابوالڪلام آزاد، الهلال جي بدنام ايڊيٽر، انجمن حزب الله ۽ ڪلڪتي جي دارالارشاد ڪاليج جو باني ۽ دهليءَ جو رهاڪو آهي، پر تعليم عرب ۾ ورتي اٿائين. اسلامي اتحاد جو انتها درجي جو حامي، نهايت ڪٽر انگريز دشمن ۽ بيحد متعصب آهي. ديوبند جي سازش جهاد جو نهايت سرگرم ميمبر هو. يقين ڪيو وڃي ٿو تہ هلندڙ شورش ۾ ان متعصبن کي پئسن ۽ ٻئي نموني جي مدد ڪئي آهي، جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ آهي.“

مولانا آزاد آگسٽ 1888ع تي مڪي شريف ۾ ڄائو هو. شروعاتي تعليم اتي ئي حاصل ڪيائين. تقريباً ڏهن سالن جي عمر ۾ پنهنجي والد مولانا خيرالدين سان گڏ هندستان آيو. ڪلڪتي ۾ رهائش هئي ۽ اتي ئي ڪيترن ئي استادن کان علم حاصل ڪيائين. لسان الصدق، الندوه، الهلال، البلاغ جو مشهور ايڊيٽر رهيو. تذڪره، ترجمان القرآن، غبار خاطر ۽ ونس فريڊم وغيره ان جون مشهور تصنيفون آهن. آزاد هندستان جي وزارت تعليم جي عهدي تي پهتو. 22 فيبروري 1958ع تي دهلي ۾ وفات ڪيائين. دهلي جي جامع مسجد جي سامهون اردو پارڪ ۾ ان جي مزار آهي.

(24) غالباً مولانا محمد ميان جو ارادو واپس حجاز ڏانهن وڃڻ ۽ حضرت شيخ الهند سان ملاقات جو هو، پر ان وقت حجاز واپس وڃڻ جو ڪو چارو نہ نڪري سگهيو. ان ڪري هو هندستان کان ياغستان ۾ مجاهدن جي مرڪز ۽ اتان کان افغانستان هليو ويو. اڳتي وڌڻ جو مطلب اهو ئي آهي.

(25) غالب نامہ اها لکت هئي، جيڪا حضرت شيخ الهند ترڪيءَ جي گورنر حجاز کان حاصل ڪئي هئي، جنهن ۾ چيو ويو هو تہ هي بهترين موقعو آهي تہ مسلمان الله تي ڀروسو ڪري اٿي پون ۽ دشمن (انگريز) کي موت جي منهن ۾ پهچائي ڇڏين. وڌيڪ هي تہ مولانا محمود حسن تي اعتماد ڪريو ۽ پئسا، ماڻهن ۽ ضرورت جي هر هڪ شيءِ سان ان ڪم ۾ ان جي مدد ڪريو.“ غالب نامہ کي ضميمي جي طور تي آخر ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

(26) احباب هند مان مراد حضرت شيخ الهند جي سياسي تحريڪ جا اهي خاص

ميمبر آهن. جيڪي ان وقت هندستان ۾ هئا. جن مان دهلي ۾ حڪيم عبدالرزاق، ڊاڪٽر انصاري ۽ مولانا احمد علي لاهوري؛ رائيپور ۾ مولانا عبدالرحيم؛ ديوبند ۾ مولانا ظهور محمد ۽ مولوي محمد مبين خطيب؛ عليگڙهہ ۾ مولوي عبدالله پروفيسر دينيات ايم اي او ڪاليج ۽ مولانا حسرت موهاني ايڊيٽر "اردوئي معليٰ"؛ رانڊير ۾ مولوي محمد حسين، ڀوپال ۾ قاضي نواب محمد محي الدين مراد آبادي؛ ڪلڪتي ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد؛ پاٽي پٽ ۾ مولوي احمدالله؛ لاهور ۾ مولوي ابو محمد احمد؛ قصور ۾ مولانا عبدالقادر قصوري ۽ حيدرآباد سنڌ، امروٽ، دينپور، قصور وغيره ڳوٺن ۽ شهرن ۾ بيشمار ماڻهو هئا. جن جو احوال ريشمي خط سازش ڪيس ۾ آيو آهي.

(27) حضرات ياغستان مان اشارو ياغستان ۾ اسمس جي جاءِ تي رهيل مجاهدن جي جماعت جي طرف آهي. ان جو امير مولوي نعمت الله ۽ تحريڪ جا ٻيا ماڻهو آهن. ريشمي خط سازش ڪيس جي نوٽ ۾ آهي تہ شايد سيف الرحمان، حاجي صاحب ترنگ زئي، فضل ربي، فضل محمود وغيره جي طرف اشارو آهي؛ پر اهو صحيح نہ آهي، ڇو جو حاجي صاحب جو ذڪر جدا آيو آهي ۽ باقي سڀئي ماڻهو ان وقت افغانستان ۾ هئا.

(28) حاجي صاحب مان اشارو آزاديءَ جي مشهور مجاهد حاجي صاحب ترنگ زئي جي طرف آهي، جيڪو حضرت شيخ الهند جي سياسي تحريڪ جو خاص ميمبر هو. مولانا حسين احمد مدني رحہ نهايت وضاحت سان حاجي صاحب جي حالتن، ان جي ڪارنامن ۽ ياغستان جي حالتن ۽ لڙاين جو احوال لکيو آهي. هتي فقط اشارن تي اڪتفا ڪئي وڃي ٿي.

ان جو نالو فضل واحد هو. نهايت متقي پرهيزگار، صاحب علم ۽ عمل ۾ مشهور پير طريقت ۽ صاحب سلوڪ هو. مولانا شاهہ نجم الدين عرف ملا هڏا جو خليفو ۽ جانشين هو. حريت جي جذبي ۽ ديني جهاد جو حد کان وڌيڪ عاشق هو. انگريزي علائقي ضلع پشاور ۾ ديني خدمتون، تبليغ ۽ سلوڪ ۾ شروعات کان مشغول هو. ضلع پشاور ۽ ياغستان ۾ هزارين ان جا مريد ۽ مخلص هئا. حضرت شيخ الهند ڪيترائي ڀيرا مولانا عبيدالله سنڌي ۽ مولانا عزير گل کي ان جي خدمتن ۾ موڪلي، پنهنجي مشن ۾ داخل ڪيو ۽ آزاديءَ جي لڙائيءَ جي لاءِ آماده ڪيو ۽ گذارش ڪئي تہ هو پنهنجي وطن کان آزاد علائقي (ياغستان) ۾ هليا وڃن ۽ اتان جي مرڪز کي سنڀالين. حضرت شيخ الهند پنهنجي شاگردن کي، جيڪي ڳاٽيتي ۾ بيشمار هئا ۽ پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ تعليم ۽ تدريس وغيره ۾ مشغول هئا، لکيو تہ هو حاجي صاحب ترنگ زئي جي تابعداري ڪن. جيئن تہ 1914ع ۾ جنگ عظيم جي اعلان کان پوءِ حاجي صاحب اتي پهتو ۽ جهاد آزادي جي جهنڊي کي بلند ڪيو ۽ پلٽنن جون پلٽنون

ڪٽي ڇڏيون. غيرتمند ۽ بهادر سرحدين ۽ مجاهدن جي مقابلي ۾ پراڻي ۽ آزمودگار (برطانوي فوج جا ڇيهه ڇڇي پيا. چند مهينن جي جنگ ۾ انگريزن کي تمام گهڻو جاني ۽ مالي نقصان ڪڻڻو پيو. آخرڪار انگريزن اهو ئي پراڻو طريقو جيڪو هو ڏکين وقتن ۾ اختيار ڪندا رهيا آهن، اختيار ڪيو يعني سازش ۽ ڌن دولت وهائي جنگ ڪٽيائون. مولانا مدني رحه لکن ٿا:

”حاجي صاحب ترنگ زئي ۽ ان سان گڏ ڪم ڪرڻ وارا مجاهد نهايت مستقل مزاجيءَ ۽ جوان مرديءَ سان مقابلو ڪندا رهيا ۽ هڪ مورچي کي ڇڏي ڪري ٻيو مورچو ناهيندي پوئتي هٽندا رهيا، پر انگريزن جي ڊپلوميسين ۽ انهن پروپيگنڊا جي ڪري، جن جو ذڪر اسان پنين صفحن ۾ ڪري چڪا آهيون، انهن جا ساٿي آهستي آهستي فرار ٿيندا ۽ گهٽ ٿيندا رهيا. آخرڪار ڪارڪن مجبور ٿي ڪري ٽڙي پکڙي ويا. حاجي صاحب مرحوم کي ان جا مخلص مهمند جي علائقي ۾ ڪٽي ويا ۽ هو محفوظ ٿي ڪري رهائش پذير ٿي ويا.“

مولانا محمد ميان پنهنجي خط ۾ ان طرف اشارو ڪيو آهي. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ سرحد کان حضرت شيخ الهند جي لاڳاپن جي خبر پوي ٿي. دعويٰ جي پئرا نمبر 30 ۾ آهي ته نومبر يا ڊسمبر 1914ع جي ڳالهه آهي ته مولانا محمود حسن کي پهريون دفعو سرحد جي ماڻهن سان مشورو ڪندي ڏٺو ويو. ڪابلين جهڙا به ماڻهو آيا ۽ ان جي گهر ۾ رهيا، شايد ٻن مهينن کان پوءِ وري هي ماڻهو آيا.“

دعويٰ جي پئرا نمبر 55 ۾ آهي ته:

”1915ع ۾ حاجي صاحب ترنگ زئي ۽ مولوي فضل ربي، فضل محمود، عبدالعزيز ۽ سيف الرحمان سرحدپار ڪافي سرگرم رهيا. انهن کي مولانا (محمود حسن) شورش پکيڙڻ جي لاءِ موڪليو هو. جيئن ته برطانيه جي خلاف جنگ ۾ ڪيترن ئي قبائلين حصو ورتو.“

ان کان پوءِ جنود ربانيه جي عهديدارن جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جي حيثيت سان ان جو نالو آيو آهي. آخر ۾ سازش ڪيس جي شخصيتن جي سلسلي ۾ هنن لفظن ۾ ان جي شخصيت ۽ ڪردار تي روشني وڌي ويئي آهي.

”ان جو اصل نالو فضل واحد آهي، پر حاجي صاحب ترنگ زئي جي نالي سان مشهور آهي. پٽ آهي فضل احمد حاجي خليل محمد پيرزادو آف عمر زئي آف ترنگ زئي نزد چار سده ضلع پشاور جو. مرحوم ملا هڏا ۽ پشاور جي اڪثر ٻهراڙين ۾ نهايت اثر وارو آهي ۽

حڪومت جي خلاف سخت مخالفانہ جذبو رکي ٿو. 1915ع ۾ ديوبند جي مولانا محمود حسن جي ڇوٽڻ تي آزاد قبائلين ۾ هليو ويو. جتي سيف الرحمان ان سان وڃي مليو هو. ان کان پوءِ مهمند بونروال ۽ ٻين قبيلن کي علم جهاد بلند ڪرڻ تي پڙڪائڻ ۾ نهايت سرگرم رهي ٿو. قدر واري رات جي حملي جي لاءِ خاص طور تي ذميوار آهي. ڪابل جي سازشين سان رابطو آهي ۽ پاڻي پٽ جي مولوي احمدالله ۽ صوفي مسجد (لاهور) جي مولوي ابو محمد احمد جي ذريعي ديوبند پارٽي کان امداد حاصل ڪئي آهي."

قدر واري رات ۽ ٻين محاذن جي جنگ جي باري ۾ مولوي محمد علي قصوريءَ پنهنجي ڪتاب "مشاهدات ڪابل و ياغستان" ۾ نهايت معتبر ۽ صحيح معلومات کي گڏ ڪري ڇڏيو آهي.

(29) حجاز جي گورنر غالب پاشا پنهنجي مشهور تحرير "غالب نامہ" ۾ لکيو آهي تہ. اسان انشاءَ الله ويجهڙائي ۾ مڪمل فتح ۽ ڪاميابيءَ کان پوءِ معاهدا ڪنداسين ۽ توهان جي حقن جي پوري طرح حفاظت ۽ بچاءُ ڪنداسين. اشارو ان طرف آهي تہ ياغستان جي آزاد قبيلن انگريزن جي خلاف ڪيترائي محاذ کولي ڪري، ترڪي حڪومت جي اڻسڌي طرح مدد ڪئي آهي. ان جو لحاظ ڪندي انگريزن سان معاهدي ۾ ان جي حقن ۽ مفادن جو خاص طور تي تحفظ ڪيو وڃي.

(30) انگريزن جي پروپئگنڊا ۽ سازشن کان متاثر ٿي ڪري، هندستان جا رئيس، امير، نواب، خطاب مليل مختلف ماڻهو مذهبي ۽ سياسي جماعتون ۽ اخبارون، تحريڪ جهاد جي مهاجرن ۽ مجاهدن جي خلاف جيڪي ڳالهيون ڇئي ۽ لکي رهيا هئا، انهن جو اثر چندن تي بہ پئجي رهيو هو. مولوي احمد رامپوري جهڙن حضرت شيخ الهند جي شاگردن ۽ مخلصن، پئسن ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. جيڪو انهن حضرت عليہ الرحمة جي خدمت ۾ پيش ڪري ڇڏيو هو پر پوءِ حضرت جي هدايت جي مطابق انهن پنهنجو پاڻ وٺ رکي ڇڏيو هو. ان تحريڪ جي خلاف جيڪو جيڪو ڪم ٿي رهيو هو ۽ جماعت کي ان سان جيڪا تڪليف پهچي رهي هئي، ان جو اندازو فقط هڪ دائري، بلڪ تحريڪ جي مرڪز دارالعلوم ديوبند جي انهن حالتن سان ڪري سگهجي ٿو. جن جي طرف ان خط جي حاشيي نمبر 16 ۾ اشارو ڪيو ويو آهي. مولانا محمد ميان جماعت جي ان ڪمزوري ۽ مهاجرن کي اڻپوري امداد جي طرف اشارو ڪيو آهي.

(31) محمد ميان فيبروري 1916ع ۾ بمبئي پهتو هو. اتان کان رانديرِ ۽ پوءِ ڀوپال ويو. ڀوپال کان ديوبند، انبيٹہ وغيره ۽ عليگڙهہ ۾ هڪ بہ دفعا مولانا حسرت موهاني سان مليو. مارچ جي آخر ۾ يا اپريل جي شروعات ۾ ان ڪلڪتي ۾ مولانا

ابوالڪلام آزاد سان ملاقات ڪئي. اپريل جي شروع ۾ ڪلڪتي مان موٽيو ۽ دهلي ويو ۽ اتي جماعت جي ميمبرن، حڪيم عبدالرزاق، ڊاڪٽر انصاري، مولانا احمد علي لاهوري ۽ ٻين ماڻهن سان مليو. ممڪن آهي ته مارچ ۾ به انهن ماڻهن سان مليو هجي. انهن جاين کان سواءِ اتر ۾ ڏکڻ هند جي ڪن ٻين جاين مثلاً رائيپور ۽ لاهور به ان جو وڃڻ ثابت آهي. سازش ڪيس رپورٽ جي مطابق اپريل جي آخر ۾ سرحد ٽپيو ۽ ياغستان پهچي ويو. ان جي پنهنجي بيان جي مطابق هڪ مهينو يعني مئي جي مهيني ۾ ياغستان ۾ مجاهدن جي مرڪز اسمس ۾ رهائش اختيار ڪئي. اتان هڪ مهاجرن جي وفد سان گڏ، جنهن ۾ مولوي محمد بشير ضرور شامل هو، جون 1916ع ۾ ڪابل پهتو. اتي ڪجهه ڏينهن رهڻ، حالتن جو جائزو وٺڻ ۽ مولانا سنڌي سان مشوري جي مطابق ان هندستان ۽ افغانستان جون حالتون ۽ تحريڪ جي ڪيفيت کان آگاهه ڪرڻ جي لاءِ حضرت شيخ الهند کي خط لکيو. پر ان کي ريشمي خطن جي پڪڙجڻ کان پوءِ، حڪومت هند جي احتجاج تي افغانستان مان نڪرڻو پيو ۽ هو ياغستان ٻيهر هليو ويو ۽ مولانا سنڌي جي چوڻ مطابق هڪ زماني تائين اتي رهيو. پر منهنجو خيال آهي ته هي زمانو ڪجهه مهينن کان وڌيڪ ڊگهو نٿو ٿي سگهي. ڇو جو گورنمينٽ آف انڊيا جيڪو ڪيس ملڪ معظم شهنشاهه هند نالي عبيدالله مرتب ڪيو آهي، اهو پهرين جنوري 1913ع کان پهرين جنوري 1917ع جي واقعن تي مشتمل آهي ۽ ان ۾ ملزم نمبر 48 محمد ميان آهي، ۽ ان کي گرفتار ڏيکاريو ويو آهي، پر هي صحيح نه آهي. خود سازش ڪيس جي رپورٽ مان به ان ڳالهه جي ترديد ٿي وڃي ٿي. ڇو جو سيپٽمبر 1917ع ۾ ڪجهه خاص دستاويز گورنمينٽ جي هٿ اچي ويا هئا، انهن ۾ هڪ خط مولانا محمد ميان جو به آهي، جيڪو ان حضرت شيخ الهند جي نالي لکيو هو. پر هي خط انور پاشا کي به ڏيڻو هو جنهن ۾ هي جملو به آهي ته خط لکندڙ هڪ سال کان افغانستان نه ويو هو. ان مان اندازو ٿئي ٿو ته ان وقت تائين مولانا محمد ميان جي گرفتاري عمل ۾ نه آئي هئي. هي زمانو ان ياغستان ۾ گذاريو يا هندستان ۾ ويس مٽائي ڪري، جيئن حضرت مولانا حسين احمد مدني جي بيان مان ظاهر ٿئي ٿو.

(32) مولانا سيف مان مراد مولانا سيف الرحمان آهي. حضرت شيخ الهند جي تحريڪ جو هڪ خاص ميمبر هو. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ڪيترين ئي جاين تي ان جو احوال آيو آهي. ريشمي رومال سازش ڪيس جو جيڪو خلاصو وي وي ويان تيار ڪيو آهي، ان ۾ هنن لفظن ۾ ان جو احوال آيو آهي:

"جون 1915ع ۾ مولوي سيف الرحمان، جيڪو مدرسي فتح پوري مسجد ۾ استاد هو، اوچتو غائب ٿي ويو. بعد ۾ خبر پئي ته هو اتر

اولهہ سرحد ٽپي آزاد علائقي ۾ پهچي ويو آهي. هو فوراً حاجي صاحب ترنگ زئي سان گڏجي ويو. هو ضلع پشاور جو هڪ جذباتي پر بااثر ڪٽر متعصب هندستاني هو ۽ هجرت ڪري آزاد علائقي ۾ اچي ويو هو. ان حاجي صاحب کي مجبور ڪيو تہ جهاد جو جهنڊو بلند ڪرڻ جي اٽڪ ڪوشش ۾ سرحد جو دورو ڪري، جيڪو ڪامياب رهيو. ان جو ثبوت انهن واقعن مان ملي ويو، جنهن جي نتيجي ۾ 15 آگسٽ 1915ع تي رستم جي جاءِ تي جنگ لڳي، جنهن ۾ ڪيترائي متعصب هندستاني ڪم آيا.“

آخر ۾ شخصيتن جي سلسلي ۾، ان تي جيڪو نوٽ آهي، ان مان سندس حالتن تي وڏيڪ روشني پوي ٿي. ان ۾ آهي تہ سيف الرحمان ولد غلام خان، رهندر متڙا ٽاٽو شنڪر ڳڙهہ اتر اولهہ سرحدي صوبو. مولانا محمود حسن جهاد جي جيڪا سازش تيار ڪئي هئي، ان ۾ هڪ خاص شخص آهي. اهو دراني خاندان جو آهي. ان جو خاندان ڪابل مان وطن ڇڏي پشاور آيو ۽ ان ئي ضلعي ۾ رهائش اختيار ڪيائين. عليڳڙهہ جي مولوي لطف الله کان مذهبي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ هو شاهجهان پور جي اسلاميہ اسڪول جو هيڊماستر ٿي ويو. ان کان پوءِ هو رياست ٽونڪ پهتو ۽ هڪ رياستي اسڪول ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. تقريباً پنج سال ٿيا سيف الرحمان دهلي هليو ويو هو ۽ مدرسو فتحپوري مسجد جو صدر مدرس ٿي ويو. جون 1915ع تائين هو دهليءَ ۾ رهيو. پوءِ مولانا محمود حسن، عبيدالله ۽ ابوالڪلام آزاد جي اسڪيمن تحت سرحد ٽپي ويو. هو حاجي صاحب ترنگ زئي تي اثر وجهي، ان کان غلط قدم کڻائيندو رهيو، جنهن جو پاڻ سيڪريٽري ٿي ويو هو. سيف الرحمان جي اثر کان حاجي صاحب سدائين آزاد قبيلن ۽ مجاهدن ۾ تعصب جو جوش پيدا ڪرڻ ۾ سرگرميءَ سان مشغول رهندو هو. 1915ع ۾ سرحد تي جيڪي لڙايون لڳيون، انهن جي ذميواري وڏي حد تائين ان تي آهي، هاڻي هو ڪابل ۾ آهي. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ميجر جنرل آهي.

حضرت مولانا حسين احمد مدني ان جي باري ۾ جيڪا معلومات لکي آهي. ان جون خاص ڳالهيون هي آهن تہ مولانا سيف الرحمان حديث مولانا رشيد احمد گنگوهي کان حاصل ڪئي هئي. حضرت شيخ الهند کين پنهنجو هم خيال ناهيو ۽ پنهنجي تحريڪ جو ميمبر ٺاهي ياغستان ڏانهن هجرت ڪري وڃڻ جو حڪم ڏنو. جيئن تہ موصوف هجرت ڪري ياغستان پهتو ۽ موگري ۾ وعظ ۽ تبليغ ڪندي، انهن کي آزاديءَ لاءِ جهاد تي آماده ڪندو رهيو. نهايت اعليٰ درجي جو مقرر، نهايت ذهين ۽ صاحب علم ۽ عمل هو. ان جي وعظ ۽ نصيحت سان ماڻهن ۾ تمام گهڻو جوش ۽ تاثر پيدا ٿيو. جيئن تہ هو پنهنجي ملازمت

ڇڏي ڪري پاڻ حضرت شيخ الهند جي حڪم سان تعلق وارن سميت ياغستان ويو هو. ان ڪري جيستائين حضرت شيخ الهند رحہ هندستان ۾ رهيو، ان جي خرچ پکي جي لاءِ هر مهيني طاقت مطابق ذميوار رهيو. پاڻ حاجي صاحب ترنگ زئي سان گڏ جهاد ۾ شريڪ رهيو. شڪست ملڻ کان پوءِ ڪابل هليو ويو.

ريشمي خطن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان کي تحريڪ سان اختلاف پيدا ٿي ويو هو ۽ ان تحريڪ کان ڪنارو ڪشي ڪري ڇڏي هئي. پر معاملو انگريزي حڪومت سان سازباز جو بلڪل نہ هو. ان ڪري جڏهن ريشمي خط سازش جو انڪشاف ٿيو تہ حڪومت هند جي افغانستان کان احتجاج جي نتيجي ۾ مولانا محمد ميان عرف منصور انصاري ۽ مولانا سيف الرحمان کي بہ ڪابل مان نڪرڻو پيو. پر ان کان پوءِ هن تحريڪ سان پنهنجي اختلاف کي ظاهر ڪري ڇڏيو ۽ هندستاني معاملن کان الڳ رهڻ جو وعدو ڪري ڇڏيو ۽ بظاهر هو انگريزن جي تائيد جي ڪم ۾ ڪجھ مدد بہ ڪري ڇڏيندو هو. مولانا عبيدالله سنڌي مرحوم لکن ٿا:

> ”هندستاني حڪومت جي احتجاج جو هي اثر ٿيو جو مولانا منصور انصاري ۽ مولانا سيف الرحمان ڪابل کان ياغستان روانا ڪيا ويا. جلال آباد تائين ٻئي گڏ رهيا، مولانا سيف الرحمان کي جلال آباد ۾ برٽش افغانن پاڻ سان گڏ وٺي ڇڏيو ۽ هندستاني معاملن ۾ عليحدگيءَ جو وعدو ڪرائي ورتو. هاڻي هو مرزا محمود حسين جو مهمان ٿي ڪري رهڻ لڳو. امير حبيب الله جي حڪومت جي آخر تائين مرزا محمد حسين سان گڏ رهيو ۽ ان کي جيڪو ڪم انگريزن جي تائيد جي لاءِ ڏنو ويندو هو. ان ۾ هن جي مدد ڪندو هو.“

اها ئي ڳالھ ان حوالي سان مولانا حسين احمد مدني رحہ لکي آهي. مونکي يقين آهي تہ مولانا سيف الرحمان تحريڪ سان اختلاف ۾ مخلص هو. ان تحريڪ کان ڪنارو ڪشي ضرور اختيار ڪئي ۽ هندستان جي سياسي معاملن کان علحدگيءَ جو وعدو بہ ڪري ورتو پر ان تحريڪ ۽ ان جي ميمبرن کي نقصان پهچائڻ ۽ انگريزن کي تحريڪ جي رازن کان واقف ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. مولانا سنڌي ان کان پوءِ بہ ڪافي عرصي تائين افغانستان ۾ رهيو ۽ ڪجھ عرصو تہ نظربنديءَ جي حالت ۽ مولانا سيف الرحمان جي نگرانيءَ ۾ رهيو ۽ حالتن ۽ ماحول جنهن حد تائين اجازت ڏني، سياسي ڪم بہ ڪندو رهيو. پر مولانا سيف الرحمان ان جي ڪمن ۾ رڪاوٽ نہ ٿيو. ان مولانا سنڌيءَ جي سياسي مصروفيتن جي طرف کان صاف چشم پوشي ۽ درگذر ڪيو. ان جي

اخلاص جو هڪ ثبوت هي بہ آهي:

مولانا محمد ميان هي ريشمي خط 9 جنوري 1916ع تي لکيو هو. ان ۾ هي جملو آهي تہ مولانا سيف جماعت کان الڳ ٿي ڪري هتي رهيل آهي ۽ هن خط سان گڏ مولانا عبيدالله سنڌي مرحوم جنود ربانيہ جي عهديدارن جي جيڪا فهرست موڪلي هئي، ان ۾ ان جو نالو ميجر جنرل جي حيثيت سان آيو آهي. جيڪڏهن مولانا سنڌي کي ان وقت تائين ان تي اعتماد نہ هجي ها تہ هو ان جو نالو هن فهرست ۾ هرگز شامل نہ ڪري ها. ان ڪري جن ماڻهن جي باري ۾ ان کي خبر پئجي ويئي هئي تہ جماعت سان ان جون وفاداريون ختم يا مشڪوڪ ٿي چڪيون آهن، ان کي مولانا سنڌيءَ جنود ربانيہ ۾ ڪو بہ عهدو پيش نہ ڪيو هو. ان سلسلي ۾ مولانا مرتضيٰ حسن، مولانا مطلوب الرحمان، محمد مسعود، انيس الرحمان وغيره جا نالا پيش ڪري سگهجن ٿا.

ان حقيقت کان بہ انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ هندستاني معاملن کان مولانا سيف الرحمان جي علحدگيءَ جي وعدي جي باوجود، هندستاني گورنمينٽ کي ان تي اعتماد نہ هو. مرزا محمد حسين سان ان جو گڏجي رهڻ آزادانہ هرگز نہ هو، بلڪ هڪ طرح جي نظربندي هئي. نقش حيات ۾ ان جي حالتن بابت آخري جملو هي آهي:

”سردار امان الله خان جي دور ۾ آزاد ٿي ڪري ڪابل پهتو ۽ وڏن عهدن تي مقرر ٿي ويو.“

مستقل رهائش ڪابل ۾ ئي ڪري ڇڏي هئائين. 1358هہ (1939ع) تائين زنده هو.

(33) حاجي صاحب ترنگ زئي جون 1916ع ۾ عبدالعزيز، فضل ربي ۽ فضل محمود تي مشتمل هڪ وفد افغانستان موڪليو هو تہ جيئن سردار نصرالله خان، نائب سلطنت سان ملاقات ڪري. ميان عبدالباري پنهنجي بيان ۾ ان طرف اشارو ڪيو آهي تہ ان ئي عرصي ۾ مولوي فضل ربي فضل محمود ۽ عبدالعزيز، جيڪي حاجي ترنگ زئي جا پيروڪار آهن ۽ سهارنپور جو مولوي منصور (محمد ميان) ڪابل پهتو ۽ مولانا عبيدالله وٽ رهيا جيڪو ان وقت ”سرائي ترنجن“ جي هڪ ڪمري ۾ رهندو هو. هي 1916ع جي اونهاري جي ڳالهہ آهي.“ مولوي عبدالباريءَ سردار نصرالله خان سان ميمبرن جي وفد جي ملاقات جو بہ ذڪر ڪيو.

ان ريشمي خط مان معلوم ٿئي ٿو تہ، ”مولانا محمد ميان (خط لکندڙ) وفد کان جدا، سردار نصرالله خان سان ملاقات ڪئي ۽ حضرت شيخ الهند جي منصوبي جي

مطابق ياغستان ۾ ٽيڙ واري ڪم ۽ ان جي اصول جي وضاحت بيان ڪئي ۽ شروعاتي ڪاميابي بہ ٿي.“ ان وفد جو رئيس يا وڪيل مولانا عبدالعزيز هو. هي وفد جيڪا عرضداشت امير حبيب الله خان جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ چاهي پيو اها ريشمي رومال سازش ڪيس جي فائيل ۾ شامل هئي. ”تحريڪ شيخ الهند“ جي حوالي سان ڪتاب جي آخر ۾ ضميمي طور شامل ڪئي وڃي ٿي.

(34) فضلين۔ تثنيہ جو صيغو آهي. ان جي معنيٰ آهي بہ فضل ۽ اشارو آهي فضل محمود ۽ فضل ربي جي طرف. جيڪي حاجي صاحب ترنگ زئي جي ڪابل واري وفد ۾ شامل هئا. حاجي صاحب ترنگ زئي تي نوٽ ۾ اچي چڪو آهي تہ حضرت شيخ الهند پنهنجي ڪيترن ئي شاگردن کي حڪم ڪيو هو تہ اهي آزاد علائقي ۾ هليا وڃن ۽ حاجي صاحب جي سربراهيءَ ۾ ڪم ڪن. حضرت جي انهن شاگردن ۾ فضلين (ٻئي فضل) شامل هئا.

(الف) فضل محمود. ريشمي خط سازش جي شخصيتن جي سلسلي ۾ سندس بابت، هنن لفظن ۾ احوال موجود آهي:

”شايد هي ضلع پشاور جو رهڻ وارو آهي. مولانا محمود حسن جو مريد آهي، ان کي سيف الرحمان ۽ فضل ربي سان گڏ سرحدپار موڪليو ويو هو تہ جيئن قبائلين کي برطانيہ جي خلاف جنگ جي لاءِ پڙڪائي سگهي. 1915ع ۾ قبائلين جي شورش جو وڏي حد تائين ذميوار آهي. جون 1916ع جي لڳ ڀڳ مولانا فضل ربي ۽ انجمن حزب الله جي ياغستان ۾ وڪيل عبدالعزيز سان گڏ حاجي صاحب ترنگ زئي جي طرف کان خفيہ مشن تي ڪابل ويو تہ جيئن سردار نصرالله خان سان ملاقات ڪري. مشن جي ٻين ميمبرن جي واپسي کان پوءِ بہ ڪابل ترسيو هو. جولاءِ 1916ع ۾ انقلابين جي پارٽيءَ سان گڏ آزاد علائقي ڏانهن واپس آيو ملن ۽ خانن جي لاءِ سردار نصرالله خان جا خط ساڻ آندا هئائين. حاجي صاحب ترنگ زئي جي لاءِ بہ خط آندو هئائين شايد اجا تائين آزاد علائقي ۾ آهي. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل آهي.“

مولانا حسين احمد مدني رحہ ان جي باري ۾ لکيو آهي تہ:

”حضرت شيخ الهند“ جي حڪم سان آزاد علائقي ۾ هليو ويو ۽ اتي جدوجهد ڪري ماڻهن کي آزاديءَ جي جنگ لاءِ تيار ڪيائين ۽ ٻيا نهايت ڪارائتا ۽ خاص ڪم انجام ڏنائين. شڪست کان پوءِ مخفي طور تي وطن واپس اچي ويو ۽ خاموش زندگي گذاريندو رهيو. هن مشن جو سرگرم ميمبر هو. نهايت مضبوط ڪم ڪرڻ وارو آهي.“

(ب) مولانا فضل ربي دارالعلوم ديوبند جو فارغ التحصيل، حضرت شيخ الهند جو پيارو شاگرد هو ۽ حضرت جي ئي حڪم سان ياغستان هليو ويو هو ته جيئن جهاد ۾ حصو وٺي سگهي. مولانا مدني جي چوڻ مطابق ان جي جوشيلين تقريرن وڏو ڪم ڪيو. ان پاڻ به جهاد جي ڪاررواين ۾ جان بازيءَ جا جوهر ڏيکاريا. شڪست کان پوءِ ڪابل هليو ويو. علمي لياقت ۽ اعليٰ قابليت سان رهنمائي ڪيائين ۽ علمي شعبي ۾ افغانستان جي ملازمت اختيار ڪيائين ۽ وڏن عهدن تي رهيو. افغانستان جي هيئت تميزيه جو ميمبر هو. تعلق وارن سان گڏ ڪابل ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي هئائين. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ پوريءَ طرح ملوث ۽ مدعا عليهم جوابدارن ۾ شامل هو شخصيات جي سلسلي ۾ ان تي هي نوٽ آهي:

> ”جنود ربانيه جي فهرست ۾ ڪرنل آهي. شايد هي اهو ئي مولوي فضل ربي، عرف ابوالفتح ولد محمود آف يافه ٽاٽو شنڪياري ضلع هزاره آهي، جيڪو اڳ ۾ حاجي ترنگ زئي جي قائم ڪيل مدرسي جو غدر تعلقو مردان ۾ استاد هو. 1915ع ۾ هڪ جلسي ۾ جيڪو غدر اسڪول جي لاءِ پئسا گڏ ڪرڻ جي لاءِ گهرايو ويو هو. ان نهايت اعتراض جوڳي تقرير ڪئي. معلوم ٿئي ٿو ته فضل ربي ويجهڙائي ۾ ديوبند جي مدرسي ۾ شاگرد هو، جتي هو مولانا محمود حسن جو پڪو مريد ٿي ويو هو. مولانا جي جاءِ تي خفيه جلسن ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. محمود حسن ان کي مولوي سيف الرحمان، فضل محمود وغيره سان گڏ جهاد جي تبليغ جي لاءِ آزاد علائقي ڏانهن موڪليو هو. (ياغستان ۾ انجمن حزب الله جي نمائندي) سان گڏ حاجي صاحب ترنگ زئي جي طرف کان خفيه مشن تي سردار نصرالله خان سان ملاقات ڪرڻ ڪابل ويو. ڏهن ٻارهن ڏينهن کان پوءِ واپس اچي ويو هو. هن وقت شايد آزاد علائقي ۾ آهي.

(ج) مولانا عبدالعزيز جي باري ۾ اسان جي معلومات جو ذريعو فقط ريشمي خط سازش ڪيس آهي. ان جي تعارفي نوٽ ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ضلعي پشاور جو رهاڪو ٻڌايو وڃي ٿو. ديوبند جي مدرسي ۾ ان وقت هو جڏهن اتي مولوي فضل ربي هو. جون 1916ع جي لڳ ڀڳ سردار نصرالله خان سان ملاقات جي خفيه مشن تي حاجي صاحب ترنگ زئي جي طرف کان فضل ربي ۽ فضل محمود سان گڏ ڪابل ويو هو. ٿي سگهي ٿو ته هي اهو ئي عبدالعزيز هجي جيڪو اتمان زئي جي حيا گل جو پٽ آهي، جيڪو حاجي ترنگ زئي سان گڏ 1915ع ۾ آزاد علائقي ڏانهن ڀڄي ويو هو اهو به ٿي سگهي ٿو ته هي اهو ئي ماڻهو هجي، جنهن کي جنود ربانيه جي فهرست ۾ ڪرنل ٻڌايو ويو آهي ۽ ان جو نالو هن طرح لکيو

ويو آهي ”مولوي عبدالعزيز وڪيل وفد حزب الله ‘ياغستان’ شايد هن وقت آزاد علائقي ۾ آهي.“
ان نوٽ ۾ جن ڳالهين کي شبهي جي انداز ۾ لکيو ويو آهي، ان جي باري ۾ ڪو به شڪ شبهو نه ڪرڻ گهرجي. ڇو ته ريشمي خط سازش ڪيس ۾ اهڙي ٻئي ڪا به شخصيت نه آهي. جنهن تي اهي ڳالهيون لاڳو ٿي سگهن. هڪ مولوي عبدالعزيز رهنڊڙ رحيم آباد جو آهي، اهو بلڪل هڪ ٻئي ۽ جدا شخصيت آهي، ٻيو عبدالعزيز شاويش آهي، ان جو تعلق ترڪي سان آهي.

(35) مولانا الناظم مان مراد مولانا عبيدالله سنڌي آهي، جيڪو اڳ ۾ جمعيت الانصار جو ناظم ٿيو ۽ پوءِ نظارت المعارف القرآنيه جو ناظم هئڻ جي ڪري حضرت شيخ الهند سان لاڳاپيل ماڻهن جي حلقي ۾ ان نالي سان ڪافي مشهور هو.

(36) حاجي عبدالرزاق دارالعلوم ديوبند جو دستاربند ۽ مولانا رشيد احمد گنگوهيءَ جو شاگرد هو.

ريشمي خط سازش ڪيس جي معلومات جي مطابق هو مولوي ابومحمد احمد چڪواليءَ جو هم ڪلاسي هو ۽ معلوم ٿيو آهي ته مولوي صاحب موصوف حضرت شيخ الهند جو شاگرد هو. ان ڪري ممڪن آهي ته ان حضرت شيخ الهند کان استفادو (فائدو) حاصل ڪيو هجي. بهرحال هو حضرت شيخ الهند کان پوريءَ طرح واقف، سياسي خيالن ۾ ان سان متفق ۽ ان جي اعتماد وارو هو. مولانا سنڌيءَ ڪابل ۾ ان جي تعاون ۽ سرپرستيءَ جي ڪري حڪومت ۾ تمام جلد اثر رسوخ ۽ توقع کان وڌيڪ ڪاميابي حاصل ڪري ورتي هئي. هو افغانستان جي شرعيه ڪاتي ”ميزان التحقيقات الشرعيه“ جو سربراه هو. جنهن ۾ ان جي حيثيت قاضي القضات (چيف جسٽس) واري هئي يا قاري محمد طيب صاحب جي چوڻ مطابق، ڪائونسل جو صدر هو. نائب سلطنت سردار نصرالله خان سان خاص تعلق رکندو هو. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ان جي باري ۾ معلومات هن طرح آهي:

> ”ملان حضور امير جي دربار جو وڏو ملا (عالم)، مدرسه سلطاني يعني ڪابل يونيورسٽيءَ جو سربراه، جنهن ۾ هو فلڪيات تي ليڪچر ڏيندو آهي. ديوبند ۾ تعليم ورتائين ۽ مولوي احمد چڪواليءَ جو هم ڪلاسي هو. دهليءَ جي مولوي سيف الرحمان جو مريد آهي ۽ برطانيه جي سخت خلاف آهي. ڪجهه عرصي تائين سردار عنايت الله خان جو استاد رهيو ۽ هند جي دوري ۾ ان سان گڏ هو. سردار نصرالله خان جو ناظر ۽ خاص اعتماد وارو آهي. سردار ان جي ذريعي سرحد جي ٻين مشهور ملن سان خط و ڪتابت ڪري ٿو.

سيني وڏن مُلن جو خاص دوست آهي، خاص ڪري ملا قمرالدين، ملا پاوند ۽ لالہ پير جو. اطلاع مليو هو تہ 1908ع ۾ 10 پيروڪارن سان گڏ برطانيہ جي خلاف لڙائي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ روانو ٿيو هو پر امير ان کي روڪي ڇڏيو هو.

ڪابل ۾ هندستاني انقلابي پارٽيءَ جو حامي آهي. سرحدپار جيتريون بہ متعصبي ڪارروايون ٿيون آهن، انهن سيني جي ڏور هيءُ ئي شخص لوڏيندو آهي. هلندڙ قبائلي شورشن سان هن جو گهرو تعلق آهي. جڏهن روسين عبدالباري ۽ ڊاڪٽر مٿرا سنگهہ کي گرفتار ڪيو هو تہ ان وقت عبدالرازق جا صحيح ٿيل پاسپورٽ هئا.“

مولوي محمد علي لکي ٿو:

”هي حاجي عبدالرزاق بہ عجيب ماڻهو هو نهايت سمجهدار دورانديش ۽ شناس وارو. انگريز دشمني هن جي رڳن ۾ رچيل هئي. هو انهن مشهور هستين مان هو جيڪي ننهن کان چوٽيءَ تائين خلوص ۽ اسلام جا سچا محب هئا. ان جي سياسي حالتن کان واقفيت نهايت تمام گهٽي هئي.“

(37) نصرالله مان مراد امير حبيب الله خان جو ننڍو ڀاءُ ۽ نائب سلطنت سردار نصرالله خان آهي. ان کي وزيرداخلہ جي حيثيت حاصل هئي ۽ حاڪم اعلىٰ ۽ حاڪم مقرر ڪرڻ جا اختيارات هئا. ظفر حسن ايبڪ لکيو آهي:

”هو غيرسرڪاري طور تي افغانستان جي سياسي حالتن، خاص ڪري سرحدي قبيلن جي معاملن جو انتظام سندس حوالي هوندو هو.“

هڪ ٻئي جاءِ تي لکي ٿو:

”نائب سلطنت جو سرحدي قبائلين سان گهرو تعلق هو. امير حبيب الله کي جڏهن بہ انگريزن تي ڪنهن مسئلي ۾ دٻاءُ وجهڻ جي ضرورت محسوس ٿيندي هئي تہ هو نائب سلطنت ۽ حاجي عبدالرازق خان جي ذريعي، جيڪو ديوبند جو تعليم يافتہ ۽ ڪابل جو وڏو قاضي هو. ڳڙٻڙ ڪندو رهندو هو. مولانا عبيدالله سنڌي کي امير حبيب الله خان سان نائب السلطنت سردار نصرالله خان ئي ملايو هو. هندستان جي سي آءِ ڊي مولانا سنڌيءَ جي خلاف جيڪو فرد جرم تيار ڪيو آهي، ان ۾ هن جي خلاف هي الزام بہ شامل آهي تہ هو ڪابل ۾ سردار نصرالله خان جي انگريز دشمني جي شعلي کي وڌيڪ ڀڙڪائي ٿو ۽ ان کي نقصان رسائيندڙ پاليسي اختيار

ڪرڻ تي آماده ڪري ٿو. معاهدي ۽ اڻ طرفداري جي واقعي خلاف
ورزي ٿيندي ٿيندي رهجي وڃي ٿي.“

سردار نصرالله خان جي انگريز دشمني، آزاد خيالي ۽ ترقي پسندي جي خوبين جو تذڪرو مولوي محمد علي قصوريءَ بہ ڪيو آهي. سردار نصرالله خان جي باري ۾ مولانا محمد ميان هڪ خاص ڳالھ پنهنجي هڪ ٻئي خط ۾ لکي آهي، هي خط ان ياغستان مان لکيو هو. جيڪو آگسٽ يا سيپٽمبر جي شروعات ۾ 1917ع ۾ سي آءِ ڊي کي هٿ اچي ويو جنهن ۾ ان لکيو هو:

”نصرالله جي اشاري سان تيراھ ۾ جيڪا عرب سفارت رواني ڪئي ويئي هئي، ان جي منظوري واپس ورتي ويئي ۽ نصرالله کي سرحدي معاملن جي ڪاتي مان هٽايو ويو. ان ڪري راقم الحروف افغانستان جي ذريعي ڪم ڪرڻ جي اسڪيم کي ختم ڪري ڇڏيو آهي ۽ سلطان جي نالي تي ياغستان ۾ ڪم شروع ڪري ڏنو آهي.“

(38) فتويٰ مان مراد اها فتويٰ آهي، جيڪا ترڪيءَ جي شيخ الاسلام جي طرف کان ترڪ جرمن مشن کي ڏني ويئي هئي. ان مشن جو تذڪرو حاشيي نمبر 40 ۾ اچي رهيو آهي.

(39) ترڪي ۽ جرمني جي سفيرن مان اشارو ان مشن جي طرف آهي، جيڪو راجہ مهندر پرتاب جي اڳواڻيءَ ۾ 2 آڪٽوبر 1915ع تي افغانستان پهتو هو ان مشن ۾ هندستان جي نمائندي جي حيثيت سان وان هينٽنگ، ڪيپٽن ديگز ۽ ڪيپٽن سينڊبيري ار (ميئر) ۽ ترڪي جي نمائندي جي حيثيت سان ڪيپٽن ڪاظم بي شامل هو. وان هينٽنگ سان گڏ ان جا بہ سيڪريٽري لواري ۽ ووڪاٽ بہ هئا.

ان وفد جو مقصد هي هو تہ افغانستان کي انگريزن جي خلاف ڀڙڪائي هندستان تي حملو ڪرائي ڇڏي تہ جيئن انگريزي فوجون يورپين محاذن جي بجاءِ هندستان جي محاذن تي مشغول ٿي وڃن ۽ جرمن ۽ ترڪ فوجين کي انگريزن ۽ اتحادين جي خلاف وڏيڪ مؤثر جنگ ڪرڻ جو موقعو ملي وڃي ۽ ترڪي ۽ جرمني جي فتح حاصل ڪرڻ کان پوءِ افغانستان کي مڪمل خودمختياري ۽ هندستان کي آزادي ڏياري وڃي. ان مقصد جي لاءِ هي مشن افغانستان موڪليو ويو. پر خط لکندڙ جي خيال ۾ مقصد حاصل ڪرڻ ۾ بہ رڪاوٽون هيون:

پهرين- مشن خالي هٿين آيو هو ان وٽ سفارتڪاريءَ جون پوريون سندون بہ نہ هيون.

ٻئي- افغانستان جي اهڙي حالت ئي نہ هئي جو هو ڪنهن قسم جي مدد ڪري سگهي.

ان سلسلي ۾ مجبورين ۽ رڪاوٽن ڪي خط لکندڙ صاف صاف بيان ڪري ڇڏيو آهي. پر ان ڳالهہ جي بہ پھرين ذميواري هن وٽ ترڪن تي ئي عائد ٿئي ٿي. ان جو خيال هي آهي تہ ترڪي ۽ جرمني جنگ ۾ اوچتو تہ نہ ٻڏيا آهن، پر ان جا آثار تہ گهڻو اڳ ظاهر ٿي چڪا هئا. تنهن ڪري انهن ٻنهي ملڪن ڪي ۽ خاص طور تي ترڪي کي انهن غيرجانبداري وارن ڏينهن ۾ هي ڳالهہ سوچڻ گهربي هئي تہ، ٿي سگهي ٿو تہ ترڪي کي ڪنهن وقت افغانستان جي تعاون جي ضرورت پيش اچي. ان ڪري ان کي اڳ ۾ ئي ان جي لاءِ زمين هموار ڪرڻ ۽ دوستي جي معاهدي جي لاءِ پوريءَ طرح تياري ڪرڻ گهربي هئي.

مشن جي ناڪاميءَ جي سببن جي باري ۾ ظفر حسن ايبڪ کان سواءِ مولانا عبيدالله سنڌي بہ اظهار خيال ڪيو آهي. اهو فرمائي ٿو:

> ”مشن کي پنهنجي مطلب ۾ ڪاميابي حاصل نہ ٿي. اعليٰ حضرت امير حبيب الله خان پنهنجي ملڪ کي جنگ ۾ ڌڪڻ نہ پيو چاهي. انگريزن کان ان کي گهڻو ڪجهہ سهولتن جي اميد هئي. ان کان سواءِ هي مشن ڪو تسلي بخش پروگرام نہ ٺاهي سگهيو ۽ ان جي ميمبرن جي اختلافن سون تي سهاڳي جو ڪم ڪيو.“

پر ان سلسلي ۾ سڀ کان تڪليف واري ڳالهہ هيءَ هئي تہ مشن جي جيڪا گفتگو اعليٰ حضرت سان ٿي هئي، اها حرف بہ حرف برٽش قونصل جي ذريعي وائسراءِ کي موڪلي پئي ويئي ۽ ان جي معاوضي ۾ ڪافي پئسا انگريزن اعليٰ حضرت جي لاءِ موڪليا.

مشن جا جرمن ميمبر 1916ع جي شروع ۾ حالتن کان مايوس ٿي ڪري ڪابل مان هليا ويا هئا، پر ترڪ ميمبر ان کان پوءِ بہ ڪجهہ مهينا ترسيل رهيا.

(40) جرمن ترڪ هندستاني مشن جي پهچڻ کان پوءِ هي طئہ ٿيو هو تہ افغانستان هندستان تي حملو ڪندو، پر ان لاءِ ضروري آهي تہ اڳ ۾ ياغستان جي مختلف قبيلن، ملن ۽ دير، چترال وغيره جي خانن سان (هندستان افغانستان جنگ جي صورت ۾) جنگ ۾ امداد ۽ شرڪت جا حلف ناما ورتا وڃن. ان سلسلي ۾ مولوي عبدالرحيم عرف ملا محمد بشير کي امير حبيب الله خان پنهنجو وڪيل مقرر ڪيو ۽ هڪ فرمان جي ذريعي ان کي پنهنجي لاءِ بيعت وٺڻ لاءِ مجاز قرار ڏنو. ان مختصر عرصي ۾ تمام گهڻي ڪاميابي حاصل ڪئي. محمد علي قصوري لکي ٿو:

> ”هڪ مهيني کان پوءِ مولوي محمد بشير واپس موٽيو ۽ گهڻو ڪامياب ٿي موٽيو. هن ياغستان جي اڪثر مُلن کان امير صاحب جي نالي بيعت جا خط حاصل ڪري ورتا. ڪنهن ملا جو امير جي هٿ تي بيعت ڪرڻ جو مطلب هو تہ ان جو قبيلو انگريزن جي بجاءِ

امير صاحب جي تابع آهي بلڪ انگريزن جو سخت مخالف آهي.“
هن مهم جو انچارج سردار نصرالله خان هو. سازش ڪيس رپورٽ ۾ شامل ميان عبدالباري ۽ شجاع الله جي بيانن مان به ان جي تائيد ٿئي ٿي. عبدالباريءَ جي چوڻ مطابق مولانا عبيدالله سنڌيءَ ان کي ٻڌايو هو ته:

”مولوي عبدالرحيم عرف بشير نائب سلطنت (سردار نصرالله خان) جي اشاري تي هڪ ڪم ياغستان ۾ مڪمل ڪري ورتو هو ۽ مختلف وڏا ماڻهو (خان) امير المجاهدين (نعمت الله) ۽ حاجي ترنگ زئي جا لکيل قسم ناما ڪٺي آيو هو. پر سرحدپار جا ڪجهه علائقا اهڙا به آهن، جتي اجا تائين مولوي عبدالرحيم نه وڃي سگهيو. انهن علائقن تي توجهه ڏيڻ جي ضرورت آهي.“

شجاع الله جي بيان ۾ به هي ڳالهه ملي ٿي:

”مولوي عبدالرحيم وٽ اهڙا دستاويز به هئا جنهن ۾ خانن اعليٰ حضرت امير ڪابل کي هي چوندي اعلان وفاداري ڪيو هو ته. امير افغانستان تلوار جي جهاد کي ظاهر ڪيو ته اهي به هٿيار کڻندا، مون ٻڌو ته ان اهڙا دستاويز سردار نصرالله خان جي حوالي ڪري ڇڏيا هئا.“

سازش ڪيس رپورٽ ۾ هڪ ٻئي جاءِ تي چيو ويو آهي:

”سردار نصرالله خان قبائلي ملن وغيره جي لاءِ خط لکيا هئا جنهن ۾ برطانيه جي خلاف متحد جنگ ڪرڻ لاءِ چيو ويو هو.“

مولانا محمد ميان عرف محمد منصور انصاريءَ، سردار نصرالله خان، نائب سلطنت جي انهن ڪوششن جي طرف اشارو ڪيو آهي.

(41) سفيرن جي خالي هٿين اچڻ ۽ سفارت جون پوريون سندون گڏ نه آڻڻ جو سبب هي هو ته جڏهن وفد ايران جي علائقي ۾ پهتو ته روسين کي ان جي خبر پئجي ويئي. انهن وفد کي گرفتار ڪرڻ چاهيو. وفد ته بچي نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. پر ان جو سامان ۽ قيمتي تحفا وغيره روسين جي هٿ اچي ويا. شجاع الله پنهنجي بيان ۾ وان هينٽنگ جي حلف بغداد ۽ اصفحان پهچڻ جي روايت بيان ڪئي آهي. اصفحان کان پوءِ سفر جي باري ۾ هو بيان ڪري ٿو:

”اهڙي طرح اسان خيريت سان اصفحان پهچي وياسين. ان کان اڳتي اسان ريگستان مان گذرياسين ۽ سخت مشڪلات برداشت ڪري اسان ’قم‘ پهتاسين، جتي اسان حڪومت ايران جي خفيه مدرسي ۾ هڪ مهيني تائين رهياسين.

ايتري عرصي ۾ روسين کي مشن جي اچڻ جي خبر پئجي ويئي ۽ انهن سوارن جو هڪ دستو مشن جي ماڻهن کي گرفتار ڪرڻ لاءِ

موڪلي ڇڏيو. ڪنهن طرح مشن کي خبر پئجي ويئي ته سوارن
جو هي دستو ”ڪين“ کان ٽيهه چاليهه ميل مفاصلي تي آهي. تنهن
تي وان هينٽنگ هڪ ٻئي رستي کان افغانستان ڏانهن سامان روانو
ڪري ڇڏيو جنهن ۾ قيصر جرمني ۽ ترڪيءَ جي سلطان جا اهي
قيمتي تحفا به شامل هئا، جيڪي انهن هزميجسٽي امير افغانستان
جي لاءِ موڪليا هئا ۽ مشن جا ميمبر ريگستان جي رستي کان روانا
ٿيا. اهڙي طرح هو، روسين جي چنبي مان بچي ويا ۽ ٽن ڏينهن
تائين پاڻي کان سواءِ ريگستان ۾ سفر ڪرڻ کان پوءِ افغانستان ۾
اچي پهتا. پر روسين ان قافلي تي قبضو ڪري ورتو جنهن ۾ سڄو
قيمتي سامان هو.“

عبدالباريءَ به مشن سان گڏ ان حادثي جو ذڪر ڪيو آهي ته ايران ۾ روسين
انهن جي سامان جو وڏو حصو لٽي ڇڏيو هو جنهن ۾ دربار ۽ ان جي درٻارين جي
لاءِ قيمتي تحفا به هئا.

منهنجو خيال آهي مولانا محمد ميان کي ان حادثي جي خبر نه پئجي سگهي
هوندي، ان ڪري هن ان جي خالي هٿين اچڻ تي تعجب جو اظهار ڪيو آهي.

(42) دولت مان مراد دولت افغانيه يعني سلطنت افغانستان آهي.

(43) ان حقيقت تي مولانا الناظم (عبيدالله سنڌيءَ) پاڻ پنهنجي ڊائريءَ ۾ هنن لفظن
۾ روشني وڌي آهي:

”اسان جي تربيت علماءِ ديوبند جي مسلڪ تي ٿي آهي. ديوبندي
جماعت فقه حنفيه جي پابند آهي. پر ڪيترين ئي رسمن جي ترديد
۾ مولانا اسماعيل شهيد جي طريقي تي آهي. البت ان ۾ اهو وڌاءُ
ڪيو ويجي ٿو ته مولانا اسماعيل جا پيروڪار هي ماڻهو پاڻ کان
سواءِ ڪنهن کي نٿا مڃين. سنڌ ۾ مون ويهه سال زندگي گذاري
آهي. منهنجا بزرگ سڀ ان ئي ديوبند مسلڪ سان ملن جلن ٿا.
جيتوڻيڪ علماءَ ديوبند سان انهن جو تعليم ڏيڻ وٺڻ جو ڪو به
رابطو نه آهي. سنڌ ۾ انهن جي مخالف ۾ پيرن ۽ مولوين جو تعداد
تمام گهڻو آهي. هندستاني حڪومت انهن ماڻهن مان چونڊ ڪئي،
جن جو قنڌار جي پيرن سان گهڻو تعلق هو. انهن جي قنڌاري بزرگن
مان هڪ پير ڪابل آيو ۽ سردار نائب سلطنت سان مليو ۽ ان کي
يقين ڏياريو ته مولانا عبيدالله حڪومت هند جو موڪليل آهي. ان
جو مقصد هي آهي ته افغانستان جي ماڻهن جو مذهب خراب ڪري
۽ افغانستان جي حڪومت جي رازن کان انگريزن کي آگاهه
ڪري. سردار نائب سلطنت جي سيڪريٽريءَ اسان سان ڳالهه

ڪئي، اسان ان کي سمجهائي ڇڏيو تہ هو افغان سي آءِ ڊي جي آفيسرن کي مقرر ڪري، اسان بابت حڪومت برطانيہ جي راءِ معلوم ڪري. جيڪڏهن ٿورڙو بہ شبهو ثابت ٿئي تہ مون کي توپ سان اڏايو وڃي. ٻئي صورت ۾ جتان ڪان ڪم اڄ مان ڇڏي رهيو آهيان، اتان ڪان شروع ڪندس. ڇڻ تہ هي زمانو بيماريءَ جي موڪل ۾ لڳايو ويو. شايد هي تجويز سردار کي پسند آئي ۽ ان تي عمل ڪيو ويو. اسان کي خبر پئي تہ افغان خفيہ جاسوسن ڇيو تہ ان ماڻهوءَ جي اعمال نامي ۾ هڪ ٽبڪو بہ اڇو نہ رهيو آهي، ان ڪان پوءِ سردار نائب سلطنت اسان کي خاص طور تي ٻيهر حيثيت ڏني ۽ اسان پنهنجي ڪم ۾ مشغول ٿي وياسين.

(44) مهاجر انگريزي شاگردن مان شاگردن جي اها جماعت مراد آهي جيڪا 5 فيبروري 1915ع تي لاهور ڪان هجرت ڪري افغانستان جي لاءِ رواني ٿي هئي. ان قافلي ۾ هڪ شريڪ ظفر حسن ايبڪ جي لکت جي مطابق خوشي محمد، عبيدالله، عبدالباري، عبدالمجيد خان، الله نواز خان، شيخ عبدالقادر، عبدالرشيد، عبدالمجيد، محمد حسن، رحمت علي، شاهنواز خان، عبدالحق ۽ خود ظفر حسن شامل هو. هي ڪل 13 ميمبر هئا. انهن مان هڪ ميمبر جو واڏارو ان وقت ٿيو جڏهن هي قافلو مجاهدن جي مرڪز اسمس ۾ رهيل هو. هي ميمبر عبدالله جو ننڍو ڀاءُ عبدالرحمان هو جيڪو ٻن ٽن ڏينهن ڪان پوءِ اڪيلو روانو ٿي ويو هو. چوڏهن ماڻهن تي مشتمل هي قافلو جلال آباد پهتو. جتي ان کي نظربند ڪيو ويو ۽ نظربنديءَ جو هي سلسلو جلال آباد ۽ ڪابل ۾ لاڳيتو چار سال، يعني امير حبيب الله خان جي قتل (20 فيبروري 1919ع) ۽ سردار امان الله خان جي تخت تي وڃڻ تائين جاري رهيو. پر مولانا سنڌي جي ڪابل پهچڻ (آڪٽوبر 1915ع) ڪان پوءِ، ان جي ڪوشش سان ڪجهہ سهولتون پيدا ٿي پيون هيون. انهن مان ڪن کي مولانا پنهنجي تحريڪ جو ميمبر ڪري ڇڏيو هو ۽ سياسي ڪارگذارين، ايتري تائين جو عارضي حڪومت ۾ شامل ڪري ڇڏيو هو. وڌيڪ عارضي حڪومت جي طرف ڪان هندستان، روس، ترڪي، جپان جا مقرر ڪيل يا موڪلڻ وارن وفدن جا ميمبر اهي ئي شاگرد هئا. مولانا سنڌيءَ جي ڪابل پهچڻ ۽ سرڪاري حلقن ۾ اعتماد حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ مهاجر شاگردن جي لاءِ جيڪا آزادي ۽ سولائيءَ پيدا ٿي هئي، اها حاجي عبدالرزاق جي مدد ۽ نائب سلطنت سردار نصرالله خان جي عنايت سان ٿي هئي. خط لکندڙ مولانا محمد ميان انهن حالتن جي طرف اشارو ڪيو آهي.

(45) ريشمي خط سازش ڪيس مان ٻن سڪن نوجوانن جي خبر پوي ٿي، جيڪي ان وقت ڪابل ۾ موجود هئا ۽ جن کي مولانا سنڌيءَ جي سفارش سان آزادي ملي

هئي. انهن مان هڪ جو نالو مٿرا سنگھ ۽ ٻئي جو نالو هرنام سنگھ هو.
(الف) مٿرا سنگھ جو ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ڪيترين ئي جاين تي ذڪر آيو آهي. مولانا سنڌيءَ "حڪومت موقته" جي (عارضي حڪومت) جي روسي مشن جي سلسلي ۾ پنهنجي ڊائريءَ ۾ ظفر حسن ايبڪ پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ ان جو ذڪر ڪيو آهي، پر هتي ريشمي خط سازش ڪيس جي شخصيتن جي سلسلي ۾ سي آءِ ڊي جنهن معلومات کي گڏ ڪري ڇڏيو آهي، ان تي اڪتفا ڪئي وڃي ٿي:

"ڊاڪٽر مٿرا سنگھ عرف سردار سنگھ عرف سندر سنگھ عرف شمشير سنگھ کتري رهندڙ موضع ڍيڍيال تعلقه چڪوال ضلع جهلم. هي ماڻهو پهريان فقط هڪ ڪمپائونڊر هو پر ان پاڻ کي ڊاڪٽر چوڻ شروع ڪري ڏنو. پهريان هي راولپنڊي صدر ۾ ڊاڪٽر جگت سنگھ جي دڪان ۾ ڪم ڪندو هو ۽ پوءِ 1908ع تائين نوشهرو ڇاوڻي ۾ ايچ ڊي ٺاڪرداس ڪيمسٽ اينڊ ڊرگسٽ جي دڪان ۾ شريڪ رهيو. غبن جي شبهي هئڻ تي ان دڪان کان پنهنجو تعلق ختم ڪري ڇڏيو ۽ فيبروري 1913ع ۾ نوڪريءَ جي ڳولا ۾ سمنڊ پار هليو ويو. هو رنگون، پيانگ، سنگاپور، هانگ ڪانگ، جپان وغيره ويو ۽ جولاءِ 1913ع ۾ سان فرانسسڪو ويو، جتي ان جي ملاقات هرديال سنگھ ۽ ان جي انقلابي پارٽيءَ سان ٿي، جنهن ۾ برطانيه جي خلاف خيال پڙڪايا. ان کي افغانستان موڪليو ويو ته جيئن ان حڪومت سان طئه ڪري ته آئنده جيڪو انقلابي پهچي ڪري افغانستان وڃي، ان جو تحفظ ڪيو وڃي. سان فرانسسڪو ۾ هڪ مهينو رهڻ کان پوءِ هو شنگهائي، جپان، هانگ ڪانگ، ملايا ۽ برما کان ٿيندو ۽ انهن ملڪن ۾ انقلاب پسندن سان ملاقاتون ڪندي، مارچ 1914ع ۾ شنگهائي واپس ويو. جنگ شروع ٿيڻ کان پوءِ نومبر 1914ع ۾ هو وري هندستان آيو ۽ سڌو پنجاب پهتو. ان کان پوءِ بيچيني جي دور ۾ معلوم ٿيو ته هو امرتسر ۽ ٻين هنڌن تي بم ٺاهي رهيو آهي. جڏهن لاهور ۾ ڪجھ گرفتاريون ڪيون ويون ته اهو هرنام سنگھ عرف ارجن سنگھ رهندڙ ڪنوعه سان گڏ سرحدپار ڪري تيراهه پهچي ويو ۽ اتان کان پيش بلڪ پهچي ويو. افغان حاڪمن ان کي اتان گرفتار ڪري ورتو ۽ حراست ۾ ڪابل پهچائي ڇڏيو. ان کي جيل ۾ رکيو ويو پر راجه مهندر پرتاب جي سفارش تي سردار نصرالله خان ان کي آزاد ڪري ڇڏيو.

ان کان پوءِ هو ڪابل ۾ اينٽي برٽش پارٽي جو سرگرم ۽ مستقل ميمبر ٿي ويو. مٿرا سنگهه اتان هندستاني فوجين کي بغاوت تي پڙڪائڻ جي لاءِ خط مردان ۾ مقرر ٿيل گائيڊس ڪيولري (رساله) دفعدار هرچرن سنگهه ۽ راولپنڊيءَ ۾ ياءُ هرنام سنگهه جي نالي روانا ڪيا. مارچ 1916ع ۾ ڊاڪٽر مٿرا سنگهه ۽ لاهور جو هڪ جهادي طالب علم، خوشي محمد راجه مهندر پرتاب جو هڪ خط تاشقند جي گورنر جي لاءِ ۽ ٻيو خط، جيڪو سون جي ننڍي ٿالهيءَ ۾ زار روس جي لاءِ هو پاڻ سان گڏ کڻي ڪري خفيه مشن تي روانو ٿيو. جنهن ۾ حڪومت روس کي درخواست ڪئي ويئي هئي ته جيڪڏهن افغانستان هندستان تي حملو ڪري ته روس غيرجانبدار رهي، هي مشن مئي 1916ع ۾ هندستان واپس اچي ويو.“

واپسيءَ کان پوءِ سردار نصرالله کان اڳ مٿرا سنگهه، پوءِ خوشي محمد جي ملاقات جو تفصيلي ذڪر مولانا سنڌي مرحوم ۽ ظفر حسن ايبڪ ڪيو آهي. پر اسان ان کي هتي ڊگهي هجڻ جي خوف کان نظرانداز ڪريون ٿا. چين ۽ جپان مشن ۾ مٿرا سنگهه جي شرڪت، روانگي ۽ گرفتاري جي حالتن ۽ ريشمي خط سازش ڪيس جي مٿي ذڪر ڪيل رپورٽ جي تسلسل سان نقل ڪريون ٿا:

”ان کان پوءِ مٿرا سنگهه، شيخ عبدالقادر سان گڏ جولاءِ 1916ع ۾، راجه مهندر پرتاب ۽ مولانا برڪت الله جا خط چين جي ڊاڪٽر سن يات سين ۽ جپان جي شاهه ميڪاڊو ۽ ڪائونٽ اوڪاما جي نالي کڻي روانو ٿيو. ان وٽ ٻارنهن هزار پائونڊ جا چيڪ هئا. ڪجهه چيڪ نيويارڪ جي رميش بينڪ (جرمن بينڪ) ۽ ڪجهه چيڪ جپان جي اسپيني بينڪ جي نالي هئا ۽ باقي سان فرانسسڪو جي انٽرنيشنل بينڪنگ ڪارپوريشن جي نالي هئا. هي چيڪ چين ۽ جپان جي مقامي بينڪن جي معرفت ڪيش ڪرائڻا هئا. مٿرا سنگهه ۽ عبدالقادر روشي ترڪستان جي رستي سفر ڪيو، پر روس ۾ پهچڻ کان ڪجهه دير پوءِ ان کي روسي حڪومت گرفتار ڪري ورتو. ان کي مشهد وٺي وڃي برطانوي قونصل جنرل جي حوالي ڪيو ويو. آخرڪار ان کي لاهور پهچايو ويو. اسپيشل ٽربيونل مٿرا سنگهه جي خلاف مارچ 1917ع ۾ ڪيس جي شنوائي ڪئي. ان کي ضابطه فوجداري جي دفعات 12، 12 الف 302، 109 جي تحت ۽ ٻين ڏوهن جو ڏوهاري قرار ڏنو ويو ۽ موت جي سزا جو

حڪم ڏنايو جنهن تي عملدرآمد جي لاءِ 12 مارچ جو ڏينهن مقرر ڪيو ويو.“

(ب) هرنام سنگهہ متر سنگهہ جي احوال ۾ ان جو ذڪر اڳي چڪو آهي. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ان جو احوال هنن لفظن ۾ آيو آهي:

”هرنام سنگهہ عرف ارجن سنگهہ پٽ ڀاڳ سنگهہ مهاجن موضع کهوٽا، ضلع راولپنڊي، ايس ايس ڪوما گاٽو مارو جهاز جي ذريعي، جپان جهڙي تمام پري وڏي ملڪ تائين سفر ۽ واپسي ۾ گرويت سنگهہ جو نائب خاص هو. هو ”ماشيما مارو“ نالي جهاز جي ذريعي بيرسنگهہ سان گڏ هندستان واپس آيو جيڪو ”ڪوماگاٽو مارو“ مهم جو جوائنٽ سيڪريٽري هو. جهاز جي عرشہ (ڇت) تي مسافرن کي ڀڙڪائڻ جون ان سرگرم ڪوششون ڪيون ۽ موهن سنگهہ جي پارٽيءَ سان گڏ نانڊير هليو ويو. خيال ڪيو وڃي ٿو تہ ان خالص ڪاليج امرتسر ۾ تعليم ورتي آهي. سک غدر سازش جو انڪشاف ٿيڻ تي، جڏهن لاهور ۾ گرفتاريون ڪيون ويون تہ هو ڊاڪٽر متر سنگهہ سان گڏ سرحدپار ڪري تيراهہ پهچي ويو ۽ اتان کان ”پيش بلڪ“ پهتو جتان افغان حڪمرانن انهن ٻنهي کي گرفتار ڪري ورتو ۽ حراست ۾ ڪابل پهچائي ڇڏيو جتي انهن کي جيل ۾ وڌو ويو هو. پر بعد ۾ سردار نصرالله خان، راجہ مهندر پرتاب جي سفارش تي انهن کي آزاد ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ هي ماڻهو اتان برطانيہ جي خلاف غدر پارٽيءَ جا سرگرم ۽ باضابطي ميمبر ٿي ويا. ڪابل ۾ هرنام سنگهہ ۽ متر سنگهہ گڏيل طور تي مردان ۾ گائيڊس جي رسالي جي دفعدار هرچرن سنگهہ ۽ راولپنڊي جي ڀاءُ هرنام سنگهہ کي باغيانہ خط لکيا، جن ۾ هندستاني فوجين کي بغاوت جي لاءِ ڀڙڪائڻ جي تلقين ڪئي ويئي هئي. هرنام سنگهہ 1916ع ۾ ويس بدلائي هندستان اچڻ وارو هو تہ جيئن ڪجهہ هندستاني مها راجائن جي نالي قيصر جرمني جا جيڪي خط راجہ مهندر پرتاب آندا هئا، اهي کين پهچائي سگهجن. پر هي معلوم نہ ٿي سگهيو تہ ان مقصد جي لاءِ ان واقعي هندستان جو سفر ڪيو يا نہ؟ شايد هو ان وقت ڪابل ۾ آهي.“

(46) جمعيت مان مراد حڪومت موقتہ آهي، جيڪا راجہ مهندر پرتاب جي صدارت ۾ قائم ٿي هئي. ان جو وزيراعظم مولانا برڪت الله ڀوپالي ۽ وزير امور داخلہ مولانا سنڌي هو ۽ سيڪريٽري ظفر حسن هو. 1918ع ۾ جنگ استقلال افغانستان جي موقعي تي هند وارن جو تعاون حاصل ڪرڻ جي لاءِ حڪومت

موقته جي طرف کان جيڪو اعلان نامون يا اپيل شايع ڪئي ويئي هئي، ان مطابق مولانا سنڌي جي لفظن ۾، ان جي قائم ڪرڻ جو مقصد هي هو ته ”هند ۾ موجوده غاصب، غدار ۽ ظالم حڪومت جي عيوض بهترين حڪومت قائم ٿئي.“ عارضي حڪومت سان شاگردن جو تعلق ۽ تعاون جو ذڪر حاشيه نمبر 39 ۾ اچي چڪو آهي.

(47) هندي راجه- راجه مهندر پرتاب جي شخصيت مراد آهي، جيڪو ڪابل ۾ هندستان جي عارضي حڪومت جو صدر هو. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ان جي شخصيت ۽ ڪارنامن تي جامع نوٽ آهي، هتي ان نوٽ تي اڪتفا ڪئي وڃي ٿي:

”راجه مهندر پرتاب ضلع عليگڙهه جي مرسان جي راجه دات پرشاد سنگهه بهادر جو پاءُ ۽ جيند جي راجه رنبير سنگهه جو پيٽوبو آهي. پراڻي حڪمران خاندان سان تعلق رکي ٿو ۽ هاٿرس ۽ مرسان ۾ ڪافي ايراضيءَ جو مالڪ آهي. هن ايم اي او ڪاليج عليگڙهه ۾ تعليم حاصل ڪئي، جتي هندو مسلم اتحاد جو جذبو هن جي رڳ رڳ ۾ سمائجي ويو. تعليم مڪمل ٿيڻ کان پوءِ هن بندرابن ۾ هندن، مسلمانن، عيسائين ۽ سکن تي مشتمل منظم ڪميٽي ٺاهي ”پريم مهاودياليه“ قائم ڪيو. راجا کي اميد هئي ته هن اسڪول جي ذريعي، گڏيل هندستان جي بنياد تي، قومي اتحاد جي تحريڪ شروع ڪندو. هو سفر جو ڏاڍو شوقين آهي، چيو وڃي ٿو ته هن ٻه دفعا سڄي دنيا جو سفر ڪيو آهي. آمريڪا ۾ هن جي ملاقات هرديال ۽ غدر پارٽي جي ٻين ميمبرن سان ٿي ۽ ان ۾ انقلابي خيالن ۾ جوش ۽ جذبو پيدا ڪري ڇڏيو. 20 ڊسمبر 1914ع تي هندستان مان مارسيلز روانو ٿيو، جتان هو سوئزرلينڊ ۽ پوءِ جرمني پهچي، برلن جي انڊيا سوسائٽيءَ ۾ شامل ٿي ويو. 1915ع ۾ ڪابل جي امير ۽ هندستاني رياست جي والين لاءِ قيصر جرمني ۽ سلطان ترڪي جا خط ۽ جهاد جي فتويٰ ڏئي ڪري، ان کي ترڪ جرمن مشن سان گڏ افغانستان موڪليو ويو. ڪابل جي رهڻ جي زماني ۾ ان حڪومت موقته هنديه قائم ڪئي، جنهن جو صدر هو پاڻ ٿيو. برڪت الله وزيراعظم ۽ عبيدالله وزيرداخله مقرر ڪيا ويا. هن مهاجر شاگردن جا ڪيترائي سفارتي وفد منظم ڪيا جيڪي روس، چين، جپان، برلن ۽ قسطنطنيه موڪليا ويا.“

1978ع ۾ هندستان ۾ وفات ڪيائين.

(48) سلطان المعظم- مراد ترڪيءَ جو خليفو سلطان محمد پنجون آهي، جنهن جي

خلافت جو دور 1908ع کان 1918ع آهي. ان ڪانپوءِ سلطان وحيدالدين محمد ڇهون خلافت جي تخت تي ويٺو ۽ ان کان پوءِ ترڪي جي آخري خليفي عبدالمجيد ثاني هو. 29 آڪٽوبر 1923ع تي جمهوريت قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو ۽ خلافت جو خاتمو ٿي ويو.

(49) پهرين عالمگير جنگ کان اڳ ۽ ان دوران جرمنيءَ تي قيصر وليم ٻئي جي حڪومت هئي. جنگ ۾ جرمنيءَ جي شڪست کان پوءِ جولاءِ 1919ع ۾ جرمنيءَ ۾ ٻه جمهوري حڪومت قائم ٿي ويئي.

(50) مولوي برڪت الله: ان جو والد محمد شجاعت الله پنهنجي گهرواريءَ کي وٺي ڪري 1857ع ۾ بدايون کان ڀوپال هجرت ڪري ويو هو جتي ان جي پيدائش 1858ع يا 1859ع ۾ ٿي. شروعاتي ۽ اعليٰ تعليم جو مرحلو ڀوپال ۾ ئي طئہ ٿيو. ان ڪري هو ڀوپاليءَ جي نبست سان مشهور ٿيو. هن جي استادن ۾ مولوي سيد عبدالله، مولانا محمد عمر شاگرد، امام بخش صحباني، مولوي هادي حسن، مولانا سيد انور علي، مولانا محمد ايوب صديقي، مولانا يوسف علي ۽ شيخ حسين عرب يمني خاص طور تي مشهور آهن. تعليم مان فارغ ٿي ڪري هو مدرسي وقفيہ ۾ استاد ٿي ويو. 1882ع جي آخر ۾ ان جي ملاقات شيخ جمال الدين سان ٿي، جيڪو ان زماني ۾ ڀوپال آيو هو. برڪت الله ان جي خيالن ۽ سيرت کان تمام گهڻو متاثر ٿيو. ان جو ئي نتيجو هو جو اسلامي اتحاد، ملڪ جي آزادي ۽ سامراج جي دشمني سڄي زندگي هن جو مقصد رهيو. جنوري 1883ع ۾ اوچتو ڀوپال مان هليو ويو. پهريائين هو شنگ آباد پوءِ جبل پور پهتو ۽ ڪجهہ عرصو هڪ ڪرسچين مشن ۾ ملازمت ڪيائين. بعد ۾ هو بمبئي هليو ويو. جتي هو اٽڪل چار سال رهيو ۽ انگريزيءَ جي تعليم ورتائين. وڌيڪ اعليٰ تعليم جي لاءِ انگلستان هليو ويو جتي ان اخبارن ۾ ڪالم نويسيءَ جو سلسلو ٻہ شروع ڪري ڇڏيو. اهو ئي هن جي گذر سفر جو ذريعو هو. هن جي علمي شهرت کان متاثر ٿي ڪري، مسٽر عبدالله، شيخ الاسلام انگلستان ان کي ليورپول اچڻ جي دعوت ڏني. برڪت الله ان جي قائم ڪيل اداري ”مسلم انسٽيٽيوٽ ليورپول“ ۾ شريڪ ٿي ڪري پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جو سلسلو شروع ڪيو. ٻئي طرف ڪريسينٽ ۽ اسلامڪ ورلڊ نالي رسالن ۾ تبليغي ۽ اسلامي موضوعن تي مقالا لکڻ شروع ڪيائين. ڪجهہ عرصي کان پوءِ هو ليورپول يونيورسٽي جي اورينٽل ڪاليج ۾ عربيءَ جو پروفيسر ٿي ويو. هتي ئي 1895ع ۾ ان جي ملاقات سردار نصرالله خان سان ٿي جيڪو ان جي شهزادگيءَ جو زمانو هو.

1905ع جي آخر ۾ مولوي برڪت الله، شيخ الهند مولانا محمود حسن ديوبنديءَ جي درخواست تي، ان جي هڪ خفيہ سياسي مشن تي چين پهتو، جتان هو ٽوڪيو يونيورسٽي جي مشرقيات جي شعبي ۾ اردوءَ جو پروفيسر ٿي ويو. هتي

ان اسلامڪ فريٽرينٽي جي نالي سان هڪ انجمن ٺاهي ورتي ۽ ان نالي سان هڪ رسالو جاري ڪيو. هن جي مضمونن برطانوي ۽ سامراج جي خلاف سڄي چين ۾ باهہ لڳائي ڇڏي، جنهن جو نتيجو هي نڪتو تہ ٽوڪيو ۾ رهندڙ برطانوي قونصل جي احتجاج تي ان کي يونيورسٽيءَ مان الڳ ڪيو ويو. پر هن مالي دشوارين جي باوجود ان تحريڪ کي جاري رکيو. اتان کان هو جپان هليو ويو. ان دوران هڪ انقلابي وفد چوڌري رحمت علي جي قيادت ۾ فرانس موڪليو ويو، پر ان کي پنهنجي مقصدن ۾ پوري ڪاميابي نہ ٿي تہ حضرت شيخ الهند مولانا برڪت الله کي فرانس وڃڻ جي هدايت ڪئي. برڪت الله اسلامڪ فريٽرينٽي بند ڪري ڇڏي ۽ 1913ع جي شروع ۾ فرانس هليو ويو. پيرس ۾ ويهي ڪري ان پنهنجي تحريڪ کي يورپ کان وٺي آمريڪا تائين سپني آفريقي ملڪن تائين پکيڙي ڇڏيو.

مارچ 1913ع ۾ آمريڪا جي رياست ڪيليفورنيا جي شهر سيڪرامنٽو ۾ غدر پارٽيءَ جو قائم ٿيڻ عمل ۾ آيو. ان جي بانين ۾ موهن سنگهہ ڀڳتا ۽ لالہ هرديال سان گڏ مولانا برڪت الله بہ گڏ هو ۽ پهرين نومبر 1913ع تي جڏهن اخبار غدر جو جاري ڪرڻ عمل ۾ آيو. تہ ان جي بهترين ۽ گهٽائي سان لکڻ وارن ۾ مولانا برڪت الله بہ هو. پهرين جنگ عظيم ڇڙڻ تي هو جرمني هليو ويو ۽ برلن ڪميٽيءَ ۾، جنهن جو سڄو نالو ”برلن انڊين نيشنل پارٽي“ هو، شامل ٿي ويو. هڪ فيصلي جي مطابق، برلن ڪميٽيءَ جو هڪ مشن قسطنطنيہ موڪليو ويو. اتان شيخ الاسلام جي فتويٰ ۽ سلطان جا فرمان، جيڪي هندستان جي مختلف رياستن جي نوابن ۽ راجائن جي نالي هئا، حاصل ڪري هي مشن افغانستان پهتو. هتي ان حڪومت موقتہ قائم ڪئي، جنهن جو تذڪرو هڪ گذريل نوٽ ۾ اچي چڪو آهي. هي سڄي معلومات ايم عرفان جي ڪتاب ”برڪت الله ڀوپالي“ مان ورتل آهي. هاڻي اسان کي ان جي باري ۾ برٽش سامراج جي خيالن ۽ ان جي حريت آزاديءَ جي ڪوشش ڪرڻ جي ڏوهن جي ان فهرست تي بہ نظر وجهڻ گهرجي، جنهن جي داخلا ۽ اظهار ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ڪيو ويو آهي. ان ۾ چيو ويو آهي تہ:

> ”مولوي برڪت الله ڀوپالي اهو ئي بدنام مولوي برڪت الله آهي، جيڪو ٽوڪيو ۾ اردو جو پروفيسر هيو. برطانيہ مخالف پروپئگنڊا جي سبب ڪري جپان ۾ مشهور ٿي ويو. ڀوپال جي منشي قدرت الله (صحيح نالو شجاعت الله) جو پٽ آهي. حڪومت جپان جي طرف کان لاهڻ کان پوءِ 1914ع ۾ (صحيح هي آهي تہ هو 1913ع جي شروع ۾ ئي) سان فرانسسڪو هليو ويو ۽ اتي غدر پارٽي جو سرگرم ميمبر ٿي ويو. اتان کان برلن پهتو جتان هو انڊين نيشنل پارٽي جو

ميمبر ٿي ويو. بعد ۾ جرمن مشن سان گڏ ڪابل ڏانهن روانو ٿي ويو. راجه مهندرپرتاب ۽ عبيدالله سان گڏ افغانستان ۾ آهي ۽ وڏي سرگرميءَ سان افغانستان کي برطانيه جي خلاف جنگ تي پڙڪائڻ ۾ مشغول آهي. حضرت مولانا جي نالي پنهنجي خط ۾ عبيدالله هن جو ذڪر ڪيو آهي. جنود ربانيه جي فهرست ۾ هو ليفٽيننٽ جنرل آهي.“

حڪومت موقته (عارضي حڪومت) ۾ هو وزيراعظم جي عهدي تي مقرر هو. ان وفد جي ميمبرن مان مولوي برڪت الله ليفٽيننٽ جنرل جي حيثيت سان ۽ ترڪي نمائندو ڪاظم بي ميجر جنرل جي حيثيت سان هو. ريشمي خط سازش ڪيس جي انڪشاف ڪان پوءِ ان کي ڪابل مان نڪرڻو پيو. مولانا سنڌيءَ کي به نه فقط پنهنجو سياسي ڪم بند ڪرڻو پيو پر ڪجهه وقت نظربنديءَ جي صورت ۾ به گذاريو. مولوي برڪت الله قسطنطنيه هليو ويو. اتان ڪان اپريل 1919ع ۾ ماسڪو هليو ويو. امير حبيب الله جي قتل ڪان پوءِ جڏهن امان الله اقتدار تي ويٺو ته، ڪابل ۾ هندستان جي آزاديءَ جي تحريڪ کي ڪم ڪرڻ جو وري موقعو مليو. ان موقعي تي مولانا برڪت الله کي ماسڪو مان گهرايو ويو ۽ وري ان کي برٽش انڊيا سان افغانستان جي جنگ ۾ روسي امداد حاصل ڪرڻ جي لاءِ موڪليو ويو. برڪت الله ڪامريڊ لينن ۽ ٻين ليڊرن سان ڪيترين ئي ملاقاتون ڪيون. پر هو ڏانهن افغانستان جنگ ڇيڙڻ ۾ تڪڙ ڪئي ۽ افغانستان جي مستقل ۽ مڪمل آزاديءَ جي شرط تي جنگ بند به ڪري ڇڏي. ان ڪري مولوي برڪت الله کي پنهنجو مشن پڄاڻي تائين پهچائڻ جو موقعو نه مليو. 1920ع ۾ هڪ دفعو وري هو ڪابل آيو ۽ افغانستان کي ان ڳالهه تي آماده ڪيو ته، هو برٽش حڪومت سان معاهدو نه ڪري. روس ان جي لاءِ هڪ بارودي ڪاخانو قائم ڪري ڇڏيندو. پر هيءَ وَلِ مٿي چڙهي نه سگهي. انگريز ڊپلوميسيءَ ان منصوبي کي ناڪام بڻائي ڇڏيو مولانا برڪت الله ماسڪو هليو ويو.

1922ع ۾ مولانا برڪت الله ماسڪو ڪان برلن هليو ويو. اتان ڪان فرانس ويو ۽ 1925ع جي آخر ۾ الاصلاح جي نالي سان هڪ اخبار جاري ڪيائين. پر هڪ ئي نمبر نڪتو هو ته ڪيس کي به فرانس کي ڇڏڻو پيو. ڪجهه وقت هن سئٽزرلينڊ ۾ گذاريو. 10 جولاءِ 1927ع تي هو آمريڪا ويو. پهريائين نيويارڪ ۽ پوءِ سان فرانسسڪو هليو ويو. هتي ئي 27 سيپٽمبر 1927ع تي وفات ڪيائين. ميرز ويل ۾ دفنايو ويو. آخري رسمن ۾ مولوي رحمت الله، ڊاڪٽر سيد حسين، ڊاڪٽر اورنگ شاهه ۽ راجه مهندر پرتاب شريڪ هئا. مولانا برڪت الله شادي نه ڪئي هئي، خلافت جي نالي سان انگريزي زبان ۾ ان جو هڪ ڪتاب يادگار

آهي.

(51) حڪومت موقته جي طرف کان عبدالباري ۽ شجاع الله لاهور جي ٻن مهاجر شاگردن جو هڪ وفد ترڪي موڪليو پئي ويو. شايد ان مشن جي پروگرام ۾ حجاز وڃي ڪري، حضرت شيخ الهند رحه سان ملاقات به شامل ڪئي. هي مشن ايران ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ هندستاني حڪومت جي حوالي ڪيو ويو هو. ڪجهه عرصي تائين پنجاب ۾ نظربند رهيا. پهرين ذڪر ڪيل ميان عبدالباريءَ جي نالي سان تحريڪ پاڪستان جي ميمبر جي حيثيت سان گهڻي شهرت حاصل ڪئي.

(52) جنود ربانيه يا جنودالله، ان جي معنيٰ خدائي فوج جي آهي. برصغير کي آزاد ڪرائڻ جي لاءِ وجود ۾ آئي هئي. هي فوج ان منصوبي جي تحت ترتيب ڏني ويئي هئي؛ ان جا ٽي پيٽرن، ٻارنهن فيلڊ مارشل، هڪ جنرل ۽ هڪ قائم مقام جنرل هو. ان کان سواءِ اوڻٽيهه ليفٽيننٽ جنرل، سترهن ميجر جنرل، چوويهه ڪرنل، ٻارنهن ليفٽيننٽ ڪرنل، ٽي ميجر، ٻه ڪپتان ۽ هڪ ليفٽيننٽ هو. قائم مقام جنرل مولانا عبيدالله سنڌي هو. جنود ربانيه جي باري ۾ هڪ نقشو ۽ عهديدارن جي فهرست ضميمي ۾ ڏسو. ان جو هيڊ ڪوارٽر مدينو شريف تجويز ڪيو ويو هو.

(53) جڻ ته هندستان جي عارضي حڪومت ۽ آزاديءَ جي فوج (جنود ربانيه) جي طرفان حضرت شيخ الهند جو هن وڏي عهدي تي مقرر ٿيڻ، ٻاهرين حڪومتن سان معاهدن جي لاءِ هڪ طرح جو اختيار نامو آهي.

(54) خدام مان اشارو برصغير ۾ تحريڪ جي نظام جي طرف آهي. يعني سڏوسنئون اطلاع نه پهچڻ جي صورت ۾ تحريڪ جي ڪنهن ميمبر تائين به جيڪڏهن ڪنهن هدايت يا منصوبي جو اطلاع پهچي وڃي ته پوءِ ان جو علم سيني کي ٿي ويندو.

(55) مدرسي وارن مان دارالعلوم ديوبند جي مهتمم صاحبن ۽ انهن جا اهي عقيدتمند مراد آهن، جيڪي حضرت شيخ الهند جي تحريڪ کان نه فقط الڳ هئا، پر مخالفت ۽ ان کي نقصان پهچائڻ جو به ڪو موقعو هٿان نه وڃڻ ڏيندا هئا. پهريان شايد خوش ٿيا هوندا ته حضرت شيخ الهند جي حجاز ڏانهن وڃڻ کان پوءِ تحريڪ ختم يا گهٽ ۾ گهٽ ٿڌي ٿي ويندي. پر هاڻي جڏهن ته انهن کي پنهنجي توقعات جي خلاف تحريڪ ۾ وڌيڪ سرگرميءَ جا اطلاع ۽ ڪاميابيءَ جا وڌيڪ امڪان ڏسڻ ۾ آيا ته سوچيو هوندائون ته حضرت شيخ الهند کي واپس اچڻ جو مشورو ڏنو وڃي ته جيئن اهڙيءَ طرح سرڪار ۾ پنهنجي ڪريل ساک کي قائم رکيو وڃي. انهن جملن مان خط لکندڙ جي منشا اها ئي ظاهر ٿئي ٿي.

(56) مولوي محسن- معلوم ٿئي ٿو تہ مولوي محمد محسن جو تعلق تحريڪ سان ڪو بہ نہ هو. حضرت شيخ الهند جي حجاز جي سفر کان پوءِ هندستان ۾ ئي هو. ان ڪي ئي مدرسي وارا حضرت شيخ الهند کي هندستان ڏانهن واپس آڻڻ جي لاءِ استعمال ڪرڻ چاهين پيا. سازش ڪيس سان بہ ان جي سياسي انقلابي سرگرمين جي باري ۾ ڪا بہ خبر نہ ٿي پوي. سازش ڪيس جي شخصيات جي باري ۾ ان تي هي نوٽ آهي:

”جدي جي واقعن کان بعد جي بيان ۾ جيڪو خط مولانا جي نالي عبيدالله لکيو آهي، ان ۾ هي نالو آهي. مولوي محمد حسن، مولانا محمود حسن جو ننڍو ڀاءُ آهي. ديوبند ۾ هو ڪنهن جاءِ تي ملازم آهي. سيد نورالحسن رنيڙي ضلع مظفر ننگر جو دوست آهي.“

هن بيان ۾ هيءَ تصحيح ضروري آهي تہ ذڪر ڪيل خط مولانا عبيدالله جو نہ آهي، پر مولانا محمد ميان عرف منصور انصاريءَ جو آهي. مولانا ذوالفقار علي ديوبند جي اولاد مان بہ ڏيئر ۽ چار پٽ هئا. حضرت شيخ الهند محمود حسن، مولانا حامد حسن (ف 1329هہ) مولانا حڪيم محمد حسن ۽ مولانا محمد محسن، هي پنهنجي ڀائرن ۾ سڀني کان ننڍو هو. حضرت شيخ الهند کي مولانا محمد محسن سان گهڻي محبت هئي ۽ ان کي بہ حضرت سان بي انتها محبت هئي.

(57) شايد ڀهريان حضرت مهتمم صاحب ۽ ان جي عقيدتمندن جو خيال هو تہ ملڪ کان ٻاهر حجاز پهچي ڪري، حضرت شيخ الهند رحہ ۽ سندن ٻيا سرگهور ساٿي هتين خالي ۽ ڪمزور ٿي ويندا، ملڪ ۽ ملت جي آزادي جي تحريڪ ختم ٿي ويندي. پر جيئن ئي انهن کي اندازو ٿيو تہ تحريڪ جي واڌاري ۽ دعوت جي قبول جي لاءِ اسلام جي اڪابرن جي قلب کي الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان کولي ڇڏيو آهي، تہ انگريز جي خدمتگذاري جي جذبي انهن کي بي قرار ڪري ڇڏيو ۽ جيڪي زبانون ڀهريان حضرت جي سفر حجاز جي حمايت ۾ هيون، هاڻي حضرت جي واپسيءَ لاءِ دعائون گهري رهيون هيون. هاءِ افسوس! الله تعاليٰ ان جي قلب کي ملڪ جي آزادي جي لاءِ بي چين ۽ جذبات خير کان ڪنهن طرح ڪيئن نہ خالي ڪري ڇڏيو هو.

(58) قاضي، حڪيم، ڊاڪٽر مولانا رائي وارو مان مراد قاضي محمد محي الدين احمد مراد آبادي، قاضي ڀوپال، حڪيم عبدالرزاق، ڊاڪٽر مختار احمد انصاري ۽ مولانا عبدالرحيم رائيپوري عليهم الرحمة آهن. انهن سڀني تي حاشيو گذري چڪو آهي.

(59) قصو غالب مان اشارو ”غالب نامہ“ جي راز ظاهر ٿيڻ جي طرف آهي. غالب نامہ اها لکت آهي، جيڪا مڪي جي ترڪي گورنر غالب پاشا کان حضرت شيخ

الهند رحہ حاصل ڪئي هئي. ”قصو غالب جي علم هئڻ جي ذريعي مطلوب“ جو مطلب هي آهي تہ مطلوب الرحمان غالب نامہ جي راز جي ظاهر ڪرڻ جو سبب ٿيو هو.

(60) اشارو ان طرف آهي تہ مطلوب الرحمان جو جيڪو روبو هندستان ۾ رهيو ۽ ان گورنمينٽ کي جيڪي اطلاع پهچايا، ان جي ڪري حضرت شيخ الهند رحہ جي گرفتاريءَ جو هتي خطرو وڌي ويو آهي.

(61) مولانا الناظم مان مراد مولانا عبيدالله سنڌي آهي. مولانا سيف مان مراد مولانا سيف الرحمان آهي. ڏسو حاشيو نمبر 32 فضلين ۽ عبدالعزيز جي باري ۾ ڏسو حاشيو نمبر 34.

(62) ”مولانا حسين ان جو والد ۽ پائرن“ مان مراد مولانا حسين احمد مدني رحہ سندن والد ماجد ۽ ان جا پائر آهن. وضاحت هيءَ آهي:

”مولانا مدني رحہ جي والد جو نالو مولوي سيد حبيب الله هو. وطن الهہ داد پور، تعلقہ ٽانده ۽ ضلع فيض آباد هو. سرڪاري اسڪول ۾ استاد هو. مولانا فضل الرحمان گنج مراد آبادي جو مجاز خليفو، بيعت ۽ ارشاد جي اجازت ڏنل هو. 1316هہ ۾ پنهنجي سڄي خاندان سان گڏ هجرت ڪري ويو. 1334ع ۾ جڏهن حضرت شيخ الهند رحہ ۽ ان جي رفيقن کي مديني شريف ۾ گرفتار ڪيو ويو تہ حضرت مدني ۽ حضرت شيخ الهند رحہ جي تعلق جي بنياد تي ان کي بہ سندس ٻن پٽن سميت (مولانا سيد احمد ۽ محمود احمد) گرفتار ڪري ايڊريا نوپل موڪليو ويو. اتي پهچڻ جي هڪ مهيني کان پوءِ 1917ع ۾ وفات ڪيائين ۽ اتي ئي دفن ٿيو. مولانا حسين احمد مدني کان سواءِ مولوي حبيب الله جا چار پٽ ٻيا هئا:

1_ مولانا محمد صديق ڄمڻ جو هنڌ الهہ داد پور 1288هہ، وفات مدينو شريف 1331هہ دارالعلوم ديوبند جو فارغ التحصيل ۽ مولانا رشيد احمد گنگوهيءَ سان بيعت ۽ ان جو خليفو هو. مولوي وحيد احمد جيڪو مالٽا ۾ حضرت شيخ الهند رحہ سان گڏ قيد هو سندن ئي صاحبزادو هو.

2_ مولانا سيد احمد ڄمڻ جو هنڌ بانگر مئو 1393هہ، وفات مديني شريف ۾ 1358هہ. هي بہ دارالعلوم ديوبند جو فارغ التحصيل، مولانا رشيد احمد گنگوهي سان بيعت ۽ حضرت شيخ الهند رحہ ۽ مولانا خليل احمد رحہ جو خليفو مجاز هو. مديني شريف ۾ مدرسہ العلوم الشرعيہ ليتامي لدمينہ المنوره جي نالي سان هڪ مدرسو قائم ڪيائين، جيڪو هاڻي بہ قائم آهي. ان سان گڏ هڪ عظيم الشان

لائبريري بہ آهي.

3۔ جميل احمد ڄمڻ جو هند الهہ داد پور 1302هہ وفات مدينو شريف. هندستان ۾ عربي درسي جي مڊل ڪلاس جا ڪتاب پڙهندو هو تہ والد مرحوم سان گڏ هجرت ڪري مديني شريف ڏانهن هليو ويو. هتي ترڪي مدرسي رشيديہ مان تعليم حاصل ڪيائين، پوءِ استنبول ۾ اعداديہ ۾ داخل ڪيو ويو. هڪ سال کان پوءِ بيمار ٿي پيو. مديني شريف واپس آيو ۽ ان ئي بيماريءَ جي حالت ۾ جوانيءَ ۾ وفات ڪيائين.

4۔ محمود احمد ڄمڻ جو هنڊ الهدادپور 1308هہ مدني شريف جي ترڪي مدرسي رشيديہ مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ ملازمت اختيار ڪيائين. حڪومت سعوديہ ۾ جدي جو قاضي هو. پوءِ استعيفا ڏئي ڪري مديني شريف ۾ پنهنجو ڪاروبار شروع ڪري ڏنائين. ”نقش حيات“ جي اشاعت 1953ع تائين جيئرو هو.

مولانا حسين احمد مدني ان جو والد صاحب ۽ ڀائر، اهي ئي آهن جنهن ڪي مولوي محمد ميان انصاريءَ پنهنجي خط ۾ سلامن سان نوازيو آهي.

مولانا مدني رحہ جو والد ۽ ان جي ڀائرن مان ڪنهن جو بہ تعلق جيئن تہ ريشمي خط تحريڪ سان نہ هو، ان ڪري انهن جو وڌيڪ تعارف ۽ تذڪري کان قطع نظر فقط مولانا حسين احمد مدنيءَ جو مختصر تعارف ڪرايو وڃي ٿو:

مولانا حسين احمد مدني پنهنجي ڀائرن ۾ ٻن کان ننڍو ۽ ٻن کان وڏو هو. 1296هہ ۾ ضلع اناؤ (يوپي) جي شهر بانگر مئو ۾ ڄائو هو. جتي سندس والد استاد هو. مولانا جي عمر ٽن سالن جي هئي تہ سندس والد پنهنجي بدلي اباڻي وطن ٽانڊہ ڪرائي ڇڏي. هتي ئي مولانا جي تعليم جي شروعات ٿي. 1309هہ ۾ جڏهن سندس عمر ٻارنهن سال هئي تہ کيس حضرت شيخ الهند جي خدمت ۾ دارالعلوم ديوبند موڪليو ويو. ستن سالن جي عرصي ۾ رائج علم مان فارغ ٿي ويو ۽ مولانا رشيد احمد گنگوهيءَ سان بيعت ڪيائين. 1321هہ ۾ والد بزرگ سان گڏ هجرت ڪري مديني شريف ڏانهن هليو ويو. 1334هہ ۾ حضرت شيخ الهند رحہ حجاز ڏانهن ويا تہ حضرت مولانا مدني رحہ مسجد نبوي ۾ درس ۽ تدريس ۾ مشغول هئا. جڏهن تہ وچ جي 18 سالن ۾ ڪيترائي دفعا هندستان آيا ۽ ڪيترا دفعا ڪافي سال بہ رهيا، پر مستقل رهائش ۽ مصروفيت درس ۽ تدريس حديث مديني شريف ۾ ئي رهي. جڏهن حضرت شيخ الهند رحہ کي گرفتار ڪيو ويو تہ، جيئن تہ مولانا

مدني جي گرفتاريءَ جا حڪم نہ هئا، پر حضرت شيخ الهند رحہ سان سندس محبت گوارا نہ ڪيو تہ هن مصيبت ۾ سندن ساٿ نہ ڏنو وڃي. تنهن ڪري سندن ئي درخواست تي کين بہ حضرت شيخ الهند رحہ جن وٽ جدي پهچايو ويو ۽ پاڻ حضرت شيخ الهند رحہ سان گڏ چئن سالن جو دور مصيبتن ۽ تڪليفن ۾ مالٽا قيد ۾ نهايت صبر ۽ شڪر سان گڏ گذاريائون ۽ حضرت شيخ جي خدمت گذاري ۾ ڪابہ ڪثر نہ ڇڏيائون.

1920ع ۾ آزادي ملي تہ حضرت شيخ الهند رحہ سان گڏ هندستان موٽيا ۽ سياسي مصروفيتن سان گڏ درس تدريس حديث ۽ مسلمانن جي تعليم ۽ اصلاح جي خدمت ۾ مشغول رهيا. جامعہ اسلاميہ امروهہ، مدرسہ اسلاميہ ڪلڪتو (هي اهو مدرسو آهي جيڪو مولانا ابوالڪلام آزاد لاڳاپا توڙ تحريڪ جي زماني ۾ قائم ڪيو هو) مدرسو عاليہ ڪلڪتہ، جامعہ اسلاميہ سلهٽ ۾ صدرالمدرسين ۽ شيخ الحديث جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏنيون. شروعاتي ٽن مدرسن ۾ تہ تمام ٿورو ٿورو عرصو ڪم ڪيائون، پر جامعہ اسلاميہ سلهٽ ۾ 1339هہ کان 1345هہ تائين اٽڪل ڇهہ سال درس ۽ تدريس حديث ۾ مصروف رهيا. 1345هہ ۾ کين دارالعلوم ديوبند جي صدارت ۽ تعليم و تدريس جي نظامت جو عهدو سونپيو ويو ۽ پنهنجي وفات تائين 32 سال پاڻ ان عهدي تي مقرر هيا.

تحريڪ شيخ الهند سان سندن لاڳاپو 1916ع کان آهي. جڏهن تہ تحريڪ ريشمي خطن سان سندن ڪو خاص تعلق نہ آهي، پر بعد ۾ سنت يوسفي جي پيروي ڪندي قيد ۽ بند جي تڪليفن ۽ آزمائشن مان بہ گذريا، پاڻ جهڙي طرح سياسي، مذهبي زندگي گذاري اٿن، ان جو فقط تصور ئي ڪري سگهجي ٿو. ڏينهن رات جي سياسي مشغولين ۾ مولانا سيد محمد ازهر شاهہ قيصر جي چوڻ مطابق، چوويهہ ڪلاڪن مان فقط ٽي ڪلاڪ پاڻ سمهندا هئا، باقي سڄو ڏينهن درس ۽ تدريس، ديني ۽ ملڪي ۽ سياسي ۽ ملڪي خدمتن ۾ خرچ ٿيندو هو. مولانا سيد محمد ميان حضرت مدني رحہ جي ٽائيم جي ورهاست جو بيان فرمايو آهي. ان تي هڪ نظر وجهڻ گهرجي مولانا محمد ميان مصنف ”علماءِ حق“ فرمائن ٿا:

”سياسي، تبليغي ۽ تدريسي، تنهين قسمن جون خدمتون ۽ وڌيڪ لاءِ دارالعلوم ديوبند جي صدارت جا فرائض يعني خصوصي مشورا، نگراني، چندي جون ڪوششون، ماليات جي اصلاح وغيره. ساڳئي وقت ادا ڪرڻ حقيقت ۾ حضرت محترم جو ئي ڪم ۽ سندن ئي همت آهي، جنهن جو نتيجو هي آهي تہ سڪون ۽ آرام بي فڪري،

راحت سڀ ڪجهه قربان ٿي ويو. رات ڏينهن لاڳيتو جدوجهد آهي،
جنهن کي اهو انسان انجام ڏئي رهيو آهي، جنهن کي الله تعاليٰ تمام
وڏي روحاني قوت عطا فرمائي.“

رات جو ڪيترائي ڪلاڪ لاڳيتو تقرير، ان کان پوءِ سفر ۽ صبح جو مدرسي ۾ پهچي ڪري لاڳيتو ڪيترائي ڪلاڪ اڍائي سؤ شاگردن جي جماعت کي درس ڏيڻ، جنهن ۾ هر قابليت ۽ هر ذوق جا شاگرد موجود آهن. جن ۾ ڪي اهي به آهن، جيڪي ڪيترائي سال پڙهائي پوري ڪري فقط حديث جي ٻڌڻ جي شوق ۾ حاضر ٿيا آهن. پوءِ اها دماغي تڪليف جيڪا اڍائي ٿي سؤ شاگردن جي وڏي حلقي ۾ تقرير ڪندي پيدا ٿئي، وري اهڙي طرح ٻيپهري ۽ ٽيپهري کان پوءِ، ڪنهن وقت سمهڻي کان پوءِ برابر درس، پوءِ وري هڪ به ڏينهن نه پر هميشه ۽ سدائين نه فقط ڏينهن پر رات جو به. اهڙي طرح مشغلي جو تسلسل؛ مثلاً ديوبند جي قائم ٿيڻ جي وقت ۾ سانجهيءَ کان پوءِ نماز اوابين، جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ سوا سيپارو روزانو جي تلاوت، پوءِ مريدن کي تلقين يا بيعت، وري سومهڻي کان پوءِ گهٽ ۾ گهٽ به ڪلاڪ درس حديث، ڪتاب ڏسڻ، اخبارون ڏسڻ انهن مان يادگيريون مرتب ڪرڻ، جنهن جو قيمتي ذخيرو هزارين صفحن جي صورت ۾ حضرت جن وٽ موجود آهي؛ وري رات جي آخر ۾ تهجد. ان کان پوءِ ذڪر ۽ مراقبو وغيره وغيره.

مولانا اظهر شاهه قيصر لکيو آهي ته اسان جهڙن ناڪارن (واندن) جي لاءِ ته ان زندگيءَ جو تصور به مشڪل آهي. حقيقت اها ئي آهي ته هي وس کان وڌيڪ روحاني قوت هئي، جيڪا انهن سيني مشغلن ۽ معمولات کي پورو ڪندي هئي.

حضرت مولانا حسين احمد مدني رحه ديني علمن جو بحرعالم هو. حديث ان جي مطالعي ۽ نظرجو خاص موضوع هو. قاري محمد طيب صاحب مدظله ان کي وڏي درجي جو محدث ۽ حديث جو محقق لکيو آهي. اهڙي طرح سياسي علمن ۾ به سندن مقام تمام مٿانهون هو. پاڻ عملي ميدان جا به شهسوار هئا. تحريڪ ريشمي خط 1916ع کان وٺي 1947ع تائين ڪا گڏيل سياسي تحريڪ اهڙي نه آهي، جنهن ۾ انهن ملڪ، قوم ۽ دين جي رهنمائي نه ڪئي هجي. پاڻ جمعيت علماءِ هند جا صدر هئا. تحريڪ ريشمي خطن ۾ جيتوڻيڪ پاڻ سيني کان آخر ۾ آيا، پر پنهنجي قرباني ۽ اخلاص جي بنياد تي انهن پهرين ۽ سابقن تي به فوقيت حاصل ڪري ورتي. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ سندن شخصيت ۽ ڪردار جي باري ۾ چڱو ڊگهو نوٽ آهي. ان ۾ چيو ويو آهي:

”هي حسين احمد مدني آهي. جنود ربانيه جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ
جنرل آهي. هي خاندان اصل ۾ ضلع فيض آباد (يوپي) جو آهي، پر
1899ع ۾ حجاز ڏانهن هجرت ڪري ويو هو. مولوي حسين احمد

مدني مديني جو مفتي هو. هندستان کان وچڙ کان اڳ، هو ديوبند ۾ استاد هو. مولانا محمود حسن جو پڪو مريد ۽ جهاد جو زبردست مبلغ آهي. ٻه سال ٿيا آهن تہ پنهنجي ڀائيٽي وحيد سان گڏ، جيڪو ان جي مرحوم ڀاءُ محمد صديق جو پٽ آهي، هندستان آيو هو ۽ ديوبند ۾ مولانا محمود حسن جي گهر ۾ ڪجهہ مهينا رهڻ کان پوءِ وحيد کي مدرسي ۾ طالب علم جي حيثيت سان ڇڏي عرب ڏانهن واپس هليو ويو هو. مديني ۾ مولانا محمود حسن هن جي گهر ۾ رهيو هو. شريف مڪي جي حڪم سان 20 ڊسمبر 1916ع تي، يا ان جي لڳ ڀڳ، ان کي مڪي ۾ گرفتار ڪيو ويو هو ۽ جدي موڪليو ويو هو جتان ان کي 12 مئي 1917ع تي مصر روانو ڪيو ويو هو."

5 ڊسمبر 1957ع تي ديوبند ۾ وفات ڪيائين.

(63) حرمت الله- ان جي باري ۾ ٻہ معلومات جو ذريعو فقط ريشمي خط سازش ڪيس آهي. پر مولانا شائق احمد عثماني کان خبر پيئي تہ تحريڪ سان ان جو تعلق هو ۽ حضرت شيخ الهند جو نهايت عقيدتمند هو. قرآن نهايت تمام سنو پڙهندو هو. حالتن جي مولانا عثماني صاحب کا بہ خبر نہ پئجي سگهي، ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ان بابت هي نوٽ آهي:

"هي شخص قازان روسي ترڪستان جو ماڻهو آهي ڪجهہ عرصي تائين هو پنهنجي هڪ هم وطن احمد جان سان گڏ ديوبند ۾ تعليم وٺندو رهيو. اٽڪل ٻہ سال ٿيا تہ هي ٻئي مولانا حسين احمد مدني سان گڏ ديوبند کان حجاز هليا ويا ۽ خيال آهي تہ اهي هاڻي اتي ئي آهن."

مولانا شائق احمد عثماني جي بيان مان تحريڪ ريشمي خطن سان انهن جو تعلق ۽ حضرت شيخ الهند رحہ سان انهن جي نهايت عقيدتمنديءَ جي ڄاڻ ضرور ٿئي ٿي.

(64) احمد جان- هن صاحب جي باري ۾ ٻہ معلومات جو واحد ماخذ ريشمي خط سازش ڪيس آهي ۽ سازش ڪيس ۾ نالو اچڻ جو سبب اهو ئي آهي تہ خط لکندڙ واقفيت جي بنياد تي ان کي سلام لکي ڏنا هئا. ڪيس ۾ ان جي باري تقريباً اهو ئي نوٽ آهي، جيڪو حرمت الله جي باري ۾ آهي يعني:

"شهر قازان، روسي ترڪستان جو رهڻ وارو آهي، پنهنجي هم وطن حرمت الله سان گڏ هن ڪجهہ عرصو ديوبند جي مدرسي ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي. اٽڪل ٻہ سال ٿيا آهن تہ هي ٻئي ديوبند مان مولانا حسين احمد مدني سان گڏ حجاز هليا ويا ۽ شايد هاڻي بہ اتي ئي آهن."

(65) ڊاڪٽر حاجي شاهه بخش لاشاري جي احوال جي لاءِ ڏسو حصو پيو باب پيو ”سنڌ جا ڪارائتا ماڻهو.“

(66) سيد هادي مان مولانا سيد هادي حسن مراد آهي. تحريڪ شيخ الهند جو خاص ميمبر هو. جمال پاشا جا دستاويز ان جي ئي ذريعي سان ئي حضرت شيخ الهند رحہ موڪليا هئا. سيپٽمبر 1916ع ۾ بمبئي پهتو هو. نقش حيات ۾ مولانا حسين احمد مدني رحہ ان سلسلي ۾ ان جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ڪيترين ئي جاين تي ان جو ذڪر آيو آهي. جدي ۾ حضرت شيخ الهند رحہ سان ملاقات ۽ جهاز جي روانگيءَ کان پوءِ جي احوال جي سلسلي ۾ مولانا مدني رحہ فرمائن ٿا:

> ”حضرت (شيخ الهند) رحمة الله عليہ جي ساٿين مان مولانا هادي حسن صاحب خان جهانپوري ۽ حاجي شاهه بخش صاحب سنڌي هئا. انهن سڀني (ٻين ماڻهن مان مولانا خليل احمد، ان جي گهرواري ۽ حاجي مقبول احمد) کي حضرت رحمة الله عليہ جدي جي بندر تائين رخصت ڪيو ۽ جهاز روانو ٿي ويو. بمبئي ۾ سي آءِ ڊي کي ۽ حضرت جي مخلصن کي خيال هو تہ، ان ئي جهاز ۾ حضرت شيخ الهند جن ايندا. ان ڪري انگريزي پوليس سي آءِ ڊي ۽ شهرين جو هڪ وڏو ميڙ جهاز تي پهچي ويو هو. ان ميڙ ۾ ان هڪ صاحب، جيڪو حضرت شيخ الهند جي مخلصن مان هو، مولانا هادي حسن کي چيو تہ، جيڪڏهن ڪا شيءِ حفاظت ۾ رکڻي هجي تہ مون کي جلديءَ ۾ ڏئي ڇڏيو. مان ان کي ڪيڏي ڇڏيندس ۽ جتي پهچائڻو هجي ان جي ائڊريس ڏئي ڇڏ اتي پهچائي ڇڏيندس. مولانا هادي حسن صاحب جيئن تہ اڳ ۾ ان کان واقف نہ هو، پر ان جي مخصوص انداز سان ان جي اخلاص ۽ صداقت جو يقين ٿي ويو ۽ صندوق ان جي حوالي ڪري ڇڏيائين.

هي صاحب عام مسافرن جي سامان سان گڏ هيءَ صندوق بہ قلين کان کڻائي هليو ويو ۽ فوراً اسٽيشن تي ڪٽي وجي پارسل ڪري ڇڏيائين. پوليس ۽ سي آءِ ڊي کي ان جي هوا بہ نہ لڳي سگهي. جڏهن هي صاحب صندوق کڻائي وڃي رهيو هو، ان وقت پوليس ۽ سي آءِ ڊي حضرت شيخ الهند کي ڳولهڻ ۾ مشغول هئي. جڏهن هي يقين ٿي ويو تہ حضرت شيخ الهند نہ آهي. سندن ساٿ جا ڪجهہ ماڻهو آهن تہ پوليس حضرت مولانا خليل احمد صاحب ۽ مولانا هادي حسن کي حراست ۾ وٺي ڇڏيو ۽ نهايت سخت تلاشي ورتي. ايتري قدر جو هٿ وارو لڪڻ بہ پيچي ڪري ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو پر الحمدالله ڪا بہ شڪ واري شيءِ نہ نڪتي. پوءِ انهن سڀني کي پوليس جي حراست ۾ نيني تال پهچايو ويو. حضرت

مولانا خليل احمد صاحب کي معمولي پڇاڳاڇا کان پوءِ هڪ هفتو يا ڏهه ڏينهن رکي ڪري ڇڏي ڏنو ويو. پر مولانا هادي حسن کي روڪي ڇڏيائون. ان کان گهڻي پڇاڳاڇا ٿي، ڍيڄاريو ڌمڪايو ويو سختي به ڪئي ويئي ۽ لالچ به ڏني ويئي، پر هي نهايت مستقل رهيو ڪنهن به راز جي خبر نه ڏني. جڏهن هر قسم جي سختي ڪرڻ ۽ لالچ ڏيڻ تي به ڪا ڳالهه جي خبر نه پئي ته مهيني ڏيڍ کان پوءِ کيس به ڇڏي ڏنو ويو."

ريشمي رومال سازش ۾ ان جي باري ۾ هي نوٽ آهي، جنهن جي مطالعي سان تحريڪ ۾ ان جي خاص جاءِ ۽ حضرت شيخ الهند جو ان تي مڪمل اعتماد جو اندازو ٿئي ٿو:

> "هي اهو ئي هادي حسن آهي، جيڪو مهدي حسن رهندڙ خان جهانپور، ضلع مظفر ننگر (يوپي) جو پٽ آهي ۽ رٿيڙي جي سيد نورالحسن جو ڀائيٽو. مولانا محمود حسن جي عرب هليو وڃڻ کان پوءِ ان جي پنيان پئسا ۽ اسلحو ان جي نگرانيءَ ۾ رهندو هو."
>
> "هادي حسن، مولانا رشيد احمد گنگوهي ۽ مدرسه ديوبند جو مفتي عزيزالرحمان جو مريد آهي. سازش جو هڪ ميمبر هو. سيپٽمبر 1915ع ۾ مولانا محمود حسن سان گڏ عرب ويو هو ۽ سيپٽمبر 1916ع ۾ ايس ايس اڪبر جهاز ۾ واپس آيو هو. سهارنپور جو مولانا خليل احمد به هن ئي جهاز ۾ موٽيو هو. مولانا محمود حسن انور بي، جمال پاشا ۽ غالب پاشا کان جيڪي ڇهه فرمان حاصل ڪيا هئا، اهي سيد هادي حسن ۽ حاجي ڊاڪٽر شاهه بخش جي نگرانيءَ ۾ سيد نورالحسن، رهندڙ رٿيڙي کي پهچائڻ جي لاءِ هندستان موڪليا ويا هئا. چيو وڃي ٿو ته هادي حسن انهن فرمانن کان سواءِ مولانا محمود حسن جو هڪ خط به آندو هو جيڪو ان جي سوڙ ۾ سبيل هو. پهرين تلاشيءَ ۾ هي پوليس کي ڏسڻ ۾ نه اچي سگهيو. پر جڏهن مولوي خليل احمد کي ان جي خبر پيئي ته جلديءَ ۾ ضايع ڪري ڇڏيائين."

منهنجو خيال آهي ته غالب نامه ان کان اڳ محمد ميان جي هٿان هندستان موڪليو ويو هو پر انور پاشا ۽ جمال پاشا جا خط سيد هادي حسن ئي آندا هئا.

(67) خدا بخش- هن جي احوال جي خبر نه پئجي سگهي. اسان جي معلومات جو ذريعو فقط اهو ئي سازش ڪيس آهي، ان ۾ هن جي باري ۾ ڪجهه جملا آهن جيڪي هتي نقل ڪيا وڃن ٿا:

> "شايد هي اهو ئي خدا بخش آهي، جيڪو ناگپور جو رهڻ وارو آهي ۽ مولانا محمود حسن سان گڏ سيپٽمبر 1915ع تي عرب ويو هو."

هنن جملن مان ان جو تعلق تحريڪ سان ثابت نٿو ٿئي. پر هي يقين آهي ته هي تحريڪ جي ويجهن ماڻهن مان هو.

(68) حبيب الله غازي۔ هن بابت به اسان جي معلومات جو ذريعو فقط ريشمي خط سازش ڪيس آهن. ان ۾ هن جو ذڪر ٽن جاين تي آيو آهي. سڀ کان اڳ ۾ دعويٰ جي مدعا عليهم جي فهرست ۾ نمبر 28 تي هنن لفظن ۾ ”حبيب الله غازي پٽ روح الله آف ڪاڪوري ضلع لکنؤ يوپي (پڇي ويل آهي). ان کان پوءِ دعويٰ جي پئرا نمبر 40 ۾ ان جي باري ۾ هي لفظ آيا آهن:

> ”مڪي پهچڻ کان پوءِ مولانا (محمود حسن) جي پارٽي ۾ هڪ غيرمعمولي شخص شامل ٿي ويو. ان جو نالو حبيب الله غازي جيڪو ڪاڪوري ضلع لکنؤ جو رهاڪو هو. ان شخص جنگ بلقان ۾ ترڪن سان گڏ حصو ورتو هو ۽ هي هندستان مان وري ان مقصد سان روانو ٿيو هو ته، ترڪي فوج ۾ شامل ٿي ڪري برطانيه جي خلاف وڙهي. حبيب الله جيئن ته هڪ ملازم جي حيثيت سان ان جماعت ۾ شريڪ هو پر سازش جي تعلق سان ان کي اعتماد ۾ ورتو ويو هو.“

”غيرمعمولي شخص“ جي لفظن مان اندازو ٿئي ٿو ته سي آءِ ڊي غازي مرحوم کي هڪ ملازم ۽ حضرت مولانا محمود حسن جي ذاتي خدمتگار جي حيثيت سان گهٽي اهميت ڏني هئي. آخر ۾ ڪيس جي شخصيات جي سلسلي ۾ ان جي باري ۾ هي ڪجهه سٽون آهن:

> ”جنود ربانيه جي فهرست ۾ ميجر آهي، ڪاڪوري (يوپي) جو رهاڪو آهي. هن کي غازي ان ڪري چيو وڃي ٿو ته ان جنگ بلقان ۾ ترڪن جي طرف کان حصو ورتو هو. جڏهن مولانا محمود حسن مڪي پهتو ته هي مڪي ۾ هو. جيئن ته ان وقت بي وسيلو هو، ان ڪري طئه ڪيو هئائين ته هو ڪاڏو تيار ڪرڻ ۾ مدد ڏيندو، جنهن جي بدلي ۾ هن کي مفت ڪاڏو ڏنو وڃي. بعد ۾ مولانا جو عقيدتمند ۽ پيروڪار ٿي ويو. مڪي ۽ مديني ۾ خفيه ميٽنگن ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. شايد هن وقت شام ۾ آهي ۽ ترڪي جي فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي.“

(4)

## جنود ربانيہ جا عهديدار

(الف) مربي (پيٽرن) (1) سالار المعظم خليفة المسلمين ترکي. (2) سلطان احمد شاهہ قاچار ايران. (3) امير حبيب الله خان، کابل.

(ب) مردان (فيلڊ مارشل): (1) انور پاشا (2) ولي عهد دولت عثمانيہ (3) وزيراعظم دولت عثمانيہ (4) عباسي حلمي پاشا (5) شريف مکو معظم (6) نائب سلطنت کابل سردار نصرالله (7) معين سلطنت کابل سردار عنايت الله خان (8) نظام حيدرآباد (9) والي ڀوپال (10) نواب رامپور (11) نظام بهاولپور (12) رئيس المجاهدين.

(ج) جنرل يا سالار (ليفٽيننٽ جنرل): (1) سلطان معظم حضرت مولانا (محمود حسن) محدث ديوبندي مدظلہ العالي. (2) قائم مقام سالار کابل عبيدالله صاحب.

(د) نائب سالار (يا ليفٽيننٽ جنرل): (1) مولانا محي الدين خان صاحب (2) مولانا عبدالرحيم صاحب (3) مولانا غلام محمد صاحب بهاولپور (4) مولانا تاج محمود صاحب سنڌي (5) مولانا حسين احمد مدني (6) مولوي حمدالله صاحب (7) حاجي ترنگ زئي (8) ڊاڪٽر انصاري (9) حڪيم عبدالرزاق صاحب (10) ملا صاحب بابڙا (11) ڪوهستاني (12) جان صاحب باجوڙ (13) مولوي ابراهيم صاحب ڪالوي (14) مولوي محمد ميان (15) حاجي سعيد احمد انبيٺوي (16) شيخ عبدالعزيز شاديش (17) مولوي عبدالڪريم صاحب رئيس المجاهدين (18) مولوي عبدالعزيز رحيم آبادي (19) مولوي عبدالرحيم عظيم آبادي (20) مولوي عبدالله غازيپوري (21) نواب ضميرالدين احمد (22) مولوي عبدالباري صاحب (23) ابوالڪلام (24) محمد علي (25) شوڪت علي (26) ظفر علي (27) حسرت موهاني (28) مولوي عبدالقادر قصوري (29) برڪت الله ڀوپالي (30) پير اسدالله شاهہ سنڌي.

(هہ) معين سالار (ميجر جنرل): (1) مولوي سيف الرحمان صاحب، (2) مولوي محمد حسن مراد آبادي، (3) مولوي عبدالله انصاري، (4) مير سراج الدين بهاولپوري، (5) پاچا ملا عبدالخالق، (6) مولوي بشير رئيس المجاهدين، (7) شيخ ابراهيم سنڌي، (8) مولوي محمد علي قصوري، (9) سيد

سليمان ندوي، (10) عبدالله عمادي، (11) غلام حسين آزاد سبحاني، (12) ڪاظم بَي، (13) خوشي محمد، (14) مولوي ثناءُ الله ۽ (15) مولوي عبدالباري مهاجر وڪيل حڪومت موقته هند.

(و) ضابط (ڪرنل): (1) شيخ عبدالقادر مهاجر، (2) شجاع الله مهاجر نائب وڪيل دولت موقته هند، (3) مولوي عبدالعزيز وڪيل وفد حزب الله ياغستان، (4) مولوي فضل ربي، (5) مولوي عبدالحق لاهوري، (6) ميان فضل الله، (7) صدرالدين، (8) مولوي عبدالله سنڌي، (9) مولوي ابومحمد احمد لاهوري، (10) مولوي احمد علي نائب ناظم نظارة المعارف، (11) شيخ عبدالرحيم سنڌي، (12) مولوي محمد صادق سنڌي، (13) مولوي ولي محمد، (14) مولوي عزير گل، (15) خواجه عبدالحي، (16) قاضي (محي الدين) (17) قاضي ضياءُالدين ايم اي، (18) مولوي ابراهيم سيالڪوٽي، (19) عبدالرشيد بي اي، (20) مولوي ظهور محمد، (21) مولوي محمد مبين، (22) مولوي محمد يوسف گنگوهي، (23) مولوي رشيد احمد انصاري، (24) مولوي سيد عبدالسلام فاروقي ۽ (25) حاجي احمد جان سهارنپوري.

(ز) نائب ضابط (ليفٽيننٽ ڪرنل): (1) فضل محمود، (2) محمد حسن بي اي مهاجر، (3) شيخ عبدالله بي اي مهاجر، (4) الله نواز خان بي اي مهاجر، (5) رحمت علي بي اي مهاجر، (6) عبدالحميد بي اي مهاجر، (7) حاجي شاه بخش سنڌي، (8) مولوي عبدالقادر دينپوري، (9) مولوي غلام نبي، (10) محمد علي سنڌي ۽ (11) حبيب الله.

(ح) ميجر: شاهنواز عبدالرحمان ۽ عبدالحق.

(ط) ڪپتان: محمد سليم ۽ ڪريم بخش

(ي) ليفٽيننٽ: نادر شاه.

(نوٽ) هڪ ٻئي فهرست ۾ محمد علي سنڌي ۽ حبيب الله جو نالو ميجر جي فهرست ۾ لکيل آهي.

(5)

## مولانا عبيدالله جو خط مولانا محمود حسن جي نالي

### حڪومت موقته هند نالي ٻي انجمن جو احوال

هڪ هندستاني رئيس مهندر پرتاپ، رهندڙ بندرابن، جنهن کي آرين جي جماعت سان خاص تعلق آهي ۽ هندستاني راجائن سان واسطي پنيان واسطو ملي ٿو، گذريل سال جرمني پهتو. قيصر کان هندستان جي مسئلن ۾ هڪ فيصلو ڪري، ان جو هڪ خط هندستاني راجائن ۽ ڪابل جي امير جي نالي آندو آهي.

حضرت خليفة المسلمين به قيصر وانگر ان کي هندستان لاءِ پنهنجو وڪيل ٺاهيو. ان سان گڏ مولوي برڪت الله ڀوپالي، جيڪو جپان ۽ آمريڪا ۾ رهي چڪو آهي، برلن کان گڏ ٿيو.

قيصر جو هڪ قائم مقام ۽ سلطان المعظم جو هڪ آفيسر ان سان گڏجي ڪابل آيو. هي ماڻهو منهنجي ڪابل پهچڻ کان ڏهه ڏينهن اڳ پهچي چڪا هئا. انهن هندن جي فائدي جي تائيد ۾ هندستاني مسئلو امير صاحب جي سامهون پيش ڪيو ۽ ڪابل ۾ ٻنهين مٿئين نالي سان هڪ انجمن جو بنياد وڌو. ان جو ڪم هي آهي ته، هو هندستان جي مستقبل جي معاملن بابت وڏيڪ ملڪن سان معاهدا ڪري.

اهڙا سبب پيدا ٿي ويا جو انهن مون کي ان انجمن ۾ شامل ٿيڻ جي درخواست ڪئي، مون اسلامي مفادن جي حفاظت جي نظر سان قبول ڪيو.

(1) ڪجهه ڏينهن جي مباحثن کان پوءِ ان انجمن قبول ڪري ورتو ته، افغانستان جيڪڏهن جنگ ۾ شرڪت ڪري ٿو ته، اسان ان جي شهزادي کي هندستان جو مستقل بادشاهه مڃڻ لاءِ تيار آهيون ۽ ان قسم جي درخواست امير صاحب کي پيش ڪري ڇڏي. پر جيئن ته امير صاحب اڃا جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تيار نه آهي، ان ڪري معاملو ملتوي ڪري ڇڏيو آهي.

(2) هن حڪومت جي طرفان روس ۾ سفارت (وفد) ويو جنهن ۾ هڪ هندو ۽ هڪ مهاجر شاگرد هو، جيڪو افغانستان جي لاءِ فائديمند اثر ڪٽي ڪري واپس آيو. هاڻي روس جو سفير ڪابل اچڻ وارو آهي. روس جي انگريزن سان ناراضگي ۾، جنهن جي فيصلي جي لاءِ ڪچنر ويندي ٻڏي غرق ٿي ويو، ممڪن آهي ته مٿي ذڪر ڪيل سفارت جو اثر به شامل

هجي.

(3) هڪ سفارت ايران رستي قسطنطنيہ ۽ برلن وئي آهي. ان ۾ ٻئي اسان جا مهاجر شاگرد آهن. اميد آهي تہ حضور ۾ حاضر ٿي ڪري مهربانين جا مستحق ٿيندا.

(4) هاڻي هڪ سفارت جپان ۽ چين ڏانهن وڃڻ واري آهي.

(5) هندستان ۾ پهرين سفارت موڪلي ويئي. اها گهڻي ڪامياب نہ ٿي.

(6) هاڻي ٻئي سفارت وڃي رهي آهي.

(7) ٿورن ڏينهن ۾ هڪ ٻئي سفارت برلن وڃڻ واري آهي.

جرمن سفارت سان منهنجا ذاتي لاڳاپا نهايت اعليٰ درجي تي آهن، جنهن سان اسلامي فائدن ۾ پوري مدد ملندي. ان حڪومت موقتہ ۾ راجہ مهندر پرتاب صدر آهي. مولوي برڪت الله ڀوپالي وزيراعظم ۽ احقر وزير هند.

فقط والسلام

(عبيدالله)

(6)

## مهندر پرتاب آف مرسان (عليڳڙهہ) يوپي جو هڪ اهم خط

581 سي آءِ ڊي اتر اولهہ سرحدي صوبي ڪابل جي سراج الاخبار، تاريخ 4 مئي 1916ع مان هي اقتباس ورتو ويو آهي.

”هيٺ اسان هڪ خط شايع ڪري رهيا آهيون، جيڪو اسان ڪي سراج الاخبار افغانيہ ۾ شريڪ اشاعت ڪرڻ جي لاءِ ڪنور صاحب مرسان، يعني راجہ صاحب هاٿرس کان مليو آهي، جيڪو اڄڪلهہ افغانستان جي مقدس بادشاهت جا مهمان آهن.

هڪ نهايت اهم خط
محل باغ بابر شاهہ- ڪابل
تاريخ 15 اپريل 1916ع

دوست عزيزم، مدير سراج الاخبار!

مان تڪليف ڏيڻ جي لاءِ معذرت گهران ٿو. مان هي ڏسي ڪري حيران رهجي ويو آهيان تہ، مون کي ڪن هندستاني اخبارن ۾ خواه مخواه بدنام ڪيو ويو آهي. مان توهان جي (اخبار) جي ذريعي ان غلط بيانيءَ جي ترديد ڪرڻ چاهيان ٿو.

انهن اخبارن هي الزام لڳايو آهي تہ مون کي هڪ وڏو مهاراجہ ظاهر ڪيو ۽ اعليٰ حضرت قيصر جرمني جي عملي ۾ شامل ٿي ويس، منهنجي خلاف هي ڪوڙو الزام آهي. مون پاڻ کي ڪڏهن بہ مهاراجہ بلڪ راجہ بہ نہ چيو نہ مان ڪنهن جي عملي ۾ شامل ٿيس، نہ مون ڪنهن جي ملازمت اختيار ڪئي.

هي صحيح آهي تہ جنگ ڇڙڻ تي مان جرمني ويو هئس تہ جيئن اتي جي صورتحال جو مشاهدو ڪري سگهان. حڪومت جرمنيءَ مون تي عنايت ڪئي ۽ مون کي اڳين مورچن مان ۽ هوائي جهاز مان جنگ جو مشاهدو ڪرڻ جو موقعو ڏنو. وڌيڪ لاءِ بادشاهہ معظم قيصر جرمنيءَ پاڻ مون کي دربار ۾ حاضريءَ جو موقعو ڏنو.

ان کان پوءِ سلطنت جرمني کان هندستان ۽ ايشيا جو مسئلو طئہ ڪرڻ کان پوءِ ۽ ضروري تعارف حاصل ڪرڻ کان پوءِ اوپر ڏانهن واپس ٿيس.

مون مصر جي خديو (حڪمران) سان شهزادن ۽ وزيرن سان ملاقاتون ڪيون ۽ جڳ مشهور انورپاشا سان ۽ اعليٰ حضرت خليفہ سلطان المعظم

سان ملاقات ۽ گفتگو ڪئي.

مون سلطنت عثمانيہ سان اوپر جو ۽ هندستان جو مسئلو طئہ ڪيو ۽ ان ڪان بہ ضروري تعارفي دستاويز حاصل ڪيا. جرمن ۽ ترڪ آفيسرن ۽ مولوي برڪت الله کي مون سان گڏ منهنجي مدد جي لاءِ روانو ڪيو ويو. اهو هن وقت بہ مون سان گڏ آهي.

هزارين تڪليفن، مشڪلاتن ۽ خطرن جو مقابلو ڪري ۽ هڪ خدا ترس انسان جي مهربانيءَ سان اسان ماڻهو بغداد ۽ اصفحان ڪان ٿيندا افغانستان پهتاسين. اعليٰ حضرت امير جي غيرجانبداري جي ڪري، اسان هتي پيا آهيون. جيئن تہ اسان توهان جي حڪومت جا مهمان آهيون ۽ اسان سان وڏي احترام جو سلوڪ ڪيو ويندو آهي ۽ اسان کي هر قسم جو آرام پهچايو وڃي ٿو.

منهنجي دوستن کي هيءَ ڳالهہ معلوم هئڻ گهرجي تہ جيڪڏهن هو شڪرگذار نہ آهن، تہ بہ انهن کي آئنده بيهوده ڳالهيون نہ ڪرڻ گهرجن. مان ڪنهن ماڻهو جو يا ڪنهن قوم جو دشمن نہ آهيان. مان سڄي دنيا جو دوست آهيان.

منهنجو واحد مقصد هي آهي تہ هر شخص ۽ هر قوم آزاديءَ سان ۽ آرام سان پنهنجي گهر يا پنهنجي ملڪ ۾ زندگي گذاري ۽ روءِ زمين تان اهڙي قسم جي جنگ ۽ ڪشمڪش جو نشان مٽجي وڃي.

(صحي)

مهندرپرتاب

جيڪو دنيا جو ۽ هندستان جو خادم ۽ ٻڌن، عيسائين، هندو ۽ مسلمانن جو دوست آهي، جنهن کي ڪي ماڻهو ڪنور صاحب مرسان ۽ ڪي ماڻهو راجہ صاحب هاٿرس چوندا آهن.

وڏيڪ هي تہ منهنجي ذاتي نظرين ۽ منهنجي افعالن جي لاءِ ڪو بہ شخص منهنجو ڪو دوست يا منهنجو حقيقي پاءُ راجہ بهادر مرسان يا منهنجو رشتيدار مهاراجہ صاحب جيند يا آرٽ اسڪول پريم مهاوديالہ (بندرابن) بلڪل ذميوار نہ آهي.

(صحي)

ايم پرتاب

(7)

## جمعيت حزب الله جي عرضداشت جو نمونو، جيڪو ياغستان جي مهاجرن ۽ انصارين تي مشتمل ۽ حضرت مولانا سلطان العلماءِ جي زير سرپرستي ۽ زير صدارت قائم آهي.

1331هه الا ان حزب الله هم الغالبون. (2)

مخدوم الانام، حامي اسلام، سلطان العلماءِ، مهاجر في سبيل الله حضرت مولانا محمود حسن صاحب، صدر اعظم جمعيت حزب الله عم فيو منهم جي واسطي سان غوث الاسلام خليفة المسلمين، امير المؤمنين، خادم الحرمين الشريفين، سلطان ابن سلطان، سلطان محمد رشاد خان خاص خلد الله ملڪ و سلطنته.

بعد آداب و تسليمات مسنونه، فدويانه خدمت عالي ۾ هيٺيون معروضات پيش آهن:

(1) اسان خدام اسلام حضرت سلطان العلماءِ مولانا محمود حسن جي زير سرپرستي گڏ ٿي ويا آهيون. اسان پنهنجو نالو ”حزب الله“ رکيو آهي ۽ ظلم جي باهه کي ٿڌو ڪرڻ اسان جو نصب العين آهي.

(2) هندستان ۽ افغانستان جي حدن جي وچ ۾ هڪ وڏو علائقو جيڪو وزيرستان کان الائي (ڪشمير) تائين پکڙيل آهي، آزاد علائقو چورائي ٿو. هي علائقو بهادر ۽ غير تمند حنفي المذهب افغانن جو وطن آهي. انهن بهادر ۽ غيور، دليرن پهرين ڏينهن کان پنهنجي علائقي کي انگريز حڪومت جي تسلط کان آزاد رکيو آهي. اسان خدام اسلام 1331هه کان مهمند کان الائي تائين جي علائقي ۾ پنهنجي جدوجهد جا مرڪز قائم ڪري رکيا آهن.

(3) جيئن ئي دربار خلافت کان انگريزن جي مقابلي ۾ جنگ جو اعلان ٿيو، جمعيت حزب الله جا ڪجهه ميمبر حضرت سلطان العلماءَ جي اشاري تي، انگريزي حڪومت کان هجرت ڪري ان آزاد علائقي ۾ پهتا ۽ هتي جي ماڻهن کي انگريزن جي خلاف اُڀارڻ جو ڪم شروع ڪري ڏنو.

برطانوي حڪومت جي طرف کان جيڪا رپورٽ گذريل عيسوي سال جي گزٽ ۾ شايع ٿي آهي، ان ۾ اسان جي هن جدوجهد جو اقرار موجود آهي. هند ۽ افغانستان جي تحريڪ ۾ به اسان ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي ۽ ڪندا رهنداسين، جڏهن ته اجا تائين ان ۾ ڪا خاص ڪاميابي حاصل نه ٿي آهي.

(4) اسان اسلام جي خادمن ۾ انگريزن سان مقابلي جي طاقت نه آهي ۽ خاص

طور تي جنگ جي خاتمي کان پوءِ، ان ڪري نهايت ادب سان عرض گذار آهيون تہ:

(الف) علم صلح ۽ مختلف حڪومتن جي وچ ۾ معاهدي جي وقت، مٿي ذڪر ڪيل علائقي جي آزادي کي برقرار رکندي، طئہ ڪرايو وڃي تہ هي علائقو خلافت جي گاديءَ جي اثر هيٺ رهندو.

(ب) هن علائقي جو انتظام ۽ اصلاح جي لاءِ دربار خلافت مان آفيسر موڪليا وڃن.

(ج) جيڪڏهن موجوده جنگ جي دوران ئي ڪجھ آفيسر ۽ ڪجھ فوج، جنگ جو سامان ۽ خوراڪ جي خرچ سان گڏ هتي موڪليو وڃي تہ هتان جنگ ۾ آزمايل لکين غازي پگهار کان سواءِ پنهنجون خدمتون پيش ڪرڻ جي لاءِ تيار ٿي ويندا ۽ هي قدم افغانستان کي سرگرم ڪرڻ ۾ بہ مددگار ثابت ٿيندو. انشاءَالله تعاليٰ.

الله تعاليٰ اسان کي دربار خلافت جي وڏ کان وڏ خدمت جي توفيق ۽ طاقت نصيب فرمائي. آمين ثم آمين.

المرقوم 17 شوال المڪرم 1335هہ
(تقريباً مطابق 15 آگسٽ 1917ع)

بيهر عرض آهي تہ غالب پاشا گورنر حجاز شريف جو فرمان، جنهن ۾ جنگ ۾ شريڪ هئڻ وارن جي حفاظت جو وعدو ڪيو ويو آهي ۽ جيڪي اسان تائين مولوي صاحب ابوالحامد انصاري ابو ايوبي جي ذريعي پهتو آهي، ان عرضداشت جي پيش ڪرڻ جو محرڪ ٿيو آهي. فقط (مهر) جناب حاجي صاحب ترنگ زئي مهاجر و غازي في سبيل الله، صدر جمعيت حزب الله ياغستان.

(مهر) غازي معروف جناب ملا صاحب باٻڙہ
صدر انصار جمعيت حزب الله
(مهر) مولوي فضل ربي صاحب مهاجر ميمبر جمعيت حزب الله
(مهر) مولوي عبدالعزيز صاحب ميمبر جمعيت حزب الله

(١) هي عرضداشت جو ترجمو آهي، اصل فارسيءَ ۾ هئي، ان جو عڪس شامل آهي.
(2) هيءَ آيت قرآني مهر جي صورت ۾ هن جاءِ تي نقش ٿيل آهي.

(8)

# نقل فرمان غالب پاشا

(گورنر حجاز شريف)

قائم مقام (نمائندو) اعليٰ حضرت خليفہ رسول رب العالمين- اميرالمومنين دام اقبالہ

هيءَ ڳالهہ ڪنهن کان بہ لڪل نہ آهي تہ، عام جنگ (پهرين عالمي جنگ مترجم) گذريل هڪ سال کان ترڪيءَ جي اسلامي حڪومت ڏانهن رخ ڪيل آهي. روس، فرانس ۽ انگريز (اسلام جي دشمن) عثماني علائقن تي بري ۽ بحري حملا ڪري رهيا آهن. اهڙي صورتحال جي پيش نظر حضرت اميرالمؤمنين وخليفة المسلمين، فقط الله جي مدد ۽ خاتم الانبياءَ عليہ الصلواة والسلام جي روحاني طاقت جي پروسي تي جهاد مقدس جو اعلان ڪري ڇڏيو آهي، جنهن جي جواب ۾ ايشيا، يورپ ۽ آفريڪا جي مسلمانن لبيڪ چيو آهي ۽ هر قسم جي هٿيارن سان سنبري جنگ جي ميدان ۾ لهي پيا آهن. الله جو شڪر آهي جو ترڪي فوج ۽ مجاهدن جو تعداد اسلام جي دشمنن جي تعداد کان وڌي ويو آهي ۽ انهن دشمنن جي قوت کي مادي ۽ اخلاقي طور تي ڪمزور ڪري ڇڏيو آهي.

جيئن تہ روسين جي قوت جو هڪ وڏو حصو قفقازيہ ۾ تباهہ ڪيو ويو آهي ۽ هڪ لک برطانوي ۽ فرانسيسي فوج ۽ ان جا جنگي جهاز دره دانيال ۽ بين جاين تي برباد ڪيا ويا آهن. ترڪن، جرمن ۽ آسٽريلوين اوپر ۾ روسين کي ۽ اولهہ ۾ فرانسين ۽ بيلجمين کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو آهي. هڪ ٽهائي روسي ۽ فرانسيسي علائقا ۽ سڄي بيلجم ۽ لکين رائيفلن، بندوقن ۽ ٻئي جنگي سامان تي قبضو ڪري ورتو آهي ۽ هزارين فوجين کي قيدي ڪري ورتو آهي. هاڻي بلغاريہ بہ مرڪزي قوتن سان شريڪ ٿي جنگ ۾ شامل ٿي ويو آهي ۽ ان سربيا جي علائقي ۾ اندر گهري، اتان جي ماڻهن کي بري طرح شڪست ڏئي ڇڏي آهي. ان ڪري منهنجو هي پيغام منهنجي سلام سان گڏ انهن مسلمانن کي پهچايو وڃي، جيڪي انهن حڪومتن جي غلاميءَ ۾ آهن، تہ اهي هاڻي مڪمل طور تي شڪست کائي چڪيون آهن ۽ هاڻي بلڪل لاچار ۽ بي يارو مددگار آهن ۽ انهن جي، يعني مسلمانن جي سامهون جنهن قوت ۽ طاقت جو مظاهرو ڪيو وڃي ٿو اهو فقط خيالي آهي.

مسلمانو! اڄ توهان جي ڇوٽڪاري جو ڏينهن آهي، ان ڪري هاڻي پنهنجي ذلت ۽ خواري ۽ پنهنجي غلاميءَ تي راضي ۽ خوش نہ رهو. بلاشڪ

آزادي، ڪاميابي، فتح ۽ مدد توهان سان گڏ آهي. هاڻي غفلت جي خواب مان سجاڳ ٿيو ۽ گڏ ٿي پنهنجي اندر تنظيم ۽ اتحاد پيدا ڪريو. پنهنجي صفن کي صحيح ڪريو ۽ پنهنجو پاڻ کي انهن شين سان تيار ڪريو جيڪي توهان لاءِ ضروري ۽ ڪافي هجن ۽ پوءِ ان ظالم ۽ جابر عيسائي حڪومت جي خلاف اٿي پئو جنهن جي غلاميءَ جو ڪمزور طوق توهان جي ڪنڌن ۾ پيل آهي. ان غلاميءَ جي رنجير کي پنهنجي مذهب جي طاقت ۽ دين جي تيز تلوار سان ڪپي ڇڏيو. اهڙي طرح پنهنجي وجود ۽ انساني آزادي جي حقن کي حاصل ڪريو. اسان انشاءَ الله عنقريب مڪمل فتح ۽ ڪاميابي کان پوءِ معاهدو ڪنداسين ۽ توهان جي حقن جي پوري طرح حفاظت ڪنداسين.

ان ڪري هاڻي جلدي ڪريو ۽ پڪي ارادي سان دشمن جي ڄڇي پڪڙي، گهٽو ڏئي موت جي منهن ۾ پهچايوس ۽ ان کان نفرت ۽ دشمنيءَ جو مظاهرو ڪيو. اسان توهان ڏانهن ڀروسي ۽ اعتماد جي نظر سان ڏسون ٿا. ان ڪري هي سنو موقعو هٿن مان نہ وڃايو. دل نہ هارايو ۽ الله تعاليٰ کان دلي مراد پوري ٿيڻ جي اميد رکو.

توهان کي هي معلوم هئڻ گهرجي تہ مولانا محمود حسن صاحب (جيڪو پهريون ديوبند، هندستان جي مدرسي ۾ هو) اسان وٽ آيو ۽ اسان کان مشورو طلب ڪيائين. اسان ان باري ۾ ان سان متفق آهيون ۽ ان کي ضروري هدايتون ڏئي ڇڏيون آهن. ان تي اعتماد ڪريو. جيڪڏهن هو توهان وٽ اچي تہ پئسن سان، ماڻهن سان ۽ جنهن شيءِ جي ان کي ضرورت هجي، ان شيءِ سان ان جي مدد ڪريو.

(صحيح)
غالب (پاشا)
والي حجاز

(9)

## ياغستان جي خانن ۽ عالمن جي عرضداشت جو نمونو

تاريخ پهرين رمضان المبارڪ 1335هه
بسم الله الرحمان الرحيم

بتوسط غازي في سبيل الله، سر حلقہ اهل الله، تاج الاصفياءَ، سلطان العلماءَ، حضرت مولانا محمود حسن صاحب عم فيوضہ، بملاحظہ عالي خدام، سلطان الدين، خاقان البحرين، خادم الحرمين الشريفين، خليفہ رسول رب العالمين، سلطان ابن سلطان، اعليٰ حضرت سلطان محمد خان خامس خلدالله ملڪ و سلطنت، بعد آداب و نياز مسنونہ قابل دربار شاهانہ.

عرض آهي تہ اسان مهمند ۽ باجوڙ کان الائي تائين ياغستان جي علائقي جي مسلمانن، حضرت سلطان العلماءَ مولانا محمود حسن صاحب هندي جي خادمن جي هدايت موجب، موجوده جنگ ۾ پنهنجي قوت کي انگريزن جي مقابلي ۾ پشاور (هند) وغيره جي حدن (محاذ) تي استعمال ڪري، هڪ وڏي طاقت کي سائينجن جي مضبوط فوج جي مقابلي کان روڪي رکيو آهي ۽ الله جي مدد سان جنگ جي پڇاڙيءَ تائين روڪي رکنداسين. ان کان سواءِ اسان جا ڀيا پائر تيراهہ (آفريدي) وزيرستان ۽ مسعود جي علائقن وارا بہ هن وقت جهاد ۾ مصروف آهن. جيئن تہ اسان دربار خلافت جي خادمن، پنهنجي دين جي حمايت جي لاءِ، انگريزن سان دشمني ظاهر ڪري، انهن کي لڙائي ۽ ڇاپا مار حملن سان تمام گهڻي تڪليف پهچائي آهي، تنهن ڪري لازمي آهي تہ جنگ جي ختم ٿيڻ کان پوءِ، هو پنهنجي سموري قوت اسان کي ختم ڪرڻ ۾ استعمال ڪري، جڏهن تہ اسان سندس سموري طاقت سان مقابلو ڪرڻ جي طاقت هرگز نٿا رکون.

تنهن ڪري نهايت ادب ۽ اميد سان گذارش آهي تہ سائينجن جي قائم مقام حجاز شريف صوبي جي اڳواڻ ۽ والي حضرت غالب پاشا جي پاران سرڪاري عهدنامي ۾ ڪيل وعدي موجب سموري ياغستان جي حفاظت جي ڪا صورت ڪيڏي وڃي ۽ ان کان پوءِ اسان جي ملڪ کي پنهنجي خادمن جي ذريعي ترقي ڏياري وڃي. باقي احوال جناب مولانا محمد ميان صاحب انصاري ابو ايوبي جي عرضداشت مان واضح ٿي ويندو. حق تعاليٰ اسان جي ملڪ کي خلافت عثمانيہ جي تخت جي ڇانو هيٺ سرسبز ۽ شاداب ڪري.

آمين ثم آمين
فقط والسلام مع الوفا والڪرام
عريضہ ادب
(مُهر) غازي مشهور و معروف جناب ملا صاحب بابڙه
(مُهر) صاحبزاده فضل قادر صاحب بنوري، پير خانئہ خوانين علائقہ چارمنگ و نواب دير و سوات
(مُهر) مولوي فضل ربي صاحب مهاجر
(مُهر) محمود خان، خان چارمنگ خورد
(مُهر) مدار خان خان چارمنگ خورد
(مُهر) زوراور خان، خانڪوٽڪي
محمد ايوب خان.

(10)

## مولوي فضل ربي صاحب جي نالي دير جي قاضيءَ جو خط

فضائل پناه فواضل دستگاه جناب مولوي صاحب!

السلام عليکم ورحمة الله وبرڪاتہ

خيريت طرفين نيڪ نصيب

ولي نعمي جناب نواب صاحب خواهش رکي ٿو تہ جيڪڏهن هڪ ماڻهو ڇاڻيندڙ... جو مراد هڙتال، سرمون، زرنيخ، گوگڙون ۽ سرڪ وغيره.... نهايت مهرباني ٿيندي ۽ پڻ جيڪڏهن تمام گهڻي ڪوشش ۽ سعيي ان مهرباني سان توپ.... ٺئي نواب صاحب جي لاءِ نهايت مهرباني ٿيندي ۽ پڻ هڪ ماڻهو ڪم وارو.... سلطاني يا ڪهڙي بہ ملڪ جو ان مهربان جي ڪوشش سان هن علائقي ۾ آيل مهربانيءَ کان پري نہ هوندو. اميد آهي تہ ان مهربان جي ڀرپور ڪوشش سان نواب صاحب جا ڪارخانا، لوهارن، ترڪانن (ترخانن) ۽ فني ماهرن ۽ سلطاني قاعدن سان آباد هجن. توب مشين گنج جيتري بہ قيمت خرچ ٺئي ادا ڪئي ويندي ۽ هن نيازمند کي حقيقي تابعدارن مان تصور ڪرڻ فرمائيندا.

لائق خدمتن سان ياد ۽ خوش فرمايل هجو ۽ هن خط جو آڻيندڙ زياده خيريت فقط....

12 شهر رمضان المبارڪ 1335هہ خادم شرع نبوي قاضي

(مهر)

نوٽ: ڇڏيل ٽڪرن وارا حصا خط مان ضايع ٿيل آهن. سواليہ نشان ڏنل اکرن جي اصل فارسي عبارت بہ نظرثاني لائق آهي، جنهن ڪري ترجمو سليس ٿي نہ سگهيو آهي. وڌيڪ لاءِ فارسي رسم الخط جي ماهرن کي خط جي عڪس تي غور ڪرڻ گهرجي.

(11)

## مولوي محمد ميان انصاريءَ جو خط حضرت مولانا محمود حسن صاحب ڏانهن

لکجي ٿو تہ ياغستان جي رياستن ۾ سائينجن جي خادمن دين اسلام جاري ڪيو آهي، ان جو نمونو هن خط ۾ دير ۽ سوات جي نواب صاحب جي قاصد کان معلوم ٿيندو. نواب صاحب دير پنجاهہ هزار فوج جي طاقت رکي ٿو. بذيعہ ملا صاحب بابڙا ان کي انگريزن جي مخالفت لاءِ لکيو ويو هو. ان پڪو زباني وعدو ڏيکاريو آهي. چنانچہ عبدالمتين خان پٽ عمرا خان غازي مرحوم قابل کان فرار ٿي آيو. نواب دير ان کي جاءِ ڏني. انگريزن جي سخت ڪوشش جي باوجود انهن جي حوالي نہ ڪيائين. عمرا خان مرحوم جي رياست تي سندس پيائٽيو قابض آهي. انگريزن جو سخت حامي آهي. نواب دير ان جي مقابلي جي لاءِ فوج ۽ پئسن سان عبدالمتين خان جي امداد ڪئي آهي. قريب آهي تہ جندول جي رياست تي عبدالمتين خان کي قابض ڪرايو وڃي. اميد آهي تہ انشاءَ الله اڄ سڀاڻي قبضو ٿي ويندو. عبدالمتين ملا صاحب بابڙا جي خدمت ۾ حاضر ٿيو هو. ڪافرن (انگريز) جو سخت دشمن آهي. هن قبضي کان پوءِ ياغستان جا ٻيا سردار جيئن، خان خار ۽ خان جار جيڪي نوي ڪلي جا سردار آهن، انشاءَ الله ڪافرن (انگريزن) جي دوستيءَ کان تائب ٿيندا. ڇو تہ دير ۽ جندول ٻنهي جي طاقت ايتري مضبوط آهي، جو باقي سمورن سردارن کي لازمي طور انهن جي تابعداري ڪرڻي پوندي. چارمنگ خورد علائقي جا سردار ۽ ڪوٽليءَ جو سردار اڳيئي انگريزن جا دشمن آهن. انهن جي مجموعي قوت تقريباً هڪ هزار ماڻهن جي آهي ۽ چارمنگ جي سمورن آزاد قبيلن جي (جيڪي لڙائي ۾ انهن سان شريڪ هوندا آهن) ٽن هزارن تائين پهچي ٿي. انهن سردارن ۾ محمود خان قابل ترين ۽ دين جو خادم آهي. انشاءَ الله تعاليٰ نواب دير ۽ جندول وغيرهم جي عرضداشت پاڻ سان گڏ آڻيندس. هي رڳو ڪم جي نموني جو احوال آهي، خلافت جي دربار مان اميد آهي تہ هن علائقي جي حقوق کان غافل نہ هوندي. انهن دوستن کان، جيڪي اسلامي قوت مان پلجي ڪافرن جي اثر هيٺ اچي ويا آهن، چشم پوشي نہ ڪرڻ گهرجي. خلافت جي بقا ۽ ترقي ۽ اسلام جي حفاظت لاءِ بنده ۽ دوستن جي خيال ۾ وچ ايشيا خاص ڪري هندستان افريڪا کان گهٽ نہ آهن، تنهن ڪري لازم آهي تہ اسان پنهنجا سمورا وسيلا ان مقصد لاءِ خرچ ڪريون.

فقط

محمد ميان انصاري ابو ايوبي مقيم جاءِ ملا صاحب بابڙا (باجوڙ) ياغستان

15 شوال المڪرم 1335هہ

(12)

## مولوي محمد ميان انصاري جو خط مولانا حسين احمد مدني ڏانهن

بسم الله الرحمان الرحيم

بخدمت بابرکت مخدومنا جناب مولانا الشيخ سيد حسين احمد صاحب، مدرس الحرم مع برادران عم فيوضهم

السلام عليڪم ورحمة الله

بندو جنهن وقت هندستان پهتو، غوغا (چوٻول) هو تہ حضرت مولانا مدظلہ سميت سڀ جماعت کي انگريز عدن ۾ قيد ڪري ڇڏيو. هاڻي هي مشهور آهي تہ شريف مڪہ خواندخواستہ حضرت مدظلهم کي گرفتار ڪري انگريزن کي ڏئي ڇڏيو آهي. الله تعاليٰ کان ان جي اميد نہ آهي. هڪ عرضداشت حضرت جي خدمت ۾ موڪليل آهي، جيڪڏهن نوازشنامو آڻيندڙ جي حضرت سان ملاقات نہ ٿي سگهي تہ اوهان صاحبن مان جيڪو بہ موجود هجي، اهو مهرباني ڪري منهنجي نوازشنامي جو ترڪيءَ ۾ ترجمو ڪرائي والي مدينہ شريف جي ذريعي، بخدمت حضرت انورپاشا، وزيراعظم خلافت سنيہ روانو فرمائجو. ضروري آهي. نوازشنامو آڻيندڙ کي جنهن بہ قسم جي ضرورت هجي ان ۾ دير نہ ڪجو.

حضرت والد صاحب جي خدمت ۾ سلام عرض ۽ ٻارن کي دعا پهچي.

والسلام مع الاڪرام

عرضدار

محمد ميان عفي عنہ انصاري ابو ايوبي

15 شوال المڪرم 1335هہ

(نوٽ) باقي احوال هي صاحب نوازشنامو آڻيندڙ زباني بيان فرمائيندو. ان کي بہ توهان ترڪي زبان ۾ ترجمو ڪرائي بخدمت حضرت عالي انور پاشا ڏانهن روانو فرمايو. هي احوال هاڻي معلوم ٿيا آهن.

محمد ميان عفي عنہ انصاري

لکتن جي فهرست

(1) اعليٰ حضرت سلطان المعظم خلد الله ملڪہ جي خدمت ۾ جمعيت حزب الله ياغستان جي عرضداشت جو نمونو.

(2) ياغستان جي علما ۽ خانن جي طرفان عالي حجاز حضرت غالب

پاشا جي خط جي جواب ۾ اعليٰ حضرت سلطان المعظم جي خدمت ۾ عرضداشت جو نمونو.

(3) حضرت مولانا مدظلہ العالي جي خدمت ۾ بندي جي عرضداشت.

(4) افغان حڪومت پاران منظور ڪيل سرحدي مرڪز جي فهرست.

(5) عرضداشت مولوي فضل ربي صاحب بخدمت حضرت مولانا مدظلہ العالي.

(6) عرضداشت نواب دير بخدمت جناب ملا صاحب بابڙه.

(7) خط قاضي دير نالي مولوي فضل ربي صاحب

انهن سڀني جو ترجمو ترڪي ۾ ڪرائي هڪ وڏي لفافي ۾ گڏ بند ڪري، ان تي حضرت عالي انور پاشا جي ائڊريس لکي وڃي ۽ والي مدينہ شريف جي معرفت، يا جيڪا سٺي صورت توهان کي معلوم هجي، ان طريقي سان خدمت انور ۾ روانو فرمايو. رازداريءَ جو گهٽو لحاظ رهي ۽ اصل ترجمي سان گڏ هجي. قيصر جرمن جا خط، رياست هند جي نالي، راجہ مهندر پرتاب ترڪستان مان روانا فرمايا آهن. ان جي پهچائڻ جو جلد انتظام ڪيو ويندو. ان ٽپال جو جواب جيڪڏهن حضرت عالي انور پاشا کان هنن عرضداشت پهچائيندڙ جي هٿان روانو فرمائي سگهو تہ ان سان هتي ڪجهہ چرپر پيدا ٿي سگهي ٿي. نہ تہ جنهن ترڪ آفيسر کي لفافو ڏنو وڃي، ان کان باقاعدي رسيد وٺي ڪري ضرور روانو فرمايو. جيڪڏهن حضرت عالي انور پاشا کان فقط ٽپال رسيد حاصل ٿي سگهي تہ نور عليٰ نور. هي ڳالهہ چڱي طرح ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ جيڪڏهن ايراني رستي يا روس سان صلح جي صورت ۾ روسي ريل جي ذريعي سان ڪجهہ سلطاني فوج هرات وغيره جي حدن تائين پهچي وڃي تہ نائب السلطنت امير ڪابل سان بغاوت ڪري بہ هند تي حملو ڪري سگهي ٿو. سلطاني فوج جي افغانستان جي حدن تي پهچڻ جي صورت ۾ لازم آهي تہ ان جو صحيح اطلاع اسان کي يا ياغستان ۾ جهڙي طرح ٿي سگهي، پهچائڻ گهرجي. اسان ان نشان تي اعتماد ڪنداسين جيڪو اسان سان غالب پاشا مقرر فرمايو آهي.

فقط

محمد ميان عفي عنہ انصاري

**

## باب ڇهون

# تذڪرو ريشمي رومال سازش ڪيس جي ملزمن جو

(ريشمي رومال سازش ڪيس جي ڊائريڪٽري مان ورتل)

**فهرست ملزمن جي (دعويٰ مطابق)**

1) عبدالعزيز پٽ حيا گل (پشاور)
2) عبدالباري ولد غلام جيلاني (لائل پور)
3) عبدالحي خواجہ ولد خواجہ عبدالرحمان (گورداس پور)
4) عبدالحق شيخ عرف جيونداس (شاهپور)
5) عبدالحق مولوي (لاهور)
6) عبدالمجيد خان
7) عبدالله ولد نهال خان (سکر)
8) عبدالقادر ولد احمد دين (لائل پور)
9) عبدالرحيم شيخ ولد لالہ ڀڳوان داس (حيدرآباد)
10) عبدالرحيم ولد رحيم بخش (لاهور)
11) عبدالرشيد (مردان ۽ لاهور)
12) عبدالرزاق انصاري ولد عبدالرحمان (دهلي)
13) وحيد احمد ولد صديق احمد (ٽانڊه)
14) ابوالڪلام آزاد ولد خيرالدين (ڪلڪتو)
15) ابو محمد احمد عرف مولوي احمد ولد غلام حسين (لاهور ۽ چڪوال)
16) احمد علي مولوي ولد حبيب الله (گجرنوالہ)

17) احمد ميان ولد عبدالله انصاري (سهارنپور)
18) الله نواز خان ولد خانبهادر نواب رب نواز (ملتان)
19) انيس احمد ولد ادريس احمد (عليگڑھ)
20) عزير گل ولد شهيد گل (درگائي)
21) برڪت الله مولوي (ڀوپال)
22) فتح محمد سنڌي (رڪ)
23) فضل الحسن حسرت (عليگڑھ)
24) فضل الاهي مولوي ولد ميران بخش (هريپور)
25) فضل محمود ولد مولوي نوراحمد (چارسده)
26) فضل ربي مولوي (پشاور)
27) فضل واحد عرف حاجي ترنگ زئي ولد فيض احمد
28) حبيب الله غازي ولد روح الله (ڪاڪوري)
29) هادي حسن سيد (خان جهانپور)
30) حمد الله مولوي ولد حاجي سراج دين (پاڻي پٽ)
31) حسين احمد مدني ولد مولوي حبيب الله
32) ابراهيم سنڌي ايم اَي ولد عبدالله (ڪراچي)
33) ڪالا سنگهه (لڌيانه)
34) خان محمد خان حاجي (پشاور)
35) خوشي محمد ولد جان محمد
36) مهندرپرتاب ولد راجه گهنشيام سنگهه (مرسان)
37) محمود حسن مولانا ولد ذوالفقار علي (ديوبند)
38) مطلوب الرحمان (ديوبند)
39) محي الدين عرف برڪت علي (قصور)
40) محي الدين خان قاضي (مراد آباد)
41) محمد عبدالله ولد شيخ عبدالقادر (ميانوالي)
42) محمد علي ولد عبدالقادر (قصور)
43) محمد علي سنڌي ولد حبيب الله (گوجرانواله)
44) محمد اسلم عطار (پشاور)
45) محمد حسن بي اَي (لاهور)
46) محمد هاشم مولوي سيد (ڪوڙا جهان آباد)

47) محمد مسعود ولد مظهر حسن (ديوبند)
48) محمد ميان مولوي ولد مولوي عبدالله انصاري (انبيٺہ سھارنپور)
49) محمد مبين ولد محمد مومن (ديوبند)
50) محمد مرتضيٰ مولوي ولد بنياد علي (بجنور)
51) نورالحسن سيد (رٿيڙي ضلع مظفرنگر)
52) عبيدالله عرف بوٽا سنگھہ (سيالڪوٽ)
53) صدرالدين عرف ڊاڪٽر عبدالڪريم برلاسي ولد امير علي (بنارس)
54) سيف الرحمان مولوي ولد غلام خان (پشاور)
55) شاهہ بخش حاجي ولد امام بخش انصاري (حيدرآباد)
56) شاهہ نواز خان ولد خان بهادر رب نواز خان (ملتان)
57) شجاع الله ولد حبيب الله (لاهور)
58) ولي محمد مولوي (فتوحي والا ضلع لاهور)
59) ظهور محمد مولوي ولد عنايت الله (رڙڪي ضلع سھارنپور)

## (1) عبدالعزيز

(1) حضرت مولانا جي نالي خطن ۾ ان جو ذڪر آهي.

(2) ضلع پشاور جو رهاڪو بيان ڪيو وڃي ٿو. ديوبند جي مدرسي جو ان وقت شاگرد هو. جڏهن مولوي فضل ربي اتي هو.

(3) جون 1916ع جي لڳ ڀڳ سردار نصرالله خان سان ملاقات جي خفيہ مشن تي حاجي ترنگ زئي جي طرف کان فضل ربي ۽ فضل محمود سان گڏ ڪابل ويو هو.

(4) ٿي سگهي ٿو تہ هي اهو ئي عبدالعزيز هجي، جيڪو اتمان زئي جي حيا گل جو پٽ آهي، جيڪو حاجي ترنگ زئي سان گڏ 1915ع ۾ آزاد علائقي ڏانهن ڀڄي ويو هو. هي بہ ٿي سگهي ٿو تہ هي اهو ئي شخص هجي جنهن کي جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ڪرنل ٻڌايو ويو آهي. جنهن جو نالو هن طرح لکيو آهي: ”مولوي عبدالعزيز وڪيل وفد حزب الله در ياغستان“ شايد هن وقت آزاد علائقي ۾ آهي.

## (2) عبدالباري، مولوي مهاجر

پٽ مولوي غلام جيلاني رٽائرڊ منصف لائل پور- لاهور جي انهن

شاگردن ۾ شامل هو. جيڪي فيبروري 1915ع ۾ جهاد جي لاءِ آزاد علائقي ڏانهن پيجي ويا هئا.

(1) ڪابل ۾ وڏن سازشين کي ان تي مڪمل اعتماد هو ۽ ان کي آزادي سان خفيه ميٽنگن ۾ شامل ڪيو ويندو هو جيڪي ڪابل سول لائنز ۾ جرمن مشن سان ٿينديون هيون.

جون 1916ع ۾ عبدالباري ۽ شجاع الله کي راجه مهندر پرتاب ۽ مولوي برڪت الله، خفيه مشن تي ايران رستي قسطنطنيه ۽ برلن ڏانهن روانو ڪيو. اهي سردار نصرالله خان جا خط سلطان قيصر جرمني جي لاءِ پاڻ سان گڏ کڻي ويا هئا. رستي ۾ انهن کي سيستان ۾ گرفتار ڪيو ويو هو.

(2) عبدالباري جنود ربانيه جي فهرست ۾ ميجر جنرل آهي. حڪومت موقتہ جو هو هندستان ۾ وڪيل آهي، اڄڪلهه هو لاهور ۾ گرفتار آهي.

## (3) عبدالحي خواجه

پٽ خواجه عبدالرحيم جيڪو خورشيد عالم بيرسٽر ايٽ لا، گورداسپور جو منشي آهي. ان گورداسپور، لاهور ۽ ديوبند جي مدرسن ۾ تعليم ورتي آهي.

(1) آخري ذڪر ڪيل جاءِ تي هو عبيدالله جو نهايت مخلص دوست هو. هو اسلاميه ڪاليج ميرٺ ۽ يوپي جي ڪيترن ئي اسلامي ادارن ۽ گرجونواله جي اسلاميه هاءِ اسڪول ۾ ملازم رهي چڪو آهي.

(2) آگسٽ 1915ع ۾ هن گورداسپور ۾ تقرير ڪري ماڻهن کي جهاد تي اياريو هو. ڪجهه عرصي تائين هو "اقدام ڪلڪتي" جي ايڊيٽوريل اسٽاف ۾ شامل رهيو آهي. هو نجم الدين احمد، ابوالڪلام آزاد ۽ محي الدين عرف برڪت علي قصوري جو ساٿي رهيو آهي. هي سيئي انتهائي درجي ۾ اتحاد اسلامي جا حامي آهن.

(3) ديوبند ۾ مولانا محمود حسن جي جاءِ تي خفيه ميٽنگن ۾ شامل ٿيندو رهندو هو. جنود ربانيه جي فهرست ۾ ڪرنل آهي.

## (4) عبدالحق شيخ

جيڪو ريشمي خط کڻي آيو هو اهو هندو مان مسلمان ٿيو هو. ان جو پراڻو نالو جيونداس آهي. هو ڇوڪرو آهي لورندارام رهندڙ موضع ورڇا ٽاٽو گنجيال، ضلع شاهپور جو. هي انٽر تائين پڙهيو آهي. 1909ع ۾ ان اسڪول

چڙهي ڏنو هو ۽ مختلف رنگن جي زندگي گذارڻ کان پوءِ 1912ع ۾ اسلام قبول ڪري ورتو هئائين. ڪجهه عرصي تائين خان بهادر ربنواز خان ان کي پنهنجي ٻنهي پٽن جو استاد مقرر ڪيو هو. خان بهادر ربنواز جي پٽ الهه نواز ان کي جهاد ڪرڻ وارن شاگردن جي جماعت ۾ شامل هئڻ جي لاءِ اُڀاريو هو.

فيبروري 1915ع ۾ ان هن سان گڏ سرحدپار ڪئي هئي. جولاءِ 1916ع ۾ ريشمي خط ڏئي ڪري ان کي عبيدالله سنڌيءَ حيدرآباد سنڌ جي شيخ عبدالرحيم ڏانهن موڪليو جنهن کي هي خط مولانا محمود حسين کي عربستان ۾ موڪلڻ جي انتظام ڪرڻو هو.

جنود ربانيه جي فهرست ۾ هو ميجر آهي. ڪجهه عرصي تائين ان تي منٽگمري پوليس لائنز جي اندر رهڻ جي پابندي هئي. پر مارچ 1916ع ۾ هيءَ پابندي ختم ڪئي ويئي. هاڻي هو ريلوي ۾ پوليس ڪانسٽيبل آهي.

## (5) عبدالحق آف لاهور مولوي

پٽ مولوي محمد غوث ڪوچه چابڪ سواران، لاهور، مالڪ رفاهه عام پريس. مولوي عبدالرحيم عرف مولوي بشير هن جو وڏو ڀاءُ آهي. عبدالحق ڪٽر وهابي آهي. انتهائي متعصب آهي ۽ هندستاني جنونين سان هن جو گهرو تعلق آهي. انهن جي لاءِ هو لاهور ۾ اڪثر پئسا گڏ ڪندو رهندو آهي. مولوي احمد چڪوالي، عبدالله پشاوري  ڪتاب وڪرو ڪندڙ ۽ ثناءُ الله (امرتسر) وغيره جو ويجهو ساٿي آهي. سيپٽمبر 1916ع ۾ گرفتاريءَ کان اڳ ان جي باري ۾ هي خيال هو ته سرحدپار مولوي عبدالرحيم سان ان جي خفيه خط و ڪتابت آهي. ان جو نالو مولوي محمد مبين (خطيب) جي فهرست ۾ شامل آهي. جنهن ۾ انهن ماڻهن جا نالا آهن، جن جي باري ۾ يقين ڪيو ويجي ٿو ته انهن ديوبند جي جهاد جي پروپئگنڊا ۾ مدد ڪئي آهي ۽ انهن جا حامي آهن.

جنود ربانيه جي فهرست ۾ هو ڪرنل آهي، ان تي پابندي لڳائي ويئي هئي ته هو قلور ۾ رهي، پر مارچ 1917ع ۾ ضمانت تي آزاد ڪيو ويو.

## (6) عبدالمجيد خان مهاجر

پٽ محمد امين خان رسالدار ميجر، پندرهين لانسرز، رهندڙ ضلع ديرا اسماعيل خان. جهادي پارٽي مان هڪ (گورنمينٽ ڪاليج لاهور جو شاگرد) جيڪو فيبروري 1915ع ۾ آزاد علائقي ڏانهن نڪري ويو. هو ڪابل ۾ ويجي

وفات ڪري ويو.

## (7) عبدالله آف سنڌ مولوي

پٽ نهال خان رهندڙ ڳوٺ ملان بخش نواري ٽاٽو ماٽيلو ضلع سکر. پير غلام محمد آف دينپور رياست بهاولپور جو مريد آهي. ڪجهه عرصي تائين مدرسي ڳوٺ پير جهنڊو، تعلقو هالا (ضلع حيدرآباد- سنڌ) ۾ فارسيءَ جو استاد رهيو آهي.

جولاءِ 1915ع ۾ مولوي عبيدالله سان گڏ ڪابل ويو هو. فيبروري 1916ع ۾ ڪجهه خاص سازشين جي لاءِ خط کڻي هندستان آيو هو.

خط پهچائڻ کان پوءِ هو ڪابل واپس نه ويو. سيپٽمبر 1916ع ۾ ان کي گرفتار ڪيو ويو هو. ان اهم بيان ڏنو آهي. ان کي پنهنجي ڳوٺ کان ٻاهر وڃڻ جي بندش آهي، جنود ربانيه جي فهرست ۾ ڪرنل آهي.

## (8) عبدالقادر مهاجر شيخ

پٽ مولوي احمد دين بي اَي، اسسٽنٽ انسپيڪٽر اسڪولز، رهندڙ قلعه خزانه، پوليس اسٽيشن صدر گوجرانواله (ضلع گجرنواله) لاهور جي جهادي شاگردن مان هڪ آهي. (گورنمينٽ ڪاليج لاهور) فيبروري 1915ع ۾ ٻجي وڃي مجاهدن سان شامل ٿيو هو، ڪابل ۾ خاص وڏن سازشين سان ان جو گهرو تعلق آهي. عبدالقادر کي ڊاڪٽر مٿرا سنگهه سان گڏ سيستان ۾ گرفتار ڪيو ويو هو. جڏهن ته هو ڪابل جي انقلابي پارٽي جي طرفان ڪنهن خفيه مشن تي چين ۽ جپان وڃي رهيو هو. جنود ربانيه جي فهرست ۾ ڪرنل آهي هاڻي لاهور ۾ گرفتار آهي.

## (9) عبدالرحيم شيخ (رهندڙ حيدرآباد - سنڌ)

جنهن کي ريشمي خطن مان وضاحتي خط موڪليو ويو هو. ڀڳوان داس زميندار جو پٽ آهي. هندو مان مسلمان ٿيو هو. ٻين حيثيت وارن هندن کي مسلمان ڪرڻ جي ڪوشش جي ڪري ڪافي بدنام آهي. پيشي جي اعتبار سان درزي آهي. حيدرآباد ۾ حڪيم عبدالحڪيم جي گهر جي ويجهو گاڏي کاتي ۾ رهندو هو. شيخ ابراهيم سنڌي ايم اي، سابق پروفيسر حبيبيه ڪاليج ۽ عبدالمجيد مدير الحق حيدرآباد ۽ مولوي عبيدالله جو ساٿي آهي. عبيدالله

جي ڪابل جي سفر جو انتظام ڪرڻ ۾ ان جي مدد ڪئي هئائين. سازش جو هڪ خاص ميمبر هو ۽ هڪ مشهور متعصب آهي جيڪو هندستان، حجاز ۽ ڪابل ۾ موجود سازشين جي وچ ۾ رابطي جو ڪم ڪري ٿو. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ڪرنل آهي. هن جي موجوده ائڊريس جي خبر نہ آهي، ٿي سگهي ٿو تہ عبيدالله سان گڏ ڪابل ۾ هجي.

## (10) عبدالرحيم مولوي عرف محمد بشير عرف محمد نذير

پٽ مولوي رحيم بخش، سابق امام چينيان والي مسجد لاهور. وهابين جي ڪتابن جو واپاري، انتهائي متعصب ۽ جوشيلو جهادي تحريڪ جو وڏو سرگرم ميمبر آهي. لاهور جي جهادي شاگردن کي سرحد ڏانهن پڄائڻ جي خاص ذميواري هن جي آهي. انهن شاگردن جي لاپتہ هئڻ کان پوءِ پاڻ بہ اوچتو وڏي تيزيءَ سان آزاد علائقي ڏانهن غائب ٿي ويو. هندستاني متعصبن ۾ ان جو گهڻو اثر آهي.

ويجهڙائي ۾ مجاهدن جي چمرقند ۾ جيڪا آبادي قائم ٿي آهي، عبدالڪريم جي غير حاضريءَ ۾ ان جي گورنر جا فرائض سرانجام ڏئي ٿو. ڪابل ۾ خاص سازشين سان هن جو رابطو آهي. رئيس المجاهدين ۽ سردار نصرالله خان جي سفير جو ڪم ڪري ٿو. ڪيترائي دفعا ڪابل وڃي چڪو آهي. 1915ع جي سرحدي جنگ ۾ حصو وٺي چڪو آهي. اصل ۾ هن ئي شخص بنير ۽ سوات جي قبائلين کي ۽ مهمندين کي برطانوي سرحد تي حملي جي لاءِ پڙڪايو هو. ان مقصد جي لاءِ هو سردار نصرالله خان کان پئسا ۽ بارود وٺي آيو هو. هاڻي سرحدپار جي علائقي ۾ قبائلين کي جهاد تي پڙڪائڻ ۾ سرگرميءَ سان مشغول آهي. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ميجر جنرل آهي.

## (11) عبدالرشيد مهاجر

پٽ حافظ عبداللطيف پليڊر، لاهور جو شخص جيڪو مردان ۾ پريڪٽس ڪري ٿو. جهادي شاگردن مان هڪ آهي، (گورنمينٽ ڪاليج لاهور) جيڪو فيبروري 1915ع ۾ يجي مجاهدن وٽ پهچي ويو هو. شايد هاڻي آزاد علائقي ۾ ان انقلابي پارٽيءَ سان گڏ آهي، جيڪا 10 جولاءِ 1916ع تي ڪابل کان سرحدي ملائن وغيره جي لاءِ سردار نصرالله خان جا خفيہ خط کڻي روانو ٿيو هو جنهن ۾ انهن جي گڏ ٿيڻ ۽ برطانيہ جي خلاف جنگ ڪرڻ جي

لاءِ چيو ويو هو جنود ربانيہ ۾ ڪرنل آهي.

## (12) عبدالرزاق انصاري، حڪيم

پٽ جان محمد عرف عبدالرحمان انصاري رهندڙ غازي پور- يوپي دهلي جي ڊاڪٽر انصاريءَ جو ڀاءُ. مشهور حڪيم آهي ۽ حيدرآباد دکن ۾ سالن تائين طبابت ڪئي اٿس. مولانا محمود حسن جو پڪو مريد آهي. ان ڪي هجرت جي لاءِ پڙڪائڻ وارن خاص ماڻهن مان آهي. محمود حسن جي سفر عرب جا سڀئي انتظام هن ڪيا ۽ ان ڪي ڇڏڻ لاءِ بمبئي تائين ويو. محمود حسن جي خاندان جي خرچ جي لاءِ پنجاهہ رپيا ماهوار ڏئي رهيو آهي. بلاشڪ سازش جو هڪ ميمبر هو. 10 نومبر 1916ع تي ان مولوي محمد مسعود کي حجاز روانو ڪيو تہ جيئن مولانا محمود حسن کي خبردار ڪري تہ هو هندستان نہ اچي ۽ ان کي هن ملڪ ۾ سازش جي وڌڻ کان آگاهہ ڪري. عبيدالله حضرت مولانا کي جنهن خط ۾ جدي کان پوءِ جا واقعا بيان ڪيا، انهن ۾ حڪيم صاحب جي لفظن ۾ ان جو تذڪرو ڪيو آهي. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهي.

## (13) وحيد احمد

مولوي عبيدالله جدي کان پوءِ وارن واقعن جي بيان ۾ جيڪو خط لکيو آهي، ان ۾ هي نالو آيو آهي: وحيد احمد مولوي صديق احمد مرحوم جو پٽ آهي، جيڪو پهريان فيض آباد يوپي ۾ رهندو هو. هن جو سڄو خاندان 1899ع ۾ عرب ڏانهن هجرت ڪري ويو هو. مولوي حسين احمد مدني هن جو چاچو آهي. ہ سال ٿيا تہ هو پنهنجي چاچي مولوي حسين احمد سان گڏ آيو هو ۽ سندس واپسيءَ کان پوءِ شاگرد جي طور تي، مدرسي ديوبند ۾ رهي پيو. مولانا محمود حسن سان گڏ سيپٽمبر 1915ع تي حجاز ڏانهن هليو ويو.

## (14) ابوالڪلام آزاد

محي الدين ڪنيت ابوالڪلام آزاد الهلال جو بدنام ايڊيٽر- انجمن حزب الله ۽ ڪلڪتي جي دارالارشاد ڪاليج جو باني. دهليءَ جو رهاڪو آهي، پر تعليم عرب ۾ ورتي اٿائين. انتها درجي جو اتحاد اسلاميءَ جو حامي آهي. نهايت ڪٽر انگريز دشمن ۽ بيحد متعصب آهي. ديوبند جي سازش

جهاد جو نهايت سرگرم ميمبر هو.

(1) يقين ڪيو وڃي ٿو تہ هلندڙ شورش ۾ هن هندستاني متعصبن کي پئسن جي ۽ ٻئي نموني جي مدد ڏني آهي.

(2) جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهي.

## (15) ابو محمد احمد آف لاهور، مولوي

مولوي احمد چڪوالي پٽ غلام حسين ذات اعواڻ رهندڙ چڪوال ضلع جهلم، گنگوهہ ۽ ديوبند ۾ تعليم ورتي اٿائين. ديوبند ۾ مولانا محمود حسن هن جو استاد هو. هن جاءِ تي عبيدالله سان پهرين ملاقات ٿي. اهو بہ ان وقت شاگرد هو. هو محمود حسن جو خلوص وارو مريد ٿي ويو. 1892ع ۾ صوفي مسجد، ڪشميري بازار لاهور جو امام مقرر ڪيو ويو. سيپٽمبر 1917ع ۾ پنهنجي گرفتاريءَ تائين مقرر رهيو. ڪجهہ عرصي تائين ديوبند ۾ جمعيت الانصار جو نائب ناظم رهيو. مولوي احمد هندستان ۾ وهابي تحريڪ جو نهايت خاص ميمبر آهي. عبيدالله جو نهايت مخلص ۽ پرجوش ساٿي آهي، هندستاني متعصبن سان هن جو ويجهو رابطو هو ڪيترائي دفعا اسمس وڃي چڪو آهي.

(1) چندو گڏ ڪرڻ جي لاءِ پنجاب ۾ مجاهدن جو خاص ايجنٽ آهي. آزاد علائقي ۾ هندستاني انقلاب پسندن کي سرمايو مهيا ڪرڻ جي ڪم ۾ مولوي حمدالله جو خاص مددگار آهي. اسمس جي هندستاني متعصبن ۽ هندستان ۾ انهن جي همدردن جي وچ ۾ رابطي جو ڪم ڪري ٿو. صوفي مسجد (لاهور) سرحد ڏانهن وڃڻ ۽ واپس اچڻ وارن نمائندن جي رهڻ جي ڪم ايندو آهي. قاضي ضياءُالدين ايم اي جو چاچو ۽ دهلي جي احمد علي جو سهرو آهي.

(2) جهادي شاگردن جي ڀڄي وڃڻ سان هن جو گهرو تعلق آهي.

(3) شيخ عبدالرحيم جي نالي وضاحتي خط ۾ جواب جي لاءِ ان کي ذريعو بنائڻ جو تذڪرو آهي. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ڪرنل آهي. اڄڪلهہ روپڙ ضلع انبالہ ۾ آهي، جتي هن جي چرپر تي پابندي آهي.

## (16) احمد علي مولوي نائب ناظم نظارة المعارف

پٽ شيخ حبيب الله آف بابوچڪ ضلع گجرانوالہ- سنڌ ۾ مولوي عبيدالله جي نگرانيءَ ۾ تعليم ورتائين. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ مدرسي ڳوٺ پير جهنڊي (ضلع حيدرآباد- سنڌ) دارالارشاد ۾ استاد مقرر ڪيو ويو. بعد ۾ ان کي هن ئي عهدي تي نوابشاهہ ۾ عبيدالله جي قائم ڪيل ٻئي اسڪول (دارالارشاد) ۾ منتقل ڪيو ويو. جڏهن دهلي ۾ نظارة المعارف القرآنيہ قائم ٿيو تہ ڪجهہ ڏينهن احمد علي شاگرد رهيو پر اهو جلد ئي پروفيسر ٿي ويو. آخرڪار ان کي نظارة المعارف جو ناظم بنايو ويو.

(1) مولوي عبدالله سنڌي ڪابل ۾ مولوي عبيدالله کان جيڪا فتويٰ ۽ خط آندا هئا. اهي مولوي احمد علي جي لاءِ هئا. جنهن سيئي خط وغيره، جنهن ڏانهن لکيل هئا انهن ۾ صحيح نموني ورهائي ڇڏيا هئا. ان جو رابطو محي الدين عرف برڪت علي بي اي آف قصور، خواجہ عبدالحي آف گورداسپور، ڊاڪٽر صدرالدين ابوالڪلام آزاد، حسرت موهاني وغيره وغيره سان هو.

لاهون ضلع گورداسپور کان ان کي وچڻ جي بندش وڌي ويئي هئي. بعد ۾ ضمانت تي ان کي مارچ 1917ع ۾ آزاد ڪيو ويو هو.

(2) جنود ربانيہ جي فهرست ۾ هو ڪرنل آهي.

بعد جي تحقيقات مان ثابت ٿيو آهي تہ مولوي احمد علي اتحاد اسلامي جي سازش جهاد جو هڪ سرگرم ميمبر هو. نظارت المعارف (دهلي) ۾ ان جي رهائش گاهہ وقت بہ وقت سازشين جي لاءِ ملڻ ۽ سازشون ٺاهڻ جي لاءِ مرڪز جو ڪم ڏيندي هئي ۽ آزاد علائقي ڏانهن وڃڻ ۽ اتان کان اچڻ وارا سازشي ان ۾ رهندا هئا.

## (17) سيد احمد ميان حاجي (رهنڌڙ انبيٺہ)

جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهي. انبيٺہ جو رهاڪو آهي، محمد ميان عرف مولوي منصور جو ننڍو ڀاءُ آهي. مولانا محمود حسن ۽ ان جا ساٿي مڪي پهتا تہ هي اتي موجود هو. ڇو تہ گهرواريءَ سان ڪنهن جهڳڙي جي ڪري بہ سال اڳ اتي هليو ويو هو. احمد ميان جي ذريعي محمود حسن سان واقفيت ٿي هئس.

## (18) الله نواز خان

پٽ خان بهادر ربنواز خان، آنريري مئجسٽريٽ ملتان. لاهور جي انهن

جهادي شاگردن (گورنمينٽ ڪاليج لاهور) مان هڪ آهي، جيڪي فيبروري 1915ع ۾ ڀڄي وڃي سرحدپارپهتا. شاگردن ۾ هجرت جي سوال تي انتهائي ڪٽر هو. ڪاليج جي بورڊنگ هائوس ۾ ان جو ڪمرو ان وقت سازشين جي اچ وڃ جو مرڪز بڻيل هو جڏهن ته نڪري وڃڻ جون تياريون ڪيون پئي ويون.

## (19) انيس احمد بي اَي مولوي

پٽ مولوي ادريس احمد آف عليڳڙهه- جمعيت الانصار ديوبند جو ۽ بعد ۾ نظارت المعارف القرآنيه جو شاگرد رهيو. 1912ع جي جنگ بلقان ۾ ترڪيءَ جي مدد جي لاءِ هن وڏي جوش ۽ جذبي سان چندو گڏ ڪيو ۽ وڏي جوش جذبي سان يورپي مال جي بائيڪاٽ جي تحريڪ هلائي، هن پاڻ به يورپي ڪپڙو پائڻ ڇڏي ڏنو ۽ ڳوٺ جي ٺهيل ٿلهي ڪاڏي پائڻ لڳو. ديوبند جي خفيه جلسن ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو ۽ مولوي عبيدالله جو نهايت مخلص ساٿي هو. بيان ڪيو وڃي ٿو ته جهاد جي لاءِ پئسه گڏ ڪرڻ ۾ هن محمد ميان جي به مدد ڪئي آهي. هن جو پيءُ ادريس احمد نظارت المعارف ڪميٽي جو ميمبر هو ۽ دهلي جي مشهور وهابي فرم، حاجي علي جان اينڊ ڪمپني جي حاجي عبدالغفار جو دوست هو. مولانا محمود حسن ۾ جهاد جو خيال پيدا ڪرڻ ۽ ان کي زور وٺائڻ جي ذميواري ۾ هن جو به حصو آهي. شايد هو جهاد سازش جو ميمبر هو. اڄڪلهه هو عليڳڙهه ۾ دينيات جو پروفيسر آهي.

## (20) عزير گل

پٽ شهيد گل ڪاڪا خيل پٺاڻ، درگائي اتر اولهه سرحدي صوبي ۾ رهي ٿو. تمام تيز طبيعت وارو آهي، جڏهن هو ديوبند ۾ شاگرد هو، ان وقت کان مولانا محمود حسن جو پڪو مريد ٿي ويو هو. تمام وڏو سازشي آهي. هجرت جو وڏو خواهشمند آهي. انهن ماڻهن مان هڪ آهي، جن سدائين مولانا کي همٿايو آهي ته جهاد جي لاءِ هجرت ڪري. هو ديوبند ۾ خفيه جلسن ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو ۽ سيپٽمبر 1915ع ۾مولانا محمود حسن سان گڏجي عرب ويو هو. ان جي حجاز جي سفر کان اڳ مولانا محمود حسن هن کي آزاد علائقي ۾ موڪليو هو ته جيئن حاجي صاحب (ترنگ زئي) سيف الرحمان ۽ ٻين ماڻهن کي اطلاع ڪري سگهي ته حضرت مولانا جو ارادو هندستان کان

هجرت ڪرڻ جو آهي ۽ لڙائي جو ۽ جهاد جي تيارين جو مشاهدو به ڪري سگهي. هو حضرت مولانا سان گڏ ان وقت به رهيو جڏهن ته ان جا اڪثر پيروڪار ۽ مريد هندستان ڏانهن واپس ڪرايا ويا. هي ڇيو وڃي ٿو ته عزيز گل انورپاشا ۽ جمال پاشا جا فرمان کڻي ويجهڙائي ۾ هندستان ايندو ۽ ان فرمان کي افغانستان کڻي وڃڻو پوندو. پر بعد جي تحقيقات مان خبر پوي ٿي ته ان کي مڪي ۾ شريف مڪه جي حڪم سان 20 سيپٽمبر 1916ع تي يا ان جي لڳ ڀڳ گرفتار ڪيو ويو ۽ جدي موڪليو ويو. جتان 12 جنوري 1917ع تي ان کي مصر روانو ڪيو ويو. جنود ربانيه جي فهرست ۾ مولوي عزيز گل کي ڪرنل ڏيکاريو ويو آهي.

## (21) برڪت الله ڀوپالي مولوي

هي اهو ئي بدنام مولوي برڪت الله آهي، جيڪو ٽوڪيو ۾ اردو جو سابق پروفيسر هو. برطانيه مخالف پروپيگنڊا جي ڪري جپان ۾ مشهور ٿي ويو. ڀوپال جي منشي قدرت الله جو پٽ آهي. 1914ع ۾ حڪومت جپان جي طرفان برطرف ڪرڻ کان پوءِ سان فرانسسڪو هليو ويو ۽ اتي غدر پارٽيءَ جو سرگرم ميمبر ٿي ويو. اتان کان برلن پهتو جتي هو انڊين نيشنل پارٽيءَ جو ميمبر ٿي ويو. بعد ۾ جرمن ترڪ مشن سان ڪابل ڏانهن روانو ڪيو ويو.

راجه مهندر پرتاب ۽ عبيدالله سان گڏ افغانستان ۾ آهي ۽ وڏي سرگرميءَ سان افغانستان کي برطانيه جي خلاف جنگ لاءِ همٿائڻ ۾ مصروف آهي. حضرت مولانا جي نالي پنهنجي خط ۾ عبيدالله ان جو ذڪر ڪيو آهي. جنود ربانيه جي فهرست ۾ هو ليفٽيننٽ جنرل آهي. جنهن خط ۾ حڪومت موقته هنديه جو تفصيل ڏنو ويو آهي، ان ۾ به ان جو احوال آهي.

## (22) فتح محمد سنڌي

سابق هندو. جنهن کي دين پور رياست بهاولپور جي مولوي غلام محمد ان وقت مسلمان ڪيو. جڏهن هو ڇوڪرو هو. مذهب مٽائڻ کان پوءِ رهڻ جي لاءِ هو امروٽ ضلع سکر ڏانهن هليو ويو جتي ڇهه سال گذاريائين. شڪارپور ۽ سکر ۾ بيڪري جا دڪان اٿس. ڳئن جي کلن جو واپار ڪري ٿو. جولاءِ ۾ عبيدالله سان گڏ ڪابل ويو ۽ مارچ 1916ع ۾ عبيدالله، برڪت الله وغيره جا خفيه خط هن ملڪ جي چند سازشين جي نالي کڻي واپس آيو. سيپٽمبر

1916ع ۾ ان جي گرفتاريءَ جو وارنٽ جاري ڪيو ويو پر هو ڀڄي ويو ۽ هاڻي ان جو ڪوبہ ڏس پتو نہ آهي.

## (23) فضل الحسن حسرت موهاني

حضرت مولانا جي نالي جدي ڪان پوءِ جا واقعا بيان ڪندي عبيدالله پنهنجي خط ۾ هي نالو لکيو آهي ۽ ان کي جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل لکيو آهي.

فضل الحسن عرف حسرت موهاني بي اَي پٽ اطهر حسين آف عليگڙهہ (يوپي)، بدنام صحافي، سوديشي تحريڪ جو حامي آهي. ابوالڪلام آزاد، عبيدالله، محمد علي (آف ڪامريڊ) ۽ شوڪت علي جو بي تڪلف ساٿي آهي. ”اردو معليٰ“ جو ايڊيٽر هو. بيان ڪيو وڃي ٿو تہ هو سازش ۾ شامل هو ۽ ڪابل ۾ ابوالڪلام آزاد سان گڏجي عبيدالله سان ملڻ وارو هو ۽ ڪوئٽا رستي ان جي روانگيءَ جا سيئي انتظام مڪمل ٿي ويا هئا تہ اپريل 1916ع ۾ حسرت جي گرفتاريءَ سان سڄو منصوبو ناڪام ٿي ويو.

## (24) فضل الاهي مولوي

پٽ ميران بخش خراري، رٽائرڊ سب وي انسپيڪٽر، نارٿ ويسٽ ريلوي، رهندڙ محلو خراديان وزيرآباد ضلع گجرانوالہ. اٽڪل 28 سال اڳ انٽر جو امتحان پاس ڪيائين. ڪافي وقت تائين ريلوي جي انجنيئرنگ ڊپارٽمينٽ ۾ ملازم رهيو. ذهني رجحان جي ڪري هي نوڪري ڇڏي ڏنائين ۽ وهابي مولوي ٿي ويو. انتهائي متعصب آهي ۽ هن صوبي جي جهادي تحريڪ جو هڪ خطرناڪ ليڊر آهي.

اهو ئي شخص آهي جنهن چينيان والي مسجد جي مولوي عبدالرحيم جي گڏيل تعاون سان لاهور جي جهادي شاگردن جي ڀڄي وڃڻ جو انتظام ڪرڻ ۾ نمايان حصو ورتو. ان پارٽيءَ سان گڏ هريپور هزاره تائين ويو ۽ پنهنجي ڀاءُ محمد الاهي سان گڏجي هريپور ۾ پرمننٽ وي انسپيڪٽر آهي. ان کي اسمس روانو ڪري ڇڏيو. بعد ۾ آزاد علائقي ۾ پاڻ بہ مولوي عبدالرحيم سان وڃي مليو ۽ قبائلين کي جهاد تي آماده ڪرڻ ۾ مدد ڏني. چيو وڃي ٿو تہ ان شب قدر تي حملي ۾ حصو ورتو هو. فضل الاهي نومبر 1915ع ۾ وزيرآباد واپس آيو. ان ڪان پوءِ جلد ئي ان کي گرفتار ڪيو ويو.

جهادي شاگردن جي معاملي سان تعلق پيدا ڪرڻ ڪان اڳ ئي هن جو هندستاني متعصبن سان رابطو هو ۽ پئسن جي وصولي ۽ موڪلڻ جي لاءِ انهن جي ايجنٽ جي طور تي ڪم ڪندو هو. وزير آباد جي پسگردائيءَ ۾ ان جي پيروڪارن جو تعداد گهڻو هو جن ڪان هو زڪوات ۽ قرباني جا پئسا وٺڻ جي بهاني گهٽي رقم گڏ ڪندو هو. مولوي فضل الاهي گڏ ٿيل رقم ڪي وزير آباد جي رمضان حلوائيءَ جي ذريعي مجاهدن ڏانهن روانو ڪندو هو. مولوي ولي محمد منٿوئي والا جو ذاتي مددگار هو ۽ ان جي گهري تعاون سان تحريڪ جي لاءِ ڪم ڪندو هو. مولوي فضل الاهي هر ان شخص ۾ جهاد جو روح ڦوڪي ڇڏيندو هو. جيڪو ان سان ملندو هو ۽ حافظ عبدالمنان جي شاگردن ڪي باغي ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪندو هو. جيڪو وزير آباد جي هڪ مسجد ۾ مذهبي درس ڏ يندو رهندو هو. اسمس ۾ مجاهدن جي پريس، جيڪا جهاد جا پمفليٽ ڇاپيندي رهندي هئي، انهن ڪي مولوي فضل الاهيءَ ئي ڏني هئي. خيال آهي تہ هو ڪاغذ وغيره بہ ڏيندو رهندو هو ۽ اڪثر ڪاتبن ڪي مجبور ڪندو هو تہ ان جي لاءِ ڪم ڪريو. هن وقت هي جالنڌر جيل ۾ نظربند آهي.

## (25) فضل محمود عرف مولوي محمود

شايد هي ضلع پشاور جو رهندڙ آهي. مولانا محمود حسن جو مريد آهي. هن ڪي سيف الرحمان ۽ فضل ربي سان گڏ سرحدپار موڪليو ويو هو، تہ جيئن قبائلين ڪي برطانيہ جي خلاف جنگ جي لاءِ پڙڪائي سگهي. 1915ع ۾ قبائلين جي شورش جو وڏي حدتائين ذميوار آهي. جون 1916ع جي لڳ ڀڳ مولانا فضل ربي (انجمن حزب الله جي ياغستان ۾ وڪيل) ۽ عبدالعزيز سان گڏ حاجي ترنگ زئي جي طرف ڪان خفيہ مشن تي ڪابل ويو تہ سردار نصرالله خان سان ملاقات ڪري. مشن جي ٻين ميمبرن جي واپسيءَ ڪانپوءِ بہ ڪابل ۾ رهيو. جولاءِ 1916ع ۾ انقلابين جي ان پارٽيءَ سان گڏ آزاد علائقي ڏانهن واپس آيو. جنهن ملن ۽ خانن جي لاءِ سردار نصرالله خان جا خط ساڻ آندا هئا. هو حاجي صاحب ترنگ زئي جي لاءِ بہ خط ڪٺي آيو هو. شايد اجا تائين آزاد علائقي ۾ آهي. جنودربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل آهي.

## (26) فضل ربي

جنودربانيہ جي فهرست ۾ ڪرنل آهي. شايد اهوئي مولوي فضل ربي عرف ابوالفتح ولد محمود آف ياڦہ ٽاٽو شنڪياري ضلع هزاره وارو آهي. پهريائين حاجي ترنگ زئي جي قائم ڪيل مدرسي، جاءِ غدر تعلقو مردان ۾ استاد هو. 1918ع ۾ هڪ جلسي ۾، جنهن کي غدر اسڪول جي لاءِ پئسا گڏ ڪرڻ لاءِ گهرايو ويو هو ان نهايت اعتراض جوڳي تقرير ڪئي. معلوم ٿئي ٿو تہ فضل ربي ويجهڙائي ۾ ديوبند جي مدرسي جو شاگرد هو جتي هو مولانا محمود حسن جو پڪو مريد ٿي ويو هو. مولانا جي جاءِ تي خفيہ جلسن ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. محمود حسن ان کي مولوي سيف الرحمان، فضل محمود وغيره سان گڏ جهاد جي تبليغ جي لاءِ آزاد علائقي ڏانهن موڪليو هو. 1915ع جي ڪيترين ئي لڙاين جي لاءِ ذميوار آهي. جون 1916ع ۾ فضل ربي، فضل محمود ۽ عبدالعزيز (ياغستان ۾ انجمن حزب الله جا نمائندن) سان گڏ حاجي ترنگ زئي جي طرف کان، خفيہ مشن تي سردار نصرالله سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ڪابل ويو هو ۽ ڏهن ٻارهن ڏينهن کان پوءِ واپس آيو هو. هن وقت شايد آزاد علائقي ۾ آهي.

## (27) فضل واحد عرف حاجي ترنگ زئي

حضرت مولانا جي نالي عبيدالله پنهنجي خط ۾ فقط ”حاجي“ لکي ڪري ان جو ذڪر ڪيو آهي ۽ جنود ربانيہ جي فهرست ۾ هو ليفٽيننٽ جنرل آهي. ان جو اصلي نالو فضل واحد آهي، پر حاجي ترنگ زئي جي نالي سان مشهور آهي. فضل واحد حاجي خليل محمد پيرزادو آف عمر زئي آف ترنگ زئي لڳ چارسده ضلع پشاور جو پٽ آهي. مرحوم ملا هڏا جي پيروڪارن ۾ ۽ پشاور جي اڪثر ٻهراڙين ۾ نهايت اثر وارو آهي، نهايت متعصب آهي ۽ حڪومت جي خلاف سخت مخالفانہ جذبا رکي ٿو. 1915ع ۾ ديوبند جي مولانا محمود حسن جي اشاري تي آزاد علائقي ۾ هليو ويو هو. جتي سيف الرحمان ان سان وڃي مليو هو. ان کان پوءِ مهمند، بونروال ۽ ٻين قبيلن کي جهاد جو علم بلند ڪرڻ تي همٿائڻ ۾ نهايت سرگرم رهندو آهي. شب قدر جي حملي جي لاءِ خاص طور تي ذميوار آهي. ڪابل جي سازشين سان سندس رابطو آهي ۽ پاڻي پٽ جي مولوي حمدالله ۽ صوفي مسجد لاهور جي مولوي احمد جي ذريعي ديوبند پارٽيءَ کان امداد حاصل ڪئي اٿس.

## (28) حبيب الله غازي

حضرت مولانا جي نالي عبيدالله جي خط ۾ هي نالو آيو آهي. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ميجر آهي. ڪاڪوري يوپي جو رهاڪو آهي. ان ڪي غازي ان ڪري چيو وڃي ٿو تہ هن جنگ بلقان ۾ ترڪن جي طرف کان حصو ورتو هو. جڏهن مولانا محمود حسن مڪي پهتو تہ هي مڪي ۾ هو. جيئن تہ بي وسيلو هو ان ڪري طئہ ڪيو هئائين تہ هو ڪاڙو تيار ڪرڻ ۾ مدد ڪري، جنهن جي بدلي ۾ ان کي مفت ڪاڙو ڏنو وڃي. بعد ۾ هو مولانا جو عقيدتمند ۽ پيروڪار ٿي ويو. مڪي ۽ مديني جي خفيہ ميٽنگن ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. شايد هن وقت شام ۾ آهي ۽ ترڪي فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي.

## (29) هادي حسن سيد

عبيدالله جدي جي واقعن کان پوءِ جي بيان ۾ جيڪو خط مولانا کي لکيو آهي، ان ۾ هن جو تذڪرو آهي. هي اهو ئي سيد هادي حسن آهي، جيڪو مهدي حسن، رهندڙ خان جهانپور، ضلع مظفرنگر يوپي جو پٽ آهي ۽ رنيڙي جي سيد نورالحسن جو ڀاڻيو آهي. مولانا محمود حسن جي عرب ڏانهن هليو وڃڻ کان پوءِ ان جي پنيان پئسا ۽ اسلحو هن ئي سيد نورالحسن جي نگرانيءَ ۾ رهندو هو. هادي حسن مولانا رشيد احمد گنگوهيءَ ۽ مدرسي ديوبند جي مفتي عزيزالرحمان جو مريد آهي. سازش جو هڪ ميمبر هو.
سيپٽمبر 1915ع ۾ مولانا محمود حسن سان گڏ عرب ويو هو ۽ سيپٽمبر 1916ع تي ايس ايس اڪبر نالي جهاز ۾ واپس آيو هو. سهارنپور جو مولانا خليل احمد بہ هن ئي جهاز ۾ واپس موٽيو هو. مولانا محمود حسن، انور بي، جمال پاشا ۽ غالب پاشا کان جيڪي ڇهہ فرمان حاصل ڪيا هئا، اهي سيد هادي حسن ۽ حاجي ڊاڪٽر شاهہ بخش جي نگرانيءَ ۾ سيد نورالحسن رهندر رنيڙيءَ کي پهچائڻ جي لاءِ هندستان موڪليا ويا هئا. چيو وڃي ٿو تہ هادي حسن انهن فرمانن کان سواءِ مولانا محمود حسن جو هڪ خط بہ آندو هو. جيڪو ان جي سَوَڙ ۾ سبيل هو. پهرين تلاشي ۾ هي پوليس کي ڏسڻ ۾ نہ اچي سگهيو پر جڏهن مولوي خليل احمد کي ان جي خبر پيئي تہ ان کي جلديءَ ۾ ضايع ڪري ڇڏيائين.

## (30) حمدالله آف پاڻي پٽ مولوي

شيخ عبدالرحيم آف حيدرآباد سنڌ جي نالي عبيدالله جي تشريحي خط ۾ ۽ جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل جي حيثيت سان بہ هي نالو آيو آهي: ولد سراج الدين ذات شيخ آف پاڻي پٽ ضلع ڪرنال. شروعاتي تعليم پاڻي پٽ ۽ ڪانپور ۾ حاصل ڪيائين. بعد ۾ ديوبند جي مدرسي ۾ شامل ٿيو جتي هو اٽڪل ٽن سالن تائين رهيو. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ ڪرنال، ڇتاري رياست وغيره جاين تي 1912ع تائين رهيو. ان کان پوءِ قرآن جي ترجمي ۾ مولانا محمود حسن جي مدد ڪرڻ جي لاءِ ديوبند جي مدرسي ۾ وري شامل ٿي ويو. هو مولانا جو پڪو مريد ٿي ويو ۽ عبيدالله، مولوي ابو احمد، مولوي احمد علي وغيره جو شريڪ ٿي ويو. جن جي باري ۾ هاڻي خبر پيئي آهي تہ هو اتحاد اسلامي جي لاءِ جهاد جا وڏا اهم مبلغ آهن. جنگ بلقان جي دوران ترڪي جي مدد جي لاءِ هڪ هزار رپيا گڏ ڪيائين. ديوبند جي خفيہ ميٽنگن ۾ شامل ٿيندو رهندو هو. بعد ۾ هو خورجہ جي مدرسي عربيہ اسلاميہ ۾ استاد جي طور تي مقرر ٿي ويو. ان ذريعي سان هو ديوبند جي سفرن جا خرچ پورا ڪندو هو. ان جو ارادو مولانا محمود حسن سان گڏ حجاز وڃڻ جو هو پر مولانا ان کي هدايت ڪئي تہ هو هندستان ۾ رهي ۽ حجاز وڃڻ وارن سازشي ساٿين جي ڪٽنبن جي نظرداري ڪري ۽ سرحدپار پارٽيءَ کي پئسا موڪلي ۽ هندستان ۾ ڪم جي پيش رفت کان مولانا کي باخبر بہ رکي ۽ مولانا ۽ سرحدپار جي ماڻهن جي وچ ۾ خط و ڪتابت جي رابطي جو ڪم بہ ڏئي. ان سڄي عرصي ۾ هن مولانا جي وڏي وفادار ساٿيءَ وانگر خدمت ڪئي آهي ۽ ان کي مولانا جو خاص ماڻهو چيو وڃي ٿو. نومبر 1915ع ۾ يار محمد ڪابليءَ جي ذريعي ان بہ سؤ ٽيھہ رپيا مجاهدن جي هڪ ايلچيءَ جي ذريعي روانا ڪيا. ڪابل مان مولوي عبدالله سنڌي (لغاري) جيڪي خط آندا هئا، انهن مان هڪ خط ۾ جهاد جون بہ فتوائون مولوي حمدالله جي لاءِ هيون. بلاشڪ محمود حسن ڪيس، جڏهن هو هندستان ۾ هو، چندو گڏ ڪرڻ جي لاءِ ملازم رکيو هو. مولوي حمدالله هن وقت موگا ضلع فيروزپور ۾ آهي ۽ ان جي چرپر تي پابندي آهي.

## (31) حسين احمد مدني مولوي

جدي جي واقعن کان پوءِ بيان ڪندي حضرت مولانا ڪي عبيدالله جيڪو خط لکيو آهي، ان ۾ هي نالو آيو آهي. هي حسين احمد مدني آهي، جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهي. هي خاندان اصل ۾ ضلع فيض آباد يوپي جو آهي. پر 1899ع ۾ حجاز ڏانهن هجرت ڪري ويو هو. مولوي حسين احمد مدني مديني جو مفتي هو. هندستان مان وڃڻ کان اڳ هو ديوبند ۾ استاد هو. مولانا محمود حسن جو پڪو مريد ۽ جهاد جو زبردست مبلغ آهي. ہ سال ٿيا تہ پنهنجي پائيٽي وحيد احمد سان گڏ، جيڪو ان جي مرحوم ڀاءُ مولوي صديق احمد جو پٽ آهي، هندستان آيو هو ۽ ديوبند ۾ مولانا محمود حسن جي جاءِ تي ڪجهہ مهينا رهڻ کان پوءِ وحيد ڪي مدرسي ۾ شاگرد جي حيثيت سان ڇڏي، پاڻ عرب ڏانهن واپس هليو ويو. مديني ۾ مولانا محمود حسن هن جي جاءِ تي رهيو هو. شريف مڪہ جي حڪم سان 20 ڊسمبر 1916ع تي يا ان جي لڳ ڀڳ ان کي مڪي ۾ گرفتار ڪيو ويو هو ۽ جدي موڪليو ويو جتان ان کي 12 جنوري 1917ع تي مصر روانو ڪيو ويو.

## (32) محمد ابراهيم آف سنڌ شيخ

محمد صادق جو ڀاٽيجو. جيڪو ڪڏي ڪراچي جو مشهور متعصب مولوي (هاڻي نظربند آهي) ۽ عبيدالله جو دوست آهي. شيخ محمد ابراهيم اي اي پونہ ۾ تعليم ورتي آهي.

(1) فيبروري 1915ع تي ان کي حبيبيہ ڪاليج ڪابل ۾ پروفيسر جي جاءِ ملي ويئي، جتي هو برطانيہ جو ڪٽر مخالف ٿي ويو.

(2) هو ڪابل جو هڪ وڏو انقلابي آهي. مولوي عبيدالله، محمد علي بي اي قصوري، راجہ مهندر پرتاب، مولوي برڪت الله وغيره سان گڏ سازشون ڪرڻ ۽ منصوبا ناهڻ ۾ ان وڏو نمايان حصو ورتو آهي.

چيو وڃي ٿو تہ شيخ ابراهيم ۽ محمد علي قصوري کي مولوي عبيدالله خاص طور تي ڪابل گهرايو هو. تہ جيئن اهي اتي جهاد جي لاءِ زمين هموار ڪري سگهن. جون 1916ع ۾ ان کي محمد علي سان گڏ حبيبيہ ڪاليج مان هٽايو ويو. 10 جولاءِ 1916ع تي آزاد علائقي جي لاءِ روانو ٿي ويو. جتي هو شايد هن وقت ہ سرحدپار جي ملائن قبائلين وغيره کي جهاد تي اڀارڻ ۾ مشغول آهي. چيو وڃي ٿو تہ 1916ع ۾ ان عرب رستي جرمني وڃڻ جي خواهش ظاهر ڪئي هئي. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ميجر جنرل آهي.

## (33) ڪالا سنگهه عرف گوجر سنگهه

پٽ مان سنگهه آف اڪاڙه ٽاٽو جگراؤن ضلع لڌيانه. ماشيما مارو جهاز جي مسافرن ۾ شامل آهي، جن بغاوت قائم ڪري چڙي هئي. چيو وڃي ٿو ته شنگهائي ۾ دڪاندار آهي. پنجاب ۾ 15_1914ع جي موسم سرديءَ جي انقلابي تحريڪ ۾ سرگرمي سان حصو ورتائين. فيروز پور شهر جي قاتلن مان هڪ آهي. جڏهن گرفتاريون شروع ٿيون ته هو ڀڄي ڪري آزاد علائقي ۾ پهچي ويو. مردان ۽ بنير مان ٿيندو اسمس پهتو. جڏهن ته لاهوري شاگرد ۽ مجاهد اتي موجود هئا. ڪالا سنگهه 1918ع جي سرحدي لڙاين ۾ حصو ورتو. چيو وڃي ٿو ته لڙائي شروع ٿيڻ کان فوراً اڳ هو مردان پهتو ۽ اتي مقرر سک رجمينٽ جي سپاهين کي برغلائڻ جي ڪوشش ڪئي. جون 1940ع ۾ مولوي عبدالرحيم عرف بشير ۽ ڊاڪٽر صدرالدين سان گڏ ڪابل پهتو. چيو وڃي ٿو ته راجه مهندر پرتاب ان کي ڪجه خفيه پيغام ڏئي ڪري واپس موڪليو هيو. ان کان پوءِ هو ڪابل واپس موٽي ويو. هن وقت شايد ڪابل ۾ آهي.

## (34) خان محمد حاجي

هي سرحدي آهي شايد ضلع پشاور جو رهاڪو آهي، هن ديوبند ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ مولانا محمود حسن جو مريد ٿي ويو. مولانا محمود حسن جي جهادي سازش ۾ شامل هو. خان محمد انهن تيرنهن باغي شخصن ۾ شامل آهي، جيڪي مولانا سان گڏ سيپٽمبر 1915ع ۾ عرب ويا هئا. هو خوراڪ جو انتظام رکندڙ هو. مڪي ۾ وفات ڪيائين.

## (35) خوشي محمد مهاجر

پٽ جان محمد رهندڙ سلولي ضلع جالنڌر. لاهور جي ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿرڊئير جو شاگرد هو. جڏهن ان ٻين جهادي شاگردن سان گڏ فيبروري 1915ع ۾ سرحد پار ڪئي، ته هو ڪابل ۾ برطانيه مخالف پارٽي سان سرگرمي سان شامل رهيو. مارچ 1916ع ۾ راجه مهندر پرتاب ۽ مولوي برڪت الله زار ۽ تاشقند جي روسي گورنر جنرل جي نالي خط ڏئي ڪري، ان کي ڊاڪٽر مٿرا سنگهه سان گڏجي روانو ڪيو. جون 1916ع ۾ هي سفارت واپس اچي ويئي هئي. خوشي محمد اجا تائين ڪابل ۾ آهي. جنود ربانيه جي

فهرست ۾ هو ميجر جنرل آهي.

### (36) مهندر پرتاب راجه

حضرت مولانا جي نالي عبيدالله جي خط ۾ ۽ ٻئي خط ۾، جنهن ۾ ”حڪومت موقته هنديه“ جو تفصيل ڏنو ويو آهي، هي نالو ڪنيو ويو آهي. ضلع عليگڙهه جي هنڌ مرسان جي راجه دت پرشاد سنگهه بهادر جو پاءُ ۽ جيئند جي راجه رنبير سنگهه جو سالو/ پيٽيوبو آهي. راجه مهندر پرتاب پراڻي حڪمران خاندان سان تعلق رکي ٿو ۽ هاٿرس ۽ مرسان ۾ وڏي ايراضي جو مالڪ آهي. هن ايم اي او ڪاليج عليگڙهه ۾ تعليم حاصل ڪئي، جتي هندو مسلم اتحاد جو جذبو هن جي رڳ رڳ ۾ اثر ڪري ويو. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ هن بندرابن ۾ هندن، مسلمانن، عيسائين ۽ سکن تي مشتمل منظم ڪميٽي ٺاهي ”پريم مهاوديااليه“ قائم ڪيو. راجه کي اميد هئي ته هن اسڪول جي ذريعي گڏيل هندستان جي بنياد تي قومي اتحاد جي تحريڪ شروع ڪندو. هو سفر جو ڏاڍو شوقين هو. چيو وڃي ٿو ته هن ٻه دفعا سڄي دنيا جو سفر ڪيو هو. آمريڪا ۾ هن جي ملاقات هرديال ۽ غدر پارٽيءَ جي ٻين ميمبرن سان ٿي ۽ هن ۾ انقلابي خيالن جوش ۽ جذبو پيدا ڪري ڇڏيو. 20 ڊسمبر 1914ع تي هندستان مان مارسيلز روانو ٿيو جتان هو سئيزرلينڊ ۽ جرمني پهچي برلن جي انڊيا سوسائٽي ۾ شامل ٿي ويو. 1915ع تي امير ڪابل ۽ هندستاني رياست جي والين جي لاءِ قيصر ۽ سلطان ترڪي جا خط ۽ جهاد جي فتويٰ ڏئي ڪري ان کي ترڪ جرمن مشن سان گڏ افغانستان موڪليو ويو.

ڪابل ۾ رهائش دوران هن حڪومت موقته هنديه قائم ڪئي، جنهن جو صدر پاڻ ٿيو. برڪت الله وزيراعظم ۽ عبيدالله وزيرداخله بڻايا ويا. هن مهاجر شاگردن جون ڪيتريون ئي سفارتون منظم ڪيون، جيڪي روس، چين، جپان، برلن ۽ قسطنطنيه موڪليون ويون.

### (37) محمود حسن مولانا

حضرت مولانا به چيو وڃي ٿو. ريشمي خطن جو مڪتوب اليه (جنهن کي خط ۾ مخاطب ڪيو ويو هجي)، مدرسه اسلاميه ديوبند جو صدر مدرس، پرهيزگاري ۽ پاڪائي ۾ مشهور آهي. هن جا مريد، جن ۾ مسلمانن جا مڪيه

ماڻهو بہ شامل آهن. هندستان ۾ ڦهليل آهن. عبيدالله جي اثر ۾ اچڻ سان هن جا خيال متجي ويا. ديوبند ۾ هن جو گهر اسلامي اتحاد جي سازشين جو ڳڙهہ هو. هن ئي ماڻهوءَ سيف الرحمان، فضل الاهي، فضل محمود وغيره کي سرحدپار قبائلين کي جهاد تي پڙڪائڻ لاءِ موڪليو. ايس ايس اڪبر جهاز جي ذريعي هو پاڻ بہ تيرنهن باغي شخصن سان گڏ، 18 ڊسمبر 1915ع تي هجرت ڪري عرب ڏانهن هليو ويو. عرب ۾ رهائش دوران هن لڳاتار ان ڳالهہ جي ڪوشش ڪئي تہ هندستان ۾ جهاد جي مقصد جي لاءِ ترڪيءَ جي حڪومت جون همدرديون حاصل ڪجن. انورپاشا ۽ جمال پاشا سان ملاقاتون ڪيائين ۽ انهن کان فرمان حاصل ڪيائين جن مان هڪ فرمان محمد ميان عرف مولوي منصور جي ذريعي هندستان ۽ آزاد علائقي جي سازشين کي ڏيکارڻ کان پوءِ ڪابل پهچايو ويو.

هندستان ۾ اسلامي اتحاد جي سازش ۾ مولانا جي رهنما ۽ اڳواڻ واري شخصيت نهايت گهڻي اهميت واري آهي. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ هو جنرل آهي. 20 ڊسمبر 1916ع تي شريف مڪي جي حڪم سان ان کي گرفتار ڪيو ويو ۽ جدي پهچائي ڇڏيو. جتان کان ان کي 12 جنوري 1917ع تي مصر روانو ڪيو ويو.

## (38) مطلوب الرحمان

حضرت مولانا جي نالي خط ۾ هن جو ذڪر آيو آهي. مطلوب الرحمان حبيب الرحمان جو پاءُ آهي. جيڪو مدرسي ديوبند جو نائب مهتمم آهي. ٻيا ڀائر هي آهن: مفتي عزيزالرحمان، مولوي شبير احمد عثماني (جيڪو ديوبند جي مدرسي ۾ استاد آهي). اهو ڪانپور جي ايگريڪلچرل ڊپارٽمينٽ ۾ ملازم آهي. مولانا محمود حسن جو پڪو مريد آهي ۽ جهاد جو سرگرم حامي آهي. ديوبند جي خفيہ جلسن ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. سيپٽمبر 1915ع ۾ محمود حسن سان گڏ عرب ويو ۽ پهرئين ئي جهاز کان هي معلوم ڪرڻ جي لاءِ واپس آيو تہ ڇا مولانا جي واپسي جي لاءِ هندستان محفوظ جڳهہ آهي؟ سازشين جي تيار ٿيل منصوبي جي مطابق مطلوب الرحمان ۽ محمد ميان عرف منصور کي حجاز کان واپسيءَ تي جهاد جي لاءِ زبردست ڪوششون ڪرڻيون هيون.

## (39) محي الدين قصوري مولوي

محي الدين عرف برڪت علي بي اي پٽ عبدالقادر پليڊر، رهندڙ قصور، محمد علي بي اي سابق پرنسپل حبيبيه ڪاليج ڪابل جو ڀاءُ آهي. قصور ۽ لاهور ۾ تعليم ورتائين. اسلاميه ڪاليج لاهور مان ڊگري ورتائين. ڪجهه وقت اسلاميه ڪاليج گجرانواله ۾ هيڊماسترر رهيو. بعد ۾ هو دارالارشاد ڪلڪتي ۾ شاگرد رهيو. جنهن ڪان پوءِ هن "اقدام" شروع ڪيو. عبيدالله، ابوالڪلام آزاد ۽ ڪلڪتي جي نجم الدين احمد جو گهرو دوست آهي. قاضي ضياءُالدين ايم اي، خواجه عبدالحي، عبدالڪريم عرف ڊاڪٽر صدرالدين، مولوي احمد علي، ايس ايم سعيد رهندڙ قصور وغيره هن جي ساٿين مان آهن. ڊاڪٽر صدرالدين سرحدپار جي علائقي ڪان واپسيءَ ۾ محي الدين وٽ قصور ۾ رهيو هو. عبدالله سنڌي ڪابل مان جيڪو خط ۽ فتويٰ مولانا ابوالڪلام آزاد جي لاءِ آندا هئا، اهي هن جي ئي ذريعي ان ڪي پهچايا ويا. سيپٽمبر 1916ع ۾ محي الدين ڪي گرفتار ڪيو ويو هو. هاڻي داسويا ضلع هوشيارپور ۾ آهي، هتي هن جي چرپر تي پابندي آهي. جنود ربانيه جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهي.

## (40) محي الدين خان آف مراد آباد

جدي جي واقعن ڪان پوءِ وارو احوال بيان ڪندي عبيدالله حضرت مولانا ڪي جيڪو خط لکيو آهي، ان ۾ هي نالو آيو آهي. هي شخص ۽ قاضي محي الدين احمد خان، قاضي رياست ڀوپال ساڳيو ئي آهي. مراد آباد (يوپي) جي نواب شير علي خان جو پٽ آهي. هن ڪي نواب محي الدين به چيو ويندو آهي. اهو ۽ مولانا محمود حسن ديوبند ۾ گڏ پڙهيا هئا، ان وقت ڪان هنن جي وچ ۾ وڏي گهري دوستي آهي. مولانا محمود حسن جي باغيانه سرگرمين سان ان جو نهايت گهرو تعلق هو ۽ سازش جهاد جو ميمبر هو. جڏهن مولانا مڪي روانو ٿيو ته ان ڪان موڪلائڻ بمبئي ويو هو.

## (41) عبدالله مهاجر شيخ

پٽ شيخ عبدالقادر، سيڪريٽري ڊسٽرڪٽ بورڊ ميانوالي، رهائش سيالڪوٽ- لاهور جي جهادي شاگردن مان هڪ آهي. (گورنمينٽ ڪاليج

لاهور) فيبروري 1915ع تي سرحد ڏانهن پڄي ويو هو. مولوي عبدالرحيم عرف مولوي بشير ۽ وزير آباد جي مولوي فضل الاهي جي نهايت ويجهو هو. جنهن هن کي دهلي موڪليو هو ته جيئن مولانا ابوالڪلام آزاد سان مشورو ڪري ته هندستان کان ٻاهر جهاد جي غرض کان هجرت ڪرڻ جي لاءِ کهڙي جاءِ سڀ کان سٺي آهي. شايد هن وقت ڪابل ۾ آهي، جنود ربانيه جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل آهي.

## (42) محمد علي بي اي آف قصور

جنودربانيه جي فهرست ۾ ميجر جنرل آهي. عبدالقادر پليڊر قصور جو پٽ آهي ۽ محي الدين عرف برڪت علي جو ڀاءُ آهي. ڊگري وٺڻ کان پوءِ سول سروس جو امتحان ڏيڻ انگلينڊ ويو هو پر امتحان پاس ڪري نه سگهيو ۽ 1914ع تي هندستان واپس آيو. مولوي عبيدالله جي سازش سان 1915ع ۾ حبيبيه ڪاليج ڪابل جو پرنسپل مقرر ڪيو ويو. چيو وڃي ٿو ته هن کي ۽ شيخ ابراهيم سنڌيءَ کي عبيدالله خاص طور تي ڪابل گهرايو هو ته جيئن هو نوجوان افغانين کي جهاد جي لاءِ تيار ڪري سگهن. هي سازش جو سرگرم ميمبر هو. سول لائنز ڪابل ۾ جرمن مشن سان خفيه ملاقاتن ۾ نمايان طور تي شريڪ ٿيندو هو. حڪومت موقته هنديه جي باڻين مان هڪ آهي. تجويز هئي ته محمد علي ۽ شيخ ابراهيم سنڌيءَ کي جرمني ۽ ترڪيءَ روانو ڪيو وڃي ته جيئن پنجاه هزار نفريءَ تي مشتمل جرمن ترڪ (فوج) موڪلڻ جي درخواست ڪري، جيڪا هندستان تي حملي جي وقت افغان فوج جي رهنمائي ڪري. پر راجه مهندر پرتاب ۽ فان هينٽنگ ۾ اختلاف جي ڪري هيءَ تجويز ختم ڪئي ويئي. جون 1916ع تي هن کي ملازمت تان لاٿو ويو. 10 جولاءِ 1916ع تي سرحدپار جي سيني ملائن ۽ خانن جي لاءِ سردار نصرالله خان جا خط کڻي ڪري انقلابي پارٽيءَ سان گڏ آزاد علائقي ڏانهن روانو ٿي ويو. جنهن ۾ انهن کي ۽ برطانيه جي لاءِ جنگ ڪرڻ تي اصرار ڪيو ويو هو. هن وقت شايد سمرقند ۾ آهي.

## (43) محمد علي سنڌي

جنود ربانيه جي فهرست ۾ ميجر آهي. هي شخص شايد محمد علي پٽ شيخ حبيب الله مابو چڪ ضلع گجرانواله جو رهندڙ آهي. هي شخص مولوي

احمد علي، نائب ناظم نظارة المعارف القرآنيه دهلي جو ڀاءُ آهي. جولاءِ 1915ع ۾ عبيدالله سان گڏ ڪابل هليو ويو هو ۽ ريشمي خط ڪٽي ويندڙ شيخ عبدالحق سان گڏ ڪنهن خفيه مشن تي واپس آيو هو. هن مولوي احمد علي کي ڪجهه خاص اطلاع به پهچايا هئا. مولوي ابو احمد سان صوفي مسجد ۾ ملاقات ڪئي هئي ۽ ان کي مولوي عبدالرحيم جو هڪ زباني پيغام ڏنو هو ته چندو نه ٿو ملي.

مولوي احمد علي سان به ملاقات ڪئي هئي ۽ پوءِ ان سان گڏجي دهلي آيو هو ۽ پوءِ اتان ڪان بند رابن ويو هو ته جيئن راجه مهندر پرتاب جو هڪ خط ان جي قائم ڪيل اسڪول ”پريم مها وديااليه“ جي هڪ هندو استاد کي ڏئي سگهي. ڪيس خط راجه مهندر پرتاب جي ڀاءُ کي ڏيکاري ان کان پئسه وٺڻا هئا. راجه مهندر پرتاب گهڻا پئسا گهريا هئا، پر محمد علي کي فقط هڪ هزار رپيا ڏنا ويا ۽ به سؤ رپيا هن جي خرچ پکي جي لاءِ ڏنا ويا. هو پئسا وٺي دهلي واپس آيو ۽ ٻئي ڏينهن پاڻي پت ڏانهن روانو ٿي ويو ته جيئن حمدالله کان محمد ميان جي گهروارن جي باري ۾ معلومات حاصل ڪري. ان کان پوءِ هو ڪابل هليو ويو.

## (44) محمد اسلم عطار

قصه خواني بازار پشاور جو هڪ عطار ۽ سرحدپار مولوي عبدالرحيم عرف بشير، فضل محمود ۽ ٻين جهادين جو ساٿي آهي. هن جي ذمي هو ته پنجاب ۽ ملڪ جي هينين حصي جي ماڻهن کي سرحدپار جي علائقن ۾ پهچائي. سيپٽمبر 1915ع ۾ هن کي گرفتار ڪيو ويو.

## (45) محمد حسن مهاجر

پٽ غلام نبي، ڪاتب پيسه اخبار لاهور- فيبروري 1915ع ۾ جڏهن لاهور جي جهادي شاگردن سان گڏ پيجي سرحدپار مجاهدن ۾ پهتو ته اسلاميه ڪاليج جو شاگرد هو. 10 جولاءِ 1916ع تي سرحد جي ملن وغيره جي لاءِ سردار نصرالله خان جا اهي خفيه خط ڪٽي ڪابل مان روانو ٿيو جن خطن ۾ زور ڏنو ويو هو ته گڏ ٿي ڪري برطانيه جي خلاف جنگ ڪريو. اجا تائين آزاد علائقي ۾ آهي.

## (46) محمد هاشم مولوي سيد

هي شخص عرب کان ڊسمبر 1916ع ۾ هندستان اچڻ وارو هو ته جيئن رٽيڙي جي سيد نورالحسن کان اهو فرمان وٺي ڪابل پهچائي، جيڪو سيد هادي حسن ايس ايس اڪبر نالي جهاز جي ذريعي آندو هو. هندستان ۾ هن شخص کي نه ڏٺو ويو، نه ئي صحيح نموني هن جي سڃاڻپ ٿي سگهي آهي. محمد مسعود جي ملاقات هن سان مڪي ۾ ٿي هئي. جتان هو مولانا محمود حسن سان ملاقات ڪرڻ جي لاءِ اڪثر ايندو رهندو هو. هن کي حيدرآباد (شايد دکن) جو رهاڪو بيان ڪيو ويو آهي. هو ترڪي ٽوپي پائيندو آهي. عمر اٽڪل 30 سال اٿس. قد پورو پنو بت ۾ پريل، ڪٽڪ رنگو منهن ڊگهو ۽ ڏاڙهي هلڪي اٿس. اردو تمام سٺي ڳالهائي ٿو.

## (47) محمد مسعود

حضرت مولانا جي نالي خط ۾ هي نالو آيو آهي. شايد هي شخص مولوي محمد مسعود آهي، جيڪو ديوبند جي منشي مظهر حسين جو پٽ آهي. مولانا محمود حسن جو ڀاڻجو ۽ نياڻو آهي ۽ مولوي حنيف جو ڀاءُ آهي. ديوبند جي مدرسي ۾ ملازم آهي. حڪيم عبدالرزاق انصاري ۽ ٻين سيپٽمبر 1916ع ۾ هن کي عرب موڪليو هو ته جيئن محمود حسن کي هندستان جي واقعن کان آگاه ڪري ۽ ان کي وطن ۾ واپس اچڻ جي خطري کان آگاهه ڪري.

## (48) محمد ميان عرف مولوي منصور

جنود ربانيه جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهي. وضاحتي ريشمي خط نالي شيخ عبدالرحيم حيدرآباد سنڌ ۾ ان جو ذڪر آهي. مولوي محمد ميان، مولوي عبدالله، پروفيسر دينيات ايم اي او ڪاليج عليگڙهه جو پٽ ۽ شمس العلماءَ حافظ محمد احمد پرنسپل (مهتمم) مدرسو ديوبند جو ڀاڻجو آهي. هو انبيٺه ضلع سهارنپور جو رهاڪو آهي. هن ديوبند ۾ تعليم حاصل ڪئي. جڏهن مولوي ابو احمد جمعيت الانصار جو نائب ناظم هو. تڏهن هو اتي شاگرد هو. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ هو ڪجهه عرصي تائين نگينه ۾ ملازم رهيو. بعد ۾ دارالعلوم ديوبند ۾ ملازم رکيو ويو. جتي هو مولانا محمود حسن جو مريد ٿي ويو. هن کي ان سان گهاٽو لاڳاپو آهي. هو سازش جو خاص ميمبر

آهي. ديوبند ۾ خفيه جلسن ۾ شامل ٿيندو رهندو هو. سيپٽمبر 1915ع ۾ مولانا محمود حسن سان گڏ حجاز ويو. جماعت جي خزانچي طور تي ڪم ڪيائين. اپريل 1916ع ۾ غالب نامہ پاڻ سان گڏ کڻي واپس آيو جيڪو هندستان ۾ ۽ آزاد علائقي ۾ سازشين کي ڏيکارڻ کان پوءِ هو ڪابل کڻي ويو. جتي هو جون 1916ع تي پهتو. اجا تائين هو عبيدالله ۽ ٻين سان گڏ ڪابل ۾ آهي. شايد حضرت مولانا جي نالي خط هن ئي لکيو آهي.

## (49) محمد مبين مولوي

جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ڪرنل آهي. ديوبند جي حاجي محمد مومن جو پٽ آهي. مدرسہ اسلاميہ سهارنپور ۾ تعليم ورتي اٿائين. جتي مولوي خليل احمد جو شاگرد هو. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ هن کي مدرسي اسلاميہ انبالہ ۾ استاد جي حيثيت ۾ نوڪري ملي ويئي. ان وقت کان اتي ڪم ڪري رهيو آهي. جيتوڻيڪ هو مولوي خليل احمد جو مريد آهي، پر مولانا محمود حسن جي عرب وڃڻ کان ڇهہ مهينا اڳ ان جو گهڻو عقيدتمند ٿي ويو. ان جي سازش جو هڪ ميمبر ٿي ويو. ديوبند جي خفيہ ميٽنگن ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. مولانا محمود حسن جي حجاز جي سفر لاءِ ميرٺ، دهلي، رانڌير، ڪلڪتي، رنگون وغيره مان پئسا گڏ ڪيائين ۽ محمود حسن جي روانگيءَ جي وقت سيپٽمبر 1915ع ۾ محمد مبين کي ڪلڪتي روانو ڪيو ويو تہ جيئن مولانا ابوالڪلام آزاد کي مولانا جي هجرت جو سبب ٻڌائي سگهي ۽ اتان کان هن جو جواب مولانا کي بمبئي پهچائي. محمد ميان عرف مولوي منصور غالب نامہ کڻي ڪابل روانو ٿيڻ کان اڳ هن سان انبالہ ۾ ملاقات ڪئي.

نوٽ: محمد مبين خطيب جي نالي سان بہ مشهور آهي. جنهن جو مطلب آهي تہ عيدن جي نمازن وارو خطبو پڙهندڙ. حضرت مولانا جي نالي عبيدالله جي خط ۾خطيب جو جيڪو لفظ آيو آهي، شايد ان جو اشارو ان جي طرف آهي.

## (50) محمد مرتضيٰ مولوي سيد

جدي جي واقعن کان پوءِ وارو احوال بيان ڪندي عبيدالله حضرت مولانا کي جيڪو خط لکيو هو، ان ۾ هي نالو آيو آهي. هي ۽ مولوي سيد مرتضيٰ

حسن پٽ حڪيم بنياد علي، رهندڙ چانديو ضلع بجنور، صوبو يوپي ساڳيو ئي ماڻهو آهي. ديوبند ۾ تعليم حاصل ڪيائين ۽ بعد ۾ استاد جي حيثيت سان مدرسہ امداديہ درينگہ ۾ ۽ مدرسہ ديوبند ۾ ڪم ڪندو رهيو. هن طبابت جو ڪم ڪيو آهي. مولانا محمود حسن جو پڪو عقيدتمند ۽ جهاد سازش جو نهايت سرگرم ميمبر آهي. ديوبند جي خفيہ مشورن ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. سيپٽمبر 1915ع ۾ مولانا محمود حسن سان گڏجي عرب ويو هو. محمد ميان ۽ ٻين ماڻهن سان گڏ فيبروري 1916ع تي واپس آيو هو. مولانا محمود حسن هن کي سڄي پارٽيءَ ۾ سڀ کان وڌيڪ لائق ۽ چالاڪ سمجهندو هو. مولانا جي هيٺان هو سڀني کان وڏو آفيسر هو. يوپي جي سي آءِ ڊي جڏهن هن کي گرفتار ڪيو تہ هو مراد آباد جي ڪنهن مدرسي ۾ استاد هو.

## (51) نورالحسن سيد

هي نالو حضرت مولانا جي نالي عبيدالله جي ان خط ۾ آيو آهي، جنهن ۾ جدي جي واقعن کان پوءِ جي حالتن جو تفصيل ڏنو ويو آهي. اهو ئي شخص رٿيڙي ضلع مظفر ننگر (يوپي) جو سيد نورالحسن آهي. هي سيد هادي حسن جو چاچو آهي. هي امير ماڻهو آهي ۽ مولانا محمود حسن جو پڪو مريد آهي. جڏهن هو ديوبند ۾ هو تہ هي برابر ايندو رهندو هو. سازش جو هڪ خاص ميمبر آهي. محمود حسن جي جاءِ تي جيڪي خفيہ مشورا ٿيندا هئا، انهن ۾ گهڻو حصو وٺندو هو. مولانا محمود حسن جڏهن حجاز ويو هو تہ پنهنجي غيرموجودگيءَ ۾ هن کي هندستان ۾ اسلحي ۽ هٿيارن جو نگران مقرر ڪيو هئائين. مولانا سان گڏ بمبئي تائين ويو هو. مولانا محمود حسن، انور پاشا، جمال پاشا ۽ غالب پاشا کان جيڪي فرمان حاصل ڪيا هئا ۽ سيد هادي حسن جي نگرانيءَ ۾ هندستان موڪليا هئا اهي ڊاڪٽر حاجي شاہ بخش جي ذريعي سيد نورالحسن کي پهچائڻا هئا. هڪ شخص احمد مرزا کي ان جو فوٽو وٺڻو هو ۽ انهن مان ٻہ، هڪ خاص ايلچيءَ جي ذريعي، جنهن جو نالو هاشم هو ڪابل ڪٽي وڃڻا هئا. هاشم ان مقصد جي لاءِ عربستان مان اچڻ وارو هو. چيو وڃي ٿو تہ هن پشاور ۾ عبدالرحيم (شايد آزاد علائقي جي مولوي بشير) کي ٻہ سؤ رپيا موڪليا هئا.

## (52) عبيدالله مولوي

هن ريشمي خطن تي صحيحون ڪيون آهن. پهريان سک هو. هن جو اصلي نالو بوٽا سنگهه آهي. چيانوالي ضلع سيالڪوٽ جو رهڻ وارو آهي. شروعاتي عمر ۾ اسلام قبول ڪيو هئائين. شروعاتي تعليم سنڌ ۾ ورتائين. پوءِ مدرسي ديوبند ۾ داخل ٿيو. تعليم پوري ڪرڻ ڪانپوءِ هن ٻارنهن سال سنڌ ۾ گذاريا. جتي پير جهنڊي ۽ نوابشاهه ۾ مدرسا قائم ڪيا ۽ 1910ع ۾ ديوبند واپس آيو. جتي جمعيت الانصار قائم ڪيائين. جنگ بلقان ۾ وڏي پيماني تي هلال احمر فنڊ جي لاءِ پئسا گڏ ڪيائين ۽ غيرملڪي مال جي بائيڪاٽ جي تبليغ ڪري اهميت ۽ شهرت حاصل ڪري ورتائين. بعد ۾ هو دهلي ۾ رهڻ لڳو جتي هن نظارت المعارف القرآنيه قائم ڪري ڇڏيو جنهن جو هو هاڻي به ناظم آهي. هو مولانا ابوالڪلام آزاد، قاضي ضياءُالدين، مولوي احمد چڪوالي، حسرت موهاني، محمد علي آف ”ڪامريڊ“، شوڪت علي، مولوي عبدالرحيم عرف مولوي بشير، مولوي غلام محمد، عبدالقادر رهندڙ دينپور (رياست بهاولپور)، شيخ عبدالرحيم رهندڙ حيدرآباد (سنڌ) وغيره جو شريڪ ڪار آهي.

فيبروري 1915ع ۾ جڏهن لاهور جا جهادي شاگرد ڀڄي وڃي هندستان متعصبين وٽ پهتا ته هو لاهور ۾ موجود هو. مولانا محمود حسن جو پڪو مريد آهي. هن حضرت مولانا تي اثر وڌو ۽ آخرڪار ان ڪي اسلامي اتحاد جو هيڊ وڏو مبلغ بنائي ڇڏيو. هو ديوبند جي خفيه مشور ۾ شريڪ ٿيندو هو. قصور جو محمد علي بي اي ۽ مولوي محمد ابراهيم سنڌي ايم اي، جيڪي ٻئي حبيبيه ڪاليج ڪابل ۾ عبيدالله جي سازش سان مقرر ڪيا ويا هئا. سي حقيقت ۾ اتي انقلابي ڪم جي لاءِ زمين هموار ڪرڻ جي لاءِ موڪليا ويا هئا. جولاءِ 1915ع ۾ ڪوئٽا رستي قنڌارِ افغانستان جي لاءِ روانو ٿي ويو. مولوي عبدالله سنڌي لغاري، فتح محمد ۽ احمد علي جي ڀاءُ محمد علي ڪي پاڻ سان گڏ وٺي ويو. آڪٽوبر 1915ع ۾ ڪابل پهتو. پرنس عنايت الله خان ۽ امير سان ملاقاتون ڪيائين. حاجي عبدالرزاق سان ويجها تعلقات قائم ڪيائين، جيڪو نائب السلطنت جو مددگار (اسسٽنٽ) هو. محمود طرزي ايڊيٽر سراج الاخبار ۽ نادر خان سان، جيڪو امير جي فوج جو ڪمانڊر انچيف هو تعلق پيدا ڪيائين. سول اسپتال ڪابل ۾ جرمن مشن جي ميمبرن سان خفيه ملاقاتون ڪيائون. عبيدالله ۽ مولوي عبدالرحيم مشن جرمن ۽ آسٽريائي ميمبرن ڪي آزاد علائقي جي ڪن حصن جو دورو ڪرايو. هو جهاد جو جهنڊو

بلند ڪرڻ جي لاءِ سچي افغانستان کي پڙڪائي، برطانيه جي خلاف جنگ ڪرائڻ جي ارادي سان هندستان مان ويو هو. فيبروري 1916ع ۾ هن عبدالله سنڌي ۽ فتح محمد کي ڪابل مان جهاد جي فتويٰ ۽ خط ڏئي ڪري پنهنجي خاص خاص شريڪن ڏانهن هندستان روانو ڪيو. جولاءِ 1916ع ۾ هن شيخ عبدالحق جي هٿان حيدرآباد جي شيخ عبدالرحيم ڏانهن ريشمي خط روانا ڪيا. انهن جي خبر پئجي ويئي ۽ هي حڪومت جي قبضي ۾ اچي ويا. جنود ربانيه جي فهرست ۾ ڪابل ۾ قائم مقام سالار آهي.

## (53) صدرالدين

جنود ربانيه جي فهرست ۾ ڪرنل آهي. اهو ئي شخص عبدالڪريم برلاسي، عرف صدرالدين ولد امير علي رهندڙ سهسرام (بهار) آهي. 1910ع تائين بنارس جي ڪنهن اسپتال ۾ ڪمپائونڊر هو. جڏهن ته ان کي آگري ميڊيڪل ڪاليج ۾ ڪمپائونڊر شاگرد جي طور تي داخل ڪيو ويو. پر 1914ع تي شاگردن جي هڙتال سان تعلق جي بنياد تي هن کي ڪڍيو ويو. آگري ۾ هن طرابلس ۽ بلقان جي لڙائين ۾ دلچسپي ورتي. ترڪي جي مدد جي لاءِ چندو گڏ ڪرڻ ۾ وڏي سرگرمي ڏيکاري. 1915ع ۾ سرحد ۾ قبائلين جي لاءِ روانو ڪيو. اتان ڪان هو عبدالرحيم سان گڏ 1916ع ۾ ڪابل هليو ويو ته جيئن افغان حڪومت جي ملازمت ڪري سگهي. پر هن کي ملازمت ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو. ڪابل ۾ هڪ مهينو رهڻ کان پوءِ هو هندستان واپس آيو. سفر دوران هي لاهور ۾ رهيو ۽ صوفي مسجد ۾ مولوي ابو احمد سان ۽ رفاه عام پريس جي مولوي عبدالحق سان ملاقات ڪئي. پوءِ هي قصور هليو ويو ۽ محي الدين عرف برڪت علي ولد عبدالقادر پليڊر وٽ رهيو. هي جولاءِ 1916ع جو واقعو آهي. ان ڪان پوءِ هي دهلي پهتو ۽ محي الدين جو تعارفي خط ڏيکاري نظارة المعارف جي مولوي احمد علي سان ملاقات ڪيائين. دهلي ڪان پوءِ هو ملڪ ۾ اڳتي وڌيو. شايد پنهنجي گهر به ويو ۽ مولانا ابوالڪلام آزاد سان به ملاقات ڪيائين. آگسٽ 1916ع ۾ هي وري احمد علي وٽ پهتو ۽ ان جي ذريعي حمدالله ڪان پئسن وٺڻ جي ڪوشش ڪيائين ته جيئن هو سرحدي علائقي ڏانهن واپس وڃي سگهي. ناڪام ٿيڻ تي هو بنارس واپس اچي ويو. جتي آخرڪار ان کي گرفتار ڪيو ويو.

## (54) سيف الرحمان مولوي

ولد غلام خان، رهندڙ  مترا ٽاڻو شنڪرڳڙهه، اتر اولهه سرحدي صوبو. مولانا محمود حسن جهاد جي جيڪا سازش تيار ڪئي هئي، ان ۾ هڪ تمام خاص ماڻهو آهي. سيف الرحمان دراني خاندان جو آهي، هن جو خاندان ڪابل مان پنهنجو وطن ڇڏي پشاور آيو ۽ هن ئي ضلع ۾ رهائش اختيار ڪيائين. عليڳڙهه ۾ مولوي لطف الله کان مذهبي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ، سيف الرحمان آخرڪار شاهجهانپور جي اسلاميه اسڪول جو هيڊ ماستر ٿي ويو. ان کان پوءِ هو رياست ٽونڪ پهتو ۽ هڪ رياستي اسڪول ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. اٽڪل 5 سال ٿيا ته سيف الرحمان دهلي هليو ويو ۽ مسجد فتح پوري جي اسڪول جو هيڊماستر ٿي ويو. جون 1915ع تائين هي دهليءَ ۾ رهيو. جيئن ته مولانا محمود حسن، عبيدالله ۽ ابوالڪلام آزاد جي اسڪيمن تحت سرحدپار ڪري ويو، هو حاجي صاحب ترنگ زئي تي اثر وجهي ڪري ان کان غلط قدم کڻائيندو رهيو، جنهن جو هو پاڻ ئي سيڪريٽري ٿي ويو هو. سيف الرحمان جي اثر سان حاجي صاحب سدائين آزاد قبيلن ۽ مجاهدن ۾ تعصب جو جوش پيدا ڪرڻ ۾ سرگرمي سان مشغول رهندو آهي. 1915ع ۾ سرحد تي جيڪي لڙايون ٿيون، انهن جي ذميواري وڏي حد تائين هن تي آهي. هاڻي هو ڪابل ۾ آهي.

جنود ربانيه جي فهرست ۾ ميجر جنرل آهي. حضرت مولانا جي نالي عبيدالله جي خطن ۾ به ان جو ذڪر آهي.

## (55) شاهه بخش سنڌي، حاجي ڊاڪٽر

جنود ربانيه جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل آهي. حضرت مولانا جي نالي عبيدالله جي خط ۾ به هي نالو آيو آهي. ڊاڪٽر حاجي شاهه بخش ولد امام بخش لاشاري بلوچ، نوڙو نئين چاڙهي شهر حيدرآباد سنڌ. هي واچون ناهيندڙ ۽ ننڍڙو زميندار آهي. ڪجهه طب يونانيءَ جو ڪم به ڪري ٿو. هي ان ئي جهاز ۾ عرب ويو هو جنهن جهاز ۾ سهارنپور جو مولانا خليل احمد ۽ ان جي پارٽيءَ سيپٽمبر 1915ع تي سفر ڪيو هو ۽ ايس ايس اڪبر نالي جهاز ۾ سيپٽمبر 1916ع تي هندستان واپس آيو هو. مولوي خليل احمد به هن ئي جهاز ۾ واپس موٽيو هو. مولوي حبيب الله ۽ حڪيم عبدالقيوم ۽ شيخ عبدالرحيم

(جنهن جي نالي تشريحي ريشمي خط روانو ڪيو ويو هو) رهندڙ حيدرآباد سنڌ جو نهايت مخلص ساٿي آهي. مولانا محمود حسن جي جهاد سازش جو ميمبر هو. حجاز کان هندستان پهچڻ تي هن فوراً حڪيم عبدالقيوم ۽ شيخ عبدالرحيم کي تار ڏني ته هن سان حيدرآباد ۾ ملي. هي ٿي سگهي ٿو ته هو مولانا محمود حسن جي پيغام کڻي آيو هجي، محمود حسن، انور پاشا، جمال پاشا ۽ غالب پاشا کان عرب ۾ جيڪي ڇهه فرمان حاصل ڪيا هئا، اهي حاجي شاهه بخش ۽ سيد هادي حسن جي گڏيل نگرانيءَ ۾ هندستان موڪليا ويا هئا ته جيئن سيد نورالحسن رهندر رٽيڙي (يوپي) جي حوالي ڪري سگهجن.

## (56) شاهنواز خان

پٽ خان بهادر رب نواز خان آنريري مئجسٽريٽ ملتان. الله نواز خان مهاجر شاگرد جو وڏو ڀاءُ. پنهنجي ڀاءُ جي اصرار تي لاهور جي جهادي شاگردن سان گڏجي ويو هو. پهريان هو برج هري سنگهه پشاور ۾ ملازم هو. ان انقلابي پارٽيءَ جو هڪ فرد هو جيڪا 10 جولاءِ 1916ع تي ڪابل مان سردار نصرالله خان جا خفيه خط قبائلي ملن وغيره جي نالي کڻي ڪري رواني ٿي هئي. انهن خطن ۾ انهن کي متحد ٿيڻ ۽ انگريزن سان مقابلو ڪرڻ جو چيو ويو هو. ان کي نادر شاهه ۽ مولوي عبدالرحيم سان گڏ اڳ ۾ ته هي خط آزاد علائقي ۾ پهچاڻا هئا، پوءِ عبدالرحيم سان گڏ اهي ذاتي طور تي نواب امب ۽ مهتر چترال وٽ وڃي پيش ڪرڻا هئا. هو جنود ربانيه ۾ ميجر آهي.

## (57) شجاع الله مهاجر

پٽ حبيب الله رٽائرڊ فورمين، گورنمينٽ سينٽرل پريس شمله، رهندڙ محلو مصدي مل لاهور شهر. ڊاڪٽر الله جوايا جويري جو مائٽ آهي. هڪ ڀاءُ شيخ ولي الله، موسميات کاتي شمله ۾ ملازم اٿس ۽ ٻيو ڀاءُ شيخ عظيم الله لاهور ۾ پليڊر آهي. فيبروري 1915ع ۾ ٻين جهادي شاگردن سان گڏ اسمس ڏانهن ڀڄي وڃڻ کان اڳ لاهور ميڊيڪل ڪاليج جو شاگرد هو. جتي هاٽي خبر پوي ٿي ته هن جي ملاقات مولوي عبدالله پشاوريءَ سان ٿي. ائين معلوم ٿئي ٿو ته هن مولوي جي ڀڙڪائيندڙ تقرير هن جي خيالن کي متاثر ڪيو ۽ هو وڏي زور ۽ شور سان هجرت جي منصوبي ۾ شريڪ ٿي ويو. ڪابل ۾ هڪ

موقعو اهڙو آيو جو ان کي پنهنجي حالت تي گهڻو افسوس ٿيو ۽ هن هندستان اچڻ جي ڪيترائي دفعا ناڪام ڪوشش ڪئي. آخرڪار ان جو تعلق عبيدالله، مهندر پرتاب، برڪت الله ۽ فان هيننٽنگ سان ٿي ويو. جون 1916ع تي هن کي عبدالباريءَ سان گڏ انورپاشا ۽ جرمن چانسلر جي لاءِ مهندر پرتاب جا خط ڏئي ڪري خفيه مشن تي قسطنطنيه ۽ برلن موڪليو ويو. ايران ۾ ان کي گرفتار ڪري هندستان آندو ويو. جنود ربانيه جي فهرست ۾ هو ڪرنل آهي. حڪومت موقته هنديه جو نائب وڪيل آهي.

## (58) ولي محمد مولوي

جنود ربانيه جي فهرست ۾ ڪرنل آهي. اهو ئي مولوي محمد عرف مولوي موسيٰ، رهندڙ فتوحي والا ٽاڻو گنڊا سنگهه والا، ضلع لاهور آهي. نهايت متعصب وهابي مولوي آهي، جيڪو سرگرميءَ سان جهاد جي نظريي جي تبليغ ڪرڻ ۽ ان مقصد جي لاءِ پئسا ۽ ماڻهو گڏ ڪرڻ ۾ مشغول آهي. لاهور، فيروزپور، گجرانواله ۽ سيالڪوٽ جي ضلعن ۾ هن جا ڪيترائي پيروڪار آهن، جتان هو هندستاني متعصبن جي لاءِ پئسا ۽ ماڻهو خفيه طور تي گڏ ڪندو رهندو آهي. هي مولوي ولي محمد گڏريل ڪيترن ئي سالن کان برطانيه جي مخالفت ۾ ڪم ڪري رهيو آهي. هو جيڪي پئسا گڏ ڪندو آهي ۽ جيترا ماڻهو گڏ ڪندو آهي، انهن کي يا ته پاڻ يا ٻين نمائندن جي ذريعي سرحدپار پهچائي ڇڏيندو آهي. هو 1915ع جي وهابي ۽ سرحدي سازشن ۾ تمام گهڻو ملوث هو، پر گرفتاريءَ کان بچندو رهيو ۽ اسمس ڏانهن نڪري ويو، جتي ان مولوي موسيٰ جو نالو اختيار ڪري ورتو. ولي محمد ۽ ان جي والنٽيئرن سرحدپار وارين لڙاين ۾ حصو ورتو آهي. ريشمي خطن جي سازش جي ڇنڊڇاڻ مان معلوم ٿيو آهي ته اهو به مولانا محمود حسن سان شامل ۽ ان جي سازش ۾ ملوث هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ديوبند ويندو رهندو هو. هن جو ابوالڪلام آزاد سان به رابطو هو. شايد هاڻي هو آزاد علائقي ۾ آهي.

## (59) ظهور محمد مولوي

جنود ربانيه جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل آهي. عبيدالله جدي جي واقعن کان پوءِ وارو احوال بيان ڪندي مولانا محمود حسن کي جيڪو خط لکيو ان ۾ به هن جو تذڪرو آهي. اهو ئي مولوي ظهور محمد سهارنپور وارو

آهي. جيڪو اڳ ۾ مدرسي اسلاميہ انبالہ ۾ استاد هو ۽ هاڻي عربي اسڪول رڙڪي ۾ استاد آهي. هو مولانا محمود حسن جي جهادي سازش جو هڪ نهايت جذبي وارو ميمبر هو ۽ بنا ناغي ديوبند اچي ڪري خفيہ مشوري ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هو. مولانا محمود حسن جي سفر عرب جي لاءِ بجنور، نگينہ ۽ پرپاسي جي علائقن مان پئسا گڏ ڪيا هئا. هن کي چيو ويو هو تہ محمد ميان جي واپسيءَ تائين، جيڪو مولانا سان گڏ ويو هو، پئسا گڏ ڪندو رهي. ان انتظام جي تحت ظهور محمد رڙڪي ۽ پسگردائي جي ڳوٺن مان گڏ ٿيل چندي جي رقم مان مولوي حمدالله جي مدد ڪئي. چيو وڃي ٿو تہ هن اتي ان مقصد لاءِ سوين ماڻهن جي هڪ سوسائٽي قائم ڪري ورتي هئي. محمد ميان، مرتضيٰ حسن، مولوي سهول وغيره. جڏهن عرب کان موٽي رهيا هئا تہ انهن جو آذرياءُ ڪرڻ جي لاءِ بمبئي ويو هو. مولانا محمود حسن ان کي ”چپ چپ آدمي“ چوندو رهندو هو ۽ اڪثر ان جي تعريف ڪندو رهندو هو ۽ چوندو رهندو هو تہ هو وڏو دورانديش ماڻهو آهي. چيو وڃي ٿو تہ هو بي ڊپو ماڻهو هو.



## باب پهريون

# ريشمي رومال تحريڪ ۾ سنڌ جو حصو

هن تحريڪ ۾ سنڌ جو حصو نهايت اهم ۽ تعريف لائق رهيو آهي. هن تحريڪ جي اڳواڻن کان وٺي ڪري ڪارڪنن تائين، جنود ربانيہ ۾ قائم مقام جنرل کان وٺي ليفٽيننٽ ڪرنل، ميجر ۽ ڪپتان جي عهدي تائين ۽ حڪومت موقتہ (عارضي حڪومت) ۾ نهايت ذميوار عهدن تي سنڌ وارا ڪامياب ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ريشمي تحريڪ جو سيني کان اهم ماڻهو سنڌ جو مايہ ناز سپوت مولانا عبيدالله سنڌي هو. هن تحريڪ جي خاص شخصيتن ۾ شيخ محمد ابراهيم، پير سيد اسدالله شاهہ، حاجي عبدالله هارون، شيخ عبدالرحيم، فتح محمد، مولوي محمد علي، محمد حسن، مولانا حافظ محمد صادق، مولانا رشدالله راشدي، حاجي ڊاڪٽر شاهہ بخش لاشاري، مولانا تاج محمود امروٽي، حڪيم عبدالقيوم ۽ مولانا عبدالله لغاري شامل آهن. هي تہ اهي شخصيتون آهن، جن جا نالا ۽ تحريڪ ۾ جن جو ٿورو ڪي گهڻو ذڪر سي آءِ ڊي جي رپورٽن ۾ موجود آهي. انهن کان سواءِ اهڙا ڪيترا ماڻهو هوندا، جن جي معلومات سي آءِ ڊي کي نہ ملي سگهي. پر انهن جي سڃاڻپ ٿي چڪي آهي.

حڪومت موقتہ ۾ سيني کان اهم ۽ سرگرم شخصيت سنڌ جو انقلابي عالم ۽ مفڪر مولانا عبيدالله جي هئي. هو هندستان (برصغير) جي آزاد عارضي حڪومت ۾ ”وزيرداخلہ“ جي عهدي تي فائز هو. ڇوٽڪارو ڏياريندڙ فوج يعني جنود ربانيہ جو هڪ وڏو عهديدار، يعني قائم مقام سالار (ليفٽيننٽ جنرل) بہ پاڻ هو. ان کان سواءِ ليفٽيننٽ جنرل جي عهدي تي امروٽ (ضلع سکر) جو مايہ ناز عالم دين ۽ شيخ طريقت مولانا تاج محمود امروٽي ۽ مولانا

سنڌي جو شاگرد ۽ فخر سنڌي پير سيد اسدالله شاهه تڪڙائي مقرر هو. ميجر جنرل جي حيثيت سان ان فهرست ۾ شيخ محمد ابراهيم سنڌي جو نالو چمڪي رهيو آهي. ڪرنل جي عهدي تي به سرزمين سنڌ جي ٽن مشهور ماڻهن جا نالا مبارڪ روشن ۽ چمڪندا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. انهن مان هڪ مولانا عبدالله لغاري آهي، جنهن ڪي مولانا سنڌيءَ جي صحبت ۽ ان ڪان فائدو حاصل ڪرڻ سان گڏ مدرسو دارالارشاد پيرجهنڊي ۾ مولانا سنڌيءَ جو نائب ٿيڻ ۽ افغانستان جي سفر ۾ مولانا سنڌيءَ جي رفاقت جو شرف حاصل ٿيو هو. ٻئي شخصيت ڪراچيءَ جو مشهور عالم دين ۽ سياسي رهنما مولانا محمد صادق رحه جي هئي، ٽئي شخصيت مشهور انقلابي شيخ عبدالرحيم جي هئي. ريشمي خطن ۾ پهريون خط هن ئي بزرگ جي نالي لکيو ويو هو. ليفٽيننٽ ڪرنل جي فهرست ۾ حاجي ڊاڪٽر شاهه بخش ۽ محمد علي سنڌي (مولانا احمد علي لاهوري) جو پاڻ جو نالو موجود آهي.

قاضي محمد اڪبر پنهنجي هڪ مضمون ۾ مولانا سنڌي، حاجي شاهه بخش، شيخ عبدالرحيم، مولانا محمد صادق، مولانا تاج محمود، سيد اسدالله شاهه ۽ پنهنجي والد (قاضي) عبدالقيوم ڪان سواءِ جن جا نالا تحريڪ ريشمي رومال سازش جي سلسلي ۾ سي آءِ ڊي جي رپورٽن ۾ اچي ويا آهن، ڪريم نظاماڻي، عقيل هالہ هالا جو حاجي حيدر خان نظاماڻي، پير آغا حسن جان، آغا حسين جان سرهندي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (جيڪو قاضي اڪبر جو چاچو هو) غلام محمد پرڳڙي، پير سيد تراب علي شاهه راشدي ۽ ڳوٺ پير جهنڊي جو سيد محب الله شاهه راشديءَ ڪي تحريڪ ريشمي رومال جي نه فقط ڪارڪنن، پر سنڌ ۾ هن تحريڪ جي رهنمائن جي حيثيت سان پيش ڪيو آهي.

تحريڪ ريشمي رومال جي سلسلي ۾ سنڌ جي جن اڪابرن ۽ مجاهدن جا نالا آيا آهن، انهن جو تحريڪ سان فقط رسمي تعلق نه هو بلڪ مولانا محمد ميان هن تحريڪ جي جن ملڪي ۽ بين الاقوامي اهميت جي شخصيتن وقت جي وڏن وڏن رهنمائن ۽ حضرت شيخ الهند جي مشيرن ۽ معاونن جو تذڪرو ڪيو آهي. انهن ۾ ڊاڪٽر مختار احمد انصاري، مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا محمد علي، حڪيم اجمل خان ۽ نواب وقارالملڪ سان گڏ مولانا محمد صادق، شيخ عبدالرحيم ۽ مولانا تاج محمود امروٽي جو ذڪر به فرمايو آهي. حضرت شيخ الاسلام مولانا حسين احمد مدنيءَ به انهن

ٽنهي اڪابرن جي حالتن ۽ خدمتن جي تذڪري سان گڏ حاجي شاهه بخش مرحوم جي تعريف ڪئي آهي. آزاديءَ جي سنڌي مجاهدن جي اثر و رسوخ جي باري ۾ ريشمي خط سازش ڪيس جو خلاصو تيار ڪرڻ واري وي وي ويان به نهايت جامع تبصرو ڪيو آهي. هو لکي ٿو:

”عبيدالله (سنڌيءَ) جا ڪٽر متعصب جنوني دوست پيروڪار ۽ مائٽ جيڪي سنڌ ۾ هئا هندستان جي سيني حصن ۾ هئا.“

## تحريڪ جا سنڌي مجاهد

ايندڙ باب ۾ تحريڪ ريشمي رومال جي متعلق سنڌ جي اڪابرن ۽ مجاهدن جا مختصر حالات پيش ڪيا وڃن ٿا. تعارف، تحريڪ ۾ ڪنهن شخص جي اهميت ۽ ان جي درجي جي لحاظ جي بجاءِ حرف تهجي (الفابيٽ) جي ترتيب سان ڪرايو وڃي ٿو.

**

باب ٻيو

# ريشمي رومال تحريڪ ۾ سنڌ جا مٿير ماڻس ۽ ڪارائتا ماڻهو

## اسدالله شاهہ سيد

15 شعبان 1285هہ تي ٽڪڙ ۾ ڄائو. والد جو نالو سيد الله بخش شاهہ هو. شروعاتي تعليم پنهنجي شهر ۾ پوءِ حيدرآباد (سنڌ) ۾ حاصل ڪيائين. مدرسو دارالارشاد ڳوٺ پير جهنڊو، پوءِ دارالعلوم ديوبند ۽ بعد ۾ مدرسي نظارة المعارف القرآنيہ دهلي جو شاگرد رهيو. حافظ، عالم، حڪيم، خطيب، مصنف ۽ شاعر هو. ”فدا“ تخلص هئس. مولانا سنڌيءَ جو شاگرد، رفيق ۽ ريشمي خطن سازش ڪيس جي لکت مطابق هڪ خاص شخصيت ۽ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو ”نهايت سرگرم ايجنٽ هو.“ جنود ربانيہ ۾ هن جو عهدو ليفٽيننٽ جنرل جو هو. بعد ۾ تحريڪ خلافت ۾ نهايت سرگرميءَ سان حصو ورتائين ان جي ايثار ۽ خدمتن جي باري ۾ قاضي محمد اڪبر لکي ٿو تہ، قربانيون ڏيڻ ۽ تڪليفن سهڻ ۾ پنهنجو حق ادا ڪري ڇڏيو هئائين.

14 ۽ 21 سيپٽمبر جي وچ واري هفتي ۾ ان کي گرفتار ڪيو ويو هو. ريشمي رومال تحريڪ سازش جي گرفتارن جي فهرست ۾ ان جو مڪمل احوال هنن لفظن ۾ آيو آهي:

> ”شايد امروٽ ضلع سکر (سنڌ) جي رهڻ وارو آهي. عبيدالله جو ساٿي آهي، مدرسي ڳوٺ پير جهنڊي ۾ ان وقت تعليم حاصل ڪيائين، جڏهن عبيدالله اتي هوندو هو تہ ڪجهہ عرصو هن جي

نظارة المعارف القرآنيہ ۾ بہ شاگرد رهيو. خيال ڪيو وڃي ٿو تہ عبيدالله جو نهايت سرگرم ايجنٽ آهي. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهي.“

27 رجب 1344هہ تي پنهنجي آبائي شهر ٽکڙ (حيدرآباد ضلعي) ۾ وفات ڪيائين.

## تاج محمود امروٽي مولانا

امروٽ ضلع سکر جي مشهور ديني شخصيت, تحريڪ شيخ الهند جو خاص ميمبر ۽ حضرت جو مددگار ۽ مشير هو. وڏو بااثر شيخ طريقت وارو هو. مولانا عبيدالله جي ڪابل ڏانهن وڃڻ جي انتظامن ۾ هن جو خاص حصو هو. هن جو شمار سنڌ جي اڪابرن ۽ انقلابي عالمن ۾ ٿئي ٿو. خلافت ترڪ موالات ۽ هجرت جي تحريڪن ۾ هن خاص طور تي حصو ورتو هو. ريشمي رومال سازش ڪيس جي سلسلي ۾ امتحان ۽ آزمائش ۽ قيد و بند جي دور مان گذريو هو. مولانا حسين احمد مدني لکيو آهي تہ گورنمينٽ ان کي گرفتار ڪيو, پوءِ ڪجهہ ڏينهن ڪان بعد آزاد ڪري ڇڏيو. تحريڪ خلافت جي آخري ڏينهن ۾ هن جي وفات ٿي.

ريشمي رومال سازش ڪيس ۾ ڪيترين ئي جاين تي ان جو ذڪر آيو آهي. سازش جي ملزمن ۾ ان جو تعارف هي آهي.

”تاج محمود[1] رهائش سنڌ_ شايد اهو ئي مولوي تاج محمود رهندڙ امروٽ ضلع سکر (سنڌ) آهي. سنڌ ۾ ٻئي نمبر تي هن جو گهڻو اثر آهي. جيڪو فقط مولوي همايون جي اثر کان گهٽ آهي. هو ڪڏي ڪراچي جي مولوي محمد صادق جو دوست آهي. جيڪو هاڻي ڪارواڙ (مهاراشٽر) ۾ نظربند آهي. خيال آهي تہ هن مولوي عبيدالله جي افغانستان پڄي وڃڻ ۾ هن جي مدد ڪئي هئي. هن جا هزارين پيروڪار آهن, جن ۾ وڏا وڏا زميندار, وڪيل ۽ سرڪاري ملازم شامل آهن. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهي.“

---

[1] سازش ڪيس ۾ نالو تاج محمد آيو آهي, پر صحيح نالو ”تاج محمود“ آهي.

## رشدالله راشدي[1] سيد

ڳوٺ پيرجهنڊي جو مشهور عالم دين، شيخ طريقت، سياسي ۽ انقلابي اڳواڻ هو ۽ مدرسي دارالارشاد ڳوٺ پيرجهنڊي جو باني هو. حضرت شيخ الهند سان خاص تعلق هئس. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ان کي متعصب، جنوني، ڪٽر وهابي، مولانا سنڌيءَ جو خاص شريڪ ڪار، تحريڪ جي هر طرح مدد ڪرڻ وارو، انگريزن کان نفرت ڪرڻ وارو ۽ انهن جي خلاف نفرت پکيڙڻ وارو، انگريزن جي خلاف جرمنين ۽ پوءِ ترڪي جي فتح جو خواهشمند ۽ ديوبند جي سازشين سان رابطي رکڻ وارو لکيو آهي ۽ هي به بيان ڪيو آهي ته هو پنهنجي مريد کان جهاد جي بعيت وٺندو رهندو هو.

دشمن جي زبان مان ان جي ايماني جوش ۽ جذبي، ديني طاقت، اسلامي قومي غيرت، ايثار ۽ قربانيءَ جي هيءَ شاهدي ان جي عظمت جي لاءِ ڪو معمولي خراج تحسين (مڃتا) نه آهي. تحريڪ ريشمي رومال سازش ڪيس ۾ ان جو تذڪرو هنن لفظن ۾ آيو آهي.

”رشيدالله پير جهنڊي وارو- مشهور سنڌي پير، رهندڙ ڳوٺ پيرجهنڊو تعلقو هالا، ضلع حيدرآباد. نهايت متعصب ۽ جنوني آهي. سنڌ، ڪاٺياواڙ بلوچستان، رياست بهاولپور وغيره ۾ ڇهه لک مريد اٿس ۽ خاص ڪري پنهنجي عقيدتمندن جي وچ ۾ گشت ڪندو رهندو آهي. پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ مدرسو دارالارشاد مذهبي تعليم ڏيڻ جي لاءِ قائم ڪيو اٿس. مولوي عبيدالله هن اداري جو 1909ع تائين ڪيترائي سال هيڊ مولوي ۽ ناظم رهيو آهي. پير رشيدالله ڪٽر وهابي بيان ڪيو وڃي ٿو ۽ چيو وڃي ٿو ته هن مجاهدن کي هڪ موقعي تي انهن جي هڪ نمائندي جي ذريعي پئسا موڪليا هئا. انگلينڊ جو سفر ڪري چڪو آهي. عبيدالله جو خاص شريڪ ڪار بيان ڪيو وڃي ٿو جنهن کي ان ڪابل وڃڻ ۾ مدد ڏني آهي. مولوي عبدالله (لغاري) سنڌي ۽ فتح محمد، ڪابل مان جيڪي خط آندا هئا، انهن ۾ عبيدالله جي طرف کان هڪ خط پير جهنڊي واري لاءِ به هو، جنهن ۾ پير صاحب کي

[1] سازش ڪيس ۾ نالو رشيدالله آيو آهي، پر صحيح نالو ”رشدالله“ آهي ۽ اهو ئي صاحب العلم آهي.

درخواست ڪئي ويئي هئي تہ هو جهاد جي لاءِ مدد ڪري. ريشمي خط آڻڻ واري شيخ عبدالحق، عبيدالله جي طرف کان هڪ خط هن پير لاءِ بہ آندو هو. جنهن ۾ چيو ويو هو تہ مولوي احمد علي جي ذريعي هڪ هزار رپيا موڪلي، جيڪو حج جي لاءِ وڃڻ وارو هو. جنگ شروع ٿيڻ کان ڇهہ ست سال اڳ ۾ ئي هو مذهبي جنون جو اظهار ڪندو رهندو هو ۽ پنهنجي بيان جي مطابق انگريزي تهذيب ۽ عيسائي مذهب جي برائين جي مذمت ڪندو رهندو هو. جنگ ڇڙي پوڻ کان پوءِ هن آزاديءَ سان گڏ جرمنين جي فتح ۽ جڏهن ترڪي بہ جنگ ۾ شامل ٿي ويو تہ ترڪيءَ جي ڪاميابين جون ڳالهيون شروع ڪري ڏنيون. شايد عبيدالله جي خراب اثر سان هو اظهار خيال ۾ محتاط ٿي ويو آهي. بعد جي تحقيقات مان ظاهر ٿيو تہ پير رشيدالله جو رابطو ديوبند جي سازشين سان بہ هو. چيو وڃي ٿو تہ جهنڊي وارو پير پنهنجي مريدن کان جهاد جي بعيت وٺندو هو."

## شاهہ بخش لاشاري، ڊاڪٽر

حضرت شيخ الهند جي نالي مولانا محمد ميان جي ريشمي خط ۾ ۽ ريشمي خط سازش ڪيس ۾ بہ هن جو نالو اٽڪل ڇهہ دفعا مختلف جاين تي آيو آهي. حيدرآباد سنڌ جو رهڻ وارو هو. ڪجهہ زمين هئس، واچن ناهڻ جو ڪم ڪندو هو. ڪجهہ سلسلو طبابت جو بہ هو ۽ ان ڪري سازش ڪيس ۾ هن کي ڊاڪٽر (طبيب) چيو ويو آهي. حڪيم (قاضي) عبدالعزيز ۽ شيخ عبدالرحيم سنڌي جو مخلص ساٿي ۽ حضرت شيخ الهند جي تحريڪ جو ميمبر ۽ ان جي اعتماد وارو خاص ماڻهو هو. مولانا حسين احمد مدنيءَ ان کي حضرت شيخ الهند جي ساٿين ۾ شمار ڪيو آهي ۽ لکيو آهي تہ هو حيدرآباد سنڌ جو رهاڪو ۽ آزاديءَ جي مشن جو پهريون ميمبر هو. 1915ع تي حضرت شيخ الهند کان اڳ حجاز هليو ويو هو. حضرت شيخ الهند ترڪي جي اڪابرن غالب پاشا ۽ جمال پاشا جون ڪجهہ تحريرون حاصل ڪري، جيڪي برصغير موڪليون هيون، اهي سيد هادي ۽ شاهہ بخش لاشاري جي گڏيل نگراني ۾ هيون. سيپٽمبر 1916ع تي سنڌ واپس آيو ۽ ريشمي رومال تحريڪ جو راز ظاهر ٿي پيو تہ سيني کان اڳ ۾ گرفتار ٿيڻ

وارن ۾ هي شامل هو.

سازش ڪيس جي دعويٰ جي پئراگراف نمبر 45 مان هي بہ معلوم ٿئي ٿو تہ ان جي گرفتاري 12 سيپٽمبر 1916ع تي عمل ۾ آئي هئي. ريشمي رومال سازش ڪيس جي ملزمن مان ان جو تعارف هنن لفظن ۾ ڪرايو ويو آهي:

”جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل آهي. حضرت مولانا (شيخ الهند) جي نالي عبيدالله جي خط ۾ بہ هي نالو آيو آهي. ڊاڪٽر حاجي شاهہ بخش ولد امام بخش لاشاري بلوچ، نوڙهو نئين چاڙهي شهر حيدرآباد سنڌ. هي واچن ٺاهڻ جو مستري ۽ ننڍڙو زميندار آهي. ڪجهہ طب يوناني جو ڪم بہ ڪري ٿو. هي ان ئي جهاز ۾ عرب ويو هو جنهن جهاز ۾ سهارنپور جو مولانا خليل احمد ۽ ان جي پارٽيءَ سيپٽمبر 1915ع تي سفر ڪيو هو ۽ ايس ايس اڪبر نالي جهاز ۾ سيپٽمبر 1916ع تي هندستان واپس آيو هو. مولوي خليل احمد بہ هن ئي جهاز ۾ موٽيو هو. مولوي حبيب الله، حڪيم عبدالقيوم ۽ شيخ عبدالرحيم (جنهن جي نالي وضاحتي ريشمي خط روانو ڪيو ويو هو) رهندڙ حيدرآباد سنڌ جو نهايت مخلص ساٿي آهي. مولانا محمود حسن جي سازش جهاد جو ميمبر هو. حجاز کان هندستان پهچڻ تي هن جلديءَ ۾ حڪيم عبدالقيوم ۽ شيخ عبدالرحيم کي تار موڪلي هئي تہ هن سان حيدرآباد ۾ ملن. هي ٿي سگهي ٿو تہ هو مولانا محمود حسن جا پيغام کڻي آيو هجي. (مولانا) محمود حسن، انور پاشا ۽ غالب پاشا کان عرب ۾ جيڪي ڇهہ فرمان حاصل ڪيا هئا، اهي حاجي شاهہ بخش ۽ سيد هادي حسن جي گڏيل نگرانيءَ ۾ هندستان موڪليا ويا هئا تہ جيئن سيد نورالحسن، رهندڙ رٿيڙي (ضلع مظفر ننگر- يوپي) جي حوالي ڪري سگهجن.“

تحريڪ ريشمي رومال سان وابستگي، شيخ عبدالرحيم سان تعلقات ۽ گرفتاري جي باري ۾ ريشمي تحريڪ سازش جي سلسلي ۾، 21 سيپٽمبر 1916ع جي يادداشت مان بہ روشني پوي ٿي. ان ۾ آيو آهي:

”مقامي عملدارن پنهنجي طور تي ان کان سواءِ ٽن ٻين شخصن کي بہ گرفتار ڪري ورتو آهي، جن جو شيخ عبدالرحيم جي گروهہ سان گهاٽو تعلق آهي. انهن جا نالا هي آهن. مولانا تاج

محمود، پير اسدالله شاهه ۽ حاجي شاهه بخش. انهن مان آخري ذڪر ڪيل هاڻي تازو عرب کان ان ئي جهاز ۾ واپس آيو آهي، جنهن ۾ سهارنپور جو خليل احمد آيو هو. هندستان پهچندي ئي هن شيخ عبدالرحيم کي تار موڪلي ۽ پوءِ ان سان ملاقات ڪرڻ حيدرآباد ويو. هو عبدالرحيم جو پراڻو ساٿي آهي..... شايد هو ان معاملي ۾ ڪافي حد تائين ملوث آهي.“

قاضي محمد اڪبر ان جي صورت ۽ سيرت جي باري ۾ نهايت دلچسپ ڳالهه لکي آهي، لکن ٿا:

”شيخ عبدالرحيم سنڌي ۽ حاجي شاهه بخش جو هڪ ڳالهه تي اڪثر تڪرار رهندو هو. شيخ صاحب جو نظريو هي هو ته جيستائين ممڪن ٿي سگهي گرفتاريءَ کان بچو ته جيئن ڪم ڪري سگهو پوءِ پلي ڇو نه ان جي لاءِ ويس ئي مٽائڻو پوي. پر حاجي صاحب پنهنجي طبيعت ۾ تبديلي جي سخت خلاف هو. حالانڪ شيخ صاحب اڪثر انهن کي چوندو هو ته توهان جو غسل ۽ وضو ئي ڪنهن ڏينهن اسان کي گرفتار ڪرائيندو ۽ ٿيو به ائين. حاجي شاهه بخش لاشاري پنهنجي اعلان ڪيل اسلاميت جي بنياد تي، حيدرآباد ريلوي اسٽيشن تي گرفتار ٿي پيو ۽ شيخ عبدالرحيم جيڪو ڏاڙهي ڪوڙائي سوٽ به پائيندو هو، مسافرن جي رش ۾ غائب ٿي ويو ۽ پوليس ته ڇا پر خفيه پوليس به هن کي ڳولي نه سگهي.“

هن ئي مضمون ۾ قاضي صاحب اڳتي هلي ڪري لکي ٿو:

”منهنجي يادداشت جي مطابق حيدرآباد ريلوي اسٽيشن تي گرفتار ٿيڻ وارو.. حاجي شاهه بخش لاشاري کي ٽي سال پورهئي سان قيد جي سزا ملي هئي.“

پر منهنجو خيال آهي ته هن باب ۾ مولانا حسين احمد مدني جو هي بيان وڌيڪ قابل اعتماد آهي ته جڏهن هو وطن پهتو ته گرفتار ڪيو ويو ۽ ڪجهه ڏينهن ”نظربند رهي ڪري آزاد ٿي ويو“. ڪجهه ڏينهن جي عرصي کي ڪٽي ڪيترو ئي ڊگهو ڪيو وڃي ۽ ڇڪيو وڃي، پر ”ٽن سالن“ جو عرصو نه ٿو ٿي سگهي. شاهه بخش لاشاريءَ 1962ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ وفات ڪئي.

## عبدالرحيم شيخ

سنڌ جي مشهور عامل خاندان جو هڪ ماڻهو هو. حيدرآباد سنڌ جي محلي گاڏي کاتي ۾ رهندو هو. والد جو نالو ڀڳوان داس هو. هندستان جي مشهور سياسي ليڊر ڪي بي اچاريہ ڪرپلاڻي هن جو ننڍو ڀاءُ هو. شيخ عبدالرحيم اسلام جي صداقت کان متاثر ٿي ڪري مسلمان ٿي ويو هو. دين جي تبليغ ۽ اشاعت جو گهڻو جذبو هئس. هن جي ڪوشش کان متاثر ٿي ڪري ڪيترن ئي بااثر هندن اسلام قبول ڪري ورتو. ان جي هن خصوصيت جو تذڪرو بمبئي سي آءِ ڊي بہ هنن لفظن ۾ ڪيو آهي:

”عبدالرحيم حيثيت وارن هندن کي مسلمان ڪرڻ جي ڪوشش جي ڪري ڪافي بدنام آهي.“

قاضي محمد اڪبر، هن جي ڪوشش سان مسلمان ٿيڻ وارن مان سنڌ جا ڪجهہ نهايت مشهور ۽ معزز ماڻهن جا نالا ڳڻايا آهن. شيخ عبدالمجيد، ڊاڪٽر شيخ نورمحمد، جيڪو ڪابل ۾ مولانا جو ساٿي ۽ ماسڪو جي سفر ۾ هن سان گڏ هو. سنڌ جو مشهور صحافي شيخ عبدالله، ايڊيٽر اخبار نو مسلم، شيخ عبدالقدوس نوراني، ڊاڪٽر شيخ شمس الدين، شيخ عبدالعزيز جيڪو قنڌاري جي نسبت سان مشهور ٿيو ۽ شيخ غلام محمد هن ئي مرد مجاهد جي ڪوشش کان متاثر ٿي ڪري مسلمان ٿيا هئا.

شيخ عبدالرحيم ملڪ جي آزاديءَ جي ڪوشش ۾ بہ مڙسيءَ سان حصو ورتو. تحريڪ شيخ الهند جو نهايت سرگرم ۽ خاص ميمبر هو. مولانا حسين احمد مدني جي چوڻ مطابق تہ تحريڪ آزاديءَ جي رستي ۾ ان نهايت عظيم الشان خدمتون سرانجام ڏنيون. ريشمي رومال سازش ڪيس ۾ ان کي ”سازش جو هڪ خاص ميمبر ۽ هندستان، حجاز ۽ ڪابل ۾ موجود سازشين جي وچ ۾ ”رابطي جو ڪم ڪرڻ وارو“ قرار ڏنو آهي.

28 سيپٽمبر 1916ع جي يادداشت ۾ ان جي اهميت جي باري ۾ هيءَ وضاحت ملي ٿي:

”حيدرآباد سنڌ جي شيخ عبدالرحيم جي خبر نہ پئجي سگهي آهي. هن ڪيس ۾ ان جي اهميت ڏينهون ڏينهن واضح ٿيندي وڃي ٿي.“

جنود ربانيہ ۾ ان کي ڪرنل جو عهدو حاصل هو. ريشمي خطن ۾ پهريون

خط هن جي ئي نالي هو. تحريڪ جو راز ظاهر ٿيو ته سيني کان اڳ ۾ جن انقلابين جي گرفتاريءَ جو حڪم جاري ٿيو انهن ۾ پهريون نالو شيخ عبدالرحيم جو هو. پر جيئن ته شاهه بخش لاشاري جي احوال ۾ قاضي محمد اڪبر جي بيان مان ظاهر ٿئي ٿو هو آزاد رهي ڪري گهٽي کان گهٽو ڪم ڪرڻ جو قائل هو تنهن ڪري گرفتاريءَ کان بچڻ جي لاءِ روپوش ٿي ويو. سي آءِ ڊي کي ان جي باري ۾ اهو به معلوم نه ٿي سگهيو ته هو ملڪ جي اندر آهي يا ڪابل هليو ويو.

ريشمي رومال سازش ڪيس جي ملزمن جي فهرست ۾ ان جو ذڪر هنن لفظن ۾ آيو آهي:

”شيخ عبدالرحيم رهندڙ حيدرآباد سنڌ- جنهن کي ريشمي خطن ۾ هن ڏانهن تفصيلي خط موڪليو ويو هو پڳوان داس زميندار جو پٽ آهي. هندو مان مسلمان ٿيو هو ٻين حيثيت وارن هندن کي مسلمان ڪرڻ جي ڪوشش جي ڪري ڪافي بدنام آهي، پيشي جي اعتبار کان درزي آهي. حيدرآباد ۾ حڪيم عبدالحڪيم جي گهر جي ويجهو گاڏي کاتي ۾ رهندو هو. شيخ ابراهيم سنڌي ايم اي، سابق پروفيسر حبيبيه ڪاليج (ڪابل) عبدالمجيد، ايڊيٽر ”الحق“ حيدرآباد ۽ مولوي عبيدالله جو ساٿي آهي. عبيدالله جي سفر ڪابل جو انتظام ڪرڻ ۾ ان جي مدد ڪئي هئائين. سازش جو هڪ خاص ميمبر ۽ هڪ مشهور متعصب آهي، جيڪو هندستان، حجاز ۽ ڪابل ۾ موجود سازشين جي وچ ۾ رابطي جو ڪم ڪندو آهي. جنود ربانيه جي فهرست ۾ ڪرنل آهي. هن جي موجوده رهائش جي خبر نه آهي. ٿي سگهي ٿو ته عبيدالله سان گڏ ڪابل ۾ هجي.“

قاضي محمد اڪبر ان جي حالتن ۾ لکيو آهي:

”شيخ عبدالرحيم سنڌي ويس مٽائي ڪري تحريڪ آزاديءَ ۾ ڪم ڪندو رهيو ۽ تبليغ جو فرض به سرانجام ڏيندو رهيو. اهڙي طرح هو سرهند شريف پهتو جتي هن وفات ڪئي. اتي ئي دفن ٿيل آهي. ان جي مزار اڄ به فڪر وارن جي رت کي گرمائي ڇڏي ٿي. هي پنهنجو پاڻ تحريڪن جو هڪ ميڙ هو.“

## عبدالقيوم حڪيم

ريشمي خط سازش ڪيس ۾ حڪيم عبدالقيوم جو نالو ڇهن جاين تي آيو آهي. پهريون ڊفينس ايڪٽ جي رول نمبر 7، 12 الف جي تحت گرفتاري جي حڪم جي سلسلي ۾، حڪومت بمبئي جي نالي 14 سيپٽمبر 1916ع جي ٽيليگرام ۾، شيخ عبدالرحيم کان پوءِ ٻيو نالو حڪيم عبدالقيوم جو آهي. ٽيليگرام ۾ چيو ويو آهي:

”عبدالحق ٻڌايو آهي تہ هي شخص نهايت اهم آهي، ڇو تہ هو شيخ عبدالرحيم جو ۽ هيٺ ڏنل شخصن جو تمام ويجهو ساٿي آهي. يقيناً عبدالقيوم کان گهڻي قيمتي معلومات حاصل ٿي سگهي ٿي. شايد سنڌ پوليس هن کان اڻ ڄاڻ آهي.“

”هيٺ ڏنل شخصن“ جي سلسلي ۾ عبدالله آف حيدرآباد (سنڌ) ۽ فتح محمد آف حيدرآباد (سنڌ) محمد ميان عرف منصور انصاري جا نالا آيا آهن.

ان کان پوءِ چيو ويو آهي تہ، ”حڪيم عبدالقيوم جو نالو عبدالحق جي لکيل بيان ۾ شامل نہ آهي. عبدالحق جي ٻئي بيان مان ان جو تمام گهڻو ملوث هئڻ ثابت ٿئي ٿو جنهن تي اسان جي شبهي ڪرڻ جو سرسري نظر ۾ ڪو بہ سبب نہ آهي.“

اڳتي هلي چيو ويو آهي تہ ”مون کي اڄ ڪراچي مان پنهنجي اسسٽنٽ جي هڪ تار ملي آهي، جنهن ۾ چيو ويو آهي تہ مقامي عملدار عبدالقيوم کان چڱيءَ طرح واقف آهن.“ هي ٽيليگرام ۽ رپورٽون سي آر ڪليو لينڊ جون مرتب ٿيل آهن. هن پنهنجي رپورٽ ۾ چوٿين جاءِ تي لکيو آهي تہ ”عبدالقيوم جو ڏس پوليس وڏي آسانيءَ سان حاصل ڪري ورتو هو حيدرآباد جو ميونسپل ڪمشنر ۽ شيخ عبدالرحيم جو ساٿي آهي. هن کي گرفتار ڪري ضمانت تي آزاد ڪيو ويو.“

هن رپورٽ جي تاريخ 21 سيپٽمبر 1916ع آهي. هن مان معلوم ٿو ٿئي تہ 14 کان 21 سيپٽمبر جي وچ واري هفتي ۾ ان جي گرفتاري ۽ آزادي عمل ۾ آئي هئي.

حڪيم عبدالقيوم سنڌ جي مشهور سماجي رهنما حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جو ننڍو ڀاءُ ۽ قاضي محمد اڪبر جو والد هو. قاضي صاحب جي ريشمي رومال تحريڪ سان ويجهو لاڳاپو ۽ ان جي قربانيءَ جو تفصيل سان

ذڪر ڪيو آهي. لکي ٿو:

”تحريڪ ريشمي رومال سان لاڳاپيل مسلمان وڏي خاموشي ۽ رازداريءَ سان هي خطرناڪ مهم هلائي رهيا آهن. 1916ع جي هڪ صبح جو مون کي ان جي چاڻ ان وقت ٿي، جڏهن مسلح پوليس گاڏي ڪاتي حيدرآباد سنڌ ۾ واقع اسان جي گهر جو گهيرو ڪيو. معمول جي مطابق اسڪول وڃڻ جي لاءِ مان گهر مان نڪرڻ چاهيان پيو ته دروازي تي مقرر ٿيل هڪ مسلح سپاهيءَ ٻڌايو ته ڪو به شخص ٻاهر نٿو وڃي سگهي. ٿوري دير کان پوءِ هڪ انگريز جيڪو ضلع حيدرآباد جو ڪليڪٽر هو، اسان جي گهر جي تلاشي وٺڻ آيو. ان موقعي تي انگريز ڪليڪٽر روايتي شرافت جو مظاهرو ڪندي عورتن جي تلاشي وٺڻ جي لاءِ عورتون گهرايون جيڪي يورپين هيون.... اسان جي گهر جي چوڌاري پوليس جي وڏي اتالي جي موجودگيءَ محلي ۾ (گهٻراهٽ) پکيڙي ڇڏي ۽ بيشمار هندو مسلمان گڏ ٿيڻ لڳا. ٻن ڪلاڪن تائين گهر ۽ گهروارن جي تلاشي وٺڻ کان پوءِ انگريز ڪليڪٽر منهنجي والد قاضي عبدالقيوم کي پاڻ سان گڏ وٺي ويو. بعد ۾ خبر پيئي ته ان کي ڪراچي ۾ ڪلفٽن جي ويجهو هڪ ڪوٺيءَ ۾ نظربند ڪيو ويو. ان سان گڏ منهنجي وڏي چاچي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي کي ڪراچي ۾ گرفتار ڪري، اتي ئي قيد ڪيو ويو. هي تلاشيون ۽ گرفتاريون ساڳئي وقت ڪيترين ئي جاين تي ٿي رهيون هيون. جيئن ته بعد ۾ خبر پيئي ته ان ئي ڏينهن حيدرآباد سنڌ ۾ رئيس غلام محمد ڀرڳڙي جي بنگلي جي تلاشي ورتي ويئي ۽ ڀرڳڙي صاحب کي سندس ئي ڪوٺيءَ ۾ نظربند رکڻ جي حڪمن تي عمل ٿيو.“

ان کان پوءِ قاضي محمد اڪبر لکي ٿو:

”هي سيئي گرفتار ٿيل هڪ سال کان پوءِ ان ڪري آزاد ڪيا ويا جو انهن جي خلاف ڪو به ثبوت نه پري، انهن جي باغيانه سرگرمين جو هڪ به شاهد نه ملي سگهيو.“

هن بيان جو پهريون جملو (يعني سال کان پوءِ آزادي) گهٽ ۾ گهٽ حڪيم عبدالقيوم ۽ ان جي ڀاءُ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي بابت نظرثانيءَ

جوڳو آهي، ڇو ته حڪيم فتح محمد جو ذڪر فتح محمد آف رڪ جي سلسلي ۾ ان طرح آيو آهي ته، انهن کي ان جي شبهي ۾ گرفتار ڪيو ويو هو ۽ 21 سيپٽمبر کان اڳ ئي آزاد ڪيو ويو هو. 21 سيپٽمبر جي يادداشت جي متعلق لفظ هي آهن:

> ”فتح محمد جي خبر نه پئجي سگهي. ان جي ڳولا جاري آهي، هن نالي جو هڪ شڪ وارو ماڻهو گرفتار ڪيو ويو هو. پر ان کي بعد ۾ آزاد ڪيو ويو. ان تي شبهو ان ڪري هو ته هو عبدالقيوم جو ياءُ آهي.“

اهڙيءَ طرح ريشمي خط سازش جي رپورٽ مان صاف معلوم ٿئي ٿو ته بئي ڀائر 14 ۽ 21 سيپٽمبر 1916ع جي وچ وارن ڏينهن ۾ گرفتار ٿيا ۽ ضمانت تي انهن کي آزادي به ملي ويئي هئي. هن بيان جي ٻئي حصي مان به اهڙي ڳالهه جو اشارو ملي ٿو. بهرحال ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته تحريڪ ريشمي رومال جي شخصيتن، شيخ عبدالرحيم ۽ حاجي شاهه بخش لاشاريءَ سان ان جو تعلق هو. پوليس جا اطلاع بلڪل صحيح هئا. پر عبدالقيوم مرحوم جي احتياط پوليس جي لاءِ پنهنجي خلاف ڪو به ثبوت نه ڇڏيو ان ڪري پوليس ان کي آزاد ڪرڻ تي مجبور ٿي پيئي.

ريشمي رومال تحريڪ کان پوءِ خلافت ترڪ موالات ۽ هجرت جي تحريڪن ۾ به حڪيم عبدالقيوم حصو ورتو. پر مرحوم پنهنجي طبعي عمر کي پهچڻ کان اڳ 1931ع جي لڳ ڀڳ 42 ورهين جي عمر ۾ پنهنجي مالڪ حقيقي سان وڃي مليو.“

## عبدالله لغاري

سنڌ جو مشهور عالم دين هو. 1288هه ۾ ڳوٺ داد لغاري، تعلقو ميرپور ماٿيلو، ضلع سکر ۾ ڄائو هو. هن جي والد جو نالو نهال خان پٽ محمد خان پٽ رستم خان پٽ فتح محمد خان لغاري هو. شروعاتي تعليم پنهنجي هڪ عزيز مولوي محمد امين لغاري کان ورتائين، پوءِ ڳوٺ پنهواري ۾ ڪجهه ڪتاب پڙهيائين. بعد ۾ نوشهروفيروز، نارو شاهه ۽ ڪيترن ئي جاين تي علم حاصل ڪرڻ جي لاءِ سفر ڪيائين. 1316هه ۾ امروٽ شريف ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ سان هن جي پهرين ملاقات ٿي، جيڪا ملڪ جي انقلابي سياست ۾ ان جي شموليت جو سبب بڻي. مولانا سنڌيءَ پريس قائم ڪئي، جتان رسالو

هدايت الاخوان جاري ڪيو ۽ انقلابي خيالن جي اشاعت شروع ڪئي ته مولوي عبدالله ان جو مددگار ۽ پريس جو مئنيجر هو. ان کان پوءِ جڏهن مدرسو دارالارشاد ڳوٺ پيرجهنڊو جاري ٿيو ته مولوي عبدالله فارسيءَ جو استاد مقرر ٿيو ۽ ان سان گڏ مدرسي جو نائب مهتمم به هو ۽ جڏهن حضرت شيخ الهند مولانا سنڌيءَ کي ديوبند گهرايو ۽ اتي جمعيت الانصار جي قائم ڪرڻ ۽ سياسي ڪم ڪرڻ جي هدايت فرمائي ته، ان سفر ۾ مولانا سنڌيءَ سان گڏ ڪراچيءَ جو مولانا محمد صادق ۽ مولوي عبدالله ڳوٺ پيير جهنڊي واپس اچي مدرسو دارالارشاد هلائيندو رهيو هو. پر 1915ع ۾ جڏهن مولانا سنڌيءَ ڪابل جو سفر ڪيو ته، مولوي عبدالله ان سان گڏ هو. ريشمي رومال سازش ڪيس جي لکت جي مطابق، هو فيبروري 1916ع تي ”ڪجهه خاص سازشين“ جا خط کڻي هندستان آيو. اصل ۾ هي خط مولانا عبيدالله سنڌيءَ ۽ راجه مهندر پرتاب جا هئا. مولانا سنڌيءَ جا خط مولانا محمد علي، ڊاڪٽر مختار احمد انصاري ۽ حڪيم محمد اجمل خان جي نالي، جڏهن ته راجه صاحب جا خط ان جي ڪن عزيزن جي نالي هئا. هيءَ ذميواري ان نهايت سٺي نموني پوري ڪئي هئي، پر ريشمي خط سازش ڪيس جي مطابق هو اجا ڪابل واپس نه ويو هو ته سيپٽمبر 1916ع تي ان کي گرفتار ڪيو ويو ۽ ان کي پنهنجي ڳوٺ ۾ نظربند ڪيو ويو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان مولوي عبدالله لغاري تي، ان جي زندگيءَ ۾ ئي هڪ نهايت مفيد ۽ معلوماتي مضمون لکيو هو. ان ۾ هن مرحوم جي شخصيت، فڪر، سيرت ۽ خدمتن جي سيني پهلوئن تي نهايت گهڻي تفصيل سان روشني وڌي آهي. ڊاڪٽر ان جي باري ۾ هي بلڪل صحيح لکيو آهي ته هو بلاشڪ مولانا سنڌي جو هڪ مخلص عقيدتمند ۽ سجاڳ خيال ساٿي آهي.

جنود ربانيه جي فهرست ۾ ان جو عهدو ڪرنل جو هو.

ڪجهه سالن کان پوءِ جڏهن مولانا سنڌي حجاز پهچي ويو ۽ مڪي شريف ۾ رهيل هو ته، مولوي عبدالله لغاري حجاز ڏانهن ويو ۽ ڪجهه وقت تائين مولانا سنڌي مرحوم کان فائدو حاصل ڪيو. جڏهن مولانا 1939ع ۾ پنهنجي پياري وطن سنڌ آيو ته مولوي عبدالله انهن ماڻهن مان هو، جن مولانا جي صحبت ۾ سيني کان وڌيڪ وقت گذاريو. ان جي هڪ عظيم الشان خدمت هيءَ آهي ته ان مولانا سنڌيءَ جي سياسي ڊائري ۽ ان جي فڪر،

تعليم، تربيت ۽ تفسير ڪي اردو زبان ۾ مرتب ڪيو آهي. عمر پاري جو اردو ترجمو ڇپجي بہ ويو آهي. آخري عمر ۾ ان کي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ شامل ڪيو ويو هو تہ جيئن هو پنهنجي فڪر ۽ مطالعي سان شاگردن جي بهترين ذهني ۽ فڪري تربيت ڪري سگهي.

ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ڪيترين ئي جاين تي ان جو ذڪر آيو آهي. 14 سيپٽمبر جي يادداشت ۾ گرفتاري جي حڪم جي سلسلي ۾ شيخ عبدالرحيم ۽ حڪيم عبدالقيوم کان پوءِ ٽيون نالو مولوي عبدالله جو آهي. لکيو آهي تہ هي شخص عبيدالله جو خادم آهي. ٽي مهينا گذريا هي شخص ڪابل مان خاص ڪاغذ کڻي شيخ عبدالرحيم ڏانهن موڪليو ويو هو. عبدالله حيدرآباد يا پنجاب ۾ هوندو هو پر هو جتي بہ ملي ان کي گرفتار ڪرڻ گهرجي. ان کان پوءِ سي آر ڪليو لينڊ جي ٻئي يادداشت تاريخ 21 سيپٽمبر 1916ع تي آيو آهي تہ عبدالله جيڪو عبيدالله جو ملازم آهي، پنجاب پوليس ان کي بهاولپور اسٽيٽ ۾ گرفتار ڪري ورتو آهي. ان کان پوءِ 28 سيپٽمبر جي يادداشت ۾ ان جي باري ۾ هي وضاحت ملي ٿي تہ عبدالله، جنهن کي گذريل خطن ۾ عبيدالله جو ملازم ظاهر ڪيو ويو آهي، تعليم يافتہ ماڻهو نڪتو. هن کي خاص ڪري مولوي عبدالله چيو وڃي ٿو. ان کان پوءِ پنجاب سي آءِ ڊي جو ان جي باري ۾ هيءَ راءِ آهي تہ عبدالله جو بيان اسان کي گهڻو اڳتي نٿو وٺي وڃي. پر هن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ سازش گهٽي ڪمزور ۽ نرم آهي ۽ بلڪل شروعات ۾ ئي ان جو راز ظاهر ٿي پيو آهي. جيڪي خط پڪڙيا ويا آهن ان کان سواءِ بہ ڪجھ خط هندستان ۾ شورش پسندن ڏانهن موڪليا ويا آهن، جن ۾ انهن ماڻهن کي ڪابل وڃڻ جو چيو ويو آهي، سازش اڃان ان حد تائين پهتي آهي. ان کان پوءِ دعويٰ جي دفعي نمبر 59 ۾ هنن لفظن ۾ ذڪر آيو آهي:

> ”فيبروري 1916ع تي مولوي عبدالله ۽ فتح محمد سنڌي کي عبيدالله ۽ مهندر پرتاب پئسا، خط ۽ پيغام ڏئي هندستان روانو ڪيو. جيڪي شيخ عبدالرحيم سنڌي ۽ احمد علي دهلوي جي ذريعي پهچائڻا هئا.“

هتي احمد علي دهلوي مان مراد مولانا احمد لاهوري آهي، جيڪو انهن ڏينهن ۾ دهلي ۾ رهندو هو ۽ مدرسي نظارة المعارف القرآنيہ ۾ مولانا عبيدالله سنڌي جو قائم مقام هو.

## عبدالله هارون حاجي

هن جي ذات ڪنهن تعارف جي محتاج نہ آهي. تحريڪ ريشمي رومال سان ان جو تعلق ثابت نہ آهي. پر سفر ڪابل جي سلسلي ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي مالي مدد ڪرڻ وارن ۾ ان جو نالو سرفهرست هو ۽ ان ئي حيثيت سان ۽ ٻين قومي خاصيتن جي بنياد تي ريشمي خط سازش ڪيس ۾ ان جو نالو آيو آهي. ان بابت جنهن شديد سامراجي خيالن جو اظهار ڪيو ويو آهي، اهو ان جي حيثيت ۽ عظمت لاءِ ڪافي آهي. ان ڪري هتي فقط هن ئي بيان تي اڪتفا ڪيو وڃي ٿو. ذڪر ڪيل ڪيس ۾ ان بابت هي نوٽ آهي:

”اهوئي حاجي عبدالله هارون آهي، ڪڇي ميمڻ آهي. ڪنڊ جو خوشحال واپاري ۽ ڪراچيءَ جو آنريري مئجسٽريٽ آهي. وڏو ڪٽر وهابي ۽ اسلامي اتحاد جو نهايت خطرناڪ پرچارڪ آهي. جنگ طرابلس دوران 12 - 1911ع تي عبدالله هارون انجمن هلال احمر (شاخ سنڌ) جو سيڪريٽري ۽ خزانچي هو ۽ ترڪن جي لاءِ پئسا گڏ ڪندو هو. آگسٽ 1913ع ۾ جڏهن ريلوي انجنيئر، ريلوي پوليس لائنز ۾ غصب ٿيل زمين تي تعمير ٿيل نماز پڙهڻ جي چبوتري کي هٽائڻ چاهيو تہ صدر انجمن ضياءُالاسلام جي حيثيت سان ان بہ اهڙو ئي هنگامو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جهڙو ڪانپور ۾ مسجد جي سلسلي ۾ ٿي چڪو آهي. هن جنگ بلقان جي موقعي تي ترڪن جي مدد جي لاءِ چندو بہ گڏ ڪيو. ڪراچي ۾ جيڪا سئنيما تحريڪ هلي، خيال آهي تہ ان جي تهہ ۾ بہ هيءُ ئي شخص هو جنهن ڪري اتر هند ۾ 1914ع تي ڪجهہ بيچيني پکڙجي وئي. اهو مولوي محمد صادق آف کڏو ڪراچي، ابوالڪلام آزاد ۽ اسلامي اتحاد جي ٻين انتهاپسند ڪٽر حامين جو ساٿي آهي.

مولوي احمد علي (لاهوري) جي بيان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ عبدالله هارون ابوالڪلام آزاد جي برطانيہ دشمن اسڪيمن ۾ مالي امداد ڪري رهيو آهي ۽ جهاد جي سرحدپار پروپئگنڊا ۾ ان جو ويجهو ساٿي آهي.“

[سيٺ حاجي عبدالله هارون بعد ۾ مولانا محمد صادق جي ساٿ کان الڳ ٿي مسلم ليگ ۾ وڃي شامل ٿيو. کڏي واري مدرسي کي نقصان پهچائڻ

جي ڪوشش بہ ڪيائين. مولانا محمد صادق مدرسي جي هڪ روئداد ۾ ان تي تفصيلي روشني وڌي آهي. (مترجم تفصيل لاءِ ڏسو روئداد مدرسہ مظهرالعلوم بابت سال... (؟؟)]

## عبيدالله سنڌيءَ مولانا

مولانا سنڌي هن تحريڪ جو مرڪزي شخص هو. جيئن تہ هن تحريڪ جو سڄو منصوبو مولانا سنڌيءَ تيار ڪيو هو, ان ڪري سازش ڪيس ۾ ان کي ئي هن تحريڪ جو ذميوار قرار ڏئي, مدعا عليہ (اهو شخص جنهن تي دعويٰ ڪئي وڃي) قرار ڏنو آهي. جيئن تہ هن مضمون ۾ سڌيءَ توڙي اڻ سڌيءَ طرح ان جو ئي ذڪر ٿيندو رهيو آهي, ان ڪري هتي فقط اهو نوٽ شامل ڪرڻ تي اڪتفا ڪئي پئي وڃي جيڪو ان جي باري ۾ ڪيس ۾ ملوث شخصيتن جي پنيان آيو آهي. نوٽ هي آهي:

”ان ريشمي خطن تي صحيحون ڪيون آهن, پهريان سک هو. ان جو اصلي نالو بوٽا سنگهہ آهي. چيانوالي ضلع سيالڪوٽ جو رهڻ وارو آهي. شروعاتي عمر ۾ اسلام قبول ڪري ورتو هئائين. شروعاتي تعليم سنڌ ۾ ورتائين, پوءِ مدرسي ديوبند ۾ داخل ٿيو. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ هن ٻارنهن سال سنڌ ۾ گذاريا, جتي پير جهنڊو ۽ نوابشاهہ ۾ مدرسا قائم ڪيائين. جنگ بلقان ۾ وڏي پئماني تي هلال احمر فنڊ جي لاءِ پئسا گڏ ڪيائين ۽ غير ملڪي مال جي بائيڪاٽ جي تبليغ ڪري اهميت ۽ شهريت حاصل ڪري ورتائين. بعد ۾ هو دهلي ۾ رهڻ لڳو, جتي هن نظارة المعارف القرآنيہ قائم ڪيو, جنهن جو هو هاڻي بہ ناظم آهي. هو مولانا ابوالڪلام آزاد, قاضي ضياءُالدين, مولوي احمد چڪوالي, حسرت موهاني, محمد علي آف ڪامريڊ, شوڪت علي, مولوي عبدالرحيم عرف مولوي بشير, مولوي غلام محمد, عبدالقادر رهندڙ دينپور رياست بهاولپور) شيخ عبدالرحيم رهندڙ حيدرآباد سنڌ وغيره جو ساٿي آهي.

فيبروري 1915ع تي جڏهن لاهور جا جهادي شاگرد ڀڄي وڃي هندستان متعصبن وٽ پهتا تہ هو لاهور ۾ موجود هو. مولانا محمود حسن جو پڪو مريد آهي. ان حضرت مولانا تي اثر وڌو ۽

اخرڪار ان کي اسلامي اتحاد جو ايترو تہ زبردست مبلغ بڻائي
ڇڏيو جو هو ديوبند جي خفيہ مشورن ۾ شريڪ ٿيندو هو. قصور
جي مولوي محمد علي بي اي ۽ مولوي ابراهيم سنڌي ايم اي،
جيڪي حبيبيہ ڪاليج ڪابل ۾ عبيدالله جي سازش سان
پروفيسر مقرر ڪيا ويا هئا، حقيقت ۾ اتي انقلابي ڪم ڪرڻ
جي لاءِ موڪليا ويا هئا. جولاءِ 1915ع ۾ ڪوئٽا ۽ قنڌار افغانستان
جي لاءِ روانو ٿي ويو. مولوي عبدالله سنڌي، فتح محمد، احمد علي
جي ڀاءُ محمد علي کي پاڻ سان گڏ وٺي ويو. آڪٽوبر 1915ع تي
ڪابل پهتو. پرنس عنايت الله خان، سردار نصرالله خان ۽ امير سان
ملاقاتون ڪيون. حاجي عبدالرزاق سان ويجها تعلقات قائم ڪيا
جيڪو نائب السلطنت جو مددگار هو. محمود طرزي، ايڊيٽر سراج
الاخبار ۽ نادر خان سان، جيڪو امير جي فوج جو ڪمانڊر
انچيف بہ هو تعلق پيدا ڪيائين. سول اسپتال ڪابل ۾ جرمن
مشن جي ميمبرن سان خفيہ ملاقاتون ڪيائين. عبيدالله ۽ مولوي
عبدالرحيم مشن جي جرمن ۽ آسٽرين ميمبرن کي آزاد علائقي
جي ڪجھہ حصن جو دورو ڪرايو. هو جهاد جو جهنڊو بلند
ڪرڻ جي لاءِ سڄي افغانستان کي ڀڙڪائي برطانيہ جي خلاف
جنگ ڪرائڻ جي ارادي سان هندستان مان ويو هو. فيبروري
1916ع تي هن عبدالله سنڌي ۽ فتح محمد کي ڪابل مان جهاد
جي فتويٰ ۽ خط ڏئي ڪري پنهنجي خاص خاص ساٿين ڏانهن
هندستان روانو ڪيو. جولاءِ 1916ع تي هن شيخ عبدالحق جي
هٿان حيدرآباد جي شيخ عبدالرحيم ڏانهن ريشمي خط روانا
ڪيا. انهن خطن جي خبر پئجي ويئي ۽ اهي حڪومت جي
قبضي ۾ اچي ويا. جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ڪابل ۾ قائم مقام
سالار آهي."

## فتح محمد سنڌي

فتح محمد ڳوٺ رڪ ضلعي لاڙڪاڻي جو رهڻ وارو هڪ نئون مسلم
نوجوان هو. مولانا غلام محمد دينپوري جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو هئائين.
1915ع تي مولانا سنڌيءَ سان گڏ ڪابل ويو ۽ فيبروري 1916ع تي مولانا

عبدالله لغاري سان واپس آيو. پوليس ان جي گرفتاريءَ جي ڪوشش ڪئي، پر هو ان کي گرفتار ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيا. ريشمي خط سازش ڪيس ۾ فتح محمد جو نالو پنجن جاين تي آيو آهي. پهريون دفعو گرفتاري جي حڪم ۾ چوٿين نمبر تي ذڪر آهي ۽ فقط ايترو لکيو آهي: ”فتح محمد آف حيدرآباد- هي شخص ڪابل مان عبدالله سان گڏ ذڪر ڪيل مقصد جي لاءِ آيو هو.“ ٻيو دفعو 21 سيپٽمبر 1916ع جي يادداشت ۾ هي آيو آهي تہ فتح محمد جي خبر نہ پئجي سگهي. ان جي ڳولا جاري آهي، ان لاءِ جو هڪ شڪي شخص گرفتار ڪيو ويو هو. پر ان کي بعد ۾ آزاد ڪيو ويو. ان تي شبهو ان ڪري هو جو هو عبدالقيوم جو پياءُ آهي.

حڪيم عبدالقيوم جو پياءُ، جنهن کي فتح محمد سنڌي جي شبهي ۾ گرفتار ڪيو ويو هو حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي نالي سان مشهور آهي. مٿي ذڪر ڪيل بيان مان ثابت ٿئي ٿو تہ ان کي فتح محمد جي شبهي ۾ 14 سيپٽمبر کان پوءِ گرفتار ڪيو ويو هو ۽ 21 سيپٽمبر کان اڳ آزاد ڪيو ويو.

ان کان پوءِ دعويٰ ۾ مدعا عليهم جي فهرست ۾ نمبر 22 تي فتح محمد سنڌي آف رڪ سنڌ (پڳل آهي) ۽ پئرا نمبر 59 جي هيٺان هنن لفظن ۾ ذڪر آيو آهي:

> ”فيبروري 1916ع تي مولوي عبدالله ۽ فتح محمد سنڌي کي عبيدالله ۽ مهندر پرتاب پئسا، خط ۽ پيغام ڏئي هندستان روانو ڪيو جيڪي شيخ عبدالرحيم سنڌي ۽ احمد علي دهلوي جي ذريعي پهچائڻا هئا.“

ريشمي خط سازش ڪيس جي آخر ۾ ڪيس ۾ ذڪر ڪيل شخصيتن جي جيڪا ڊائريڪٽري ڏني ويئي آهي، ان ۾ فتح محمد جي باري ۾ سڀ معلومات کي گڏ ڪيو ويو. اهو مڪمل نوٽ هن طرح آهي:

> ”فتح محمد سنڌي سابق هندو، جنهن کي دينپور رياست بهاولپور جي مولوي غلام محمد ان وقت مسلمان ڪيو جڏهن هو ڇوڪرو هو. مذهب مٽائڻ کان پوءِ رهڻ جي لاءِ هو امروٽ ضلع سکر هليو ويو، جتي ڇهہ سال گذاريائين. شڪارپور ۽ سکر ۾ بيڪري جا دڪان اٿس. ڳئن جي کلن جو بہ واپار ڪندو آهي. جولاءِ 1915ع ۾ هو مولوي عبيدالله سان گڏ ڪابل ويو ۽ مارچ 1916ع تي عبيدالله، برڪت الله وغيره جا خفيہ خط هن ملڪ جي

ڪن سازشين جي نالي وٺي واپس آيو. سيپٽمبر 1916ع تي ان جي گرفتاريءَ جو وارنٽ جاري ڪيو ويو. پر هو ڀڄي ويو ۽ هاڻي ان جي معلومات نہ آهي.“

## محمد ابراهيم سنڌي، شيخ

ڪراچي جي مشهور عالم دين مولانا محمد صادق کڏو ڪراچي واري جو پاٽجو هو. هن بمبئي يونيورسٽي مان ايڪانامڪس ۾ ايم اي ڪئي هئي. مولانا عبيدالله سنڌي، مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ شيخ الهند جي مشوري سان ان کي ۽ مولوي محمد علي قصوري کي حبيبيہ ڪاليج ڪابل ۾ استاد مقرر ڪرايو ويو هو تہ جيئن هو برصغير ۾ انگريزن جي خلاف انقلاب برپا ڪرڻ ۽ جهاد جي لاءِ زمين هموار ڪن. هن ڳالهہ جي تصديق ريشمي رومال سازش ڪيس جي رپورٽ مان بہ ٿئي ٿي. ريشمي رومال سازش ڪيس ۾ ڪيترين ئي جاين تي اشارتاً ۽ مستقل ان جو ذڪر آيو آهي. پر ان کي مولانا محمد صادق محلو کڏو ڪراچي واري جو ڀائيٽيو ۽ عبدالله جو پٽ بيان ڪيو ويو. ان بيان جو هڪ حصو ئي صحيح ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن هو مولانا محمد صادق جو ڀائيٽو آهي تہ عبدالله جو پٽ نٿو ٿي سگهي، ڇو جو عبدالله مولانا محمد صادق جي والد جو نالو آهي ۽ جيڪڏهن عبدالله جو پٽ آهي تہ مولانا موصوف جو ڀاءُ ٿيو، نہ ڪو ڀائٽيو. حبيبيہ ڪاليج ۾ پروفيسر هو. تحريڪ ريشمي رومال سان ان جو گهڻو ويجهو تعلق هو. هو ڪابل ۾ مولانا سنڌي جو نهايت اعتماد وارو مشير هو. جنودربانيہ ۾ ان کي ميجر جنرل جو عهدو مليل هو. ريشي سازش ڪيس ۾ ان جو هنن لفظن ۾ تعارف ڪرايو ويو آهي:

”1۔ شيخ ابراهيم آف سنڌ، محمد صادق جو ڀائٽيو آهي، جيڪو کڏي ڪراچي جو مشهور متعصب مولوي (هاڻي نظربند آهي) ۽ عبيدالله جو دوست آهي، شيخ محمد ابراهيم ايم اي پوني ۾ تعليم ورتي آهي.

2۔ فيبروري 1915ع تي ان کي حبيبيہ ڪاليج ڪابل ۾ پروفيسر جي جاءِ ملي ويئي، جتي هو برطانيہ جو ڪٽر مخالف ٿي ويو.

3۔ هو ڪابل جو هڪ انقلابي آهي. مولوي عبيدالله، محمد علي بي اي قصوري، راجہ مهندر پرتاب، برڪت الله وغيره سان گڏ سازشون ڪرڻ ۽ منصوبن ٺاهڻ ۾ هن وڏو نمايان حصو ورتو آهي. چيو وڃي ٿو تہ شيخ ابراهيم ۽ محمد علي قصوري کي مولوي عبيدالله خاص طور تي ڪابل

موڪليو هو تہ جيئن هو اتي جهاد جي لاءِ زمين هموار ڪري سگهن. جون 1916ع تي ان کي محمد علي سان گڏ حبيبيہ ڪاليج مان هٽايو ويو. 10 جولاءِ 1916ع تي آزاد علائقن ڏانهن روانو ٿي ويو. جتي هو شايد هن وقت بہ سرحدپار جي ملن، قبائلين وغيره کي جهاد لاءِ پڙڪائڻ ۾ مشغول آهي. چيو ويجي ٿو تہ 1916ع ۾ هن عرب رستي جرمني وڃڻ جي خواهش ظاهر ڪئي هئي، جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ميجر جنرل آهي.“

ڪاليج مان هٽائڻ کان پوءِ هو مولوي محمد علي قصوري سان گڏ ياغستان هليو ويو هو. ڪجهہ عرصو حاجي صاحب ترنگ زئي سان گڏ گذاريائين، پوءِ روس جي انقلاب کان پوءِ 1917ع تي قطنن ۽ بدخشان جي رستي روس وڃڻ جو فيصلو ڪيو هو. هڪ مهاجر فضل محمود بہ ان سان گڏ هو. ان بيان ڪيو آهي تہ هو رستي ۾ ٽائيفائيڊ جو شڪار ٿي ڪري وفات ڪري ويو. ان جي وفات تي هي شبهو بہ ڪيو ويو آهي تہ ان کي رستي ۾ انگريزن جي ماڻهن ماري وڌو.

## محمد حسن

حيدرآباد سنڌ جو هڪ درزي، جنهن جو نالو تحريڪ ريشمي رومال سان هڪ ٿورڙي تعلق جي ڪري تاريخ ۾ هميشہ لاءِ زنده ٿي ويو. ان جو تعلق تحريڪ سان فقط ايترو معلوم ٿو ٿئي تہ شيخ عبدالرحيم جو اعتماد وارو هو ۽ ان کي هن دينپور موڪليو هو، تہ جيئن هو عبدالحق جي ذريعي مولانا سنڌي جا ڪابل مان موڪليل خط ڪڻي اچي. ريشمي سازش ڪيس ۾ فقط هڪ جاءِ تي ان جو نالو آيو آهي. ان بابت نوٽ هي آهي:

> ”ريشمي خط روانا ڪيا ويا آهن. صدر بازار جي ويجهو ڪاچوالا هود گهٽيءَ ۾ رهي ٿو. شيخ عبدالرحيم هن کي دينپور رياست بهاولپور موڪليو هو تہ جيئن هو ريشمي خط ڪڻي اچي، جيڪي شيخ عبدالحق (جي ذريعي مولانا عبيدالله سنڌي) ڪابل مان روانا ڪيا هئا. پر هو انهن کي حاصل ڪري نہ سگهيو ڇو تہ اهي خط خانبهادر رب نواز خان جي حوالي ڪيا ويا هئا.“

## محمد صادق مولانا

سنڌ جو مشهور ديني ۽ سياسي رهنما ۽ مولانا محمد صادق، مولانا

عبدالله پٽ شيخ عبدالڪريم جو پٽ هو. 15 مارچ 1874ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو هو. شروعاتي تعليم پنهنجي والد کان ۽ ان جي قائم ڪيل مدرسي مظهرالعلوم محلي کڏي ڪراچي ۾ ٻين استادن کان حاصل ڪيائين. علمن جي تڪميل ۽ فراغت جي سند لاءِ دارالعلوم ديوبند ڏانهن ويو. حضرت شيخ الهند مولانا محمود حسن ديوبندي جو پيارو شاگرد ۽ ان جي تحريڪ جو سنڌ ۾ اهم ميمبر هو. حضرت شيخ الهند جڏهن مولانا سنڌيءَ کي ديوبند سڏائي جمعيت الانصار جي قائم ڪرڻ ۽ اتي رهي ڪري سياسي ڪم ڪرڻ جو مشورو ڏنو هو تہ ان سان گڏ ئي مولانا محمد صادق کي بہ ياد فرمايو هو تہ جيڪڏهن مشوري کان پوءِ مولانا سنڌيءَ جو سنڌ ۾ رهڻ ضروري سمجهيو وڃي تہ مولانا محمد صادق کي ديوبند ۾ رهي ڪري ڪم ڪرڻ جو مشورو ڏنو وڃي. پر مولانا سنڌي جي ديوبند ۾ رهڻ جي فيصلي کان پوءِ مولانا محمد صادق کي ڪراچي ۾ رهي ڪري سنڌ ۾ تحريڪ جو ڪم ڪرڻ جو مشورو ڏنو ويو. ان جو مدرسو مظهرالعلوم حضرت شيخ الهند جي سياسي ۽ ديني اصلاحي تحريڪ جو خاص مرڪز هو. هو جمعيت علماءِ هند جي شاخ سنڌ جو صدر بہ هو. ريشمي خط، خلافت، ترڪ موالات (عدم تعاون)، هجرت ۽ آزادي جي تحريڪن کي سنڌ ۾ زور وٺائڻ ۾ هن جو ۽ هن جي دوستن مان حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مولانا دين محمد وفائي وغيره جو خاص حصو آهي. هندستان پاڪستان جي سڀني اڪابر عالمن ۽ انقلابين سان هن جا نهايت ويجها تعلقات هئا.

مولانا حسين احمد مدني ان بابت لکيو آهي تہ مولانا صاحب محلي کڏي ڪراچيءَ جو رهاڪو آهي. مٿيان درسي ڪتاب خاص ڪري دورو حديث حضرت شيخ الهند کان پڙهيو. ان ۾ ۽ مولانا عبيدالله صاحب ۾ نهايت گهرا لاڳاپا سدائين رهيا. آزاديءَ جي مشن ۾ سدائين سرگرميءَ سان شريڪ رهيو. عالمي جنگ جي ڏينهن ۾ جڏهن انگريزن عراق تي حملو ڪيو تہ هن ۽ هن جي ساٿين لس ٻيلي وغيره جي بلوچستاني قبائلين کان بغاوت ڪرائي ڇڏي. ان جي ڪري اها فوج، اسلحو ۽ رسد جي مدد، جيڪا ڪراچيءَ مان ٿي ڪري هر هفتي عراق پهچي رهي هئي ۽ جنهن ڪري عراق ۾ انگريزي فوجن جي پيش قدمي برابر جاري هئي، بيهي ويئي. هتي جيئن تہ لس ٻيلي جي بغاوت هيٺ ڪرڻ ۾ ڪيترائي هفتا لڳي ويا ۽ رسد جو سلسلو ڪٽيل رهيو ان ڪري ڪوت العماره ۾ ٽاؤنشيڊ ۾ قاتل فوجون، جن جو تعداد مولانا

مدني رحہ جي بيان جي مطابق ٽيهہ هزار ۽ ”تاريخ اقوام عالم“ جي وضاحت جي مطابق ڏيڍ لک جي لڳ ڀڳ هئو. هٿيار ڦٽي ڪرڻ تي مجبور ٿي پيون ۽ لسٻيلي جي بغاوت دٻائڻ کان پوءِ رسد عراق پهتي تہ جنگ جو پاسو انگريزن جي خلاف پلٽو کائي چڪو هو. مولانا مدني جي وضاحت جي مطابق ٽاؤنشيڊ جي فقط سترنهن هزار فوج ۽ تاريخ اقوام عالم جي وضاحت جي مطابق فقط نوي هزار فوج باقي رهجي ويئي هئي. ٽاؤنشيڊ جيئن تہ 19 اپريل 1914ع تي هٿيار ڦٽي ڪيا هئا، ان ڪري خيال آهي تہ ان کان پوءِ ئي مولانا محمد صادق جي گرفتاريءَ جو واقعو پيش آيو هوندو. مولانا مدني رحہ جي بيان جي مطابق ڪارواڙ (مهاراشٽر) ۾ ان کي نظربند ڪيو ويو هو ۽ جنگ جي خاتمي تائين نظربند رهيو. مولانا مدني صاحب لکي ٿو تہ مولانا محمد صادق نهايت جوشيلو رازدار ۽ مستقل مزاج شخص هو. هند جي ورهاڱي تائين دارالعلوم ديوبند جي مجلس شوريٰ ۽ جمعيت علماءَ هند جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر رهيو. خلافت ڪاميٽي سنڌ ۽ جمعيت علماء سنڌ ۾ هميشہ نهايت بلند همت ۽ ڪوشش سان پورو ڪم ڪندو رهيو.

18 جون 1953ع تي ڪراچي ۾ وفات ڪيائين.

ريشمي رومال سازش ڪيس ۾ ان جو ذڪر ڪيترن ئي جاين تي آيو آهي ۽ آخر ۾ ڪيس ۾ ملوث شخصيتن جي سلسلي ۾ ان تي هيٺ ڏنل جامع نوٽ آهي:

> ”مولوي محمد صادق آف سنڌ_ جنودربانيہ جي فهرست ۾ ڪرنل آهي، سنڌ جي انتهائي ڪٽر وهابين ۾ شامل آهي. شيخ ابراهيم ايم اي، سابق پروفيسر حبيبہ ڪاليج ڪابل هن جو پائيٽيو آهي. جنگ ڇڙڻ کان پوءِ هي شخص روپوش رهي ڪري جهاد جي لاءِ پروپئگنڊا ڪري رهيو هو. عبيدالله پير جهنڊي وارو ۽ ٻيا باغي سرهندي سنڌي پيرن سان هن جو تعلق آهي. 1915ع ۾ ۽ 1916ع جي شروع ۾ قلات (بلوچستان) جي شورشن ۾ هن جو هٿ آهي. هاڻي هو ڪارواڙ (مهاراشٽر) ۾ نظربند آهي.“

## محمد علي آف سنڌ

حضرت شيخ الهند جو مشهور شاگرد، مشهور عالم دين ۽ مفسر قرآن مولانا احمد علي لاهوري جو ننڍو ڀاءُ هو. گجرانوالہ بابو چڪ ان جو آبائي

ڳوٺ هو. اجا صغير هو تہ سندس والد صاحب وفات ڪري ويو. والد جي وفات کان پوءِ والده سڳوري مولانا عبيدالله سنڌي سان ٻيو نڪاح ڪري ورتو هو. جيئن تہ ان جي تعليم ۽ تربيت مولانا سنڌيءَ جي نگرانيءَ ۾ سنڌ ۾ ٿي هئي ۽ هتان ئي هو مولانا سنڌيءَ سان گڏ ڪابل ويو هو. ان ڪري ريشمي رومال سازش ڪيس ۾ ان کي "سنڌي" لکيو ويو آهي. ريشمي رومال تحريڪ سان ان جو تعلق چٽو آهي ۽ ان تعلق تي ذڪر ڪيل ڪيس جي شخصيتن ۾ ان تي هڪ جامع نوٽ موجود آهي. هو جنود ربانيہ جي فهرست ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل جي عهدي تي مقرر ٿيل ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ هڪ ٻئي فهرست ۾ ان کي ميجر ٻڌايو ويو آهي. ذڪر ڪيل نوٽ هي آهي:

"هي شخص محمد علي پٽ شيخ حبيب الله بابو چڪ ضلع، گجرانوالہ جو رهندڙ آهي جيڪو مولوي احمد علي، نائب ناظم المعارف القرآنيہ دهليءَ واري جو ڀاءُ آهي. جولاءِ 1915ع تي عبيدالله سان گڏ ڪابل هليو ويو هو ۽ ريشمي خط کڻي ويندڙ شيخ عبدالحق سان گڏ ڪنهن خفيہ مشن تي واپس آيو هو. ان مولوي محمد علي کي ڪجهہ خاص اطلاع بہ پهچايا هئا. مولوي ابو محمد سان صوفي مسجد (ڪشميري بازار لاهور) ۾ ملاقات بہ ڪئي هئي ۽ ان کي مولوي عبدالرحيم[1] جو هڪ زباني پيغام پهچائي ڇڏيو هو تہ چندو نہ ٿو وصول ٿئي. مولوي احمد علي سان بہ ملاقات ڪئي هئائين ۽ پوءِ ان سان گڏ دهلي آيو هو ۽ پوءِ اتان بندرابن ويو هو تہ جيئن راجہ مهندر پرتاب جو هڪ خط ان جي قائم ڪيل اسڪول پريم مهاوديالیہ جي هڪ هندو استاد کي ڏئي سگهي. هي خط راجہ مهندر پرتاب جي ڀاءُ کي ڏيکاري ان کان پئسا وٺڻا هئا. راجہ مهندر پرتاب گهڻا پئسا گهريا هئا، پر محمد علي کي فقط هڪ هزار رپيا ڏنا ويا ۽ بہ سؤ رپيا ان جي خرچ جي لاءِ ڏنا ويا. انهن پئسن سان هو دهلي واپس آيو. ٻئي ڏينهن پاٽي پٽ ڏانهن روانو ٿي ويو. تہ جيئن حمدالله کان محمد ميان جي گهروارن جي باري ۾ معلومات حاصل ڪري ان کان پوءِ هو ڪابل هليو ويو.

[1] منهنجي خيال ۾ هي مولوي عبدالرحيم عرف محمد بشير آهي جنهن جي انتظام سان لاهور جي شاگردن 1915ع ۾ هجرت ڪئي هئي.

## باب ٽيون

# انگريزن خلاف انقلابي ”تحريڪ ريشمي رومال“ ۾ سنڌ جي حصي جو هڪ اهم واقعو

### مرتب: مولانا حافظ محمد اسماعيل

نئين ڪنڌ تي جيئن ئي انگريزن پنهنجين سازشن ذريعي قبضو ڪيو، ان وقت ئي هتان جي غيرتمند عوام، انگريزن کي هتان ڌڪي ڪڍڻ جي جدوجهد جو آغاز ڪري ڇڏيو هو.

ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته انگريزن خلاف جيڪي به آزاديءَ جون هي تحريڪون هليون، انهن جي منصوبه بندي ۽ قيادت هتان جي علمائن ڪئي هئي. دارالعلوم ديوبند (انڊيا)، مدرسه مظهرالعلوم کڏو ڪراچي سنڌ ۽ ٻين ڪيترن ئي مدرسن جو بنياد انگريز دشمن تحريڪن جي مرڪزن جي حيثيت سان وڌو ويو هو.

انهن تحريڪن مان هڪ مشهور تحريڪ، ”تحريڪ ريشمي رومال“ جي نالي سان سڃاتي ويندي آهي. هن تحريڪ جو بنياد دارالعلوم ديوبند جي استاذ حديث، شيخ الهند مولانا محمود حسن رحه جي حڪم سان، سندن ٻن شاگردن مولانا عبيدالله سنڌي رحه ۽ مولانا محمد صادق رحه (کڏي واري) 1908ع ۾ وڌو هو.

اها هڪ حقيقت آهي ته هن تحريڪ ۾ سنڌ جو وڏو حصو آهي. بلڪ ايئن چئجي ته عملاً هن جي قيادت سنڌ ئي ڪئي هئي، جنهن ۾ هڪ سنڌي عالم دين مولانا محمد صادق رحه، هڪ اصل پنجابي پر پاڻ کي سنڌي سڏائڻ تي فخر ڪرڻ وارو عالم دين، مولانا عبيدالله سنڌي رحه ۽ هڪ سنڌي پير طريقت مولانا تاج محمود امروٽي رحه، ٽي شخص هئا، جن ائين چئجي ته هن تحريڪ جي اڳواڻي ڪئي.

سنڌ جا گھڻائي عالم انھن جا ٻانھہ ٻيلي ھئا. ھتي ھن تحريڪ سان ڳنڍيل ھڪ اھم واقعي سان متعلق دستاويز ڇاپي رھيا آھيون. انھن دستاويزن جو تعلق مولانا محمد صادق رحہ سان آھي.

ھنن دستاويزن ڇاپڻ جو ھڪڙو سبب تہ ھي آھي، ھي ھڪ سنڌي عالم جي وڏي ڪارنامي سان واسطو رکن ٿا ۽ ھي ھڪ سنڌ جي تاريخ جو اھم واقعو آھي، جنھن مان سنڌين کي اھو سبق حاصل ڪرڻ گھرجي تہ سندن ماضي مجاھدانہ ڪارنامن سان ڀريل آھي ۽ اڄ بہ ھمت ڪن تہ وڏين طاقتن سان بہ ٽڪر کائي سگھن ٿا.

(2) ھن مان سنڌين ۽ بلوچن جو باھمي تعلق بہ ظاھر ٿئي ٿو ۽ اڄ بہ سنڌي ۽ بلوچ گڏجي ظالمن جو مقابلو ڪري پنھنجا حق وٺي سگھن ٿا.

(3) سنڌ جي عالمن کي سوچڻ گھرجي تہ ڪيئن انھن پاڻ قيادت ڪئي ھئي، جڏھن تہ ھاڻوڪي دور ۾ سنڌي عالمن پنھنجيون واڳون ڌارين جي ھٿ ۾ ڏيئي ڇڏيون آھن. جيڪي جھڙي پاليسي گھرن ان تي سنڌي عالمن کي ھلائيندا ٿا اچن. ايئن سنڌي عالمن نہ رڳو پنھنجي سرزمين تي، پر ٻاھرين دنيا ۾ بہ پنھنجو تشخص ختم ڪري ڇڏيو آھي. جڏھن تہ ڌاريا عالم سندن جدوجھد جو ثمر پيا کائين.

(4) ان مان ھڪ اھو ثبوت بہ ملي ٿو تہ ھن صديءَ جي شروع ۾ بہ سنڌي زبان کي وڏي اھميت حاصل ھئي. ان وقت سنڌ جي جدا حيثيت ڪا نہ ھئي، بلڪ اھا بمبئي صوبي جي ماتحت چيف ڪمشنري ھئي. تنھن ھوندي بہ سنڌي زبان کي دفتري حيثيت حاصل ھئي، جو سرڪاري آرڊر انگريزيءَ سان گڏ سنڌي زبان ۾ بہ جاري ٿيندا ھئا.

(5) سنڌ جي تاريخ تي تحقيق ڪندڙن کي ھنن دستاويزن مان مواد ھٿ ايندو. ھتي ھنن دستاويزن جو پس منظر، يعني انھن سان متعلق اھم واقعي جو ذڪر ڪريون ٿا.

مولانا عبيدالله سنڌي رحہ لکيو آھي تہ سن 1327ھہ ۾ شيخ الھند اسان کي دارالعلوم ديوبند گھرايو. ان جو اکين ڏٺو احوال مولوي عبدالله لغاري مرحوم (جيڪو مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو خاص شاگرد ھو) ان تفصيل سان بيان ڪيو آھي تہ، مولانا عبيدالله سنڌي رحہ ۽ مولانا محمد صادق رحہ کي مولانا شيخ الھند محمود حسن رحہ ديوبند گھرائي، کين انگريزن خلاف انقلاب جي باقاعده تحريڪ ھلائڻ جي ھدايت ڪئي. پوءِ مولانا عبيدالله

سنڌي ۽ مولانا محمد صادق جن ”جمعيت الانصار“ جو بنياد وڌو ۽ پوءِ مراد آباد ۾ شوال سن 1328هه مطابق 15، 16 ۽ 17 اپريل سن 1911ع ۾ ”جمعيت الانصار“ جو باقاعده اجلاس ٿيو.

(ان جو مختصر احوال ڏسو مضمون ”مولانا محمد صادق رحه“ ڇپيل ماهوار الصادق ج3 شمارو4 رجب 1401هه مئي سن 1981ع) ”جمعيت الانصار“ جي تحت مشهور ”تحريڪ ريشمي رومال“ جو آغاز ڪيو ويو هو.

هن تحريڪ جي تحت اٺ مرڪز قائم ڪيا ويا هئا. (1) ڪراچي (2) امروٽ (3) دين پور (4) لاهور (5) اتمان زئي (6) ترنگ زئي (7) راندهير (8) پاڻي پت.

۽ ٻيا ٻه ٻه مرڪز هئا، هڪڙو بنگال ۾ ٻيو شمالي ڪوهستان ۾ اوگي واري هنڌ تي قائم هو.

هن ۾ ڪراچيءَ وارو مرڪز هيٺين علائقن تي مشتل هو. ڪراچي لاڙ (سنڌ جو هيٺيون ڏکڻ وارو علائقو) لسٻيلو، قلات ۽ ان جي آس پاس جو بلوچستان جو علائقو

هن مرڪز جو سربراهه ۽ نگران مولانا محمد صادق رحه هو.

انهيءَ وچ ۾ تفصيلي منصوبا تيار ٿيا. سن 1914ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌي رحه، مولانا شيخ الهند رحه جي حڪم تي افغانستان روانو ٿيو.

انهيءَ سال سن 1914ع ۾ پهرين جنگ عظيم شروع ٿي، جنهن ۾ جرمني ۽ ترڪي هڪڙي پاسي هئا، ته انهن جي مخالفت ۾ برطانيه، امريڪا، فرانس ۽ روس هئا.

برطانيه (انگريزن) ايئن ڪيو ته، ترڪي سلطنت جي ماتحت عرب ملڪن تي حملو ڪيو ۽ هندستان جي فوج گڏ ڪري پوءِ عراق تي حملو ڪيو ويو.

برطانيه جو پلان هو ته هندستاني فوج موڪلي پهرين بصري تي قبضو ڪيو وڃي جيئن ايران مان ايندڙ تيل جي پائپ لائين محفوظ رهي ۽ پوءِ بغداد ڏانهن پيش قدمي ڪئي وڃي.

سن 1915ع ۾ برطانيه جي فوجن جو نئون ڪمانڊر جنرل ٽاؤنشينڊ مقرر ٿيو. 27 سيپٽمبر 1915ع جو مدائن جي ويجهو ترڪن ۽ انگريزن جو شديد مقابلو ٿيو تانجو 22 نومبر 1915ع ۾ انگريز شڪست کائي پوئتي هٽيا ۽ هٽندي هٽندي 3 ڊسمبر 1915ع تي ٽاؤنشينڊ ”ڪوت العمارة“ پهچي ويو ۽ 7

ڊسمبر 1915ع تي ترڪي فوجن تيز رفتاري سان جنرل ٽائونشينڊ کي سندس فوجن سميت ”ڪوت العمارة“ ۾ محصور ڪري ورتو.
(الشورة العربيه الڪبري ج 2 ق 2 ص 4، 6 انسائيڪلوپيڊيا تاريخ عالم ج 3 ص 293، 294)

جنرل ٽائونشينڊ جي قوت ڪيئن ڪمزور ٿي ۽ هو ڪيئن محاصري ۾ آيو؟ اهو ڪم مولانا محمد صادق رحہ انجام ڏنو. مولانا حسين احمد مدني رحہ لکيو آهي تہ هر هفتي ڪراچيءَ مان هندستاني فوج جا سپاهي، هٿيار ۽ راشن ويندو هو جنهن جي ڪري جنرل ٽائونشينڊ عراق ۾ پيش قدمي ڪري رهيو هو.

مولانا محمد صادق رحہ جي هدايت تي سردار نورالدين مينگل ۽ سندس قبيلي وارن انگريزن خلاف مسلح تحريڪ جو آغاز ڪري ڇڏيو. ائين بلوچستان ۾ لس بيلي ۾ گڙٻڙ جي ڪري اها فوجي امداد جيڪا بصري ويندي هئي، سا سنڌ ۾ لاٿي ويئي ۽ اهو سلسلو ڪافي وقت تائين جاري رهيو. ان سبب جنرل ٽائونشينڊ کي راشن ۽ مدد پهچڻ بند ٿي ويئي ۽ ائين هو فوج سميت ”ڪوت العمارة“ ۾ بند ٿي ويو. (نقش حيات ج 2 ص 197)

مراد آباد جي مولوي افتخار فريدي مون کي ٻڌايو تہ هن 1951ع ۾ ڪراچيءَ ۾ اچي مولانا محمد صادق رحہ سان ملاقات ڪئي هئي ۽ مولانا محمد صادق کيس ٻڌايو تہ ”ان وقت انگريزن وٽ هندستان ۾ ايتري فوج ڪو نہ هئي جو عراق ۾ مدد بہ پهچي ۽ هندستان ۾ اندروني ڳڙٻڙ کي ڪنٽرول بہ ڪري سگهجي. ان لاءِ انگريزن هڪڙي ملٽري اسپيشل ٽرين تيار ڪئي هئي، جيڪا ڪڏهن ڪراچي، ڪڏهن حيدرآباد، ڪڏهن ملتان، ڪڏهن لاهور، ڪڏهن دهلي وغيره جي ريلوي اسٽيشنن تي بيهندي هئي تہ جيئن هي تاثر پيدا ٿئي تہ انگريزن جي فوج سڄي هندستان ۾ موجود آهي.

هن صورتحال جي پيش نظر مولانا شيخ الهند محمود حسن رحہ جن مون کي (مولانا محمد صادق کي) هدايت ڪئي تہ اهڙو طريقو اختيار ڪيو وڃي جو عراق ۾ ٽائونشينڊ کي مدد پهچڻ بند ٿي وڃي ۽ اسپيشل ٽرينن جي حقيقت بہ پڌري ٿي وڃي.

ائين پاڻ (مولانا محمد صادق رحہ) سندس معتقد سردار نورالدين مينگل کي حڪم ڪيو جن شڪارپور تي حملو ڪرڻ لاءِ مسلح ڳڙٻڙ جو آغاز ڪيو.

انگريزن بدحواسي ۾ سمجهيو تہ سڄي بلوچستان ۽ سنڌ ۾ هٿياربند

تحريڪ اٿي کڙي ٿي آهي. انهن خوفزده ٿي عراق ڏانهن ويندڙ مدد روڪي سڄي فوج سنڌ ۽ بلوچستان ۾ مقابلي لاءِ موڪلي ڇڏي. ايئن عراق ۾ ٽاؤنشينڊ کي مدد ملڻ بند ٿي ويئي ۽ هو پسپا ٿي ”ڪوت العمارة“ ۾ محاصري ۾ اچي ويو ۽ پوءِ شڪست کائي فوج سميت گرفتار ٿيو.

مولوي افتخار فريديءَ جي هن بيان جي مولانا عبيدالله سنڌي رحہ جي شاگرد مولوي عبدالله لغاري مرحوم جي بيان سان تائيد بہ ٿئي ٿي. مولوي لغاري وڌيڪ اهو بہ بيان ڪيو آهي تہ مولانا محمد صادق رحہ جي والد مولانا عبدالله مرحوم جي شاگرد، مولوي خير محمد بہ ان وقت انگريزن خلاف هٿياربند تحريڪ شروع ڪئي هئي ۽ هن چهبار (ايراني بلوچستان جي بندرگاهہ) وٽ انگريزي فوج کي شڪست ڏيئي، محصور ڪري ورتو هو. ان لاءِ هندستان مان فوجي مدد عراق پهچڻ بند ٿي ويئي هئي ۽ انگريزي فوج ”ڪوت العمارة“ ۾ محصور ٿي ويئي ۽ ترڪن ان کي گرفتار ڪري ورتو ۽ بلوچستان جي بغاوت ختم ڪرڻ لاءِ انگريزن ڪوشش ورتي ۽ مولانا محمد صادق کي گرفتار ڪري پونا موڪلي ڇڏيو.

(مولانا عبيدالله سنڌي کي سرگذشت ڪابل ص 148، 149)

مسٽر شير محمد بلوچ (رٽائرڊ سيڪريٽري ايريگيشن سنڌ ۽ ويسٽ پاڪستان) لکيو آهي تہ 1914ع واري پهرين عالمي جنگ ۾ انگريزن پنجاب جي ڪن فوجي پلٽڻ کي ترڪن جي مقابلي ۾ ميدان جنگ ۾ آندو ۽ اسان جا پنجابي ڀائر جي ان وقت فرنگيءَ جي فوج ۾ 10 يا 15 رپيا ماهوار پگهار کڻندا هئا، سي ڪعبي تي گوليون وسائڻ لاءِ بہ تيار ٿي ويا.

تعجب جي ڳالهہ اها آهي تہ انگريزن ٻين فوجي پلٽڻ، جهڙوڪ سکن ۽ گورکن کي بہ عربستان ۾ وڙهڻ لاءِ چيو پر انهن سيني مسلمانن جي پاڪ جاين جو احترام ڪندي وڙهڻ کان جواب ڏنو.

عراق ۾ بہ پنجابي مسلمانن، ترڪن جون کوپريون ڪٽيون.

سنڌ جي مسلمانن ٻيو تہ ٺهيو پر انگريزن جي چاڙتن ٻڌجڻ کان بہ بلڪل انڪار ڪيو. ايتري قدر جو جڏهن ڪراچي بندر تي پنجابي سولجرن جا لاشا پهتا تہ مولانا محمد صادق مرحوم ڪڏي واري پنجابي سپاهين جي جنازي نماز پڙهائڻ کان بلڪل انڪار ڪيو ۽ انگريز بهادر هن غريب کي 3 سال جيل اماڻيو. (پاڻيءَ منجهہ پساهہ ص 27_28)

اهي مختلف اسباب هئا ۽ واقعو هڪڙو ئي آهي.

بهرحال ڪيترائي مهينا محصور رهي ڪري جنرل ٽائونشينڊ هٿيار ڦٽا ڪيا. اهو واقعو 29 اپريل 1916ع جو ٿيو هو. (نقش حيات ج2 ص 197 ۽ الشورة العربية الڪبريٰ ج 2 ق 2 ص7)

ٽائونشينڊ جا سترهن هزار فوجي هن گهيري ۾ قتل ٿي ويا هئا ۽ ٽائونشينڊ تيرنهن هزار فوجين سان گڏ گرفتار ٿيو هو.

پوءِ مينگل قبيلي جي ڪن غدارن جي مخبري تي مولانا محمد صادق رحہ کي گرفتار ڪيو ويو ۽ ڪاروار (مهاراشٽر جي شهر) ۾ نظربند ڪيو ويو هو. باقاعده قانوني ثبوت ڪو نہ ملي سگهين. ان لاءِ بغاوت جو ڪيس ڪو نہ هلائي سگهيا.

اها نظربندي ٽن سالن لاءِ هئي ۽ پهرين جنگ عظيم جي ختم ٿيڻ کان پوءِ مولانا محمد صادق رحہ کي آزاد ڪيو ويو هو.

هي عجيب اتفاق هو جو جنهن ڏينهن جنرل ٽائونشينڊ هٿيار ڦٽا ڪيا هئا، انهيءَ ڏينهن مولانا محمد صادق رحہ جي گرفتاري جو آرڊر جاري ٿيو هو. يعني 29 اپريل 1916ع تي ٻئي واقعا گڏ ٿيا.

هن پسمنظر کي لکڻ لاءِ هيٺين ڪتابن کان مدد ورتي ويئي آهي.

(1) سنڌ جو صادق۔ ليکڪ حافظ محمد اسماعيل (هي مولانا محمد صادق مرحوم جي سوانح لاءِ منهنجون يادداشتون آهن. جيڪي ترتيب ڏيئي رهيو آهيان ۽ انشاءَالله تعاليٰ "سنڌ جو صادق" جي نالي سان شايع ڪيون وينديون.)

(2) پاڻيءَ منجهہ پساهہ۔ ليکڪ شير محمد بلوچ (هي ڪتاب ڇپيل آهي)

(3) نقش حيات (اردو) ليکڪ مولانا حسين احمد (ڇپيل) لاهور.

(4) مولانا عبيدالله سنڌي کي سرگذشت ڪابل (اردو) از مولانا عبدالله لغاري. مرتبہ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان مطبوعہ قومي اداره برائي تحقيق تاريخ و ثقافت اسلام آباد.

(5) الثورة العربية الڪبريٰ (عربي) ليکڪ امين سعيد.

(6) انسائيڪلوپيڊيا تاريخ عالم (اردو) ڇپيل لاهور.

هي انهن دستاويزن جو پس منظر آهي، جيڪي اسين هتي ڇاپي رهيا آهيون.

هاڻي انهن دستاويزن جا فوٽو هتي ڇاپيون ٿا ۽ سنڌي ۾ لکيل آرڊر شايد برابر پڙهڻ ۾ نہ اچن، ان لاءِ هتي نقل ڪريون ٿا. ڪن انگريزن آرڊرن جو

مختصر ترجمو بہ ڪريون ٿا تان تہ پڙهندڙن کي سهولت ٿئي.

(1)

”جيئن تہ بمبئيءَ جي گورنر (ڪونسل) جي خيال ۾ ايئن اعتبار ڪرڻ لاءِ واجبي سبب آهي تہ مولوي محمد صادق ولد عبدالله ويٺل کڏو ڪراچي ۾ انگريز سرڪار جي رعيت، برٽش انڊيا جي بچاءِ ۾ عام سلامتي جي برخلاف هلت ڪئي آهي.

تنهن ڪري هندستان جي بچاءَ لاءِ جوڙيل ۽ گڏ ڪيل رولن جي رول نمبر 3 موجب مليل اختيارين هيٺ بمبئي جي گورنر (ڪونسل ۾) حڪم ڪرڻ فرمائين ٿا تہ اهو مولوي محمد صادق ولد عبدالله ڪئينرا ضلعي جي ڪاروار شهر ۾ ميونسپل حد اندر رهندو ۽ بمبئي سرڪار جي اجازت کان سواءِ هو نڪي سنڌ ۾ ڪڇ کان آيل ماڻهن سان ملاقاتي ٿيندو ۽ نڪي هندستان جي انهن ڀاڱن يا افغانستان، بلوچستان ۽ پرشيا ۾ رهندڙ ماڻهن سان خطن جي رستي احوال ڏيندو وٺندو.

۽ ايئن بہ وڌيڪ حڪم ڪرڻ فرمائين ٿا تہ اهو مولوي محمد صادق، جنهن وقت هي حڪم ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ضلع ڪراچي مٿس تعميل ڪندو، ان وقت کان وٺي مدت 24 ڪلاڪن اندر ڪراچي ڇڏيندو ۽ انهيءَ رستي کان ويندو جنهن رستي کان وڃڻ لاءِ ڪيس  ڪراچي جو ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ حڪم ڪندو ۽ ايئن پڻ حڪم ڪرڻ فرمائين ٿا تہ انهيءَ مولوي محمد صادق جي زال ۽ سندس ڪٽنب جو ٻيو ڪو بہ يا ڪي بہ ڀاتي جن کي ڪمشنر مالڪ سنڌ يا ڪراچي جو ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ اجازت ڏيندا سي مولوي محمد صادق سان گڏ ڪاروار ۾ رهندا.

اصل تي دستخط بمبئي جي گورنر جي سيڪريٽري جا جاري ڪيل تاريخ 29 اپريل 1916ع.

اهي اصل انگريزي آرڊر ۽ ان جو ترجمو سنڌ ۾ ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ڪراچي جي دستخط سان 8 مئي 1916ع تي مولانا مرحوم کي ڏنو ويو.

(2)

ان سان گڏ ٻہ ٻيا حڪم ناما ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ڪراچي جي طرفان مليا. ”نالي مولوي محمد صادق ولد عبدالله ويٺل کڏو ڪراچي، هن نوٽس وسيلي اوهان کي سڌ ڏجي ٿي تہ بموجب هندستان جي بچاءَ لاءِ جوڙيل ۽ گڏ ڪيل رولن جي، رول نمبر 3 هيٺ، بمبئي جي گورنر جو جاري ڪيل

حڪم، جو اواج اوهان تي 12 بجي منجهند جي روبرو تعميل ڪيو ويو ته اوهين ان حڪم جي تعميل ٿيڻ بعد، مدت 24 ڪلاڪن اندر ڪراچي ڇڏي ڪاروار وڃو ۽ انهيءَ رستي کان وڃو جنهن رستي کان وڃڻ لاءِ ڪراچي جو ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ اوهان کي حڪم ڏئي.

اسين اوهان کي حڪم ڏيون ٿا ته اوهين ڪراچيءَ کان سمنڊ جي رستي، برٽش انڊيا اسٽيم نئويگيشن ڪمپنيءَ جي لاسا جهاز (يا ان جي بدران ٻيو جيڪو به جهاز ويندو هجي) ۾ بمبئي ويندا. جو جهاز سڀاڻي اڳاري ڏينهن تاريخ 9 مئي 1916ع جي ڪياماڙي کان ڇٽندو. اوهان جي ڪٽنب جا ڀاتي يا ٻيا، جن جي گذران جو مدار اوهان تي آهي، انهن مان ڪي به ڄڻا، ٻن کان وڌيڪ نه، جن کي اوهين پاڻ سان وٺي وڃڻ چاهيو ٿا، اهي ۽ اوهين، ڪياماڙي بندر تي، مٿين ڏينهن 12 بجي منجهند جو حاضر رهندا، بمبئي کان ڪاروار اوهين جهاز يا گاڏي جي رستي ويندا. جيئن اوهان کي سنهنجائي ٿئي.

اوهان جي مسافريءَ جو خرچ جيڪو ٿيندو، سو اوهان سان گڏ هلندڙ سرڪاري عملدار ڪندو. جيڪو وقت اوهين ڪراچيءَ کان ٻاهر رهندؤ ان وقت لاءِ اوهان کي خود مع انهن کي جن جي گذران جو مدار اوهان تي آهي گاڏي لاءِ واجبي الائونس ڏيڻ ۾ ايندو. اوهان کي خبردار ٿو ڪجي ته جيڪڏهن اوهان اسان جي انهن حڪمن جي ڄاڻي واڻي انحرافي ڪندا ته اوهان تي مٿين رولن جي رول نمبر 5 هيٺ هلت ڪئي ويندي، جنهن موجب اوهان کي 3 سال قيد يا ڏنڊ جي سزا ملي سگهي ٿي.“

دستخط ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ڪراچي

8 مئي 1916ع

(3)

ان کان پوءِ هڪ ٻيو نوٽيس به مليو هو جيڪو ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ جي صحيح سان مليو ته ”سومر 8 مئي 1916ع تي اسان جي آفيس ۾ حاضر ٿيو.“ ان تي 7 مئي 1916ع جي تاريخ هئي. شايد ان لاءِ ته ڪا ڳڙٻڙ نه ٿئي ۽ مولانا مرحوم جن به عام ماڻهن کي تڪليف ۾ وجهڻ نٿي گهريو ان لاءِ لکي موڪليو ته حاضر ٿيندس.

(4)

پوءِ 8 مئي 1916ع تي ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ وٽان اهي آرڊر وٺي، ٻئي

ڏينهن پاڻ سان فقط هڪڙي رشتيدار محمد يعقوب کي وٺي جهاز رستي بمبئي پهتا. جتان ڪاروار ۾ کين نظربند ڪيو ويو ۽ 2 آڪٽوبر 1916ع جو جاري ڪيل بمبئي جي گورنر جو هڪ حڪم مولانا مرحوم کي 7 آڪٽوبر 1916ع تي مليو. هي انگريزي ۾ هو جنهن ۾ کين اجازت ملي ته مهيني ۾ هڪڙو دفعو پنهنجي رشتيدار محمد قاسم سان ڪنارا ۽ ڪراچي جي ڪليڪٽر جي ذريعي خط و ڪتابت ڪري سگهي ٿو ۽ ضرورت وقت ڪنارا جي ڪليڪٽر جي اجازت سان ڪاروار ۾ ساڻس ملاقات آفيسر جي روبرو ٿي سگهي ٿي.

مولانا محمد صادق مرحوم جن ڪاروار ۾ قرآن شريف بہ حفظ ڪري ورتو.

(5)

پهرين جنگ عظيم جي خاتمي تائين نظربند رهيا ۽ تقريباً ٽن سالن کان پوءِ 12 فيبروري 1919ع جو کين نظربندي ختم ٿيڻ جا ۽ ڪراچي روانو ٿيڻ جا بہ حڪم بمبئي جي گورنر جا مليا. پهرين حڪم نامي ۾ 29 اپريل سن 1916ع ۽ 2 آڪٽوبر 1916ع جي حڪم نامن جي منسوخي جو آرڊر هو ۽ ٻئي ۾ مولانا مرحوم کي چيو ويو هو تہ 20 فيبروري 1919ع تائين هڪڙي محافظ سان گڏ هيٺين رستي ڪاروار کان بمبئي اسٽيمر ۾، جتان ريل رستي احمد آباد، حيدرآباد سنڌ. جتان پوءِ ڪراچي پهچي، ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ڪراچي کي اطلاع ڏي ۽ رستي ۾ پهرين گاڏي ۾ رواني ٿيڻ کان وڌيڪ نہ ترسي.“

اهي ٻئي آرڊر گورنر بمبئي جي طرفان 6 فيبروري 1919ع تي جاري ٿيا هئا. ايئن هي تاريخي واقعو پورو ٿيو.

انهن سڀني آرڊرن جا فوٽو هتي ڇاپيون ٿا. جيئن اهي عام ٿين ۽ سنڌ جي تاريخ جي هن حصي کي لکڻ وارا انهن مان فائدو وٺي سگهن.

# ORDER.

Whereas in the opinion of the Governor in Council there are reasonable grounds for believing that Maulvi Mahomed Sadik Walad Abdulla, Maulvi of the Khadda, Karachi, and a British subject, has acted in a manner prejudicial to the public safety and and defence of British India

Now, therefore, the Governor in Council in exercise of the powers conferred upon him by rule 3 of the Defence of India (Consolidation) Rules, 1915, is pleased to direct that the said Maulvi Mahomed Sadik walad Abdulla shall reside in the municipal limits of the town of Karwar in the Kanara District, and that except with the sanction of Government he shall neither have any interviews with persons coming from Sind or Cutch, nor hold any communication by letter with persons belonging to those parts of India or to Afghanistan, Baluchistan and Persia.

And it is further directed that the said Maulvi Sadik shall remove himself from Karachi by such route as the District Magistrate, Karachi, may direct within 24 hours of the time that the order may be served upon him by the District Magistrate, Karachi, and it is further directed that the wife of the said Maulvi Mahomed Sadik and such other member or members of his family as the ~~Commissioner in Sind~~ District Magistrate, Karachi may permit to do so may reside with him at Karwar.

By order of the Governor of Bombay in Council,

Secretary to the Government of Bombay.

Judicial Department,

Dated the [illegible] April 1915.

**O R D E R.**

Whereas in the opinion of the Governor in Council there are reasonable grounds for believing that Maulvi Mahomed Sadik walad Abdulla, Maulvi of the Khadda, Karachi, and a British subject, has acted in a manner prejudicial to the public safety and the defence of British India;

Now, therefore, in continuation of the order issued in respect of the said Maulvi Mahomed Sadik walad Abdulla on the 29th April 1916, the Governor in Council, in exercise of the powers conferred upon him by rule 3 of the Defence of India (Consolidation) Rules, 1915, is pleased to direct that the said Maulvi should be allowed to correspond only with his cousin Mahomed Kasim at Karachi, and that this correspondence should be limited to one letter a month, which should be sent through the Collectors of Kanara and Karachi; and that those persons only should be allowed to visit the Maulvi at Karwar, who hold passes from the Collector of Kanara, and, if necessary, the interviews should take place in the presence of an official.

the Governor of Bombay in Council.

Secretary to the Government of Bombay.

Judicial Department,

Dated the 2nd October 1916.



Order.

By virtue of the provisions of rule 3 of the Defence of India (Consolidation) Rules, 1915, and in modification of the orders dated the 29th April and the 2nd October 1918, the Governor in Council is pleased to direct that Maulvi Mahomed Sadik walad Abdulla, Maulvi of the Khadda, Karachi, at present residing at Karwar in the Kanara district, should remove himself not later than the 20th February 1919 in the company of a guard provided by Government from Karwar by the following route, viz., Karwar to Bombay by steamer, and thence by rail via Ahmedabad, Hyderabad (Sind), and so to Karachi, and should appear before the District Magistrate, Karachi. On the route the Maulvi should not halt at any place except for the interval between arrival and the departure of the first train proceeding on the prescribed route.

By order of His Excellency the Honourable the Governor in Council,

Secretary to Government.

Judicial Department;
Bombay, Dated, [illegible] February 1919.

## ضميمو 1

# ”باغيانہ تحريڪ بابت رولٽ ڪميٽي جي تحقيقات جي رپورٽ مان هڪ اقتباس

### چوڏهون باب
### مسلمانن جي هڪ لهر

**140 - هندستاني مسلمان ۽ جنگ**

1911ع جي آدمشماري جي انگن اکرن مان ظاهر آهي تہ هندستان ۾ سراسري لحاظ کان هر ڏهن ماڻهن مان ست هندو، ٻہ مسلمان ۽ هڪ ٻئي ڪنهن مذهب جو ماڻهو آهي. پوءِ بہ مسلمانن جي ورهاست ٻئي نموني آهي. اتر اولهہ سرحدي صوبي ۽ بلوچستان ۾ هر ڏهن ماڻهن مان نو مسلمان آهن، پنجاب ۽ بنگال ۾ هر ٻيو ماڻهو بمبئي ۾ پنجن مان هڪ ۽ يوپي ۾ ستن مان هڪ ماڻهو مسلمان آهي. برطانيا سلطنت مسلمانن جي بادشاهت جي زوال کان ئي شروع ٿي ويئي هئي. هندستاني مسلمانن جي سياسي اهميت هميشہ انهن جي اصلي تعداد کان وڌيڪ رهي آهي. پر نئين انتظام جي شروعاتي زماني ۾، مغربي تعليم جي فائدن جو قدر ڪرڻ ۾ انهن جي رفتار نهايت سست رهي ۽ جڏهن آخرڪار انهن کي ان ڳالهہ جو احساس ٿيو تہ مغربي سلطنت جي اثر هيٺ رهي ڪري، عهدا ۽ اقتدار حاصل ڪرڻ جي لاءِ مغربي تعليم ضروري آهي تہ ان وقت تائين ڪيتري ئي گنجائش انهن جي قبضي مان نڪري چڪي هئي. پوءِ بہ انهن هن گنجائش جو گهڻو ئي حصو حاصل ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي ۽ جڏهن 1907ع ۾ مارلي منٽو سڌارن تي عمل ٿيو تہ سلطنت هند جي ڪائونسلن ۾ مسلمان نمائندن مٿانهون درجو حاصل ڪري ورتو.

اسان جن سازشن جو ذڪر گذريل بابن ۾ ڪيو آهي، انهن ۾ تمام ٿورن مسلمانن حصو ورتو ۽ فقط هاڻي تازو جيڪا تحريڪ سلطنت برطانيا کي، جيڪا هيٺاهون ڏيکارڻ جي هلي، ان ۾ مسلمانن جو حصو پستيءَ واري حالت ۾ هو. انهن کي تمام ٿورو سهارو هو ۽ ان جا سبب موجوده زماني جا بيان جوڳا

حالات هئا. هندستاني مسلمانن کي جيڪا همدردي ترڪي سان آهي، اها ڪريميا جي جنگ واري وقت کان ئي پيدا ٿي هئي ۽ موجوده خوفناڪ جنگ کان اڳ، هندستان جي ٻاهر جي دنيا سان خط و ڪتابت ۽ اچ وڃ جي سلسلي ۾ دلچسپي سان، اها همدردي اڃا به وڌيڪ ٿي ويئي. هي همدرديءَ جو جذبو پان اسلامي اثرن جي تحريڪ جنهن جو ذڪر اسان پنجاب جي باب ۾ ڪيو آهي. اٽلي ۽ ترڪي جي جنگ ۽ جنگ بلقان جي واقعن تان گهڻو پڙڪي پيو. برطانيا ايران جي معاملي ۾ روس سان جيڪو معاهدو ڪيو اهو عام طور تي ناپسند ڪيو ويو ۽ جيئن ته گذريل زماني ۾ ترڪي ۽ برطانيا جا لاڳاپا دوستاڻا هئا، ان ڪري جنگ بلقان ۾ برطانيه جي ناطرفداري کي به اختلافن واري نظر سان ڏٺو ويو. ڪن ماڻهن هي به چيو ته جيستائين شاهي پاليسي تبديل نه ٿيندي، ان وقت تائين ايشيا ۽ يورپ ۾ مسلمانن جي حيثيت مستقل طور تي ذليل رهندي. ڪن مسلمان اخبارن، هندستان جي اندر ۽ ٻاهر پيدا ٿيل انهن سيني واقعن جا بري ۾ برا مطلب ڪڍيا، جن کان ڪنهن نه ڪنهن طرح ان خيال جي تائيد ٿي سگهي.

جڏهن انهن ڳالهين کي ياد ڪيو وڃي ٿو ته اهو صاف ظاهر ٿئي ٿو ته برطانيه جو طرز عمل، جيڪو نومبر 1914ع تي ظاهر ٿيو سرگرم ۽ پرجوش مسلمانن جي لاءِ ڪيتري قدر حيراني ۽ تڪليف جو سبب ٿيو هوندو. جنگ جو اعلان ترڪن جي طرف کان هو پر اها اميد رکڻ تمام مشڪل پئي لڳي ته پان اسلام از بعد جي واقعن مان ڪو به اثر نه وٺي ۽ ڪنهن به قسم جي تڪليف جو سبب نه بڻجي. مجموعي لحاظ کان هندستاني مسلمان ان طرز عمل تي آفرين جا حقدار آهن. جيڪو انهن کان ظاهر ٿيو. ان طرز عمل کي ڪنهن قدر ان اعلان مان به سهارو پهتو، جيڪو جنگ کان فوراً پوءِ شايع ڪيو ويو هو ته، برطانيه ۽ ان جي اتحادي عرب ۽ عراق جي مقدس جاين تي هرگز حملو نه ڪندا. جيستائين هندستاني حاجين کي ڪا به تڪليف نه پهچائي وڃي. ان کان پوءِ هندستان جي سڀ کان وڏي حڪمران نواب هزاگزلٽڊ هائنيس نظام حيدرآباد، هڪ وفادارانه اعلان شايع ڪيو، جيڪو حضور نظام جي هم مذهبين جي لاءِ گهڻو قيمتي ۽ وفاداريءَ جو نمونو هو.

پر متعصب مسلمانن جي هڪ ننڍڙي ۽ معمولي گروهه ۾ انگلستان جي دشمنن سان ملڻ ۽ انهن جي مدد ڪرڻ جي خواهش هئي. هو هندستان ۾ انگريزي سلطنت جي جاءِ تي هڪ نئي اسلامي سلطنت قائم ڪرڻ چاهين

پيا. هيءَ خواهش ڇا جي ڪري اڀري آئي؟ ان جو ذڪر اسان هيٺين حالتن ۾ ڪنداسين.

## 161 _ هندستاني مذهبي جنوني

اتر، اولهه سرحدي صوبي جي ٻئي طرف هندستاني جوشيلن مسلمانن جو هڪ ننڍڙو شهر آهي، جيڪي مجاهد چورائيندا آهن. هي شهر وهابي فرقي جي هڪ جوشيلي واعظ ۽ راءِ بريلي علائقي اوڌهه جي هڪ ماڻهو سيد احمد شاهه آباد ڪيو هو. وهابي سني مسلمانن جو هڪ ترقي يافته فرقو آهي. هي ماڻهو عبدالوهاب جي قائم ٿيل اصول جا پيروڪار آهن. عبدالوهاب ارڙهين صديءَ ۾ هڪ عرب مصلح هو (اصلاح ڪرڻ وارو هو.) جنهن قرآن جو لفظي ترجمو ڪرڻ سيکاريو ۽ سيني مذهبي پيشوائن جون قائم ڪيل رسمون ۽ قرآن جي تفسير جي ترديد ڪئي. سيد احمد، جنهن پنهنجي زندگي جرائت ۽ دليريءَ سان شروع ڪئي هئي، وهابي دين اختيار ڪيو. 1822ع تي هو مڪي ويو ۽ هندستان واپس آيو. گنگا جي واديءَ ۾ هن پنهنجا مريد پيدا ڪرڻ شروع ڪيا. ان کان پوءِ 1824ع سرحد، پشاور جابلو قومن سان ظاهر ٿيو ۽ پنجاب جي سک سلطنت جي خلاف جهاد جو اعلان ڪيائين. ان پنهنجي مريدن سميت اتي هڪ شهر وسايو. جيڪو جيتوڻيڪ زماني جي ڪيترين ئي لاهين چاڙهين کان متاثر ٿيو پر اڃا تائين باقي آهي. هن جا هم مذهب، جيڪي هندستان ۾ رهندا آهن، انهن گهڻن پئسن ۽ ماڻهن سان انهن ماڻهن جي مدد ڪئي آهي. انهن مان گهڻن ماڻهن انهن شهرين جي امداد فقط هڪ خالص مذهبي خدمت سمجهي ڪري ڪئي آهي، پر ان جي سياسي ارادن کان واقف ٿيڻ جي ڪڏهن به ڪوشش نه ڪئي اٿن. ان شهر جا ماڻهو هي سمجهن ٿا ته هندستان جيئن ته مسلمانن جي حڪومت هيٺ نه آهي، ان ڪري مسلمانن جي رهڻ جي قابل نه آهي ۽ دارالحرب يعني دشمن جو ملڪ آهي، هو هميشه جهاد جو وعظ ڪندا رهيا آهن.

انهن هندستان ۾ پنهنجي دوستن جي هڪ خفيه انجمن سان هميشه تعلق قائم رکيو آهي ۽ سدائين ان کان امداد وٺندا رهندا آهن. 1857ع جي فسادن ۾ اهي غدر جي باغين سان گڏجي ويا ۽ سرحد جي طرف کان عام حملو ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون، پر ناڪام رهيا. ان کان پوءِ انهن سرحد جي مختلف لڙاين ۾ حصو ورتو ۽ 1915ع ۾ رستم ۽ شب قدر وارن فسادن سان

انهن جو بہ تعلق هو. لڙائي ختم ٿيڻ کان پوءِ انهن مان ٻارنهن ماڻهن جا لاش پنهنجي مروج ڪاري لباس ۾ جنگ جي ميدان مان هٿ آيا.

### 162۔ لاهور مان شاگردن جو ڀڄي وڃڻ

اسان پنجاب جون حالتون واري باب ۾ هن ڳالهہ جو ذڪر ڪيو آهي تہ فيبروري 1915ع ۾ لاهور جا پندرنهن شاگرد ڪاليجن کي ڇڏي ڪري نڪتا ۽ مجاهدن سان وڃي مليا. ان کان پوءِ هو ڪابل پهتا ۽ پهريائين تہ سخت نگرانيءَ ۾ رکيا ويا، پر بعد ۾ انهن کي پهري سان چرپر جي اجازت ڏني ويئي.

انهن مان بہ هندستان واپس اچي ويا. ٽن کي روسين گرفتار ڪري برطانوي حڪومت حوالي ڪري ڇڏيو. انهن پنهنجي طرز عمل کان پشيماني ظاهر ڪئي ۽ انهن کي ڪجهہ شرطن تي معافي ڏني ويئي آهي. انهن پندرنهن ئي نوجوانن کي انهن جا مداح مهاجر چوندا آهن. (يعني اهي ماڻهو جنهن حضرت محمد (ﷺ) جي پيروي ڪئي جيئن پاڻ دشمنن جي تڪليفن کان تنگ اچي ڪري هجرت ڪري ويا هئا) اسان انهن ٻن واپس موٽڻ وارن جا بيان پڙهيا آهن. هڪ تہ هڪ ڇپيل رسالي کان متاثر ٿيو. جنهن ۾ هي لکيل هو تہ ترڪي جي سلطان اعلان ڪيو آهي تہ برطانيہ جي طرف کان مڪي ۽ مديني تي حملو ۽ انهن جاين جي بيحرمتي ٿيڻ جو خوف آهي، ان ڪري هندستاني مسلمانن کي گهرجي تہ هو گهرن مان نڪري پون ۽ ڪنهن اسلامي ملڪ ۾ پهچي ڪري ڪافرن جي خلاف جهاد ڪرڻ ۾ شريڪ ٿي وڃن. ٻيو شاگرد بہ اهڙي طرح سلطان جي اعلان کان متاثر ٿيو ۽ ان کي هڪ انگريزي اخبار ۾ هڪ اهڙي تصوير ڏسي ڪري بہ جوش آيو. جنهن سان اسلامي جذبن جي توهين ٿئي پئي. ٻئي جي دلين ۾ هي واهيات خيال ڄمي ويو تہ هندستان ۾ مذهب اسلام جي توهين ٿي رهي آهي ۽ ان کي تڪليف پهچائي پئي وڃي.

### 163۔ ان جو انڪشاف (اعلان)

موجوده وقت جهڙيون حالتون هميشہ ديبل ۽ وسامي ويل جوش کي نئين سر تازو ڪري ڇڏينديون آهن. لاهور کان پندرنهن شاگردن جو ڀڄي نڪرڻ ان ڳالهہ جو واضح اهڃاڻ هو تہ پنجاهہ سال اڳ وانگر اڄ بہ هندستان ۾ ڪجهہ اهڙا مسلمان آهن، جيڪي هن ڳالهہ جي تعليم ڏين ٿا تہ ڇوٽڪاري

جو رستو فقط ان ۾ آهي ته هندستان جي ڪافر حڪومت سان پاڻ وڙهن يا وڙهڻ جي لاءِ پرتي ڪن يا مجاهدن کي پئسا موڪلين. اها حقيقت ٻين حالتن کان به ظاهر ٿئي ٿي. جنوري 1917ع تي هي انڪشاف ٿيو ته اوپر بنگال جي ضلع ڍاڪا ۽ رنگپور مان اٺن مسلمانن جي هڪ پارٽي مجاهدن سان وڃي ملي آهي. مارچ 1917ع تي به بنگالي مسلمان اتر اولهه سرحدي صوبي ۾ گرفتار ٿيا. جيڪي اٺ هزار رپيا مجاهدن جي ڳوٺ ۾ پهچائڻ جي لاءِ کڻي وڃي رهيا هئا. هي ٻئي پاڻ به ڪڏهن مجاهدن مان هئا. پر هي پنهنجي وطن ڏانهن چندو گڏ ڪرڻ جي لاءِ موڪليا ويا هئا. اهڙن ماڻهن جي لاءِ ميدان نهايت وسيع آهي ۽ برطانوي ظلم ۽ ڏاڍ جا ڪوڙا قصا ٻڌائي ڪري، هي پنهنجو ڪم نهايت سولائيءَ سان ڪيڏي وٺندا آهن. هي ڪا نئين ڳالهه نه آهي ته انهن جي مدد ڪرڻ وارا گهڻا ئي ماڻهو موجود آهن، پر ڪيترن سالن کان هو سرڪاري حڪام جي نظرن کان لڪل آهن. 1862ع ۾ اهڙي امداد ڪرڻ وارن تي مختلف سياسي ڪيس داخل ڪيا ويا هئا. 1868ع تي ڪي وهابي سازشي ايڪٽ 3_ 1818ع جي ماتحت نظربند ڪيا ويا هئا. سروليم هنٽر آءِ سي ايس، آنجهاني، جيڪو ان وقت مسٽر وليم هنٽر هو، هڪ ڪتاب نالي ”اسان جا هندستاني مسلمان“ شايع ڪيو هو. ان جو ڪجهه حصو اسان هيٺ نقل ڪريون ٿا، جنهن سان انهن نظربندين جا ڪجهه حالات معلوم ٿي سگهندا.

”ان ۾ ڪنهن به شڪ شبهي جي گنجائش نه آهي ته جيڪڏهن هي ايڪٽ ان سازش ۾ استعمال ڪيو وڃي ها، جنهن جو نتيجو 1858ع جي مهم ۽ ان جي تحقيقاتن جي صورت ۾ نڪتو ته برطانوي هند کي 1863ع جي سرحدي جنگ جي تڪليف ڪڻي نه پوي ها. جيڪڏهن ڪجهه صحيح گرفتاريون ٿين ها ته اسان جا هڪ هزار سپاهي دره امبيلا ۾ قتل ۽ زخمي ٿيڻ کان ۽ لکين پائونڊ خرچ ٿيڻ کان بچي وڃن ها. جنگ کان پوءِ به جيڪڏهن ان سازش ۾، جيڪا 1864ع جي سياسي مقدمي مان ظاهر ٿي، انتظامي آفيسرن جي حراست وارن اختيارن جو سخت استعمال ٿي وڃي ها ته گهٽ ۾ گهٽ ڪري اسان 1868ع واري ڪاري جبل جي مهم کان محفوظ رهون ها.

سرحد تي لکين رپين جي خرچ سان وڙهڻ ۽ ملڪ جي اندر خوفناڪ سزائون ڏيڻ کان به انهن پرجوش ۽ متعصبانه حرڪتن جو استحصال نه ٿي سگهيو. آخرڪار 1868ع تي گورنمينٽ پڪو ارادو ڪري ورتو ته مجرمن کي

گرفتار ڪرڻ جي اختيارن ڪي سرگرميءَ سان استعمال ۾ آڻي. بيگناهن کي تڪليف پهچائڻ کان سواءِ به هي طريقو عمل ۾ آڻي سگهجي پيو. غدارن جي مکيه اڳواڻن جي فهرست ڪيترن ئي سالن کان حڪام جي هٿن ۾ هئي. غداري جي وڏن وڏن ممتاز ترغيب ڏيارڻ وارن جي طرف کان خطرو محسوس ٿي رهيو هو. جيڪو رعب تاب هو پنهنجي پيروڪارن تي رکندا هئا، سو ختم ٿي چڪو هو ۽ ترتيبوار ان ڳالهه جون بيشمار شهادتون ملي چڪيون هيون ته کي انهن کان وڏيڪ لڪل ۽ دولتمند غدار، پئسن موڪلڻ جو انتظام ڪري رهيا آهن ۽ جيڪي 1864ع جي ڪيس جي فوجي ٺيڪيدارن وانگر غداري جي خطرن جا خبر وار ٿي ڪري به هي نفعي جو ڪم ڪري رهيا آهن.“

اسان کي خبر پئي آهي ته بنگال گورنمينٽ وٽ 1869ع جي حالتن جو جيڪو مواد موجود آهي، ان ۾ انهن پراڻن نظربندن بابت الزامن جو خلاصو ۽ انهن تي لاڳو ڪيل پابندين جي سببن جي فهرست به آهي. اسان ان مان نموني طور تي هڪ جو اقتباس (خلاصو) لکون ٿا. ان ۾ ضلع مالده جو هڪ شخص ناظر سردار جو ذڪر آهي ۽ ان جا اهڙا ڪارناما لکيل آهن جنهن مان مثال جيتوڻيڪ اڄڪلهه تمام گهٽ آهن، پر موجود ضرور آهن. ان شخص تي پابندين لاڳو ٿيڻ جو وارنٽ 10 نومبر 1868ع تي جاري ٿيو هو ۽ ان جي جاري ڪرڻ جا سبب هيٺيان هئا:

”هي معلوم ٿيو ته مالده جي چڪ ڪيله جي آس پاس وارن سيني ڳوٺن ۾ ظاهري طور تي ان مقصد جي لاءِ چندو گڏ ڪيو ويجي ٿو ته انگريزن جي خلاف هڪ جهاد يا باغيانه جنگ برپا ڪئي وڃي ته جيئن اسلامي سلطنت وري واپس اچي ۽ ڪافرن يعني انگريزن کي ملڪ مان ڪڍيو وڃي. ڪيترائي ماڻهو گرفتار ڪيا ويا ۽ گواهن جي مٿان مئجسٽريٽ جي شهادتن مان ظاهر ٿيو ته، ناظر سردار هن تحريڪ جو مکيه اڳواڻ آهي. هن ڪيترن ئي سالن تائين سرگرمي ۽ جوش سان ان ڪم ۾ حصو ورتو آهي. ان ڪيترن ئي ماڻهن کي جهاد جي لاءِ اٿي پوڻ ۽ مالڪا ۽ ستانه ۾ هندستانين سان ملي وڃڻ جي ترغيب ڏني آهي ۽ هن پنهنجي ساٿين سميت ڦري گهري سيني مسلمانن کان جهاد جي لاءِ چندو گڏ ڪيو آهي. شاهدين مان هي به ظاهر ٿئي ٿو ته ابراهيم منڊل نالي ڪو شخص مرڪزي ماڻهو آهي، جنهن وٽ ناظر ۽ ان جا سيئي ڪارڪن پئسا گڏ ڪري موڪليندا آهن ۽ اهو ان رقم کي ان غرض

سان وصول ڪري ٿو ته ايمانداريءَ سان سرحدپار متعصب ۽ پرجوش ماڻهن کي پهچايو ڇڏي.“

### 164 ـ ريشمي خطن وارا سازشي

مجاهدن جا حمايتي تعداد ۾ ٿورا آهن. پر انهن جو حال به هن خط و ڪتابت جي سلسلي جي هڪ نهايت ضروري ڪڙي آهي. اهي ماڻهو جن کي اسان آئنده ”ريشمي خطن وارا سازشي“ لکنداسين، هندستان جي مسلمانن سان جاري ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.

آگسٽ 1916ع تي ان سازش جو راز کليو. جنهن کي گورنمينٽ جي ڪاغذن ۾ ”ريشمي خطن جي سازش“ چيو وڃي ٿو. هي هڪ تجويز هئي، جيڪا هندستان ۾ ئي تيار ڪئي ويئي هئي. ان جو مقصد هي هو ته اتر اولهه سرحد کان هڪ حملو ٿئي. هوڏانهن هندستان جا مسلمان اٿي پون ۽ سلطنت برطانيه کي تباه ۽ برباد ڪيو وڃي. ان تجويز تي عمل ڪرڻ ۽ ان کي زور وٺائڻ جي لاءِ هڪ شخص مولوي عبيدالله پنهنجي ٽن ساٿين عبدالله، فتح محمد ۽ محمد علي کي ساڻ ڪري آگسٽ 1915ع تي اتر اولهه سرحد کي پار ڪيو. عبيدالله سک مان مسلمان ٿيو آهي ۽ يوپي جي ضلع سهارنپور ۾ مسلمانن جي مذهبي مدرسي ديوبند ۾ عالم ٿيڻ جي تعليم حاصل ڪئي آهي. اتي هن پنهنجي جنگي ۽ برطانيه جي خلاف خيالن کان مدرسي جي عملي جي ڪن ماڻهن ۽ ڪجهه شاگردن کي متاثر ڪيو ۽ سيني کان وڏو شخص، جنهن تي هن پنهنجو اثر وڌو اهو مولانا محمود حسن هو جيڪو هن اسڪول ۾ گهڻي عرصي تائين هيڊ مولوي رهي چڪو آهي. عبيدالله چاهي پيو ته ديوبند جي مشهور مدرسي مان تعليم حاصل ڪيل مولين جي ساٿ سان، سڄي هندستان ۾ هڪ اسلامي جوش ۽ برطانيه جي خلاف تحريڪ پکيڙي، پر ان جي تجويز جي رستي ۾ مدرسي جا مهتمم ۽ انجمن جا ماڻهو رڪاوٽ بڻيا. انهن هن کي ۽ هن جي چند ساٿين کي مدرسي جي ملازمت مان ڪڍي ڇڏيو. ان ڳالهه جو به ثبوت ملي چڪو آهي ته هو ڪن حالتن ۾ مصيبت ۾ گرفتار رهيو. پوءِ به هو مولانا محمود حسن وٽ عام طور تي ايندو رهيو. مولانا جي گهر ۾ خفيه گڏجاڻيون ٿينديون رهيون ۽ ان ڳالهه جو به اطلاع مليو ته سرحد کان ڪجهه ماڻهو به اتي ايندا هئا.

18 سيپٽمبر 1915ع تي محمود حسن به هڪ شخص محمد ميان ۽

دوستن سان گڏ عبيدالله جي مثال جي پيروي ڪئي ۽ اتر جي طرف وڃڻ جي لاءِ نه، پر عرب جي صوبي حجاز ۾ رهڻ جي غرض سان هندستان ڇڏي ڏنو. روانو ٿيڻ کان اڳ عبيدالله دهلي ۾ هڪ مدرسو قائم ڪيو ۽ به اهڙا ڪتاب ڇپائي ظاهر ڪيا، جن ۾ هندستاني مسلمانن کي جنگي ۽ مذهبي جوش جي ترغيب ڏني ويئي هئي ۽ ان کي جهاد جي فرض اوليٰ جي ادا ڪرڻ تي آماده ڪيو ويو هو. ان شخص جو ۽ ان جي دوستن جو، جن ۾ مولانا محمود حسن به شامل آهي، عام مقصد هي هو ته مسلمانن جو هڪ زبردست حملو هندستان تي ٿئي ۽ مسلمانن جي بغاوت سان ان کي مدد پهچي. هاڻي اسان هيٺ انهن ڪوششن جو ذڪر ڪنداسين، جيڪي انهن ماڻهن پنهنجي مقصدن ۾ ڪامياب ٿيڻ جي لاءِ ڪيون.

عبيدالله ۽ سندس دوست پهريائين هندستاني مذهبي جنونين وٽ ويا ۽ ان کان پوءِ ڪابل پهتا. اتان هو ترڪي جرمن مشن جي ميمبرن سان مليا ۽ انهن سان خيالن جي ڏي وٺ ڪيائون ۽ ٿوري وقت کان پوءِ انهن جو ديوبندي دوست مولوي محمد ميان انصاري به ساڻن اچي مليو. هي ماڻهو مولانا محمود حسن سان گڏجي عرب ويو هو ۽ 1916ع تي هو جهاد جو اعلان پاڻ سان گڏ کڻي آيو، جيڪو حجاز جي ترڪ فوجي حاڪم غالب پاشا مولانا محمود حسن کي ڏنو هو. ان دوران رستي ۾ محمد ميان ان لکت (جيڪا غالب نامي جي نالي سان مشهور آهي) جا نقل هندستان ۽ سرحدي قومن ۾ ورهائيندو آيو. عبيدالله ۽ سندس ساٿي سازشي ماڻهن هڪ تجويز تيار ڪئي هئي ته، جڏهن سلطنت برطانيه کي ختم ڪيو ويجي ته، هندستان ۾ هڪ عارضي حڪومت قائم ڪئي ويجي، هڪ شخص مهندرپرتاب ان جو پريزيڊنٽ (صدر) ٿيڻ وارو هو. هي شخص هڪ سٺي خاندان جو هندو ۽ پنهنجي راءِ تي هلڻ وارو ۽ وهمي سيرت جو ماڻهو آهي ۽ 1914ع تي ان کي اٽلي، سوئٽزرلينڊ ۽ فرانس ۾ سفر ڪرڻ جو پاسپورٽ ڏنو ويو هو. هو سڌو جنيوا ڏانهن ويو اتي هرديال سان مليو ۽ هرديال ان جو جرمن قونصل سان تعارف ڪرائي ڇڏيو. ان کان پوءِ هو برلن هليو ويو.

هڪ شخص جيڪو عبيدالله کي سٺي نموني سڃاڻندو آهي، ان بابت هو لکي ٿو ته ”اهو شخص تجويزون تيار ڪرڻ ۾ نهايت عجيب ۽ غيرمعمولي ماڻهو هو ۽ ايئن معلوم ٿئي پيو ته هو ڪنهن وڏي سلطنت جو حڪمران آهي، پر جتي ڪم ڪرڻ جو وقت اچي ويجي ته هو گهڻو سست هو ۽ ڪم ڪرڻ

ڪان بچڻ چاهيندو هو ۽ اتان ڪنهن خاص مشن جي لاءِ موڪليو ويو. ڇو ته ان جرمنين تي پنهنجي اهميت جو اثر حد کان وڌيڪ بيان ڪرڻ واري طريقي سان وڌو هو.

خود عبيدالله هندستان جو وزير ٿيڻ وارو هو ۽ ڪرشنا ورما جو دوست ۽ آمريڪي غدر پارٽي جو ميمبر برڪت الله، جنهن برلن واري رستي جو سفر ڪيو هو وزيراعظم ٿيڻ وارو هو. هي شخص رياست ڀوپال جي هڪ ملازم جو پٽ هو. انگلستان، آمريڪا ۽ جپان مان ٿي آيو هو. هي شخص ٽوڪيو ۾ هندستاني ٻولي جو پروفيسر مقرر ٿيو هو ۽ اتان هن برطانيه جي خلاف هڪ نهايت تيز اخبار ”اسلامڪ فريٽرنٽي“ جي نالي سان جاري ڪئي هئي. ان اخبار کي بعد ۾ جپاني حڪام بند ڪري ڇڏيو هو. ان ڪانپوءِ هو پنهنجي عهدي تان هٽايو ويو ۽ پوءِ آمريڪا وڃي پنهنجي غدري دوستن سان ملي ويو.

اهي جرمن جيڪي افغانستان ۾ پنهنجي مقصد جي لاءِ آيا هئا، جڏهن ناڪام ٿيا ته 1916ع ۾ واپس هليا ويا، پر هندستاني اتي ئي رهيا ۽ ”عارضي حڪومت“ وارن روسي ترڪستان جي حاڪم ۽ زار روس کي ان مضمون جا خط لکيا ته روس کي گهرجي ته برطانيه سان اتحاد کي ختم ڪري ۽ هندستان مان سلطنت برطانيه کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ امداد ڪري. انهن خطن تي مهندر پرتاب جون صحيون هيون. آخر هي خط برطانيه جي هٿ اچي ويا. شهنشاهه روس جي نالي جيڪو خط هو، اهو سون جي پَٽ تي لکيو ويو هو، جنهن جي عڪسي تصوير اسان کي ڏيکاري وئي آهي.

”عارضي حڪومت“ ترڪي گورنمينٽ سان اتحاد پيدا ڪرڻ جي تجويز به پيش ڪئي ۽ ان مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ عبيدالله پنهنجي پراڻي دوست مولانا محمود حسن کي خط لکيو. هي خط ۽ هڪ ٻيو خط، تاريخ 8 رمضان مطابق 9 جولاءِ 1916ع واري سان گڏ، جيڪو محمد ميان انصاريءَ لکيو هو، بند ڪري، ان حيدرآباد سنڌ جي شيخ عبدالرحيم جي نالي هڪ نوٽ لکي ڪري موڪلي ڇڏيو. هي شخص هن وقت لاپته آهي. شيخ عبدالرحيم کي ان نوٽ ۾ هي گذارش ڪئي وئي هئي ته هو ڪنهن معتبر حاجي جي هٿان اهي خط مڪي ۾ مولانا محمود حسن کي پهچائي ڇڏي. اهي خط ڦڪي ريشمي ڪپڙي تي نهايت صاف ۽ سٺن اکرن ۾ لکيل هئا. محمد ميان جي خط ۾ هي ڳالهيون لکيل هيون: جرمن ۽ ترڪ وفدن جو اچڻ، جرمنين جو واپس هليو وڃڻ، ترڪن جو ڪنهن ڪم کان سواءِ رهي پوڻ،

غالب نامي جي اشاعت، عارضي حڪومت جي تجويز ۽ خدائي فوج جي تجويز ڪيل جوڙجڪ.

ان ۾ فوج بابت هي تجويز هئي ته ان جي لاءِ هندستان مان رنگ روٽ ڀرتي ڪيا وڃن ۽ مسلمان حڪمرانن جي وچ ۾ اتحاد پيدا ڪيو وڃي. محمود حسن انهن سيني معاملن کي حڪومت عثمانيءَ تائين پهچائڻ تي مقرر هو. عبيدالله جي خط ۾ خدائي فوج جي تجويز جو هڪ نقشو هو. ان فوج جو هيڊڪوارٽر مدينو ۽ ان جو جنرل ان چيف محمود حسن ٿيڻ وارو هو. هيڊڪوارٽر مقامي جرنيلن جي ماتحت قسطنطنيه، طهران ۽ ڪابل ۾ قائم ٿيڻ وارا هئا. ڪابل ۾ خود عبيدالله جرنيل مقرر ٿيڻ وارو هو. ان نقشي ۾ ٽن سرپرستن، 12 فيلڊ مارشلن ۽ ڪيترن ئي ٻين اعليٰ فوجي آفيسرن جا نالا هئا. لاهور جي ڀڄي ويل شاگردن مان هڪ ميجر جنرل، هڪ ڪرنل ۽ ڇهه ليفٽيننٽ ڪرنل ٿيڻ  وارا هئا. جيڪي ماڻهو انهن اعليٰ عهدن جي لاءِ چونڊيا ويا هئا، انهن مان اڪثر اهڙا هئا، جن کان انهن جي مقرريءَ بابت مشورو نه ورتو ويو هو. ريشمي خطن مان جيڪي اطلاع مليا، انهن ۾ ڪي تدارڪ ضروري هئا ۽ اهي ڪيا ويا.

ڊسمبر 1916ع تي مولانا محمود حسن ۽ سندس چار ساٿي برطانيه جي هٿ اچي ويا. اهي هن وقت جنگي قيدي آهن ۽ برطانيه جي سلطنت جي هڪ حصي ۾ نظربند آهن. غالب پاشا جنهن غالب نامي تي صحيحون ڪيون هيون اهو به اڄڪلهه جنگي قيدي آهي ۽ هو ان ڳالهه جو اقرار ڪري ٿو ته هن ان ڪاغذ تي صحي ڪئي هئي، جيڪو محمود حسن پارٽيءَ ان جي روبرو پيش ڪيو هو. ان جي ضروري حصن جو ترجمو هيٺن آهي:

”ايشيا، يورپ ۽ آفريڪا جا مسلمان هر قسم جي اسلحي سان تيار ٿي ڪري الله جي رستي ۾ جهاد جي لاءِ اٿي پيا آهن. الله تعاليٰ قادر و قيوم جو شڪر آهي ته ترڪي فوج ۽ مجاهد، اسلام جي دشمنن تي غالب اچي ويا آهن.... ان ڪري اي مسلمانؤ! ان ظالم عيسائي حڪومت تي حملو ڪريو، جنهن جي قيد ۾ توهان پيا آهيو. نهايت جلدي مضبوط ارادي سان پنهنجي سيني ڪوشش کي دشمن جي ماري وجهڻ جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو ۽ انهن کان نفرت ۽ دشمني ظاهر ڪريو. توهان کي هي به معلوم هئڻ گهرجي ته مولوي محمود حسن (جيڪو پهريان هندستان جي مدرسي ديوبند ۾ هو) اسان وٽ آيو ۽ اسان کان مشورو ورتائين، اسان ان خيال ۾ ان جي حمايت ڪئي ۽

ان کي ضروري هدايتون ڏئي چڏيون آهن. جيڪڏهن هو توهان وٽ اچي تہ توهان ان تي اعتماد ڪريو ۽ ماڻهن، پئسن ۽ هر شيءِ سان، جيڪا هو گهري ان جي مدد ڪريو.“

165۔ نتيجو

هن باب ۾ جيڪي واقعا لکيا ويا آهن، انهن مان صاف ظاهر آهي تہ ٿورڙا مسلمان مذهبي جنون وارا، هندستان ۾ بغاوت پکيڙڻ جا ڪيتري قدر خواهشمند هئا ۽ پنهنجي مقصدن ۾ ڪامياب هئڻ جي لاءِ انهن برطانيا جي دشمنن سان اتحاد پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جنگ ڪرڻ جي لاءِ انهن جا طريقا هي آهن تہ پهريان خفيہ ۽ پراسرار سازشون ۽ تجويزون ڪيون وڃن ۽ پوءِ ظاهر ظهور فساد برپا ڪيو وڃي. ان لاءِ ڪڏهن هو رنگروٽ موڪلين ٿا، ڪڏهن چندو گڏ ڪندا ٿا وتن، ڪڏهن پئسہ موڪلين ٿا، ڪڏهن هو پاڻ وڃن ٿا. هو سدائين بغاوت جو وعظ ڪندا آهن. انهن جي تجويزن کان حفاظت ۾ رهڻ جي لاءِ عام مسلمانن جي وفاداري ۽ گورنمينٽ جي طاقت جو رعب ۽ اثر ئي ٻہ ذريعا آهن.“

## پندرهون باب

## انهن سيني سازشن جي هيئيت (شڪل) ۽ انهن جي ناڪامي

166۔ هاڻي اسان انهن سيني سازشن جون تحقيقاتون ڪري چڏيون آهن، جيڪي انقلابي تحريڪ سان تعلق رکن ٿيون. بمبئي ۾ هي ماڻهو خالص برهمڻ ۽ گهٽائي ۾ راجپوت آهن. بنگال ۾ سازشي ماڻهو وچئين طبقي جا نوجوان ماڻهو آهن. انهن جا سمورا اصول ۽ طريقا محنت، استقلال ۽ هوشياري تي ٻڌل آهن. انهن جي پنهنجي صوبي ۾ انهن سازشين سان قتل ۽ ڌاڙن جو هڪ سلسلو شروع ٿي ويو آهي. بهار، اڙيسہ ۽ مدراس ۾ انهن سازشين جڙ تہ نہ پڪڙي آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن ڏوهہ ۽ بدامني جو سبب ضرور ٿيندا آهن. پنجاب ۾ جيڪي وطن ڇڏي آمريڪا ويل وطن واپس آيا، اهي بغاوت ۽ خونريزيءَ تي لهي آيا هئا.

انهن ڪيترائي ڏوهہ ڪيا ۽ 1915ع جي غدر سازش جو سبب بڻيا. برما ۾ بہ تحريڪ غدر گهٽي سرگرميءَ سان ڪئي پئي ويئي، پر ان جي پڙڪائڻ وارا گرفتار ڪيا ويا.

آخر ۾ مسلمانن جي هڪ سازش جو انڪشاف ٿيو جيڪا ڪجهه مذهبي ديوانن تائين محدود هئي ۽ انهن جو ارادو هي هو ته ٻاهر جي ملڪن جي مدد سان سلطنت برطانيه کي ختم ڪري ڇڏين.

هي سڀئي سازشون هڪ ئي مقصد جي لاءِ ڪيون ويون ته هندستان مان سلطنت برطانيه کي زبردستي ختم ڪيو وڃي. ڪڏهن ته هي جدائي ۾ رهيا، ڪڏهن انهن کي گڏيل طور تي ملايو ويو. ڪڏهن جرمن اثر سان انهن جي همت افزائي ڪئي ويئي، پر هندستان جي وفاداريءَ جي مدد سان انهن سڀني مصيبتن جو ڪامياب مقابلو ڪيو ويو. پر اها ڪا به تعجب جهڙي ڳالهه نه آهي ته ان قسم جي سازشن جي معاملي ۾، جيڪي نهايت خبرداريءَ ۽ احتياط سان ڪيون ويون هجن، گورنمينٽ غيرمعمولي قانون ناهڻ تي مجبور ٿي پئي. ايندڙ باب ۾ اسان ٻڌائينداسين ته سني زماني ۾ جيڪي قاعدا ۽ ضابطا ناهيا ويا هئا، اهي اهڙين حالتن ۾ ناڪام ڇو رهيا، جيڪي ڪن سازشن سان پيدا ٿي پيا هئا.



ضميمو 2

# دي انڊين مسلمز- اي ڊاڪيومينٽري ريڪارڊ مان ڪجھ انتخاب

شمس العلماءَ حافظ محمد احمد مهتمم دارالعلوم ديوبند ڪجھ تاريخي دستاويزن جي آئيني ۾.

ايندڙ ورقن ۾ جيڪي دستاويز پيش ڪيا پيا وڃن، دي انڊين مسلمز ـ اَي ڊاڪيو مينٽري ريڪارڊ (1900 ڪان 1947ع) جلد پنجون، انٽريسٽ ان ورلڊ وار، مرتب شان محمد، دهلي 1982ع مان ورتا ويا آهن. ان جلد ۾ سڀئي دستاويز، عالمي جنگ پهرين جي دور 1914ع ڪان 1918ع جي باري ۾ آهن. هتي فقط اهي دستاويز مرتب ڪيا ٿا وڃن، جن جو تعلق حضرت شيخ الهند مولانامحمود حسن ۽ ان جي تحريڪ جي باري ۾ شمس العلماءَ مولانا حافظ محمد احمد، مهتمم دارالعلوم ديوبند جي رويي ۾ ڪارگذارين سان هو.

هي سڀئي دستاويز اصلي انگريزي زبان ۾ مرتب ٿيا هئا، انهن جو اردو ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي، پر انهن ۾ هڪ دستاويز ”سپاسنامہ“، جيڪو سرجيمس مسٽن، گورنر يوپي جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو هو، اردو ۾ هو. ان جو انگريزي ترجمون سيڪريٽري حڪومت يوپي پنهنجي تبصري سان گڏ حڪومت هند کي موڪليو هو ۽ ان تي ڪرمنل انٽيليجنس پنهنجي ردعمل جو اظهار ڪيو هو.

جيئن تہ اصل سپاسنامو (اردو) ملي نہ سگهيو آهي، ان ڪري ان کي ان جي انگريزي ترجمي کي اردو ۾ منتقل ڪيو ويو آهي. ترجمي جي هن عمل سان ان جي مطلب ۾ فرق نہ پئي پئجي سگهيو. ان جو مفهوم يقيناً برقرار رهيو آهي، پر ان جي زبان ۽ طرز جي ذميواري سپاسنامو پيش ڪرڻ وارن تي نٿي وجهي سگهجي. انهن ڪنهن مفهوم جي ادائگي جي لاءِ ڪهڙو لفظ استعمال ڪيو هو؟ ان باري ۾ ڪابہ ڳالھ يقين سان نہ ٿي چئي سگهجي. سپاسنامي ۾

قرآن شريف جي ڪجهه آيتن جا حوالا به آيا هئا. ان جي ترجمي جي لفظن ۽ مفهوم جي مدد سان حاشيي ۾ آيتن جي نشاندهي جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي، پر ٿي سگهي ٿو ته اصل سپاسنامي ۾ ان مفهوم جون ٻيون آيتون يا انهن جو ڪو به ٽڪرو پيش ڪيو ويو هجي.

انهن دستاويزن جي مطالعي کان سواءِ مولانا عبيدالله سنڌي مرحوم جي خلاف هنگامو ۽ ان کي ڪفر جي فتويٰ ڏيڻ، ديوبند مان ان کي ڪڍي ڇڏڻ ۽ حضرت شيخ الهند مولانا محمود حسن ۽ ان جي تحريڪ جي خلاف دارالعلوم جي انتظاميه جي دشمني وارين ڪارگذارين ۽ انگريز پرستي واري رويي جو يقين نٿو ڪري سگهجي. مدرسي جي انتظاميه خاص ڪري شمس العلماءَ مولانا حافظ محمد احمد جو صحيح سياسي ۽ قومي ڪريڪٽر معلوم ئي نٿو ڪري سگهجي، جيستائين انهن دستاويزن جو مطالعو نه ڪيو وڃي.

جيڪي دستاويز هتي پيش ڪيا پيا وڃن، ڪتاب ۾ انهن جا نمبر 11، 21، 22، 24، 25 ۽ 26 آهن. پر هتي انهن جي ترتيب انهن جي تاريخ تاليف ۽ روانو ڪرڻ جي اعتبار سان قائم ڪئي ويئي آهي.

دستاويزن جي ترجمي جي لاءِ محترم پروفيسر شفقت رضوي صاحب جو شڪرگذار آهيان.

(ا- س- ش)



# سپاسنامو

## بخدمت سرجيمس مسٽن (گورنر صوبو يوپي)

ديوبند جي مولوين جي طرفان
27 سيپٽمبر 1915ع

اسان (جن کي ڪنهن وڏاءَ ڪان سواءِ تمام بااثر، رياءَ ڪان پاڪ ۽ بي غرض رواداري رکڻ وارن جو ترجمان چئي سگهجي ٿو.) نمائندا آهيون، هندستان ۾ قائم واحد اسلامي مرڪز (دارالعلوم ديوبند) جا، جنهن جو ڪو بہ مٽ نہ آهي ۽ اسان هر قسم جي تخريبي ڪوشش ۽ بدبختي وارين ڪارروواين [1] جي باوجود نهايت ثابت قدمي ۽ مضبوطيءَ سان ان جي قديم پاليسي کي هلائي رهيا آهيون. يور آرنر جي خدمت ۾ ۽ ان جي ذريعي سان هندستان جي حڪمران هزايڪسيلينسي وائسراءِ جي خدمت ۾، مولانا محمد احمد صاحب، مهتمم دارالعلوم (ديوبند) کي شمس العلماءَ جو لقب ۽ خاص سند عنايت ڪرڻ تي، جيڪا علماء جي عزت افزائي ۽ شاهي انعام جي روايتن جو نمونو آهي، پنهنجي پرخلوص دلي ميجتا وارن جذبن جو اظهار ڪريون ٿا. حڪومت جي عمل سان رڳو اهو ئي ثابت نٿو ٿئي تہ هو انهن ئي مسلمان ليڊرن ۽ رهنمائن جي عزت ڪري ٿي، جيڪي ان جي لائق آهن، بلڪ آزاديءَ جي دعويدارن جي ان سوال جو جواب بہ ملي وڃي ٿو تہ ڇا اعزاز واقعي لائق ماڻهن کي ڏنا ويندا آهن.

هي صحيح آهي تہ ان حقيقت کي اسان تسليم ڪريون ٿا تہ مادي ۽ دنياوي مفادن کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪوشش ڪندو رهڻ نہ تہ اسان جو فطري رجحان آهي ۽ نہ اسان جي ديني فرضن جو حصو آهي، پر الله جي مرضي جي مطابق اسان جا موجوده حڪمران، جيڪڏهن اسان کي ڪو اعزاز ڏين تہ اسان ان کي ڇو نہ قبول ڪريون ۽ عزت جي طور تي ان جي تعريف ڇو نہ ڪريون. [2] جيڪڏهن اسان ايئن ڪريون (يعني اعزاز جو قدر ۽ ان تي شڪرگذاريءَ جو اظهار نہ ڪريون) تہ الله معاف ڪري، گويا اسان احسان مندي ۽ شڪرگذاريءَ جي هن فرض کان نافرماني ڪنداسين، جنهن جي اسان جي پاڪ مذهب اسان کي تعليم ڏني آهي، ان کان غفلت جي ڪري اسان حڪومت جي نظر ۾ ۽ الله ۽ رسول جي اڳيان [3] ۽ سيني اخلاقي اصولن

جي اڳيان ذليل ۽ خوار ٿيندا سين. اسان اهڙي عمل کي سخت اخلاقي ڪمزوري بلڪ هڪ نقطه نظر سان گناهه سمجهندا آهيون.[4] انهن مسلمانن جي لاءِ جيڪي جن آيتن تي پڪو آيمان رکندا آهن:

(1) اي پيغمبر! چئي ڇڏيو ته هر ڳالهه الله جي طرفان آهي[5] ۽

(2) ان جي حڪم کان سواءِ هڪ پن به نٿو چري سگهي[6] ۽

(3) جنهن الله جي اڳيان جهڪي پوڻ جو نشان اختيار ڪيو آهي[7] ۽ اخلاص واري طريقي سان ان پراڻي چوٽيءَ کي سچ مڃيندا آهن ته جيڪو ڪجهه دوست جي طرف کان آيو صحيح آهي.[8] ڪنهن شاهي عطيي ۽ ڪنهن وڏي مرتبي اعزاز کي وٺڻ کان انڪار ڪرڻ يا ان کي شاندار طريقي سان قبول نه ڪرڻ ناشڪرگذاري آهي.

اهي ئي سبب هئا جو اسان دارالعلوم جا چند خيرخواهه اچ يوئر آنر جي حضور ۾ حاضر آهيون. اسان جي حيثيت فقط ڪجهه ماڻهن جي نه آهي، پر اسان نهايت سني گروهه جا نمائندا ۽ ترجمان آهيون. جيڪو هڪ ”حقيقي فرض“ ادا ڪرڻ جي لاءِ آيا آهيون.[9] اسان کي اميد آهي ته يوئر آنر به اسان جي دائمي شڪرگذاري جو احساس رکن ٿا جو اسان کي قبوليت جو شرف عطاف فرمايو.[10]

يوئر آنر! اسان جو طبقو (جيڪو دنياوي لحاظ کان معمولي ۽ غريب آهي) ان ڳالهه کان پوري طرح آگاهه نه آهي ته ڪهڙو طريقو شڪر ۽ مهربانيءَ جي لاءِ مناسب ٿي سگهي ٿو. اسان ان طريقي ڪار کي سٺو نٿا سمجهون ته، هر هڪ ضلعي جي مسلمانن جي طرفان خط، ٽيليگرام ۽ قراردادون روانيون ڪرائي سڄي هندستان ۾ ڌوم مچائي ڏيون، ان ڪري اسان اميد ڪريون ٿا ته يوئر آنر دارالعلوم جي اسان ٿورڙن خدمتگذارن جي ضعيف ۽ ڪمزور آواز کي (جيڪو اتحاد جي مضبوط رشتن ۾ ٻڌل هئڻ جي ڪري سڄي فرقي ۽ درحقيقت سيني اعتدادل پسندن جو آواز آهي) ظاهري ڏيک ويک (طمطراق) سان شڪريو ادا ڪرڻ جي عمل جي بنسبت وڌيڪ اثرائتو ۽ مؤثر سمجهندا سين.

يوئر آنر! اسان جي هن ننڍڙي وفد ۾ نه ته ڪو جاگيردار آهي ۽ نه ڪوئي رئيس. هي وفد ظاهري رک رکاءَ ۽ ڏيک ويک کان پري آهي، پوءِ به هي چوڻ بيجا نه ٿيندو ته هي يوئر آنر جي دور حڪومت جو وڏو فيض آهي ۽ شمس العلماءَ مولانا محمد احمد جي مئنيجرشپ (حسن انتظام ۽ اهتمام) جو اثر

آهي تہ اسان جهڙن تڏي تي ويهڻ وارن کي هتي ڏينهن ڏسڻ نصيب ٿيو جو ”گم نامي ۽ اونداهيءَ جي ذلت“ مان نڪري ڪري شاهن جي حضور ۾ احسانمندي ۽ شڪراني جا جذبات پيش ڪرڻ جي ”سعادت“ حاصل ٿي.[11] هي اصل ۾ نتيجو آهي دارالعلوم جي وڌندڙ اهميت ۽ ان جي پکڙجندڙ اثر ۽ رسوخ جو.

يوئر آنر! جيڪڏهن اڄ اسان هڪ خاص ”احسان ۽ عنايت“ جو شڪريو ادا ڪرڻ جي لاءِ حاضر ٿيا آهيون، جيڪو فقط نہ رڳو مهتمم صاحب تي بلڪ اسان جي سڄي طبقي تي ڪيو ويو آهي، ان سان گڏوگڏ اسان جي سامهون دارالعلوم جي لاءِ اوهان جون نوازشون بہ واري ڪڏ مان آهن جن جو احوال مهتمم صاحب جن وقتاً فوقتاً ٻڌائيندا رهندا آهن. اهڙي ڪرم جي نظر جي ڪري مسلم پبلڪ جو دارالعلوم تي اعتماد بحال ٿيندو ۽ ان سان اسان جي هن پاليسيءَ کي مدد ملندي، جنهن جي تعريف يورپ جا وڏا وڏا آفيسر ڪندا رهيا آهن.

يوئر آنر! اسان الله جي حضور ۾ شڪراني جو سجدو ڪريون ٿا تہ مجموعي طور تي اسان جي ۽ اسان جي فرقي جي وچ ۾ گڏيل زبردست اعتماد موجود آهي. ان جو ثبوت دارالعلوم جا وڌندڙ آمدنيءَ جا ذريعا ڏئي سگهن ٿا يا دارالعلوم ۾ ملڻ واري تعليم جا اثر.

جيستائين اسان جي وس ۾ آهي، اسان پنهنجي طبقي جي مذهبي ۽ روحاني ترقي ۽ پلائيءَ جي لاءِ پنهنجي ذميوارين کان ڪن لاتار نٿا ڪريون. پر ٿي سگهي ٿو تہ ڪي ناواقف ماڻهو دارالعلوم جي عزت ۽ مرتبي کي ڏسندي، اسان جي ڪن عملن کان ڪڏهن شڪ ۽ شبهي جو شڪار ٿي پوندا هجن. پر جيئن ئي گفتگوءَ جي ذريعي يا گڏيل خط و ڪتابت جي ذريعي انهن کي حقيقتن کان آگاهہ ڪيو ويجي ٿو تہ اهي بہ پوريءَ طرح مطمئن ٿي ويندا آهن.

اسان جو هڪ ئي فقط هڪ ئي مقصد آهي ”مذهبي آزاديءَ جو تحفظ ۽ فقط مذهبي آزاديءَ جو تحفظ!“ ان کان هٽي ڪري ڪنهن سياسي تحريڪ کي رد ڪرڻ يا قبول ڪرڻ اسان جي قائم ۽ ناقابل تبديل نظريي کان ٻاهر آهي.[12]

جيڪڏهن حڪومت اسلام ۽ ان جي عقيدن ۽ رسمن کي ۽ اسان جي ”حقيقي ليڊر“[13] کي واقعي عزت ڏئي ٿي تہ دل ۽ زبان سان ان جو شڪريو ادا

نہ ڪرڻ يا پنهنجي ڪنهن عمل سان ان جي لاءِ مشڪلات پيدا ڪرڻ ”انتهائي ناشڪري“ ۽ ”گناهہ“ آهي.[14]

يوئر آنر! اسان پنهنجي واحد ۽ واضح پاليسي ٻڌائي چڪا آهيون. هن وقت شمس العلماءَ مولانا محمد احمد ان پاليسي کي هلائي رهيا آهن. اسان کي يقين آهي تہ ان جي خاندان جي وڏي مرتبي ۽ ان جي شخصي اثرن جي ڪري ان جا شاگرد ان ئي پاليسيءَ تي مستقل مزاجيءَ سان قائم رهندا.

اسان پڇاڙي تي يوئر آنر جي وقت ۽ توجہ جي زيان تي معذرت خواه آهيون ۽ هڪ دفعو وري گرمجوشيءَ سان يوئر آنر جو شڪريو ادا ڪريون ٿا، جيڪي صوبي جي اولاالعزم حڪمران ۽ دارالعلوم جا همدرد ۽ خيرخواه آهن.[15] اسان هي يقين ڪري وٺڻ ۾ حق بجانب آهيون تہ يوئر آنر تڪليف فرمائي اسان جي اڀرائيءَ وارن، ليڪن احسانمند ۽ شڪرگذاري جي پرخلوص جذبي کي حضور هزايڪسيلينسي وائسراءِ بهادر تائين پهچائي ڇڏيندا. اسان يوئر آنر جي ترقي ۽ خوشحاليءَ جي لاءِ دعاگو آهيون.“

حڪومت يوپي ان ”سپاسنامي“ سان گڏ 27 سيپٽمبر تي هڪ نوٽ بہ موڪليو هو. جنهن جو ذڪر 28 آڪٽوبر 1915ع جي مراسلي ۾ آيو آهي. 27 سيپٽمبر جو حڪومت يوپيءَ جو اهو نوٽ تہ ملي نہ سگهيو پر سپاسنامو ۽ حڪومت يوپي جي نوٽ تي ڪرمنل انٽيليجنس جيڪو تبصرو ڪيو هو، خدمت ۾ پيش آهي.

## سمجهاڻيون

(1) تخريبي ڪوشش ۽ بدبختانہ ڪارروايئن مان اشارو حضرت شيخ الهند مولانا محمود حسن ۽ مولانا عبيدالله سنڌي جي انگريز دشمني ۽ ملڪ جي آزاديءَ جي لاءِ ڪوشش جي طرف آهي، جنهن جو پهريون مرڪز دارالعلوم ديوبند هو پوءِ ان مرڪز کي دهلي منتقل ڪيو ويو هو. جيئن تہ حضرت شيخ الهند جي وجود گراميءَ جي ڪري دارالعلوم ۾ آزادي پسندانہ اثر ۽ انگريز دشمن خيال اڃا بہ موجود هئا.

(2) برٽش حڪومت جي ڪنهن اعزاز کي اسلامي حڪومت يا خلافت جي اعزاز جي مثال قرار ڏيڻ وڏي زيادتي آهي ۽ پوءِ تہ مولانا محمد احمد جي ڇا اهليت ۽ خدمت هئي، جنهن جي اعتراف ۾ هي خطاب ۽ خصوصي سند ڏني ويئي هئي؟ تصنيف ۽ تاليف ۽ پڙهڻ پڙهائڻ ۾ ان جو ڪو خاص مقام نہ هو. جيڪڏهن دارالعلوم جي مهتمم هجڻ جو عهدو ان جو بنياد هو تہ ڏسڻ گهرجي تہ ملڪ جي ٻين ڪيترن دارالعلومن ۽ ڪاليجن، يونيورسٽين جي شيخن، پرنسيپلن ۽ مهتممن کي ان وقت تائين يا ان کان پوءِ شمس العلماءَ جي خطابن سان نوازيو ويو هو؟ حقيقت هي آهي تہ مولانا محمد احمد کي

دارالعلوم ۽ ان جي حلقي اثر ۾ برٽش مفادن جي تحفظ جي لاءِ خدمتن جي اعتراف ۾، ان خطاب ۽ سند سان نوازيو ويو هو. ان هڪ نازڪ وقت ۽ انقلاب جي دور ۾ پنهنجو پاڻ کي برٽش حڪومت جي سياسي ۽ سامراجي مقصدن ۾ تعاون جي لاءِ پيش ڪيو هو. ان ڪري دارالعلوم ديوبند ۽ ان جي حلقي اثر ۾ ان خطاب جو سڀ کان وڌيڪ حقدار اهو ئي هو.

(3) خبر نہ آهي تہ هي ڪيئن ڳولي لڌو ويو تہ انگريز حڪومت جو مولانا محمد احمد کي شمس العلماءَ جو خطاب ڏيڻ الله جي مرضي جي مطابق ۽ ان جي خوشنوديءَ جو سبب هو ۽ ان جو قبول ڪرڻ، انگريزن جي ان عمل جي شايان شان طور تي تعريف ڪرڻ ۽ ان جو شڪريو ادا ڪرڻ لازم ٿيو.

انهن حضرات وٽ جيئن تہ بحڪم ”اطيعوالله اوطيعوالرسول واوالوالامر منڪم“ برٽش سامراج ۽ ان جي حڪمرانن جي اطاعت، الله ۽ ان جي رسول جي اطاعت سان ملزوم هئي، ان ڪري حڪومت کان شڪر جي جذبي جو اظهار بہ خدا ۽ رسول جي شڪريي سان لازم ڪري ڇڏيو. انهن جي خيال ۾ خدا، رسول ۽ برٽش حڪومت (اولوالامر منڪم) ۽ سڀئي اخلاقي اصول هڪ ٻئي سان لاڳاپيل آهن، جنهن کي هڪ ئي سلسلي ۾ پوبو ويو آهي ۽ انهن جي برخلاف ڪرڻ ”سخت اخلاقي ڪمزوري ۽ گناهہ“ هو جنهن تي انهن جو ”پڪو ايمان“ هو.

(4) انگريزي حاڪم جيئن تہ انهن جي خيال ۾ ”اولوالامر منڪم“ مان هئا، ان ڪري انهن جي خلاف عمل ذلت ۽ خواريءَ جو سبب بہ هو اخلاقي ڪمزوري بہ ۽ گناهہ بہ.

(5) شايد انهن آيتن جي طرف اشارو آهي (1) ”تون چؤ تہ بيشڪ ڪم سمورو الله جي وس آهي.“ (3: 154) يا ”چؤ سڀ طرفان الله جي آهي.“ (4: 78)

(6) شايد ان آيت جو حوالو ڏنو ويو هجي ”۽ ڄاڻي ٿو جيڪي پٽ ۽ درياءَ ۾ آهي ۽ نٿو ڪري ڪوئي پن پر ڄاڻي ٿو اهو انهيءَ کي ۽ نہ ڪوئي داڻو اونداهين زمين جي ۾ ۽ نہ آلي شيءِ ۽ نہ سڪي، مگر اها آهي دفتر بيان ڪندڙ ۾. (6: 59)

(7) شايد انهن آيتن جو حوالو ڏنو هجي: ”هائو جنهن جهڪايو پنهنجو منهن الله لاءِ ۽ اهو چڱائي ڪندڙ آهي تہ ان لاءِ ان جو اجر آهي سندس پالڻهار وٽ ۽ ناهي ڪو ڊپ انهن تي ۽ نہ کي اهي ڏکارا ٿيندا.“ (2: 112) يا

”۽ ڪير زور ڀلو آهي دين ۾ ان کان جو جهڪائي سر پنهنجو الله لاءِ ۽ اهو هجي چڱائي ڪندڙ ۽ هلي دين ابراهيم تي جو هڪ طرفو هو ۽ بڻايو الله ابراهيم کي دوست. (4: 125)

(8) ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هي ماڻهو انگريزن کي ملڪ تي ناجائز قابض، ملڪ ۽ قوم جو دشمن نہ بلڪ ”دوست“ سمجهندا هئا.

(9) هي اهي ماڻهو آهن جن جي بزرگن هندستان کي دارالحرب ۽ انگريز کي ملڪ ۽ قوم جو دشمن قرار ڏئي ڇڏيو هو. زماني جي کهڙي نہ ستم ظريفي آهي جو انهن بزرگن جو اولاد، انگريزن جي عطا ڪيل خطابن تي فخر ڪري رهيو آهي ۽ ان تي شڪر ادا ڪرڻ کي ”حقيقي فرض“ (مثلاً نماز، روزو ۽ اسلامي شرعي فرض وانگر) قرار ڏئي رهيو

آهي.

(10) شايد مقصد هي آهي تہ هي شڪر جا جذبات وقتي ۽ ڪنهن فوري مصلحت جي تحت نہ پر دائمي ۽ ابدي آهن.

(11) غور فرمايو! هي ماڻهو نصيب جي مددگاريءَ تي فخر ڪري رهيا آهن ۽ ڪهڙي زندگيءَ کي "گمنامي ۽ ذلت واري اونداهيءَ جي ڪڏ" قرار ڏين ٿا، انهن علمن، فنن، اسلامي علمي فنون جي تعليم ۽ تدريس ۽ اشاعت ڪي؟ صبح ۽ شام قال الله وقال الرسول جي ورد ۽ اسلامي عملن کي؟ ۽ ڪهڙي شيءِ کي "سبب احسانمندي ۽ سعادت" قرار ڏئي رهيا آهن؟ وڏيڪ حيرت ان ڳالهہ تي آهي تہ انهن جي پونيئرن جي دعوي آهي تہ ملڪ جي آزاديءَ جي جنگ ۾ انهن جو حصو آهي.

(12) جيڪڏهن انهن ماڻهن جي ويجهو دارالعلوم جو مقصد قائم ڪرڻ ۽ خود ان جو مقصد حيات "فقط مذهبي آزاديءَ جو تحفظ" هو ۽ انگريزي حڪومت جي دور ۾ اهو انهن کي حاصل هو تہ ملڪ جي مڪمل آزاديءَ جي تحريڪ، ملڪ مان انگريزن جي ڪيڻ جي ڪوشش ۽ پاڪستان جي قائم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ان جي حصي جو ڪهڙو سوال؟ انهن کي تہ پاڻ اعتراف آهي تہ مذهبي آزاديءَ جي تحفظ جي نظريي کان هٽي ڪري ڪنهن سياسي تحريڪ جو رد ڪرڻ يا قبول ڪرڻ ان جي "قائم ۽ ناقابل تبديل نظريي کان ٻاهر آهي."

(13) "حقيقي ليڊر" مان مراد شمس العلماءَ مولانا محمد احمد آهن، جيڪو انگريزن جو دشمن نہ پر دوست هو. ريشمي رومال سازش ڪيس جي ڊائريڪٽري ۾ انٽيليجنس ان کي "حڪومت جو وفادار" ۽ "شريف ماڻهو" لکيو آهي. ان جي وفاداريءَ جو ان کان وڏو ثبوت ڪهڙو هوندو جو مولانا عبيدالله سنڌي جي خلاف ماڻهن کي ڀڙڪايو، ان تي ڪفر جي فتوي لڳرائي، ان کي ديوبند مان ڪيرايو. جمعيت الانصار جي سيني سياسي ڪمن کي مليا ميٽ ڪري ڇڏيو ۽ حضرت شيخ الهند جي جاسوسي ڪندو رهيو. سهارنپور جي ڪليڪٽر جي ذريعي گورنمينٽ کي اطلاع پهچائيندو رهيو. ان جي شرافت جو ذڪر ان کان وڌي ڪري ٻيو ڪهڙو ٿيندو.

(14) گورنر يوپي سرجيمس مسٽن جا ملڪ ۽ قوم تي احسان انهن ماڻهن جي عقيدي ۾ بي شمار هوندا. ملڪ، قوم ۽ مسلمانن جي اهڙين محسنن جو شڪريو ادا نہ ڪرڻ يقيناً "نافرماني" ئي تہ هئي!!!

(15) مسٽن دارالعلوم جو همدرد ۽ خيرخواهہ هجي يا نہ هجي، شمس العلماءَ مولانا محمد احمد جو همدرد ۽ خيرخواهہ ضرور هو. خطاب، خصوصي سند، زمين، وظيفو حيدرآباد دکن جي عاليشان ملازمت، ڪهڙا ڪهڙا احسان مسٽن ان تي نہ ڪيا؟ پر بحڪم "هل جزاءُ الاحسان الا الاحسان"، شمس العلماءَ بہ ان جي احسان جو بدلو مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي ديوبند مان ڪيرائي ۽ حضرت شيخ الهند مولانا محمود حسن کي گرفتار ڪرائي ادا ڪري ڇڏيو هو.

(22)

## سپاسنامي ۽ حڪومت يوپي جي نوٽ تي ڪرمنل انٽيليجنس آفيس

## جو نوٽ

(1) منهنجي خيال ۾ سرجيمس مسٽن انهن مولوين کي اطلاع ڏيندو ته هز ايڪسيلينسي انهن جو پيش ڪيل سپاسنامو نهايت خوشيءَ سان پڙهيو آهي.

(2) مان سپاسنامي جي اشاعت جو مشورو ڏيڻ ۾ مشڪل محسوس ڪري رهيو آهيان. ديوبند جو هيءَ جذبو فيصلا ڪن آهي ۽ ان ڳالهه تي دلالت ڪري ٿو ته هندستان جي مسلمانن ۾ هي جذبو وڌي رهيو آهي. (1) پر مولوين جي ان سپاسنامي کي پاپاءِ اعظم جي ارشادات عاليه جو درجو نٿو ڏئي سگهجي. هي ديوبند جي فقط هڪ حلقي جو ترجمان آهي، پر حڪومت جي هيءَ فطري ضرورت آهي ته هو پنهنجي سچاٽپ، ان جهڙي وفادار طبقي جي ذريعي ڪرائي، پر گهڻو احتياط وارو رويو رکڻ گهرجي ته جيئن مسلمان حڪومت ۾ گهٽ ۾ گهٽ مداخلت ڪري سگهن، هي يقيناً عقلمندي واري پاليسي هوندي.

(3) منهنجي خيال ۾ هندستان جي مسلمانن ۾، حڪومت جي خلاف لڪيل خطرناڪ لهرون اثر ڏيکاريندڙيون رهيون آهن، ۽ هاڻي به آهن.(2) اسان جي هيءَ خواهش جائز آهي ته جنگ ۾ اسان کي واضح ۽ يادگار ڪاميابي حاصل ٿئي ته جيئن جيڪي ماڻهو گهٻراهٽ جو شڪار رهيا آهن، ته هندستان ۾ برطانيه اسلام جو مقابلو ڪري سگهي ٿو يا نه؟ انهن جي ذهنن مان شڪ شبها ختم ٿي وڃن.(3)

جيمس مسٽن جي خط جي پئراگراف نمبر6 جي باري ۾ خيال آهي ته ديوبند جي انهن مولوين جي اثر و رسوخ جو اندازو ان جي حيثيت کان وڌيڪ لڳايو ويو آهي، ڇو ته ان کي مڪي جي مولوين ڪمزور ڪري ڇڏيو آهي. جيڪي پاڻ اسلام ازم جي لاءِ همدرديءَ جا جذبا رکن ٿا ۽ مذهبي جنوني آهن.(4)

(4) مان ان کي پسند ڪريان ٿو ته سپاس نامو ضرور شايع ٿئي، پر حڪومت جي طرف کان نه. گذريل تجربي مان ظاهر ٿئي ٿو ته حڪومت جي طرف کان ايئن ڪرڻ جوش، جنون ۽ تنازعي کي هوا ڏيڻ ثابت ٿيندو.

**سمجهاڻيون**

(1) يعني خوشامد ۽ وفاداريءَ جي جذبي کي جنهن جو تازو اظهار مولوين جي ان سپاسنامي ۾ ڪيو ويو آهي.

(2) شيخ الهند مولانا محمود حسن جي تحريڪ آزاديءَ ۾ مولانا عبيدالله سنڌي جي انهن ڪوشش جي طرف اشارو آهي، جن جي طوفان اٿاريندڙ لهرن ديوبند جي انهن خوشامدي ۽ وفادار مولوين جي حلقي ۾ تباهي مچائي ڏني هئي.

(3) يعني مسلمانن جي ذهنن تي هيءَ ڳالهه نقش ٿي وڃي ته برٽش حڪومت هندستان ۾ اسلام جي مقابلي ۾ هڪ فيصلي واري طاقت جي مالڪ آهي، ته جيئن مسلمان انگريزن جي خلاف ڪنهن سازش يا بغاوت جو خيال دل ۾ نه آڻين.

(4) مطلب هي آهي ته مولانا عبيدالله سنڌي ۽ ”مڪي جي مولوي“، يعني حضرت شيخ الهند جن، جيڪي ان زماني ۾ حج جي لاءِ مڪي هليا ويا هئا، انگريزي حڪومت جي خلاف تحريڪ ۾ ان جي وڌندڙ اثرن جي موجودگيءَ ۾، شمس العلماءَ ۽ انهن مولوين ڪي نه ته علماءِ ديوبند جو ”ترجمان“ سمجهيو وڃي ٿو ۽ نه ”حقيقي ليڊر“. ديوبند تي واقعي اثر مولانا محمود حسن جو آهي، پر حڪومت جي لاءِ وقت جي مصلحت ۽ برٽش مفادن جي تقاضا اها ئي آهي ته ان قسم جي شمس العلمائن ۽ خوشامدي ۽ مولوين تي اعتماد ڪري، انهن کان ڪم وٺي، پر ”محتاط رويو“ اختيار ڪري حد کان وڌيڪ انهن جي همت افزائي نه ڪري جو هو مطالبن جي ذريعي حڪومت جي معاملن ۾ مداخلت ڪرڻ لڳن.

(24)

## يوپي حڪومت جي سيڪريٽريءَ جو خط حڪومت هند (مرڪز) جي سيڪريٽري ڏانهن محمود حسن ديوبندي جي باري ۾.

28 آڪٽوبر 1915ع

پنهنجي ڊي او نمبر 570/ سي لکيل 27 سيپٽمبر 1915ع جي حوالي سان عرض آهي ته:

(1) حڪومت هند کي ان انٽرويو جي نتيجن مان يقيناً دلچسپي هوندي، جيڪي هز آنر ليفٽيننٽ گورنر (صوبي يوپي) ۽ شمس العلماءَ مولوي محمد احمد (ديوبند) جي وچ ۾ 27 سيپٽمبر تي ٿيو هو. هو ان ڏينهن پنهنجن مولوين (1) سان گڏ رسمي طور تي ملاقات ڪرڻ، لقب ملڻ تي "شڪريو ادا ڪرڻ" ۽ پنهنجي "وفاداريءَ جو يقين ڏيارڻ" آيو هو. انهن مان هڪ مولوي سپاسنامو پڙهيو. جنهن جو ترجمو هن رپورٽ سان گڏ آهي. ان تي هيٺين سٽن ۾ تفصيلن روشني وڌي ويندي.

(2) سپاسنامي سان گڏ ان مولويءَ هز آنر جي خدمت ۾ هڪ پمفليٽ به پيش ڪيو جنهن ۾ اخبار زميندار (لاهور) مان ڪجهه اقتباسات لکيل هئا. ان پمفليٽ ۾ مولوي محمد احمد (مهتمم دارالعلوم) کي حڪومت جي طرف کان ڏنل "شمس العلماءَ" جي دنياوي اعزاز کي قبول ڪرڻ تي، ان کي "پئسن جو بنده" چئي ڪري گار ڏني ويئي هئي. ان جو جيڪو جواب ديوبند جي مولوي شبير احمد (عثماني) جي طرف کان ڏنو ويو هو، اهو به هز آنر جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو. انهن سڀني جو خيال آهي ته اهو پمفليٽ الهلال (ڪلڪتي جي ايڊيٽر) مولوي ابوالڪلام آزاد جو لکيل آهي، جيئن ته ان جي طرف کان ڪو به جواب جو جواب نه آيو ان ڪري هي سمجهن ٿا ته ان کان هن جو جواب نه ٿي سگهيو.

(3) سڀني (مولوين) جي هليو وڃڻ کان پوءِ شمس العلماءَ (اڪيلائي ۾) ٻڌايو ته:

(الف) ان سهارنپور جي مئجسٽريٽ کي مولوي محمود حسن جي باري ۾ ٻڌائي ڇڏيو هو.

(ب) انهن هي به ٻڌايو ته مولوي (محمود حسن ۽ سندس ساٿي) 18 سيپٽمبر تي بحري جهاز جي ذريعي روانا ٿي ويا آهن ۽ هاڻي هو

(مولوي محمد احمد) انهن جو پيڇو ڪندو، جيڪو هڪ مشڪل مرحلو آهي.

(ج) انهن کي اميد آهي تہ مولوي محمود حسن شريف (2) مديني جي ذريعي انور پاشا سان تعارف حاصل ڪندو ۽ ان جي ذريعي سان سرحد تي ڳڙٻڙ جي همت افزائي ڪندو.

(4) شمس العلماءَ دهلي گروپ جي باري ۾ تفصيلي معلومات ڏني آهي. دهلي گروپ کي سک مان مسلمان ٿيڻ واري نئين مسلم شاگرد، عبيدالله سنڌي جي امداد حاصل آهي. (3) ان ٻڌايو تہ:

(الف) محمود حسن جڏهن بمبئي ڏانهن ويندي دهلي پهتو تہ ان جو زبردست استقبال ڪيو ويو هو.

(ب) استقبال ڪرڻ وارن ۾ ڊاڪٽر (مختار احمد) انصاري نمايان هو. هو مولوي (محمود حسن) کي پنهنجي موٽر ۾ وهاري پنهنجي گهر کڻي ويو.

(ج) شمس العلماءَ انهن جو پيڇو نہ ڪيو پر بعد ۾ هو بيگم انصاريءَ سان مليو جيڪا ان جي مريدياڻي آهي. ان کان پڇاڳاڇا ڪئي تہ:

(1) ان عورت ٻڌايو تہ ڊاڪٽر انصاري محمود حسن کي هڪ وڏي رقم ڏني آهي.

(2) ان عورت ان جي (ڊاڪٽر انصاري ۽ مولانا محمود حسن جي) ڳالهہ ٻولهہ ٻڌي، ان ۾ مديني ۽ انور پاشا جا نالا آيا هئا.

(د) ڊاڪٽر انصاريءَ جو ڀاءُ (حڪيم عبدالرزاق) محمود حسن کي ڇڏڻ لاءِ بمبئي تائين ويو.

(5) شمس العلماءَ جو بيان آهي تہ:

(الف) عبيدالله جي "شرارت وارين حرڪتن" (4) جو مرڪز دهليءَ جي فتح پوري مسجد آهي، جيڪا هڪ نئين سوسائٽي "نظارت المعارف القرآنيہ" جو مرڪز آهي.

(ب) ان (سوسائٽيءَ) جو ناظم عبيدالله آهي.

(ج) هي ادارو مڪمل بغاوت لاءِ تيار آهي.

(و) بدقسمتيءَ سان عبيدالله کي ڀوپال مان بہ سؤ رپيا ماهوار ملندا آهن، جيڪي ان جي همت افزائي جو سبب آهن.

(ه) شمس العلماءَ جو پرزور مطالبو آهي تہ دهليءَ کي عبيدالله جي وجود

ڪان پاڪ ڪيو ويجي ۽ ان کي سنڌ واپس موڪليو وڃي.

(6) هاڻي مان سپاسنامي جي ڪن پهلوئن جي طرف توهان جو توجه ڏياريندس. هي سپاسنامو هڪ غيرمعمولي نوعيت جو دستاويز آهي. هزآنر (گورنر يوپي) جو خيال آهي ته حڪومت هند کي ان سان خاص دلچسپي هوندي.

- هي سپاسنامو ان ڪاليج جي ميمبرن جي طرفان پيش ڪيو ويو آهي، جنهن جي شهرت عالمگير آهي.
- جيڪو اسلامي دنيا ۾ پنهنجي مذهبي تقدس ۽ علمي خدمتن جي ڪري قابل احترام سمجهيو ويندو آهي.
- ان اداري ۾ علم حاصل ڪرڻ جي لاءِ وچ ايشيا، ايران، عرب، مصر، ايستائين جو چين مان به شاگرد ايندا آهن. ان جي ديني تعليم جو اثر انهن سيني علائقن تائين پهتل آهي.
- ان ۾ ڪو به وڏاءُ نه آهي ته ان جو سني مسلمانن تي سڀ کان وڌيڪ اثر آهي.
- انهن مولوين ليفٽيننٽ گورنر کي چيو آهي ته هن سپاسنامي کي جهڙي طرح چاهي استعمال ڪري ۽ جيڪو به مناسب طريقو سمجهي ان کي شايع ڪريو.
- هي هڪ اهڙو اعلان آهي، جنهن جو وڏو وزن آهي.
- ان جي ذريعي نوجوان مسلمانن جي ان باغيانه پروپئگنڊا جي ترديد ٿئي ٿي ته، حڪومت کان لقب حاصل ڪرڻ بي معنيٰ آهي ۽ بيعزتيءَ جو سبب آهي.
- ان سپاسنامي ۾ هي به ٻڌايو ويو آهي تاه جيستائين مسلمانن کي ديني فرضن جي ادائگيءَ جي آزادي حاصل آهي، ان جي وفادار ۽ تقدس وارن ماڻهن تي کهڙا فرض عائد ٿين ٿا.
- هنن ٻنهي معاملن جي حوالي سان هي هڪ قيمتي رڪارڊ آهي، جيڪو قدامت پسند مسلمانن جي رجحان جي ترجماني ڪري ٿو.
- ان جي قدر ۽ قيمت ان ڳالهه مان اجان وڌي وڃي ٿي ته، ديوبند ڪاليج جي وفاداريءَ کي ڪمزور ڪرڻ ۽ ان ۾ برطانيه مخالف پان اسلام ازم رجحان پيدا ڪرڻ جي مستقل ڪوشش ڪئي پئي وڃي.
- هي هڪ اهڙو منشور آهي، جنهن کي ضرورت مطابق مناسب طريقي

سان استعمال ڪرڻ گهرجي.

- ان مان انهن سيني مذهبي نوعيت جي دلين جو انڪار ٿئي ٿو جنهن تي غير وفادار ۽ باغيانہ خيال رکڻ وارا اعتماد ڪندا آهن.
- سرجيمس مسٽن تجويز ڪري ٿو تہ ان جي باقاعدي واپسي جو اطلاع (رسيد) ڏني وڃي ۽ ٻڌايو وڃي تہ ڇا حڪومت وٽ اهڙي ڪا تجويز آهي تہ ان کي ڪهڙي طرح مشهور يا استعمال ڪيو وڃي؟
- هي صوبائي سطح جي اهميت کان ڪيئن حصا وڌيڪ مٿانهين اهميت وارو دستاويز آهي.

(7) ليفٽيننٽ گورنر ڄاڻي ٿو تہ حڪومت جي طرف کان ديني ايجنسين کي استعمال ڪرڻ جي ڪوشش سدائين سنجيده ۽ اڪثر محتاط هوندي آهي، پر هن وقت صورت اهڙي آهي جو ديوبند جي انهن مولوين جو قدم پنهنجو پاڻ مناسب وقت تي کنيو ويو آهي.

- تقريبن هڪ سال اڳ هز آنر کي انهن ئي ذريعن سان اطلاع ڏنو ويو هو تہ ڪاليج ۾ ڳڙٻڙ ٿي رهي آهي، ان ڪري هو ڪاليج اچي. پر ان وقت هز آنر ان تجويز کي اهو چئي ڪري رد ڪري ڇڏيو هو تہ پرنسپل ۽ اسٽاف جي طرفان باضابطي دعوت نامي کان سواءِ هو ايئن نٿو ڪري سگهي.
- بعد ۾ هز آنر پهرين مارچ 1915ع تي ڪاليج جو دورو ڪيو ۽ ان جي باوجود جو محمد علي ۽ دهليءَ جا ايجيٽيز (احتجاجي ماڻهو) جلسي ۾ موجود هئا، هز آنر جو شاندار استقبال ڪيو ويو.
- ڪاليج جي ”سيني ماڻهن“ (6) جي موجودگيءَ ۾ رسمي (خوش آمديدي ۽ شڪريي جي) تقريرن جو تبادلو ٿيو ۽
- ان کان پوءِ ڪاليج جي لائبريريءَ ۾ خوشگوار ماحول ۾ دل کولي ڪري آزاد نموني سان خيالن جي ڏي وٺ ٿي، اهڙي طرح گڏيل دوستي ۽ تعلقات قائم ٿيا.
- پرنسپل (محمد احمد) کي وائسراءِ جي طرفان شمس العلماءَ جو خطاب ڏيڻ بہ بلڪل غير متوقع طور تي پيش ڪيو ويو. سپاسنامي سان (7) هي رابطا وڌيڪ هموار ٿيا. ليفٽيننٽ گورنر جو خيال آهي تہ ان جا نتيجا ڏورانهان ۽ اطمينان لائق هوندا.

## سمجهاڻيون

(1) اهي پنج مولوي ڪهڙا هئا؟ يقين سان تہ مولانا محمد احمد (مهتمم دارالعلوم) ۽ مولانا حبيب الرحمان عثماني (نائب مهتمم) جو ئي نالو وٺي سگهجي ٿو. شايد انهن ۾ مولانا شبير احمد عثماني بہ هجي جو اهتمام ڪندڙن جو پيارو هو ۽ مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي ديوبند مان ڪيرائڻ جي لاءِ جيڪو جهڳڙو پيدا ڪيو ويو هو. ان ۾ سڀ کان وڌيڪ حصو انهيءَ مرحوم جو هو.

(2) شريف مديني مان مطلب مديني جو گورنر بصري پاشا آهي، جنهن جي نالي مڪي جي گورنر غالب پاشا حضرت شيخ الهند جي تعارف ۾ خط ڏنو هو ۽ انور پاشا سان ملاقات ڪرائڻ جي لاءِ سفارش ڪئي هئي.

(3) دهلي گروپ مان مراد نظارة المعارف القرآنيہ جا سرپرست ۽ ميمبر آهن. انهن ۾ حڪيم اجمل خان، حڪيم عبدالرزاق، ڊاڪٽر انصاري، مولانا عبيدالله سنڌي وغيره آهن. مولانا سنڌي ان جو ناظم ۽ حڪيم اجمل خان ان جو سرپرست هو. مولانا سنڌي کان پوءِ مولانا احمد علي لاهوري ان کي هلائيندا رهيا هئا. شمس العلماءَ مرحوم جي خدمتن جو دائرو نہ فقط ديوبند ۾ حضرت شيخ الهند، مولانا سنڌي ۽ جمعيت الانصار جي سياسي ڪارگذارين تائين محدود هو. بلڪ دهلي گروپ جي باري ۾ معلومات جي پهچائڻ تائين پکڙيل هو.

(4) اڄ انهن بزرگن جي پونيئرن "طيب" جي دعويٰ آهي تہ سندس بزرگن (مولانا محمد احمد) تحريڪ آزاديءَ ۾ حصو ورتو هو ۽ ان تحريڪ ۾ هين جي رهنمائي ڪئي هئي. هاڻي تاريخ جو ورق اٿليو تہ معلوم ٿيو تہ وقت جي هڪ انقلابي ۽ حضرت شيخ الهند مولانا محمود حسن جي سڄي هٿ جون انقلابي سياسي ڪوششون، جنهن جو اصل رهنما حضرت شيخ الهند ئي هو انهن جي نظر ۾ "شرارت واريون حرڪتون" هيون ۽ حڪومت کان ان جو "پر زور" مطالبو هو تہ ان انقلابي کي ان جي مرڪز انقلاب کان پري ۽ دهلي کي ان جي وجود کان پاڪ ڪيو وڃي ۽ ان جي قومي ۽ ديني خدمتن يا بقول شمس العلماءَ "شرارت وارين حرڪتن" کي سنڌ تائين محدود ڪيو وڃي. جيڪڏهن مولانا سنڌي جي باري ۾ ان جا اهي خيال هئا تہ يقين رکڻ گهرجي تہ حضرت شيخ الهند جي باري ۾ بہ سندس خيال ان کان وڌيڪ مٿي نٿا ٿي سگهن. واضح رهي تہ مولانا سنڌي ان وقت "ڪابل منصوبي" جي سلسلي ۾ دهلي مان نڪري چڪو هو پر اڃا ملڪ ۾ ئي هو ۽ سنڌ ۾ منصوبي جي پورائي جي ڪمن ۽ سفر جي تيارين ۾ مصروف هو.

(5) دفعي 6 جي ضمن ۾ شمس العلماءَ اينڊ ڪمپني جي سپاسنامي جي اهميت جي جن پهلوئن کي ظاهر ڪيو ويو آهي تہ اهو پنهنجي جاءِ تي، پر ان مان هي بہ اندازو ٿئي ٿو تہ دارالعلوم ديوبند جي مرڪز انقلاب کي آزاديءَ جي تحريڪ ۽ جدوجهد کان پري وٺي وڃڻ جي هيءَ هڪ ڪيتري وڏي سازش هئي ۽ تاريخ جو هي فيصلو ڪيترو سخت آهي جو اڄ ان جي نالي وٺندڙن تي ان ئي دارالعلوم جي سرزمين پنهنجي ڪشادگيءَ جي باوجود تنگ ٿي ويئي آهي ۽ انهن جامع مسجد ديوبند ۾ پناهہ حاصل ڪئي آهي. (قاري محمد طيب جي مهتمم جي عهدي تان لهي مدرسي جي انتظامن

ڪان لاتعلق ٿي وڃڻ) اڄ تحريڪ آزادي ملڪ جي حوالي سان ان جو نالو وٺندي شرم اچي ٿو. دنيا ڏسي ورتو تہ حضرت شيخ الهند جي تحريڪ جو مثال ”ڪشجرة طيبة اصلحا ثابت و فرعها في السماءِ...“ الآيہ ۽ شمس العلماءَ جي تحريڪ ان جي ”برعڪس“ گداگريءَ جي پيشي جو مثال آهي.

جيئن وڻ پاڪ جو پاڙان جي مضبوط هجي ۽ ٽاريون ان جون آسمان ۾. (14_22)

(6) انهن ”سيڻي ماڻهن“ ۾ حضرت شيخ الهند مولانا محمود حسن، صدر المدرسين ۽ شيخ الحديث دارالعلوم شامل نہ هئا، حضرت ان موقعي تي ديوبند مان ٻاهر هليو ويو هو.

(7) سپاسنامي مان مراد خوش آمديدي تقرير ۽ خطابن ملڻ تي شڪريي جي تقرير آهي. انتظام ڪندڙن جن خيالن ۽ جذبن جو اظهار فرمايو هو ان ڪان گورنر خوش ٿيو ۽ دور رس ۽ اطمينان وارن نتيجن جي اميد ڪئي. هڪ سپاسنامو اهو آهي جيڪو لقب ملڻ ڪان پوءِ شمس العلماءَ مولانا محمد احمد ۽ ڪجهہ ٻين ماڻهن وفد جي صورت ۾ شملہ وڃي ڪري ليفٽيننٽ گورنر جي خدمت ۾ پيش ڪيو هو. ان جو ترجمو سي آءِ ڊي جي رپورٽن جي حوالي سان هن ڪتاب جي ضميمي نمبر 2 ۾ اچي چڪو آهي.

(11)

## خفيہ خط سيڪريٽري گورنمينٽ يوپي نالي سيڪريٽري هوم ڊپارٽمينٽ گورنمينٽ آف انڊيا.

9 جنوري 1916ع

بحوالہ ڊي او نمبر 1939 لکيل 18 ڊسمبر 1915ع

مان توهان کي اطلاع ڏيڻ چاهيان ٿو تہ حڪومت (بمبئي) کي تار موڪلي ويئي آهي تہ:

- محمود حسن ۽ خليل احمد امڪاني طور تي ان بحري جهاز ۾ آهن، جيڪو ڪويت کان 10 جنوري تي بمبئي پهچي رهيو آهي.
- حڪومت بمبئي کي باخبر ڪيو ويو آهي تہ اتر هند جي مسلمانن جي اڪثريت انهن ٻنهي جي بيحد عزت ۽ احترام ڪندي آهي. ان موقعي تي انهن جي گرفتاري ۽ نظربندي مسلمانن جي حلقن ۾ بيقراري ۽ بيچينيءَ جو سبب ٿي سگهي ٿي. حڪومت بمبئي ان صورتحال کان بچڻ چاهي ٿي ۽ تجويز ڪري ٿي تہ انهن ماڻهن جي پهچڻ تي، انهن جي سختيءَ سان تلاشي ورتي وڃي ۽ جيڪڏهن ڪا اعتراض جوڳي شيءِ نہ ملي سگهي تہ انهن تي نگراني رکي وڃي ۽ انهن جو جا ڏي وڃڻ جو ارادو هجي، اتي تار جي ذريعي اطلاع ڪيو وڃي.
- اوهان پنهنجي ڊي او نمبر 4974، لکيل 13 ڊسمبر 1915ع تي، خطرو ظاهر ڪيو آهي تہ محمود حسن سرحد جي طرف هليو ويندو. ان ڪري هزآنر حڪومت بمبئي کي تار ڏئي ڇڏي آهي، جنهن ۾ چيو ويو آهي تہ تجويز ڪيل طريقي تي ان جي سخت تلاشي ورتي وڃي ۽ پوءِ انڊيا آرڊيننس جي خلاف ورزي جي الزام ۾ ان کي پوليس جي حراست ۾ الهہ آباد پهچايو وڃي.
- تجويز ڪيو وڃي ٿو تہ حڪومت جي حڪمن جي مطابق ضروري ڪارروائي ڪئي وڃي. آئنده ڪارروائي جو تعلق ان جي تلاشي جي نتيجي تي منحصر هوندو ۽ الهہ آباد ۾ پڇاڳاڇا ڪئي ويندي.
- الهہ آباد ۾ محمود حسن ۽ خليل احمد کي في الحال سول جيل ۾ حراست ۾ رکيو ويندو.

حوالو: گورنمينٽ آف انڊيا، هوم ڊپارٽمينٽ۔ پوليٽيڪل ڊپارٽ پروسيڊنگز جنوري 1916ع نمبر 47، ص 40.



## سمجهاڻي

(1) حضرت شيخ الهند مولانا محمود حسن 18 ڊسمبر 1915ع تي ايس ايس اڪبر جهاز ۾ حج جي لاءِ ويو هو. هن ڳالهه جي پوليس کي خبر نه هئي ته حضرت ڪجهه عرصو عرب ۾ رهندا. ان ڪري جنوري 1916ع تي ان جي واپسيءَ جي توقع هئي، پر فيبروريءَ ۾ مولانا مطلوب الرحمان ۽ سيپٽمبر 1916ع تي مولانا خليل احمد صدر مدرس مظاهرالعلوم سهارنپور، ان جي گهرواري، حاجي مقبول احمد ۽ سيد هادي حسن حج کان واندو ٿيڻ کان پوءِ واپس آيا. سيپٽمبر ۾ اچڻ وارن کي بمبئي ۾ روڪيو ويو، انهن کان بيان ورتا ويا ۽ ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ انهن کي نيني تال نيو ويو. نيني تال ۾ ٽنهي بزرگن کي جدا جدا رکيو ويو ۽ هر هڪ کان ڪيترائي بيان ورتا ويا. هاڻي مولانا مطلوب الرحمان (مولانا حبيب الرحمان عثماني نائب مهتمم دارالعلوم ديوبند ۽ مولانا شبير احمد عثماني مدرس دارالعلوم جي ڀاءُ) کي به نيني تال گهرائي ڪري پڇاڳاڇا ۾ شامل ڪيو ويو. ديوبند ۽ سهارنپور ۾ اطلاع پهتو ته شمس العلماء مولانا محمد احمد ۽ مولانا حبيب الرحمان عثماني، جي سفارش يا ضمانت تي مولانا خليل احمد، حاجي مقبول احمد ۽ مولانا مطلوب الرحمان عثمانيءَ کي ڇڏيو ويو. جيئن ته سيد هادي حسن کان نه ڪا خاص ڳالهه معلوم ٿي هئي ۽ نه آئنده جي لاءِ ڪو اطمينان بخش واعدو هٿ آيو، ان ڪري ان کي نه ڇڏيو ويو. ان کي ”هڪ عرصي جي نظربندي“ کان پوءِ آزادي ملي. ٻين ماڻهن کان جيڪا معلومات ارادتاً يا اتفاقاً حڪومت کي حاصل ٿي ويئي هئي، ان جي بنياد تي تقريبن ٽي درجن ماڻهن کان بيان ورتا ويا. انهن جي گهرن جون تلاشيون ورتيون ويون، محدود ۽ ڊگهين نظربندين جو سلسلو شروع ٿيو.

(تفصيل جي لاءِ ڏسو ”شيخ الهند مولانا محمود حسن محدث ديوبنديءَ کي مختصر سوانح اور حالات اسيري از: انجمن اعانت نظر بند ان اسلام- دهلي 1918ع)

(25)

## مولانا محمود حسن جي باري ۾

ڪليڪٽر سهارنپور جي خفيہ رپورٽ جيڪا هوم ڊپارٽمينٽ کي موڪلي ويئي.

(1) ديوبند جي شمس العلماءَ مولوي محمد احمد ڪالهہ هي اطلاع ڏنو آهي تہ:

* هيڊماستر (شيخ الحديث، صدرالمدرسين) جو خط مليو، ان ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ انهن (مولانا محمود حسن) مديني ۾ انور پاشا سان ملاقات ڪئي ۽ هو ان سان معاملا طئہ ڪندي ئي ديوبند واپس اچي ويندو. ان جا مقصد هي آهن:

(الف) پنهنجي ايجنٽن جي ذريعي سرحد تي گڙٻڙ پيدا ڪرڻ.

(ب) هندستان ۾ انگريزن جي خلاف نفرت کي هوا ڏيڻ.(1)

(2) ان ٻڌايو تہ:

* استنبول ۽ هندستان ۾ غيروفادار مسلمانن جي وچ ۾ ريڊ سي (ڳاڙهي سمنڊ) وچڻ وارن بحري جهازن جي عملي جي ذريعي ڪافي خط و ڪتابت ٿي چڪي آهي.

* بلغاريہ جي جنگ ۾ شامل ٿيڻ ۽ غير متوقع طور تي سرويا جي ايترو جلدي پوئتي هٽي وڃڻ ڪري، غيروفادارن جا حوصلا گهٽو وڏي ويا آهن.

(3) ان هي بہ ٻڌايو تہ ڊاڪٽر انصاري ۽ سندس رشتيدار (ياءُ حڪيم) عبدالرزاق پنهنجي حلقي ۾ هي ڳالهہ پکيڙي رهيو آهي تہ:

(الف) هو (شمس العلماءَ) حڪومت کي اطلاع پهچائي رهيو آهي.

(ب) ليفٽيننٽ گورنر هيڊ ماستر (صدر مدرس مولانا محمود حسن) جي نظربنديءَ جي سفارش ڪئي هئي، جنهن کي وائسراءِ رد ڪري ڇڏيو.(2)

(ج) انهن حڪمن جي تصديق سيڪريٽريٽ جي ڪاغذن مان ڪئي ويئي آهي.

(4) هيڊماستر (صدر مدرس) ايتري قدر اثر رسوخ ڪهڙي طرح پيدا ڪري ورتو؟ ان سوال جي جواب ۾ ان ٻڌايو تہ:

(الف) ان جي عمر وڏي هجڻ (70 سال).

(ب) ان جي قابليت ۽ ان جو تقدس.
(ج) هي تہ هو شمس العلماءَ جي والد مولانا محمد قاسم جو معزز شاگرد آهي. شمس العلماءَ جو والد پاڻ بہ معزز (بزرگ) مولوي هو جنهن پنجاهہ سال اڳ دارالعلوم ديوبند جو بنياد رکيو هو.
(د) ان جو دارالعلوم ديوبند سان تعلق (بقول ان جي هي هندستان ۾ پنهنجي نوعيت جو واحد ادارو آهي.)
(5) ان (شمس العلماءَ) جو بيان آهي تہ هي ماڻهو (محمود حسن) ترش مزاج، غير مصالحانہ طبيعت جو مالڪ آهي. (3)

حوالو: گورنمينٽ آف انڊيا۔ هوم ڊپارٽمينٽ پوليٽيڪل ڊپازٽ پروسيڊنگز، جنوري 1916ع نمبر 47.

**

سمجهاڻي

(1) الحمدالله! انهن سيني خطن ۽ گورنمينٽ جي رپورٽن مان حضرت شيخ الهند جي سياسي ڪارگذارين ۽ خدمتن، قوم ۽ وطن جو ڪهڙو نہ چٽو واضح ثبوت دشمن جي قلم ڪان حاصل ٿيو آهي.
(2) ان وقت جڏهن حضرت شيخ الهند وطن ۾ هو تہ بلاشبہ حضرت شمس العلماءَ جي ان تجويز کي نظرانداز ڪيو ويو هو پر جڏهن حضرت شيخ الهند ملڪ کان ٻاهر هليو ويو ۽ حضرت جي ڪارگذارين جا ثبوت سامهون آيا تہ، شمس العلماءَ جي مشوري ۽ ان جي راءِ جي صحيح نتيجي کي محسوس ڪيو ويو ۽ حضرت کي گرفتار ڪرڻ ۾ بلڪل دير نہ ڪئي ويئي. ڇا ان حقيقت جي انڪشاف کان پوءِ بہ ان ڳالهہ ۾ شبهو ڪيو ويندو تہ حضرت شيخ الهند کي شمس العلماءَ گرفتار نہ ڪرايو هو؟
(3) شمس العلماءَ تمام سنو فرمايو تہ حضرت (شيخ الهند) واقعي ترش مزاج ۽ غير مصالحانہ طبيعت جو مالڪ هو پر انگريز يعني قوم ۽ وطن جي دشمن جي مقابلي ۾ پنهنجي دوستن، بزرگن ۽ ننڍڙن جي لاءِ نهايت مخلص، نهايت گهڻو شفيق ۽ رحيم هو. جڻ اشداء علي الڪفار و رحما بينهم جو عملي تفسير هو. انگريزن جي مقابلي ۾ حضرت جي طبيعت جي شدت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ هڪ دفعي مولانا محمد طاهر پڇيو:
حضرت! انگريزن جي ڪا سٺي شيءِ بہ آهي؟
جواب ڏنائون: هائو! انهن جي گوشت جو ڪباب گهڻو ذائقيدار هوندو.

(26)

## ڪليڪٽر سهارنپور جو خفيہ اطلاع حڪومت هند جي لاءِ

(1) شمس العلماءَ محمد احمد اطلاع ڏنو آهي تہ:

* هيڊماستر (صدر مدرس مولانا) محمود حسن اجا تائين عرب مان واپس نہ آيو آهي.
* ڊاڪٽر انصاريءَ جو ڀاءُ عبدالرزاق ڪڏهن ڪڏهن مطلوب الرحمان سان ملڻ ديوبند ايندو آهي، مطلوب الرحمان کوهن ڪوٽڙ جي شعبي ۾ آهي ۽ اڄڪلهہ موڪل تي آهي.
* هي شخص (مطلوب الرحمان) بہ هيڊماستر (صدر مدرس) سان گڏ عرب ويو هو ۽ تقريباً هڪ مهينو اڳ واپس آيو آهي.[1]
* هي ٻئي (عبدالرزاق ۽ مطلوب الرحمان) بلقان ۾ جرمنين جي فتحن ڪي وڏائي ڊگهو ڪري پيش ڪري رهيا آهن ۽ چوندا وتن ٿا تہ جنگ جو فيصلو هندستان ۾ ٿيندو. هندستان ۾ جيڪي حفاظتي انتظامن جي گهٽتائي آهي، ان جي عبدالرزاق ٽنول ڪندو رهندو آهي.

(2) شمس العلماءَ وڌيڪ ٻڌايو تہ:

* ان جو (شمس العلماءَ جو) پنهنجو موڪليل قاصد عبدالاحد ڪشميري (جنهن ڪي انهن مولانا محمود حسن جي حالتن جي جاسوسي جي لاءِ) عرب موڪليو هو. گذريل مهيني مطلوب الرحمان سان گڏ هندستان موٽي آيو آهي.
* ان (عبدالواحد) ٻڌايو تہ هيڊماستر (صدر مدرس مولانا محمود حسن) جون ملاقاتون انور پاشا سان، جنهن ڪي استنبول جي طرف کان خليفي جو نمائندو مقرر ڪيو ويو آهي، هڪ هفتو جاري رهيون.
* ان هي بہ ٻڌايو تہ چاليهہ پنجاهہ هزار فوجي ترڪن جي سربراهيءَ ۾، مڪي جي ويجهو گڏ ٿيا ۽ طائف جي رستي اوپر جي طرف روانا ٿيا آهن تہ جيئن استنبول ۾ اسان جي فوج جي مواصلاتي نظام ڪي ختم ڪري ڇڏين.

منهنجي خيال ۾ طائف جبلن تي واقع شهر آهي، جيڪو مڪي کان ٻن منزلن جي مفاصلي تي آهي.

حوالو: گورنمينٽ آف انڊيا- هوم ڊپارٽمينٽ- پوليٽيڪل ڊپازٽ پروسيڊنگز جنوري

1916ع نمبر 47.

## سمجھاڻيون

(1) مولانا مطلوب الرحمان عثمانيءَ جو ڀيو ڀاءُ مولانا حبيب الرحمان (نائب مهتمم دارالعلوم ديوبند)، مفتي عزيزالرحمان عثماني (مفتي و مدرس دارالعلوم) ۽ مولانا شبير احمد عثماني (مدرس دارالعلوم) هئا. ٽنهي ڀائرن جو تعلق شمس العلماءَ پارٽيءَ سان هو. مولانا شبير احمد عثماني جي باري ۾ سي آءِ ڊي جي رپورٽ (ريشمي خط سازش ڪيس جي ڊائريڪٽري "ڪير ڇا آهي؟") ۾ آهي ته شبير احمد جي شروعات ۾ (مولانا) عبيدالله (سنڌي) سان دوستي هوندي هئي. پر بعد ۾ سخت دشمن ٿي ويو ۽ ديوبند مان ان جي ڪڍڻ جو خاص ذميوار اهو ئي آهي. مولانا مطلوب الرحمان عثماني شروع کان حضرت شيخ الهند جي انقلابي جماعت سان تعلق رکندو هو پر حج کان واپسي، گرفتاري ۽ شمس العلماءَ جي سفارش ۽ ضمانت تي آزاد ٿيڻ کان پوءِ ان حضرت شيخ الهند جي جماعت سان پنهنجو تعلق ختم ڪري ڇڏيو هو. جڏهن ته شمس العلماءَ پارٽيءَ ۾ به شامل نه ٿيو ۽ نه ان شيخ الهند جي جماعت جي خلاف دشمنن وانگر رويو اختيار ڪيو. ان بزرگ جو "عثماني خاندان" جي سياست سان به نهايت تمام ٿورو تعلق رکيو. پنهنجن ڀائرن ۾ هو شايد سڀني کان شريف هو ۽ اخلاقي معيار بلند رکندو هو.



## پندرنهن روزه رپورٽ 18 جنوري 1916ع، پنجاب ۾ داخلي سياسي صورتحال يورپي جنگ جي حوالي کان پڇاڙي 15 جنوري 1916 تائين

ظاهر ۾ ته پنجاب جي موجوده سياسي صورتحال ۾ ڪا به تبديلي ڏسڻ ۾ نه ٿي اچي. پر عام طور تي ماڻهن ۾ بيچيني ڏٺي وڃي ٿي ۽ ماڻهو حالتن تي بحث ڪندي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. بلقان، گيلي پولي، ايران ۽ افغانستان جي هلندڙ واقعن کي ترڪيءَ جي مهمندن اتحادين جي طرفان برطانوي وقار جي خلاف سمجهيو وڃي ٿو. جڏهن ته برطانيه دشمن خيال کليل طور تي ظاهر نٿا ٿين. پر مسلمان باغين جي لاءِ جرمني جي امداد جو چرچو عام آهي. افغانستان ۾ جرمن ترڪ ايجنٽن جي مشغولين ۽ سرحدي قبائلين ۾ شورش، انگريز صورتحال بابت افواهن سان صوبي پنجاب جا هندو گهبرايل آهن.

راولپنڊي ڊويزن جي ڪمشنر اطلاع ڏنو آهي ته، هندو سخت بيچيني محسوس ڪري رهيا آهن. جڏهن ته في الحال ان جي خوف جي لاءِ ڪا خاص ڳالهه ڏسڻ ۾ نه ٿي اچي. ڪابل ۾ پيدا ٿيڻ وارين حالتن ۽ پڪڙجڻ وارا خيال هر طرف بحث هيٺ اچي رهيا آهن. انهن حالتن ۾ جيڪڏهن حيثيت وارن هندن کي اظهار خيال جو موقعو ڏنو وڃي ته حالتن ۾ خوشگوار تبديلي پيدا ٿي سگهي ٿي. هو حڪومت کان مطالبو ڪندا ته مسلمانن تي گهٽو اعتماد نه ڪيو وڃي. ان (ڪشمنر راولپنڊي ڊويزن) هي اطلاع به ڏنو آهي ته انهن حالتن کان مسلمان به ڪجهه گهٽو پرامید نه آهن.

جالندر ڊويزن جا هندو خاص طور تي بيچين آهن. ڪمشنر هي به لکي ٿو ته صورتحال ۾ موجوده تبديليون ايران ۾ ڳڙٻڙ ۽ جرمني جي پناٽن کي پڙڪائڻ جي ڪوشش، جيڪي جنگ جا امڪان پيدا ڪري ڇڏيا آهن، ان جي ڪري انهن (هندن) جا ذهن خدشن جا شڪار آهن ۽ اهي هيءَ ڳالهه محسوس ڪرڻ لڳا آهن ته، انهن جي مفادن جو تحفظ اسان جي (گورنمينٽ سان) پائيچاري ۾ آهي.

تعليم يافته مسلمان ان ڳالهه تي مطمئن ڏسڻ ۾ اچن ٿا ته ترڪي بلقان جي هلندڙ بحران مان نڪري ويو آهي. ضلع شاهپور جا مسلمان، جتي هو گهٽائيءَ ۾ آهن، خيال ڪن ٿا ته ميسوپٽاميه (عراق) ۾ حالتون صحيح نه آهن. قصور ضلع لاهور جا مسلمان ماضي ۾ اڪثر ڪري لاقانونيت جا عادي رهيا آهن، اهي غيرمطمئن آهن ۽ انهن جو خيال آهي ته يورپين کي جنهن درجي

روڪڻ جي قوت جي ضرورت آهي، اها موجود نہ آهي. ڪابل ۾ ترڪي جرمن مشن جي باري ۾ ڪيترائي افواهہ پکڙيل آهن. انهن مان هڪ هي بہ آهي تہ ڪابل جي امير ڪيترن ئي تحفن سان گڏ هن اها تلوار بہ ورتي آهي جيڪا ترڪي جي سلطان سان تعاون جي عزم جي علامت آهي.[(1)]

حوالو: گورنمينٽ آف انڊيا، هوم ڊپارٽمينٽ، پوليٽيڪل ڊپازٽ جنوري 1916ع، نمبر 66 بحوالو انڊين مسلمز۔ اي ڊاڪيومينٽري رڪارڊ جلد 5، مرتب شان محمد 1982ع دهلي.

## سمجهاڻي

(1) هندستاني ترڪ جرمن مشن 7 آڪٽوبر 1915ع تي ڪابل پهتو هو. ان مشن جي سربراهہ راجہ مهندر پرتاب آف هاٿرس (يوپي هند) هو ۽ مولانا برڪت الله آف ڀوپال (ڏکڻ هند)، ڪاظم بيگ (ترڪي)، فون هنٽنگ (جرمن) ۽ نيڊر مائر (آسٽريا) ان جا ميمبر هئا. 15 آڪٽوبر 1915ع تي مولانا عبيدالله سنڌي جڏهن ڪابل پهتو تہ ان بہ هن مشن سان لاڳاپا پيدا ڪري ورتا ۽ جڏهن آزاد هندستان جي عارضي حڪومت جو قائم ٿيڻ عمل ۾ آيو تہ راجہ صاحب ان جو صدر، برڪت الله وزيراعظم ۽ مولانا سنڌي وزيرداخلہ مقرر ٿيو هو. مشن جو مقصد افغانستان مان هندستان تي حملو ڪرائڻو هو تہ جيئن انگريز فوجين کي يورپين محاذن جي بجاءِ، هندستان جي محاذ تي مشغول رکيو وڃي ۽ جرمن ۽ ترڪ فوجين کي روس جي برخلاف وڏيڪ جنگ ڪرڻ جو موقعو ملي سگهي ۽ افغانستان جي حملي سان برٽش هندستان کي آزاد ڪرائي سگهجي.

ان اميد سان تہ جنگ جي خطري سان ڏکڻ اولهہ هند جي واپارين ۽ ڪاروبار ڪرڻ وارن مان، اڪثر ملڪ جا غيرمسلم هئا، پريشاني پکڙجي ويئي هئي. انگريزن جنگ جو خطرو ڏيکاري هندو مسلم منافقت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان جي لاءِ ڪيترن هندن کي استعمال ڪيو هو. هن رپورٽ ۾ ان جي طرف اشارو آهي.



ضميمو 3

# ريشمي خط سازش ڪيس مان اقتباسات ڪي بزرگ شخصيتون

ريشمي خط سازش ڪيس جي آئيني ۾

ريشمي خط سازش ڪيس جي دعويٰ جي ڪيترن ئي دفعن ۾ حضرت شيخ الهند مولانا محمود حسن ۽ امام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي ڪي آزاديءَ جي جرم نوازي ۽ اسلام دوستي (تحريڪ اتحاد اسلامي سان ان جي لاڳاپي) جو احوال آيو آهي ۽ پوءِ سازش ڪيس بابت شخصن جي ڊائريڪٽري ۾ ٻنهي بزرگن جو تذڪرو آهي. هتي دعويٰ بابت دفعن ۽ احوال جي خاص جملن کي، جيڪي 1915ع تائين جي حالتن ۽ احوال تي روشني وجهن ٿا، مرتب ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ ان مضمون ۾ جن ٻين بزرگن جو احوال آيو آهي، انهن جي باري ۾ بہ ريشمي خط سازش ڪيس جي ڊائريڪٽري مان ان جي باري ۾ سي آءِ ڊي جي راين ۽ ضروري معلومات کي مرتب ڪيو ويو آهي.

## (1) حضرت مولانا محمود حسن ۽ مولانا عبيدالله سنڌي

(الف) ريشمي خط سازش ڪيس جي دعويٰ:[1]

(4) سازشين شروعات ۾ ئي سمجهي ورتو هو تہ عوام ۾ نهايت تعصب ۽ تشدد پيدا ڪرڻ جي لاءِ ضروري آهي تہ ان ۾ تبليغ ڪرڻ جي لاءِ مشنري تيار ڪئي وڃي. هي ماڻهو مولوي طبقي جا هئڻ گهرجن. جيئن تہ اسان ڏٺو آهي تہ سازش جي باني اڳواڻ مولوي عبيدالله، ديوبند ۾ مولوين جي خاص مدرسي جو استعمال ڪيو تہ جيئن هي چئي سگهجي تہ سازش جي شروعات ديوبند مان ٿي.

عبيدالله نئون مسلم سک هو، ان جو مذهبي جنون انتها تي پهتل هو، ان

[1] هن جي هيٺان پيراگرافن تي جيڪي نمبر پيل آهن، سي ريشمي خط سازش ڪيس جي دعويٰ جي دفعن جا نمبر آهن. (تحريڪ شيخ الهند، مرتب مولانا سيد محمد ميان)

پاڻ بہ ديوبند ۾ تعليم ورتي هئي.

(6) مدرسي ۾ عبيدالله جو نقصان رسائيندڙ اثر تيزيءَ سان پکڙجڻ لڳو ۽ ان مدرسي جي استادن ۽ شاگردن ۾ ڪيترن ئي ماڻهن ۾ پنهنجا باغيانہ خيال پيري ڇڏيا. ان مولانا محمود حسن کي ان کان اڳ ئي مڪمل طور تي پنهنجو هم خيال ڪري ورتو هو تہ متان مدرسي جا منتظمين مدرسي کي پيش ايندڙ خطرن جو اندازو ڪري سگهن ۽ عبيدالله کي مدرسي ڇڏڻ تي مجبور ڪن.

مولانا (محمود حسن) کي، ان جي وڏي علم جي ڪري وڏيڪ ديني علمن جي عالم ۽ رهنما هئڻ جي ڪري جيڪا شهرت حاصل هئي، ان جي ڪري ان کي سازش جو علامتي سربراهہ ٺاهيو ويو هو.

(7) عبيدالله جو منصوبو هي هو تہ مدرسي کي پنهنجي ڪم جو مرڪز بنائي، اسلامي اتحاد ۽ برطانيہ دشمنيءَ جي پنهنجي تحريڪ کي انهن سوين مولوين کان ڪم وٺي، سڄي هندستان ۾ پکيڙي ڇڏي، جيڪي ديوبند جي مدرسي ۾ تعليم وٺي، مذهب اسلام جي پرچار ۽ تبليغ جي لاءِ هندستان ۾ هر طرف پکڙيل آهن.

(8) عبيدالله انگريزيءَ ۾ تعليم حاصل ڪيل ماڻهن: مثلاً انيس احمد بي اي، خواجہ عبدالحي ۽ قاضي ضياءُ الدين بي اي کي مدرسي ۾ داخل ڪيو... انهن ماڻهن کي جمعيت الانصار جي فنڊ مان وظيفا ڏنا ويندا هئا. مولوي مرتضيٰ حسن اسان کي ٻڌايو تہ عبيدالله جمعيت الانصار جي اندر هڪ خفيہ جماعت ٺاهي هئي. هي هڪ قسم جو اندروني حلقو هو. جنهن جا اغراض ۽ مقصد ظاهر نہ ڪيا ويا هئا، پر رسوائيءَ جي حد تائين قابل اعتراض هئا. جيئن تہ مدرسي جي سربراهہ (شمس العلماءَ حافظ محمد احمد) موقعو ڪيي ڪري مولوي عبيدالله کي گهرايو ۽ ان باري ۾ ملامت ڪئي...

(13) برطانوي حڪومت کان (مولانا محمود حسن جي) ان ناراضگيءَ تي (جيڪا جنگ اٽلي، ترڪي ۽ بلقان جي جنگين ۽ ڪانپور جي مسجد جي ڪيرائڻ واري واقعي سان پيدا ٿي هئي) اها تلخي اضافي هئي، جيڪا مولانا (محمود حسن) جي احساسن ۾ شمس العلماءَ حافظ محمد احمد، مهتمم ۽ مولانا حبيب الرحمان نائب مهتمم مدرسي جي رويي مان پيدا ٿي هئي. هي ماڻهو محسوس ڪندا هئا تہ مولانا (محمود حسن) جي شخصيت جي عظمت جي ڪري ۽ ماڻهن ۾ مولانا محمود حسن جو جيڪو احترام آهي، ان جي

ڪري مدرسي ۾ انهن ماڻهن جو اثر گهٽ ٿي رهيو آهي. ايئن مولانا (محمود حسن) انتظام سنڀاليندڙن جي سنيجده ۽ دوستاڻن مشورن کان محروم ٿي ويو ۽ مولانا عبيدالله ۽ ابوالڪلام آزاد وغيره جي خطرناڪ اثرن ۾ اچي ويو.

(14) مدرسي جي نيڪ نامي جي بقا جي لاءِ، مجلس منتظمہ فيصلو ڪيو تہ، عبيدالله کي انيس احمد ۽ ان جي ٻين ساٿين سان گڏ مدرسي مان خارج ڪري ڇڏڻ گهرجي. مولانا (محمود حسن) ان فيصلي کي پسند نہ ڪيو. هو اڳ ۾ بہ مهتمم جي ان ڳالھ کان ناراض هو تہ ان مولوي محمد ميان کي ڪنهن قصور جي بنياد تي، مولانا (محمود حسن) جي مشوري يا اطلاع کان سواءِ ديوبند مان ڪڍي ڇڏيو هو. جيڪو هن جي نظر ۾ (محمود حسن) جي شان جي خلاف هو. مولانا محمد ميان ان ڪري ديوبند سڏايو ويو هو تہ ڪن ڪمن ۾ مولانا (محمود حسن) جي مدد ڪري، پر بعد ۾ هي نهايت سرگرم سازشي ٿي ويو هو.

(15) ديوبند مان عبيدالله جي ڪڍڻ جي معنيٰ هي نہ هئي تہ ان جو اتي اچڻ وڃڻ بند ٿي ويو هو. ڇو تہ اسان هي ڏسون ٿا تہ مولانا (محمود حسن) جي اوطاق سيپٽمبر 1915ع تائين، جڏهن تہ مولانا هندستان مان حجاز روانو ٿي ويو سازشين جو آماج گاھ بڻيل هو. عبيدالله ۽ ٻيا ماڻهو مشورن ۾ شريڪ ٿيڻ جي لاءِ ديوبند ايندا رهيا.

## (ب) سازش ڪيس بابت ڊائريڪٽري

(1) ريشمي خط سازش ڪيس بابت ڊائريڪٽري ۾ حضرت جو احوال تفصيل سان آيو آهي. ان جا چند جملا هي آهن:

”مولانا محمود حسن ديوبند جو صدر مدرس، پرهيزگاري ۽ پاڪائي جي لاءِ مشهور آهن. ان جا مريد، جن ۾ سرگرم مسلمان بہ آهن، سڄي هندستان ۾ آهن. عبيدالله جي اثر ۾ اچڻ سان هن جا خيال متجي ويا. ديوبند ۾ ان جو گهر اسلامي اتحاد جي سازشين جو ڳڙھ هو. ان ئي سيف الرحمان، فضل الاهي ۽ فضل محمود وغيره کي سرحد پار قبائلين کي جهاد تي ڀڙڪائڻ جي لاءِ موڪليو هو. هندستان ۾ اسلامي اتحاد جي سازش ۾ مولانا جي رهنما ۽ قائدانہ شخصيت نهايت اهم آهي.“

مولانا عبيدالله سنڌي جي باري ۾ ذڪر ڪيل ڊائريڪٽري ۾ 1915ع تائين جي ڪارگذاري جي باري ۾ هي معلومات آهي:

”عبيدالله ... پهريان سک هو. ان جو اصلي نالو بوٽا سنگهه آهي. چيانوالي، ضلع سيالڪوٽ جي رهڻ وارو آهي. شروعاتي زندگيءَ ۾ اسلام قبول ڪيو هئائين. شروعاتي تعليم سنڌ ۾ ورتائين، پوءِ مدرسي ديوبند ۾ داخل ٿيو. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ هن ٻارنهن سال سنڌ ۾ گذاريا. جتي پيرجهنڊي ۽ نوابشاهه ۾ مدرسا قائم ڪيائين. 1910ع تي ديوبند واپس آيو. جتي جمعيت الانصار قائم ڪيائين. جنگ بلقان ۾ وڏي پئماني تي هلال احمر جي لاءِ پئسا گڏ ڪيائين ۽ غيرملڪي مال جي بائيڪاٽ جي تبليغ ڪري، اهميت ۽ شهرت حاصل ڪيائين. بعد ۾ هو دهلي ۾ رهيو. جتي هن نظارة المعارف القرآنيه قائم ڪيو. جنهن جو هو هاڻي به ناظم آهي. هو مولانا ابوالڪلام آزاد، قاضي ضياءُالدين، مولوي (ابو محمد) احمد چڪوالي، حسرت موهاني، محمد علي آف ڪامريڊ، شوڪت علي، مولوي عبدالرحيم عرف مولوي بشير، مولوي غلام محمد (دينپور)، مولوي عبدالقادر (دينپور)، شيخ عبدالرحيم (حيدرآباد سنڌ) وغيره جو شريڪ ڪار آهي... مولانا محمود حسن جو پڪو مريد آهي. ان مولانا (محمود حسن) تي اثر وڌو ۽ آخرڪار ان کي اسلامي اتحاد جو زبردست مبلغ بنائي ڇڏيو. هو ديوبند جي خفيه مشورن ۾ شريڪ ٿيندو هو.[1]

(2) مولانا حبيب الرحمان عثماني، نائب مهتمم دارالعلوم ديوبند. مولانا فضل الرحمان عثمانيءَ جو پٽ ۽ مفتي عزيزالرحمان مفتي دارالعلوم ۽ مولانا شبير احمد عثماني مدرس دارالعلوم جو وڏو ڀاءُ. ان جو احوال ريشمي خط سازش ڪيس ۾ شمس العلماءَ حافظ محمد احمد سان گڏ ڪيترائي دفعا آيو آهي. حضرت شيخ الهند جي سياسي تحريڪ جي مخالفت ۽ انگريز پرستيءَ ۾ ٻئي بزرگ هم خيال هئا. سازش ڪيس جي ڊائريڪٽريءَ ۾ ان جي

---

[1] ريشمي خط سازش ڪيس ۾ هي ذڪر وري وري آيو آهي ته، تحريڪ جي اصل شخصيت مولانا سنڌيءَ جي هئي ۽ ان مولانا محمود حسن کي متاثر ڪيو. حالانڪ واقعو بلڪل ان جي ابتڙ آهي. حضرت مولانا محمود حسن مولانا سنڌيءَ ۾ قومي ۽ ديني شعور پيدا ڪيو، سياسي تربيت ڪئي، جمعيت الانصار جي قائم ڪرڻ ۾ ان جي رهنمائي ڪئي، ان جو انتظام ڪيو. پوءِ نظارة المعارف القرآنيه (دهلي) جي قائم ڪرڻ لاءِ سڀ سامان ڏنو. ملڪي ۽ قومي مدبرن ۽ سياستدانن سان ان جو تعارف ڪرايو ۽ پوءِ ان کي ڪابل موڪليو. ان ڪري هيءَ ڳالهه سمجهڻ گهرجي ته تحريڪ جي اصل شخصيت شيخ الهند مولانا محمود حسن جي ئي هئي.

باري ۾ لکيل آهي:

”حبيب الرحمان نائب مهتمم مدرسہ ديوبند.... مولوي عبيدالله ۽ مولانا محمود حسن جي اسڪيمن ۾ شامل نہ ٿيو. ان کي وفادار سمجهي سگهجي ٿو.“

(3) شمس العلماءَ مولانا حافظ محمد احمد، مهتمم دارالعلوم ديوبند، حضرت شمس العلماءَ حضرت قاسم العلوم والخيرات مولانا محمد قاسم نانوتوي جو پٽ ۽ دارالعلوم جو مهتمم. حضرت شيخ الهند جي سياسي تحريڪ جو سخت مخالف هو. ”ريشمي خط سازش ڪيس“ ۾ انگريزن جي وفادار جي حيثيت سان ڪيترائي دفعا ان جو احوال آيو آهي. سازش ڪيس بابت ڊائريڪٽريءَ ۾ ”مدرسي“ جي ضمن ۾ ان جي باري ۾ لکيو آهي:

”مدرسي (ديوبند) جو پرنسپل شمس العلماءَ مولوي حافظ محمد احمد آهي، جيڪو هن مدرسي جي مرحوم باني (مولانا محمد قاسم) جو فرزند آهي، وفادار ۽ شريف ماڻهو آهي.“

بعد جي صفحن ۾ ”محمد احمد“ جي هيٺان هڪ ستو تعارف آهي:

”شمس العلماءَ حافظ محمد احمد پٽ محمد قاسم (نانوتوي) باني مدرسو ديوبند، هي مدرسي جو مهتمم يا پرنسپل ۽ وفادار آهي.“

(4) مولانا شبير احمد عثماني، مدرس دارالعلوم (ديوبند) سازش ڪيس جي ڊائريڪٽري ۾ ان جي باري ۾ چيو ويو آهي:

”مطلوب الرحمان جو پياءُ آهي ۽ ديوبند جي مدرسي ۾ استاد آهي. ٻيو پياءُ حبيب الرحمان ۽ مفتي عزيزالرحمان مدرسي جي عملي ۾ شامل آهن. اهي وڏا فاصل مولوي آهن... شروع ۾ مولانا عبيدالله سان دوستي رکندا هئا، پر بعد ۾ سخت دشمن ٿي ويا. ديوبند مان ان جي ڪيڙ جا خاص ذميوار اهي ئي آهن.“